# بابن جي فهرست

# پهاڪر

حضور صلي الله عليه وسلم جي زندگيءَ تي بيشمار ڪتاب لکيا ويا آهن ۽ لکيا ويندا. اوهانﷺ جو ڪردار ايترو وسيع ۽ عظيم آهي جو هڪ ليکڪ لاءِ اهو ممڪن نه آهي ته هو اوهانﷺ جي زندگيءَ جي سمورن رخن جو احاطو ڪري سگهي. هر ليکاري پنهنجي منفرد انداز سان پاڻﷺ جي زندگي جي سيرت نگاري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هر ڪنهن جو پنهنجو پنهنجو انداز آهي.

جڏهن مون هن ڪتاب کي پڙهيو تہ ليکاري جو اسلوب ڪجھ نرالو هو. هي ڪتاب پنهنجي منفرد اسلوب جي ڪري هي ڪتاب ڪافي مقبول ٿيو.

هي ٻين سيرت جي ڪتابن کان ڪيئن مختلف آهي ان جو اندازو پڙهندڙ کي پڙهڻ ڪانپوءِ پوندو.

ظفير احمد لغاري

# مُهاڳ

# بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمَنِ الرَّحِيمِ

الْحَمْدُ لِلهِ الَّذِى لَا إِلَهَ إِلَّا هُوَ لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ وَهُوَ عَلَى كُلّ شَيْءِ قَدِير وَالصَّلوة وَالسَّلامُ عَلَى رَسُولِهِ الْكَرِيمِ وَخَاتَمَ النَّبِيّين وعلى اله واصحابه وَمَنْ تَبِعَهُمُ بِإِحْسَانٍ إِلَى يَوْمِ الدِّينِ ط

اردو زبان ۾ رسول الله ﷺ جي زندگيءَ تي ڪتابن جو هڪ سٺو ذخيرو موجود آهي. ان ۾ اهڙا به قابل ذڪر ڪتاب آهن، جيڪي دنيا جي ڪنهن ٻي ٻولي ۾ نٿا ملن. پوءِ بہ الله تعاليٰ مون لاءِ هي رستو ڪڍيو ته جيئن هن ٻوليءَ ۾ هن موضوع جي ڪجهه خدمت ڪري سگهان. اميد اٿم ته ڪتاب ڪي دلچسپيءَ سان ڏٺو ويندو ۽ ان جو مطالعو انهن ماڻهن لاءِ به فائدي ڪان خالي نه هوندو جن هن موضوع تي ٻين ڪتابن جو مطالعو ڪيو آهي.

هي ڪتاب اصل هڪ عربي ڪتاب جي نقل آهي. گهڻو عرصو اڳ مصر ۾ تعليم ۽ تربيت جي اداري جي نگران محمد احمد برائق جي نگرانيءَ ۾ سيرت النبي ﷺ تي هڪ مجموعو شايع ٿيو، جيڪو چوڏهن ڪتابن جي صورت ۾ هو. هي مجموعو مڪي جي هڪ اسڪول ۾ محترم عبدالحئي ڏٺو. پاڻ "حيات طيبه" جهڙي مشهور ڪتاب جا ليکاري به آهن. هن ڪي هي ڪتاب تمام گهڻو وڻيو. هو هي ڪتاب پاڻ سان گڏ کڻي آيو هن جو خيال هو ته هن جهڙي ڪتاب اردو زبان ۾ به ڇپجڻ گهرجي. الله اها سعادت منهنجي نصيب لکي ڇڏي هئي. الله تعاليٰ پنهنجي هن ٻيوس ٻانهن جي هٿان ان شخص جي خالص خواهش پوري ڪري رهيو آهي.

ٱلْفَضْلَ بِيَدِ ٱللَّهِ يُؤْتِيهِ مَن يَشَآءُ ۚ وَٱللَّهُ ذُو ٱلْفَضْلِ ٱلْعَظِيمِ (سورت الحديد آيت 29)

"فضل الله جي هٿ ۾ آهي جنهن کي وڻيس تنهن کي ڏيندو آهي ۽ الله وڏي فضل وارو آهي"

.مون شروع ڪان آخر تائين هن ڪتاب جي پيروي ڪئي آهي ۽ ان جي ترتيب کي برقرار رکيو آهي. مان هن جي تحرير جي نموني کي برقرار رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. بهرحال، مان ان لاءِ مڪمل طور تي پابند نه آهيان. ان ڪري ان کي ان جو ترجمو يا ترجماني نٿو چئي سگهجي. منهنجي محدود عقل ۽ فهم جي مطابق، مون جتي به ضرورت محسوس ڪئي، تصحيح ۽ ترميم ڪئي آهي، ڪٽڻ ۽ شامل ڪرڻ پڻ ڪم ڪيو آهي. اهي واقعا جيڪي علم وارن جي اڳيان اعتبار جوڳا ناهن. مون انهن

ڪي ڪٿي ڇڏيو آهي ۽ ڪجھ ڳالھيون نظر انداز ٿيل ھيون مون محسوس ڪيو ته اهي قابل ذڪر آهن تنهنڪري مون انهن کي شامل ڪيو آهي. وقت بوقت تدريسي رخن کي اپارڻ جي ڪوشش پڻ ڪئي آهي. اصل ڪتاب ۾ واقعن جون تاريخن جي ترتيب نه ڏني وئي هئي، مون انهن جي بہ ترتيب ڪئي آهن. ڪٿي ڪٿي اختصار بدران تفصيل استعمال ڪيو ويو آهي. اميد آهي ته هن ڪتاب جي تصنيف کان پوءِ ڪتاب جي افاديت ۾ اضافو ٿيندو. الله پاڪ هن ننڍڙي ڪوشش کي قبول فرمائي. ماڻھو ان مان وڏيڪ فائدو وٺن تا ۽ هن گنهگار لاءِ رحمت ۽ بخشش جو بهانو بڻجي.

اميد ته ٻيا به هن ڪتاب مان فائدو وٺندا، الله تعاليٰ ان کي تي پورو فرمائي. پر هن ڪتاب جي تياريءَ دوران مون کي جيڪو فائدو پهتو آهي اهو منهنجي ڪوششن جو نقد انعام آهي، جيڪو پڻ گهٽ ناهي.

صلواة ۽ سلام ان ذات تي جنهن جي وسيلي منهنجي زندگي کي روشني ملي. جنهن جي حيات کي پڙهي سوچن ۽ نظرين کي اونهائي حاصل ٿي ۽ خيالن کي اونچائي ملي، جذبن کي پاڪيزگي حاصل ٿي. اخلاقي خوبين ۽ نيڪ عملن جو پرپور مثال مليو. عزم ۽ حوصلي ۽ صبر ۽ آزاديءَ جو اعليٰ مثال مليو. سرداري ۽ قيادت جو تمام ڪامياب مثال مليو. ۽ فرمانبرداري ۽ خدمت جي تمام خوبصورت تصوير ملي. سلام هجي ان تي جنهن جي پيروي منهنجي زندگي جو سرمايو آهي ۽ جنهن جي شفاعت منهنجي آخرت جو سهارو آهي. جنهن جي مهربانيءَ سان منهنجو قلم ڳالهائڻ جي سگھ رکي ٿو. جنهن جي زندگي کان آگاهي ڏيڻ انسانيت جي سڀ کان وڏي خدمت ۽ منهنجي لاءِ وڏي سعادت آهي.

صلوات الله وسلامه عليه ورحمته وبرکاته.

مصطفيٰ ﷺ جي پيرن جي خاڪ

محمد عنايت الله

# آغاز

جنهن ۾ اوهانﷺ کي پهريون دفعو ڏٺو ان تي هيبت طاري ٿي ويندي هئي. جيڪو اوهانﷺ سان گڏ رهندو هو ان کي اوهانﷺ سان ٿي ويندي هئي. اوهانﷺ جون صفتون بيان ڪرڻ وارو چوي ٿو ته مون اوهانﷺ  جهڙو ٻيو ڪو به نه ڏٺو آهي، نه اوهانﷺ اڳ ۽ نه وري پوءِ ....... صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ."

هي رسول اللهﷺ جي باري ۾ حضرت عليؓ جو قول آهي. اهڙو ئي ٻيو اظهار عروه بن مسعود صلح حديبيه جي موقعي تي ڪيو. مڪي جي ڪافرن پهريان بُدَيل، پوءِ مِڪرَز ۽ پوءِ حُلَيس کي اوهانﷺ وٽ نمائندو ڪري موڪليو. پر انهن کي ڪنهن جي نمائندگي پسند نه آئي. آخر ۾عروه بن مسعود کي موڪليو. هن موٽي اچي ۽ چيو:

"قريشيو! مان ڪسرا جو شاهي دربار ۾ ڏٺو آهي. قيصر جو شاهي دربار ڏسي چڪو آهيان ۽ نجاشي جو به دربار ڏسي آيو آهيان. الله(تعالىٰ) جو قسم! مون ڪنهن به بادشاه جي پنهنجي قوم اهڙي شان نه ڏٺي آهي، جهڙي محمد ﷺ شان هن جي وچ ساٿين ۾ آهي. سچ چوان ته مون هڪ اهڙي قوم ڏٺي آهي، جيڪا ڪنهن به حالت ۾ اوهانﷺ جو ساٿ ڇڏي نٿي سگهي. باقي توهان پاڻ سوچيو! "
اهي ٻيئي شهادتون آهن. پهرين شاهدي هڪ بالغ نظر ۽ پرهيزگار ساٿيءَ جي آهي، جيڪو سفر ۾، شهر ۽ اڪيلائي ۾، نبوت کان  اڳ کان وٺي آخرت تائين اوهان سان گڏ رهيو، جنهن جو اوهان سان تمام گهرو تعلق هو. جنهن بابت فرمايائون:

انَتَ مِنِّی وَانَا مِنْكَ (تون مون مان آهين ۽ مان تو مان.) ٻي شهادت هڪ عقلمند ۽ دنياوي دشمن جي آهي، جنهن کي پنهنجي قوم ۾ تمام عزت وارو مقام حاصل هو. قوم جا ماڻهو ڪيس پهلوانن جي اولادن کان وڌيڪ پيار ڪندا هئا. تنهنڪري هو صحيح طور تي عظمت ۽ محبت جي حقيقت کان واقف هو. دوست ۽ دشمن ٻئي اها گواهي ڏين ٿا ته محمد عربي صلي الله عليه وآله وسلم هڪ ڪرشماتي، رعب دار ۽ منفرد شخصيت هو. انهن کي اوهانﷺ جهڙي شخصيت جو ٻيو ڪو به انسان ڪڏهن نظر نه آيو هو. اوهانﷺ کي ڏسندي ئي ڏسڻ واري تي رعب طاري ٿي ويندو هو. مٽي  جي فرش تي بغير ڪنهن مال متا جي ساٿين جي وچ ۾ اوهانﷺ جي رعب جو اهو عالم هو جو  سندسﷺ جي سامهون قيصر، ڪسرا ۽ نجاشي پنهنجي تختن ۽ تاجن، جاه ۽ جلال، شان ۽ شوڪت سان بيڪار نظر آيا. ان سان گڏ اوهانﷺ جي شخصيت ۾ هڪ عجيب ڪشش هئي. جيڪو اوهانﷺ کي ويجهو اچي ڏسندو اهو اوهانﷺ جو مداح ٿي ويندو هو. اوهانﷺ جا ساٿي اوهانﷺ تي پنهنجون جانيون قربان ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار هوندا هئا.

هي صرف ہن انسان جا احساس نہ آهن. تاريخ جون ڪيتريون ئي مثالون ان ڳالھ جي گواهي ڏين ٿيون تہ هي هڪ عام احساس هو. پوءِ هي احساس صرف اوهانﷺ جي حياتي تائين محدود نہ هو. چوڏهن صديون گذرڻ کانپوءِ بہ اوهانﷺ سوانح عمري پڙهڻ سان اهو ئي احساس ٿئي ٿو. ڪو بہ انصاف پسند دوست هجي يا دشمن هو ان ڳالھ کان انڪار نٿو ڪري سگهي.

رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي مڪمل فرمانبرداري جو نالو اسلام آهي، جنهن تي انسان جي ڀلائي ۽ ڇوٽڪاري جو دارومدار آهي. سچي فرمانبرداري جو بنياد ۽ روح اها ئي محبت ۽ عزت آهي. هي ٻئي جذبا جنهنجي باري ۾ گهٽا هوندا آهن ان جي اطاعت بہ ايتري ڀرپور ۽ جٽدار ، بغير ڪچڻ جي، اتساھ سان، وڏي جوش ۽ جذبي سان هوندي آهي. ان ڪي عزت ۽ فخر سمجهيو ويندو آهي. پوءِ انسان فقط فرمانبرداري تي بس نٿو ڪري بلڪ هڪ قدم اڳتي وڌائي پيروي ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. هو پنهنجي اڳواڻ جي هر قول ۽ هر عمل ڪي پيار ۽ عظمت جي نگاھ سان ڏسندو آهي ۽ پاڻ ڪي ان رنگ ۾ رنگڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. رحمت العالمينﷺ سان محبت ۽ عقيدت ۽ پاڻﷺ جي وڏائي ۽ برتري جي احساس جي ان حالت ڪي پاڻ ۾ پيدا ڪرڻ جو واحد وسيلو آهي سندس پاڪ سوانح جو مطالعو آهي. هين ڪٽي چئجي تہ اوهانﷺ جنهن فرمانبرداري جو مطالبو ڪيو ويو آهي. هڪ قِياسُوَنڌُي انسان جي اندر اهو فرمانبرداري جو جذبو اوهانﷺ جي سوانح جي مطالعي مان پاٽمرادو پيدا ٿئي ٿو. ان ڪي پيدا ڪرڻ جي ضرورت ناهي. هن اييااس غور سان ڪرڻ گهرجي ۽ ان ڪي هر هر ڪرڻ گهرجي ڇو تہ عظمت ۽ برتريءَ جو احساس ڪنهن حد تائين هڪ مطالعي مان بہ ٿي سگهي ٿو، پر محبت پيدا ڪرڻ لاءِ بار بار مطالعو ڪرڻ ضروري آهي. جيئن تہ حضرت عليؓ جي مٿي بيان ڪيل قول مان بہ اها ڳالھ سمجهجي سگهجي ٿي. ڇاڪاڻ تہ اوهانﷺ جي وصال کانپوءِ اوهانﷺ جي ويجهو اچڻ جو اهوئي رستو ٿي سگهي ٿو.

الله جي رسولﷺ جي پيروي ڪرڻ سان الله جي رضا حاصل ٿئي ٿي. مطلب تہ انسان ڪي سيرت ۽ ڪردار ۾ ان جي صلاحيت ۽ ڪوشش جي مطابق پاڻ ﷺ جي سيرت جي عڪاسي ڪرڻ گهرجي. هاڻي جيڪڏهن ڪنهن جي خواهش آهي تہ هو پنهنجي اهڙي شخصيت ناهي جنهن ۾ ڪشش ۽ چڪ، عظمت ۽ عزت، دٻدٻو ۽ ڏاڪو هجي تہ ان لاءِ ضروري آهي تہ هو حضور اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جي سيرت ڪي پيڙھ بنائي، ۽ ان جو اييااس ڪندو رهي. اوهانﷺ جي سوانح عمري جو مطالعو توهان ڪي سيني سوانح کان عمرين بيپرواھ ڪري سگهي ٿو پر سيني عظيم ماڻهن جي سوانح عمري جو مطالعو توهان ڪي پاڻﷺ جي سوانح عمري کان بي نياز نٿو ڪري سگهي.

**اها شاعري آهي يا حقيقت؟ اهو اوهانﷺ جي سوانح عمري جي جامع ۽ عميق مطالعي کان پوءِ ئي صحيح فيصلو ڪري سگهجي ٿو.**

**فدا ابي وامي**

**(منهنجا پيءُ ۽ ماءُ اوهانﷺ تي قربان)**

**محمد امانت الله اصلاحي**

**جامعه اسلاميه مدينه منوره**

عرب ۾ شرڪ جي شروعات.

عرب ۾ شرڪ ڪيئن آيو؟

شرڪ جون شروعاتي منزلون.

مڪي ۾ پھريون بت ڪيئن آيو؟

جھالت جي دؤر جا مشھور بت.

رسالت جي سلسلي جون اھم ڪڙيون.

زم زم کوھ جي ٻيھر کوٽائي.

عبدالمطلب جي باس.

مديني ۾ اسلامي چنڊ جو چمڪڻ.

عبدالله جي جان بچي وئي.

عبدالله جي آمنہ سان شادي.

عبدالله جي افسوناڪ موت.

برڪت واري صبح.

آمنہ جو فرزند حليمہؓ جي ھنج ۾.

دائي حليمہؓ جي گھر برڪتون.

بي بي آمنہ جي وفات.

آمنہ جو فرزند ڏاڏي جي نگھباني ۾.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

عرب ۾ حضرت ابراهيمؑ جو دين گهڻي دير قائم رهي نہ سگهيو. پوري علائقي ۾ بت پرستي پکڙجي وئي. ماڻهن خدا سان گڏ مورتين جي بہ پوڄا شروع ڪري ڏني ۽ انهن کي خدا تائين پهچڻ جو وسيلو سمجهڻ لڳا. انهن جو عقيدو هو تہ هي خدا جا دوست (ولي) ۽ اسان جا سفارشي آهن. ان لاءِ هي اسان جون دعائون قبول بہ ڪندا آهن ۽ مصيبتون دور ڪندا آهن. هو انهن کي مصيبتن ۾ سڏڻ، هنن در دانهڻ ۽ باسون باسڻ لڳا.

حضرت ابراهيمؑ تہ خالص توحيد جو پرچارڪ ، شرڪ ۽ بت پرستي کان بيزار هو پر هنن ان تعليم کي وساري بتن جا پڄاري بڻجي ويا. انهن ۾ اها بت پرستي اوچتو نہ آئي هئي بلڪ ان کي هڪ زمانو لڳو. خبر ڪيترين صدين جا سودا ٿيا ۽ نہ ڄاڻي ڪيترن نسلون نسلن جو گذر ٿيو تڏهن وڃي شرڪ جو سج اڀريو.

آخر شرڪ ڪٿان آيو؟ بت پرستي ڪيئن وڌي؟ ڳالهہ اها آهي تہ عربن کي حضرت ابراهيمؑ ۽ حضرت اسماعيلؑ سان ڏاڍي محبت هئي ۽ ڪعبي جي تعمير هنن ٻنهي ڪئي هئي ان جي ڪري هنن کي ڪعبي سان بہ ڏاڍو پيار هو. جڏهن محبت حد جا ليڪا لنگهي ويندي آهي تہ محبوب جي هر شيءِ محبوب ٿي ويندي آهي. اهڙي طرح محبت انهن جي محبت بہ محدود نہ رهي. آس پاس جا پٿر انهن جي نظر ۾ محبوب ۽ متبرڪ ٿي ويا.

هاڻي هو جڏهن بہ مکي کان ٻاهر روزگار يا ڪاروبار لاءِ ويندا هئا تہ مکي مان پٿر جو ڪو ٽڪرو پاڻ سان گڏ کڻي ويندا هئا. انهن جي خيال ۾ اهو پٿر سفر ۾ آساني ۽ مقصد ۾ ڪاميابي جي ضمانت آهي.

ڳالهہ ۽ ٻاهہ هميشه پکڙجندي آهي. مکي کان پري رهڻ وارا وري محبت ۾ ڪعبي جي پر وارا پٿر تبرڪ طور پنهنجي علائقن ۾ کڻي آيا ۽ اتي لڳائي ڇڏيائون ۽ هاڻي هو ڪعبي وانگر انهن جو طواف ڪرڻ لڳا ۽ حجر اسود وانگر انهن کي چمڻ لڳا.

اهڙي طرح اهو عقيدو جنهن جي خلاف حضرت ابراهيمؑ جهاد ڪيو، عرب ۾ واپس موٽي آيو.

هڪ ٻي ڳالهہ بہ هئي جنهن جي ڪري بت پرستي جو عقيدي ۾ تيزي پيدا ٿي. جڏهن ٻرندڙ جبل ڦاٽندو هو تہ لاوا جي صورت ۾ پٿر نڪرند هئا، انهن جي باري ۾ تصور هو تہ هي ٽٽندڙ تارا آهن، جيڪي آسمان مان زمين تي آيا آهن ۽ اتان انهن پٿرن کي پاڪ سمجهيو ويو، ڇاڪاڻ تہ ڪجهہ

قومون تارن جي عظمت جو قائل هيون. انهن جي لاءِ هنن پٿرن ۾ خالق جي قدرت جو جلوو، طاقت ۽ هن جي عظمت جو عڪس موجود هو.

ان لاءِ جن پٿرن جي باري ۾ هنن جو ڀرم هو ته هي تارن کي ڇهي آيا آهن انهن کي هو بابرڪت سمجهندا هئا ۽ انهن جي تمام گهڻي عزت ڪندا هئا پوءِ عظمت جو تصور اڳتي هلي پوڄا کي پهتو. جڏهن وهمن جا ويچار نسلن جا دريا پار ڪندا آهن ته اڳتي هلي عقيدا بڻجي ويندا آهن. هاڻي هنن کي جڏهن به ڪو من موهڻو پٿر نظر ايندو هو يا ڪو نئين ساخت جو يا ڪنهن مخلوق جي مشاهبت جو ته هو دل سان ان جي عزت ڪندا هئا ۽ پوڄا پاٺ شروع ڪري ڏيندا هئا. اڳتي هلي هو پٿرن کي پنهنجي مرضي ، سوچ ۽ پسند مطابق جڙڻ لڳا ۽ پنهنجي پسند جي بزرگ يا ديوتا جي نالي سان ارپي ڇڏيندا هئا ۽ پنهنجي مرضي سان جيڪي چاهيندا هئا ان کي اهو نالو ڏئي سڏڻ شروع ڪندا هئا. آخر ۾ ڪنهن ٽاڪ تي ٻيهاري پوڄا ڪرڻ شروع ڪندا هئا. عقيدت ۽ محبت ۾ نذر ۽ نياز پيش ڪندا ۽ منتون مڃيندا هئا ۽ انهن جو اهو ويچار هو ته هي الله وٽ اسان جي سفارش ڪري بگڙيل ڪم ٺاهي ڇڏيندا ۽ آخرت جي عذابن کان به بچائيندا.

مڪي ۾ سڀ کان پهريون جيڪو بت داخل ٿيو ۽ پوءِ ڪعبي جي اڱڻ ۾ ٻيهاريو ويو. اهو هبل هو. جنهن کي آڻيندڙ عمرو بن لحي هو. هي ڪنهن سفر تي ويل هو ۽ رستي تي ڪنهن شهر مان گذريو ڏٺائين ته ماڻهو بتن جي پوڄا ڪري رهيا آهن. هن کي هي نظارو ڏاڍو پسند آيو. هن انهن کي چيو ته هڪ مورتي اسان کي به ڏيو. اسان ان کي پنهنجي شهر کڻي ويندا سين ۽ ان جي پوڄا ڪنداسين. انهن ماڻهن هن کي خوشي خوشي مورتي ڏني جيڪا هي کڻي مڪي آيو.

پوءِ آهستي آهستي مڪي ۾ مورتيون اچڻ شروع ٿيون. انهن ۾ به مشهور مورتيون اساف ۽ نائله به هنيون. هي زم زم جي کوه وٽ ٻيهاريون ويون هنيون. ان وقت زم زم جو کوه بلڪل پورجي چڪو هو ۽ گهڻا ته هن جي نالي کان به ناواقف هئا.

رڳو اهي نه پر مختلف قبيلن جا پنهنجا پنهنجا بت هئا جيڪي مختلف علائقن ۾ لڳل هئا مثال طور:

عزا : هي قريش جو سڀ کان وڏو بت هو.

لات : طائف جي ثقيف قبيلي جو بت هو

منات : هي مديني جي ٻن قبيلن اوس ۽ خزرج جو بت هو.

ان کان علاوه ٻيا ڪيترائي بت هئا.

هي اهو پاڪ گهر هو جنهن کي ابراهيم؏ ۽ اسماعيل؏ پنهنجي مقدس هٿان سان وڏي شوق ،چاھ، اشتياق ۽ محنت سان ٺاهيو هو. ڇو؟ صرف ۽ صرف ان لاءِ ته هي توحيد جو مرڪز ۽ رب جو سڀ کان وڏو گهر ٿئي پر قوم ساٽ نه ڏنو ۽ خدا جو گهر بتن جو گهر بڻجي ويو. توحيد جو مرڪز شرڪ جو سرچشمو ٿي پيو. ماڻهن حضرت ابراهيم عليه السلام جو ڏنل سبق وساري وينا ۽ هاڻي انهن کي ياد به نه هو ته ڪڏهن هن گهر مان توحيد جي صدا بلند ٿي هئي. بلڪ هاڻي هنن لاءِ اهو تصور ڪرڻ به مشڪل هو ته بت پرستي کان سواءِ به ڪا سچائي آهي. جنهن پيءُ بتن خلاف بغاوت ڪري پوري قوم کي پنهنجو دشمن ڪيو، ان جي اولاد انهن بتن جي پهريدار ٿي بيٺي هئي.



مڪي ۾ نه ڄاڻ ڪيترا انقلاب آيا ۽ گذري ويا. نه ڄاڻ ڪيتريون نسلون آيون ۽ ختم ٿي ويون ۽ خبر ناهي ڪيتريون قومون حاڪم ٿيون ۽ بي دخل ٿيون ايتري تائين جو قصيٰ هن علائقي جو انتظام سنڀاليو. هي ڪلاب جو پٽ هو ۽ حضرت اسماعيل؏جي خاندان مان هو. قريشي مائٽن ۽ رشتيدارن به هن جو ساٿ ڏنو ۽ هر قسم جي مدد ڪئي.

مڪي ۾ هر جاءِ تي خيمه ئي خيمه هئا. ڪنهن اڏاوت جو نالو نشان نه هو. ڪنهن ۾ اها همت نه هئي جو ڪعبي جي زمين تي ڪو گهر ٺاهي يا ٻي ڪا شيءِ نهرائي جيڪا بيت الله کان اوچائي ۾ مٿي هجي.

قصيٰ اهو پهريون ماڻهو هو جنهن اها همت ڪئي. هن هڪ جاءِ نهرائي ۽ ان جو نالو ”دار الندوۃ “ (سڀا جي جاءِ) رکيو. جتي هو شهر جي معززن جو ميڙ ڪوٺائي شهر جي مسئلن تي ويچاريندو هو ۽ خاص معاملن تي انهن جي راءِ وٺندو هو. هتي جهڳڙن جا فيصلا به ٿيندا هئا ۽ پرڻن ۽ مرڻن جا معاملا به نبيريا ويندا هئا.

پوءِ قصيٰ قريشين کي به جايون ٺاهڻ جو حڪم ڏنو جنهنڪري ڪعبي جي آس پاس گهر ٺاهيا ويا. وچ ۾ تمام وڏو ميدان ڇڏيو ويو ته جيئن حاجين کي طواف ڪرڻ ۾ ڪا ڏکيائي نه ٿئي.

قصيٰ پنهنجي دؤر ۾ وڏا وڏا ڪم ڪيا جيڪي تمام ڊگهي وقت تائين يادگار رهيا. مشعرِ حرام به هن جي ايجاد آهي. هن جاءِ کي حج جي وقت ڏيئا ٻاري روشن ڪيو ويندو هو. هن ئي سڀني قريشين کي گڏ ڪري چيو هو ته:

”ڀائرو! ڪعبي جي زيارت لاءِ خبر ناهي ڪٿان ڪٿان حاجي اچن ٿا، تمام پري پري کان ميلن جا ميل، ڪوهن جا ڪوهه سفر ڪري اچن ٿا، انهن جي مهمانوازي ڪرڻ توهان جو فرض آهي“

ان لاءِ هن به عهدا قائم ڪيا:

**سقايه :** هن جو ڪم هو تہ حاجين جي لاءِ مٺي پاڻي جو بندوبست ڪرڻ. زم زم جو کوهہ پورجي چڪو هو ان لاءِ پاڻي اڻ لپ هو. ان کي پري کان پري اچڻو پوندو هو. نبيذ (کجور يا ڪشمش جو شربت) وغيره جو انتظام بہ هن شعبي جي حوالي ڪيو ويو جيڪا عربن جي خاص شيءِ هئي.

**رِفاده :** قريشين ساليانو ڪجھ پئسا مقرر ڪيا هئا. اهي منىٰ ۽ مڪي ۾ حاجين جي مهمانوازري تي خرچ ڪيا ويندا هئا. هن شعبي جو ڪم ان جو انتظام ڪرڻو هو.

**حجابہ :** ڪعبي جي لاءِ بہ هڪ عهدو قائم ڪيو ويو جنهن جو نالو "حجابہ" رکيو. هن عهدي واري وٽ ڪعبي جون چاٻيون هونديون هنيون. ڪعبي جا سڀ ڪم هن جي ذميداري هئا. جيڪڏهن ڪو ڪعبي جي اندر وڃڻ چاهيندو هو تہ هن کان اجازت وٺڻي پوندي هئي ۽ هن جي مرضي کانسواءِ ڪو بہ ڪعبي ۾ داخل ٿي نہ سگهندو هو.

هي ٽئي عهدا عربن جي لاءِ ڏاڍا عزت واري هئا. جيڪڏهن ڪنهن کي انهن عهدي مان ڪو بہ هڪ ملندو هو يا ٻئي ڪنهن سان پائيوار ٿيندو هو تہ هن جي خوشي جي ڪا حد نہ هوندي هئي ۽ پاڻ کي دنيا جو بادشاهہ سمجهڻ لڳندو هو. ان جي ڪري قصىٰ اهي سيئي عهدا پاڻ وٽ رکيا.

هي عهدا تہ فقط حج ۽ ڪعبي جي باري ۾ هئا. ان کان علاوه ٻيا بہ ڪيترا عهدا هئا، جيڪي سڀ قصىٰ وٽ هئا.

جڏهن هو جهونو ٿيو، هن لاءِ انهن سيني ذميدارين جو بار ڪڻڻ ڏکيو ٿي پيو. ان لاءِ هن اهي ٽئي عهدا پنهنجي وڏي پٽ عبدالدار جي حوالي ڪيا. اڳتي هلي هي عهدا عبدالدار جي پٽن کي مليا.

قصىٰ جو هڪ ٻيو پٽ عبد مناف هو جنهن جي اولاد اثر و رسوخ ۾ عبدالدار جي اولاد کان وڌيڪ هئي. انهن فيصلو ڪيو تہ هو هي عهدا پنهنجي سوئٽن کان ڦريندا.

ان ڪري جهيڙو شروع ٿيو. عبدالدار وارن اهي عهدا ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ ڳالهہ وڃي جنگ تائين پهتي. آخر ٻنهي ۾ خير ڪرايو ويو ۽ اهو فيصلو ٿيو تہ اهي عهدا ٻنهي ۾ تقسيم ڪيا ويندا.

ورڇ ۾ آلِ مناف کي بہ عهدا سقايہ ۽ رفاده مليا.

عبد مناف جي هڪ پٽ جو نالو هاشم هو. هي پائرن ۾ سيني کان وڏو هو ۽ قوم ۾ پسنديده ۽ تمام مالدار هو. ان لاءِ ٻئي عهدا هن کي مليا. هاشم ڏاڍو هڏ ڏوکي، غريبن جو خير خواه ۽ رحمدل انسان هو. ان ڳالهين جي ڪري هن پنهنجي ڏاڏي جي سنت تي عمل ڪيو. هو نہ رڳو حاجين جي کائڻ جو انتظام ڪندوهو بلڪ مڪي جي غريبن جو بہ خيال رکندو هو. هن مڪي جي رهواسين جي مالي حالت کي بهتر ڪرڻ لاءِ بہ ڪشالا ڪديا. هن اهو بندوبست ڪيو تہ سال ۾ بہ ڀيرا واپارين جا قافلا

ٻين ملڪن ۾ واپار لاءِ وڃن. ان لاءِ هڪ قافلو هاڙهه ۾ ٻيو سياري ۾ ويندو هو. چيٽ ۾ هو شام ويندا هئا ۽ پاري ۾ يمن ڏانهن ويندا هئا.

هن روم جي بادشاهه کان پروانو ورتو ته قريشين جي تجارتي قافلن کان خراج نه ورتو ويندو. حبش جي بادشاهه نجاشي کان به اهڙي قسم جي  منظوري حاصل ڪئي.

عربستان ۾ رستا راهزنن سان ڀريل هوندا هئا. هر گام هر گهاٽ تي ڦر جو خطرو هوندو هو. هاشم ان جي لاءِ دورو ڪيو ۽ مختلف قبيلن ۾ وڃي انهن سان معاهدا ڪيا ته قريشين جي  ڪنهن به قافلي ڪي ڪو به نه ڦريندو. هن مِهرَ جي موٽ ۾ قريشي قافلا انهن قبيلن ۾ پاڻ اچي واپاري وکر وڪرو ڪندا. ان معاهدن جي ڪري قريشين جا قافلا هميشه ڦرلٽ کان محفوظ رهندا هئا.

اهڙي طرح هن مختلف قبيلن ۽ ملڪن سان سياسي ۽ واپاري معاهدا ڪيا. ان جي ڪري قريش بلڪل محفوظ ٿي ويا ۽ وڻج واپار جي ميدان ۾ تمام گهڻي ترقي ڪئي.

هڪ ڀيري جي ڳالهه ته مڪي ۾ تمام گهڻو ڏڪار پيو. هاشم رس ۾ مانيون ڀوري ماڻهن کي کارائيندو هو. ان ڪي ڪري هن جو نالو هاشم پئجي ويو. هشم جي معني ڀورو ڀورو ڪرڻ آهي ۽ هاشم جي معني ٿي ڀورا ڀورا (چُورو چُورو) ڪرڻ وارو.

هڪ سال هاشم واپار لاءِ شام ويو. هن سان گڏ واپارين جا قافلا به هئا واپسي تي هو يثرب (مديني) مان گذريو. قافلي ۾ ڪجهه واپاري يثرب جا هئا جنهن ڪي هڪ عورت پنهنجو مال تجارت لاءِ ڏنو هو.

جڏهن قافلو يثرب ۾ پهتو ته اها عورت واپارين وٽ آئي ۽ قافلي وارن کان حال احوال ورتو ۽ پڇڻ لڳي ته ڇا وڪرو ڪيو؟ ۽ ڇا ورتو؟ هن جي ڳالهين مان هن جي هوشياري، تجربو ۽ سياڻپ ظاهر ٿي رهي هئي. هاشم هي سڀ ڪجهه ڏسي رهيو هو ۽ دل ۾ هن جي آدراڪ جي تعريف ڪري رهيو هو، هن جي ذهانت، ڄاڻ، شرافت ۽ مخ تي سنجيدگي جو نور ڏسي موهجي پيو.

پوءِ انهن تاجرن کان پڇيو ته هي ڪير آهي؟

جواب مليو ته هن جو نالو سلميٰ آهي عمرو جي ڌيءَ آهي. خزرج جي هڪ خاندان بني نجار مان آهي.

هن وري پڇيو ته ڇا هو شادي شده آهي؟

جواب نفي ۾ مليو. وڌيڪ ٻڌايو ويو ته هي هتان جي تمام نيڪ نام عورت آهي. هن جي خواهش آهي ته هن ڪي اهڙو مڙس ملي جيڪو هن کان هن جي آزادي نه ڦري. هن کي هن جي آزادي ڏاڍي پياري آهي.

هاشم چيو ڇا هو مون کي پسند ڪندي؟

جنهن تي هو راضي ٿي وئي ۽ شادي ڪانپوءِ هاشم سان گڏ مڪي آئي. جتي هو ڪافي عرصو رهي ۽ پوءِ هو مديني موٽي وئي جتي هن هڪ ڇوڪري کي جنم ڏنو جنهن جو نالو شيبا رکيو ويو.

ان ڳالهه کي ڪئي سال گذري ويا.

وري هڪ سال هاڙهه ۾ تجارتي قافلا شام ڏانهن نڪتا جنهن ۾ هاشم به هو. شام ۾ غزه جي جاءِ تي هن جي وفات ٿي وئي. جنهنڪري هن جا سڀ عهدا هن جي ڀاءُ مطلب ڏانهن منتقل ٿيا.

شيبا مطلب جو ڀائٽيو هو ۽ يثرب ۾ ماءُ وٽ رهندو هو. مطلب کي پنهنجي ڀائٽي جو خيال آيو ته هن کي مڪي وٺي اچجي ڇاڪاڻ ته هن جا ڏاڏاڻا مڪي ۾ آهن. ان جي لاءِ هو يثرب آيو

پنهنجي ڀاڄائي کي چيو:

”منهنجو ڀائٽو جوان ٿي ويو آهي، هتي پيرن ۾ طاقت اچي وئي آهي. مان چاهيان ٿو ته هن کي پاڻ سان وٺي وڃان. توکي ته خبر آهي ته اسان جو خاندان اصل نسل ۾ اعلىٰ آهي جتي هي وڏو مان ماڻيندو. هتي هو پرديس ۾ پيل آهي.“

سلمىٰ وراڻيو: اولاد جي جدائي ماءُ لاءِ موت آهي پر مان به نٿي چاهيان ته هو پنهنجي بزرگن کان پري رهي. هن کان پڇو ته هو ڇاٿو چاهي؟

مطلب ڀائٽي کان پڇيو تنهنجو ڇا خيال آهي؟

شيبا : جيستائين امان جي مرضي نه هوندي مان نه هلندس.

سلمىٰ مطلب جو اسرار ڏسي من کي ماري اجازت ڏني. مطلب ته ڏينهن هنن وٽ مهمان رهيو چوٿين ڏينهن شيبا کي وٺي مڪي روانو ٿيو. ان وقت شيبا اَٺن سالن جو هو.

مڪي ۾ داخل ٿيڻ وقت هو ٻئي هڪ اُٺ مٿان سوار هئا. اڳيان مطلب ۽ پنيان شيبا هو. ماڻهن خيال ڪيو ته هي مطلب جو غلام آهي جنهن کي ڪٿان خريد ڪري آيو آهي. ان لاءِ هڪ ٻئي کي ٻڌائڻ لڳا :

مطلب غلام وٺي آيو آهي!!

ڇا تو مطلب جو غلام ڏٺو آهي؟ مطلب جو غلام ڏسو!

اڙي قريشيو! توهان بہ عجيب آهيو!! هي منهنجو پائيٽو آهي. منهنجي وڏي ڀاءُ هاشم جو پٽ. يثرب ۾ هو اتان وٺي آيو آهيانس.

خلق جي زبان تي بي اختيار اچڻ وارو نالو اصلي نالي تي غالب پئجي ويو. ماءُ جو شيبا سيني کان وسري ويو ۽ عبدالمطلب (مطلب جو غلام) سيني کي ياد رهجي ويو.



مطلب جي وفات وقت عبدالمطلب جوان ٿي چڪو هو. هٽ ڀير مظبوط ۽ جسم ۾ جواني جي طاقت اچي چڪي هئي، هن چاچي جو ڪم سنڀالي ورتو ۽ سقايہ ۽ رفاده هن کي ملي ويا.

مکي ۾ پاڻي لاءِ کوھ تہ هئا ڪون. جيڪي ڪجھ هو آس پاس هو ۽ اهو بہ هڪ جاءِ تي ڪو نہ هو. حاجين جي لاءِ پاڻي اتان ڀري اچڻو پوندو هو ۽ ڪعبي جي ڀرسان نهيل حوضن ۾ وڌو ويندو هو. حوضن کي لاڳيتو ڀريل رکڻ ۽ پوءِ ان جي صفائي ڪرڻ ڏاڍو جوکي جو ڪم هو. ان لاءِ هن کي وڏي پريشاني ۽ گهڻي تڪليف ٿيندي هئي. جنهنڪري عبدالمطلب ڏاڍو پريشان ٿيو.

هن ماڻهن کا پڇيو تہ زم زم کي ڪنهن پوريو ۽ ڇو پوريو. جواب مليو :

هتي پهريان جُرهم قبيلي جي حڪومت هئي. ان جو آخري پڳدار ارمضاض جُرهمي هو. جڏهن جي قوم خراب ٿي ۽ ناهڻ جي بجاءِ ڍاهڻ لڳي تہ بنو خزاعا کي خراب لڳو. انهن جُرهم کي ڪڍڻ جو فيصلو ڪيو. جنهن لاءِ انهن ۾ ويڙھ ٿي. جنهن ۾ بنو خزاعا وارن ميدان ماريو ۽ جُرهم وارن کي وڃڻو پيو پر  ويندين ويندين مضاض ڪاوڙ ۾ ڪعبي جا سڀ نذرانا زم زم جي کوھ اڇلائي ان کي پٿرن سان بند ڪري ڇڏيو.

اهو ٻڌندي عبدالمطلب رادو ڪيو تہ جيستائين زم زم کي کي کوٽي پهريان جيان صاف نہ ڪندو تيستائين هو آرام سان نہ ويهندو.

هڪ رات هو ستو پيو هو تہ هن کي هڪدم هڪ غيبي آواز آئي :

”زم زم جي کوٽائي ڪر“

پوءِ اها غيبي آواز لاڳيتو ايندا رهي جنهن سان هن ۾ همت پيدا ٿي.

هن زم زم کي کوٽڻ لڳو. هي ڏاڍو ڏکيو ڪم هو. جنهن لاءِ هن ڏينهن رات هڪ  ڪري ڏنا تڏهن وڃي پاڻي نڪتو.

زم زم مان مضاض جون تلوارون ۽ ڪعبي جي نذرانا مليا. نذرانن ۾ بہ سونا هرڻ بہ مليا.

عبدالمطلب تلوران مان ڪعبي جا دروازا ٺهرايا ۽ سونن هرڻن کي ڪعبي جي دروازن جي ڀنهي پاسي لڳريو جيئن ڪعبي جي سونهن وڌي.

زم زم جي کوٽائي ۾ جيڪا محنت لڳي ان هن کي ٿڪائي ڇڏيو ۽ پنهنجي اڪيلائي ۽ لاچاري جو احساس ٿيڻ لڳس ڇو ته ان وقت هن کي هڪ پٽ هو جنهن جو نالو حارث هو. ان لاءِ هن ٻاس ٻاسي ۽ الله کي عرض ڪيو:

” يا الله! جي تون مون کي ڏهه پٽ ڏيندين ۽ اهي جڏهن سڀ جوان ٿي منهنجي ڪم مدد ڪرڻ لڳندا ته انهن مان هڪ کي تنهنجي نالي تي قربان ڪندس!“

عبدالمطلب جي آرزو پوري ٿي. اهي ڏهئي پٽ وڏا ٿي هن جي ڪمن ۾ مدد ڪرڻ لڳا.

هاڻي ٻاسيل ٻاس جي وعدي وفا ڪرڻ جو وقت اچي ويو. عبدالمطلب پٽن کي سڏي سڄي ڳالهه ٻڌائي. پٽن چيو:

” بابا سائين! اوهان حڪم ڪيو اسان حاضر آهيون “

پيءُ وراڻيو :

”ڇڱو، الڳ الڳ تيرن تي پنهنجا نالا لکي کڻي اچو“

سڀني نالا لکي تير پيءُ وٽ کڻي آيا.

عبدالمطلب اهي تير کڻي ڪعبي ۾ آيو. هن اهي فال ڪڍڻ واري ڏنا ته هو ٻڌائي ته ”هبل“ کي ڪير پسند آهي.

ان وقت مڪي ۾ رواج هو ته جڏهن ڪو خاص ڪم ڪرڻو هوندو ته هو تيرن سان فال ڪڍندا هئا اهڙي طرح هو بتن جي مرضي معلوم ڪندا هئا. ٻائو يا پوڄاري تيرن کي کڻي هڪ خاص طريقي سان ديوتائن جي سامهون گھمائيندو هو. جنهن تير جو منهن ديوتا جي طرف ٿيو، هو سمجهندا هئا ته هي ديوتا کي پسند آهي پوءِ اهو ڪم ڪندا هئا.

پوڄاري عبدالمطلب جي آندل تيرن کي هبل جي سامهون گھمايو ته هن جي پٽ عبدالله جو نالو نڪتو. عبدالله عبدالمطلب جو لاڏلو پٽ هو. ٻي اولاد جي نسبت هوعبدالله سان گھڻي محبت ڪندو هو پر هاڻي هو ڇا ٿو ڪري سگھي؟ هبل کي عبدالله وڻي ويو سو هن کي ڪهڻ کانسواءِ ٻي ڪا واهه ڪو نه هئي.

هن عبدالله جو هٿ پڪڙيو ۽ هن کي وٺي زم زم وٽ آيو جتي قربان گاھ هئي. جنهن کي به قرباني ڪرڻي هوندي هئي ته اتي اچي ڪندو هو. اساف ۽ نائله جي اڳيان......! هي هن جا ٻه وڏا ديوتا هئا.

هن ڳالھ مڪي وارن جي دل وچ جيان ڪري ۽ جهنگ جي باھ وانگر سڄي شهر ۾ پکڙجي وئي. جيڪو جهڙي حال ۾ وٺي عبدالمطلب کي روڪڻ لاءِ پهڳو. ڏسندين ڏسندين سڄو شهر گڏ ٿي ويو هر ڪنهن جي زبان تي هي لفظ هئا :

" نہ، نہ عبدالمطلب هن کي ذبح نہ ڪجان"

عبدالمطلب هي ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو. چوڻ لڳو : مان تہ باسيل باس پيو پوري ڪيان. جيڪا پوري ڪرڻي آهي. توهان ٻڌايو تہ مان ڇا ڪيان؟

چوڻ لڳا :

"جي مال ڪفارو ٿي سگهي ٿو تہ اسان راضي آهيون يا جي اُٺ بہ ڪهڻان پون تڏهن بہ راضي آهيون"

ٿوري دير لاءِ سڀ حل بابت ويچاريندا رهيا ۽ پاڻ ۾ صلاحون ڪندا رهيا تہ ڇا ڪجي نانگ بہ مري ۽ لٺ بہ نہ ڀڄي؟ اهو فيصلو ٿيو تہ يثرب جي ويجهو هڪ نجومي عورت آهي جيڪا اهڙن مسئلن کي سلجهائڻ ۾ ماهر آهي. هلو تہ هلي ان کان ٽا ڇڇون.

ماڻهون ويا. هن سان ملي سڄي حقيقت ڪيائون. هن پڇيو :

" ڪنهن قيدي کي ڇڏائڻو هجي يا ڪنهن ڏوهي جي جان بچائڻي هجي تہ ڪيترو ڏنڊ ڏيندا آهيو"

ماڻهن چيو:

"ڏھ اٺ"

نجومي چيو:

"ڏھ اٺ ۽ عبدالله جو فال ڪڍو، جي انهن جي نالي فال نڪري تہ سنو ۽ جي نہ تہ ٻيو پيرو فال ڪڍو ۽ انهن جو تعداد ويھ ڪري ڇڏيو. جي پوءِ بہ عبدالله جو نالو ڪري تہ ڏھ اٺ ٻيا ان تعداد ۾ وڌائي ڇڏيو. اهڙي طرح ڏھ ڏھ اٺ وڌائيندا رهو جيستائين توهان جو رب راضي ٿئي"

ماڻهن ايئن ئي ڪيو. ڏھ اُٺ ۽ عبدالله جو ڪٽو وڌو تہ عبدالله جو نالو نڪتو. وري ڏھ وڌايائون پوءِ بہ عبدالله جو نالو نڪتو. اهڙي طرح ڏھ ڏھ وڌائيندا رهيا ۽ عبدالله جو نالو نڪرندو رهيو. ٻئي پاسي عبدالمطلب عاجزي سان دعا ڪرڻ لڳو :

يا خدا! سِربَها قبول ڪر. يا خدا! عبدالله جي زندگي بخش.“

جڏهن وڏندي وڏندي سئو اٺ ٿيا ته ڪُٽي ۾ انن جو نالو نڪتو. هاڻي ڇا هو هوڪرا پئجي ويا. ماڻهو خوشي ۾ نچڻ لڳا. عبدالمطلب کي سڀ ڪو مبارڪون ڏيڻ لڳو:

”مبارڪ هجئي عبدالمطلب! الله تنهنجي پٽ جو فديو قبول ڪري ورتو“

پر عبدالمطلب مطمئن نه ٿيو ۽ ٻيو ڀيرو ڪٽو وجهرايو ته جيئن شڪ جا ڪا ڪنجائش نه رهي. الله جي مرضي ڇا آهي؟ صاف صاف خبر پوي. جڏهن پوري طريقي سان خاطري ٿي وئي تڏهن هن اٺ ڪهائي اتي ڇڏي ڏنا ته جيڪو چاهي ان مان فائدو وٺي.



عبدالله کي الله حسين جوڙيو هو. هو عمر جي ان حصي ۾ جتي ڪو به بدصورت ناهي هوندو. هن جي جواني هن جي سونهن کي وڌيڪ سونهارو ڪري ڇڏيو. هر اک هن کي ڏسڻ ڪانپوءِ چنيڻ ڪان انڪار ڪندي هئي. هو هر عورت جي آرزو ٿي پيو. ”نذر“ جي واقعي ڪانپوءِ ته چوڏس چوبول هو. جنهن سان هن جي عزت ۾ اضافو ٿيو ۽ سڀ هن کي چاهڻ لڳا.

ڪيترين عورتن هن سان نڪاح جي خواهش ڪئي ۽ ڪوشش به ڪئي!

هي شرف سين کي ڪيئن ملي! هو ته هڪڙي جي قسمت هو. هن جي پٽ جي ماءُ ڪير ٿيندي؟ اهو ته الله اڳ ۾ فيصلو ڪري چڪو هو! هن جي شادي آمنہؓ سان ٿي. جيڪا قريش جي معزز عورت هئي ۽ بني زهره قبيلي جي سردار جي ڌيءَ هئي.

پيءُ پٽ جي طرفان نڪاح جو پيغام موڪليو. آمنہؓ جي گهر وارن ان کي پنهنجي شان سمجهيو ۽ خوشي سان تيار ٿي ويا. پوءِ جهٽ پٽ شادي ٿي وئي. رواج هو ته گهوٽ ٽي ڏينهن شادي ڪانپوءِ ڪنوار جي گهر رهندو پوءِ گهر ايندو ۽ پاڻ سان ڪنوار کي به وٺي ايندو. ان وقت عبدالله جي عمر تقريبن سترهن سال هئي.

شادي جي ڪجھ ڏينهن ڪانپوءِ واپارين جو هڪ ڪاروان شام وڃي رهيو هو. عبدالله به انهن سان گڏ روانو ٿيو. واپسي تي مديني مان گذر ٿيو. جتي هن جي پيءُ جان ناناڻا هئا. ٿڪل ته هئا ان لاءِ ڪجھ ساهه پٽڻ لاءِ ترسي پيو. اتفاق سان بيمار ٿي پيو. ساٿي هن کي اتي ڇڏي مڪي پهتا ۽ هن جي پيءُ کي هن جي بيماري جو ٻڌايو!

عبدالمطلب جڏهن بيماري جو حال ٻڌو ته پنهنجي وڏي پٽ حارث کي مديني موڪليو ته جيئن پاءُ جو بيماري ۾ خيال رکي ۽ جيئن هو نيڪ ٿئي ته پاڻ سان گڏ وٺي اچي.

افسوس! حارث پنهنجي ياءُ کي ڏسي نہ سگهيو. هو هن کي مکي وٺي اچي نہ سگهيو تہ جيئن پيءُ جو هانءُ ٺري. ڪنوار جي دل کي آرام ملي ۽ قوم کي دلجاءِ ٿئي! ڇا ڪري؟ لکٽي جا ليکا ڪير ٽاري!

ڪجھ ڏينهن اڳ هن فاني دنيا کي ڇڏي عبد پنهنجي الله وٽ پهتو ۽ هن جي خاڪي جسم کي خاڪ جي حوالي ڪيو ويو. پيءُ کان پري! پنهنجي پياري کان پري!! پنهنجي قوم کان پري تمام پري هليو ويو!!! جتي جسمن جي نہ پر روحن جي روح رهاڻ ٿيندي آهي. حارث واپس آيو تہ عبدالله جي جاءِ تي ان جي موت جي خبر ڪٽي آيو.

ڪنهن کي خبر تہ شام جو هي سفر زندگي جي شام تي ختم ٿيندو. هڪ طرف عبدالله جي جان بچائڻ جي تدبير ٿي رهي ۽ ٻئي طرف الله جو ملائڪ موت جي منظوري ڪٽي لٿو. مدينو! جتان ڪلھ عبدالله جي زندگي جو پيغام آيو هو اڄ اتان هن جي موت جي هانءُ ڏاريندڙ خبر اچي رهي آهي.

خبر ڏاڍي ڏکوئيندڙ هئي. نوجوان جي موت جي! اها بہ عبدالله جهڙي نوجوان جي!! جنهن بہ ٻڌي بي چين ٿيو. هاڻي هاڻي تہ عبدالله کي نئين زندگي ملي هئي. هن جي جان بچڻ تي سڀ نچي رهيا هئا. اوچتو موت جي خبر ٻڌي ماڻهن کي يقين ئي نہ پي آيو. سڄي قوم غمگين ۽ ماتمي هئي. هر چهري تي اداسي ۽ ملولائي هئي.

پوڙهي پيءُ جي دل تي جوان پٽ جي موت جو ڏونگر ڏريو. هن حادثي پوڙهن ڪلهن کي جهڪائي ڇڏيو، دل ڇڄي پئي، هانءُ ڏري پيو، صبر اچي تہ ڇاتي اچي؟

هن خبر آمنہؓ کي جيئري ئي ماري ڇڏيو. دل جي دنيا ويران ٿي وئي. سڀ ارمان حسرتن ۾ تبديل ٿي ويا. ڪيتريون اميدون خاڪ ٿيون، ڪيترا خواب خواب ئي رهجي ويا، ڪيتريون خواهشون ۽ خواهشن جا قصا رات جي رهاڻ ۾ ٻڌائڻ کان اڳ رهجي ويا، ڪيتريون مرڪون ۽ مرڪن جا موتي ٽهڪ ٿيڻ کان اڳ رڪجي ويا ، ڪيترا پيار جي نظرن جا اشارا اڌورا رهجي ويا. ڪلھ جنهن جي قسمت سان قريشي سهڻيون ريس ڪنديون هنيون اڄ ان جي حالت رحم جوڳي هئي. جيڪو سيس ڪلھ ٻين سيسن جي وچ ۾ شان ۽ عزت وچان اوچو هو ۽ اڄ ڏک ۽ غم جي بار هيٺ نمائيل آهي.

جڏهن عبدالله جو لاڏاڻو ٿيو تہ آمنہؓ اميد سان هئي.

رنگي جا رنگ! ٿورو اڳ هبل ديوتا عبدالله کي مارڻ پئي چاهيو پر الله هن کي بچائي ورتو. ان وقت تائين هن وٽ الله جي عظيم امانت هئي. انسانيت جي سڀ کان بيش بها شيءِ هئي. جيستائين اها ڪنهن ٻئي جي حوالي نہ ٿئي اهو ناممڪن هو تہ عبدالله هن دنيا کان وڃي. هاڻي اها امانت آمنہؓ

جي حوالي ٿي. عبدالله کان الله کي جيڪو ڪم وٺو هو، اهو پورو ٿيو ته الله هن کي پاڻ وٽ گهرايو. هاٿي کو به فديو ڪارگر نه ٿيندو. تقدير جو فيصلو اڻ مٽ هو.

سومر جو ڏينهن ۽ ربيع الاول جي ٻارنهين تاريخ آمنهؓ هڪ ٻار کي جنم ڏنو. ٻار ڏاڍوسهڻو ۽ من موهڻو هو. جنهن کي ڏسڻ سان ئي ڏندين آڱريون اچن.

آمنهؓ پنهنجي سهري ڏي نياپو ڪيو ته اچي پنهنجي پوٽي کي ڏسي وڃي.

عبدالمطلب پڄندو آيو ۽ نظر پوندي ئي ٺڙي پيو. هڪ ته ڇوڪرو اهو به عبدالله جو.

هو خوشي مان ٻهڪڻ لڳو. ٻار کي هٿن ۾ کڻي سيني سان لڳائي مٿي تي مني ڏني. ٻار کي کڻي ڪعبي ۾ آيو ۽ ان جو طواف ڪيائين ۽ ٻار جو نالو محمدﷺ رکيائين.

محمدﷺ جي معني آهي. هر لحاظ کان تعريف جي قابل. اهو جنهن کي سڀ پسند ڪن ۽ سنو چون.

پيدائش جي ستين ڏينهن عبدالمطلب اٺ ڪنو ۽ قريشين جي دعوت ڪئي. جڏهن ماڻهن مان کائي بس ڪئي ته ڪنهن پڇيو :

عبدالمطلب! پوٽي جو نالو محمدﷺ رکڻ جو ڪهڙو سبب هو؟ ڪو خانداني نالو ڇو نه رکئي؟

” مان چاهيان ٿو ته هن جي آسمان تي به تعريف ٿئي ۽ زمين تي به. خالق کي به پيارو هجي ۽ ان جي مخلوق کي به.“

قريشين جي وڏن خاندانن جون عورتون پنهنجي ٻار کي کير نه پيارينديون هيون. ڳوٺن مان دائين جون ٽوليون اينديون هيون جيڪي ٻارن کي پاڻ سان وٺي وينديون هيون ۽ ان کي کير به پيارينديون ۽ پالينديون هيون. جڏهن هو وڏا ٿي ويندا هئا ته واپس ڪري وري ڀيا ٻار کڻي وينديون هيون. ان سان ٻار صحت مند ٿي ويندا هئا ۽ خالص عربي سکندا هئا. دائين جي اچڻ جي هڪ خاص موسم هئي. جڏهن محمدﷺ جي پيدائش ٿي ته ان وقت ڪائي دائي نه ملي. ٻه ٽي ڏينهن ماءُ هن کي کير پياريو. ان کانپوءِ عبدالله جي هڪ ڀاءُ ابولهب جي هڪ غلام نوڪرياڻي ثوبيہ پاڻﷺ کي کير پيارڻ شروع ڪيو جيستائين ڪا دائي ملي.

ثوبيہ اجان ڪجھ ڏينهن مس کير پياريو ته بني سعد جون دائيون اچي ويون.

دائيون گهر گهر وڃي ٻار ڳولڻ لڳيون ۽ ٻارن جي مائرن کي راضي ڪرڻ لڳيون. مائرن جنهن دائي کي پسند ڪيو. ان کي پنهنجو ٻار پئي ڏنائون.

سيني مائرن دائيون چونديون ۽ دائين جون جھوليون ڀرجي ويون. صرف ھڪ دائي رھجي وئي جنھن کي ٻہ ٻار نہ ڏنو. ان لاءِ جو ھيٺي ۽ ڪمزور ھئي ۽ غريب بہ ھئي. ھي ابوذويب جي ڌي حليمہ ھئي.

شھر ۾ ٻار بہ ھڪ وڃي بچيو جنھن کان ھر دائي پئي ڪني ڪيائي. اھو ٻار ھو عبدالله جو پٽ محمدؐ!

جڏھن دائين کي خبر پئي تہ محمدؐ يتيم آھي تہ ھنن ڏانھن ڪنھن بہ دائي ڪو ڌيان نہ ڏنو. ھن جي سنڀال کي اجايو ۽ ڪير پيارڻ کي فضول سمجھيو. چوڻ لڳيون :

” ھن يتيم کي ڪٽي چا ڪنديون سين، ھن جو ڏاڏو اسان کي چا ڏيندو؟ ماءُ کان اسان کي چا ملندو؟“

ھاٽي واپسي جو وقت اچي ويو. دائيون گھرن ڏانھن ورڻ لاءِ تيار ٿيون. ھر دائي خوش ھئي تہ ھن جي جھولي ۾ ٻار ھو.

حليمہ جو مڙس بہ گڏ ھو. حليمہ ھن کي چيو :

” قسم سان! مون کي شرم ٿي اچي. منھنجي ھر ساھيڙين وٽ ٻار آھن ۽ منھنجي جھولي خالي آھي. مان وڃان ٿي. يتيم کي ڪٽي ٿي اچان. يتيم کي ڪٽي ھلڻ خالي موٽن کان بھتر آھي“

مڙس چيو :

” وڃ ڪٽي اچ. ٿي سگھي ٿو تہ الله ھن جي ڪري برڪت عطا ڪري“

آمنہؑ کي ڏک ھو تہ ھن جي پياري کي ڪنھن نہ پڇيو. ساھيڙين جا ٻار ھٿون ھٿ ويا. جڏھن حليمہ ٻار جي گھر ڪئي تہ آمنہؓ ٻھڪي پئي.

حليمہ محمدؐ کي ڇاتي سان لڳايو ۽ منھن ۾ سڪل ٿڃ وڌي، جنھن کير نالي ماتر ھو.

پر...! حليمہ حيران ٿي وئي !! ڇاتي محمدؐ جي منھن ۾ ڏيندين ئي ھن کي ائين لڳو ڄڻ کير جون لاٽون جاري ٿي ويون ھجن ۽ ڇاتي کير سان ڀرجي وئي. ٻار کير بہ پي رھيو ۽ کير ھن جي منھن مان ھيٺ ڪري بہ رھيو.

محمدؐ جڏھن پيٽ ڀري پيتو تہ حليمہ جي ٻار بہ دل ٿي پيتو. جيتوڻيڪ ان کان اڳ کير حليمہ جي ٻار کي بہ پورو ڪو نہ پوندو. پيڻ کان پوءِ بہ ٻار جو پيٽ ڪو نہ ڀربو ھو. صرف ٿڃ کي بغير کير جي چوسيندو رھندو ھو.

حليمہ جي هڪ ڏاچي (اُٺڻي) سنهڙي، مريل هئي. جڏهن بک لڳي تہ مڙس اتي کير ڏهڻ لڳو. هن جون اکيون حيرت مان ڪليل جون ڪليل رهجي ويون. اهي ٿڻ جيڪي هميشه سڪل هوندا هئا. اڄ سڀ کيرسان ڀريل هئا ۽ پنهنجو پاڻ ٽٽن مان وهي رهيو هو. مڙس پاڻ بہ پيتو ۽ گهر واري کي بہ پياريو. ٻنهي پيٽ ڀري پيتو.

رات جو ٻنهي ڄڻن ٻارن کي پنهنجي پاسي کان سمهاريو. پاڻ بہ سمهي پيا. ننڊ اهڙي سڪون جي هئي جو بلڪل بي خبر ٿي سمهي پيا.

صبح جو مڙس چيو :

حليمہ ڇا خيال آهي؟؟ قسم سان مون کي لڳي ٿو تہ توکي مقدس ٻار مليو.

حليمہ وارڻيو:

قسم سان! مون کي بہ ائين لڳي ٿو.

پوءِ دائين جو قافلو پنهنجي گهرن ڏانهن موٽڻ لڳو. حليمہ جي گڏھ سيني کان اڳيان اڳيان هئي الوٽ ٿي هلي رهي هئي. جڏهن ساهيڙين هي حال ڏٺو تہ هن آواز ڏنو:

اڙي واھ ابوذويب جي ڌي!! ٿورو ترس. اسان کي بہ تہ پهچڻ ڏي. هي اها ساڳي گڏھ آهي نہ جنهن تي تون آئي هئين. هي رستي تي بيهي پئي وئي. هر هر تون پويان ٿي پئي وئين!!!

حليمہ چيو:

هاها، قسم سان هي اها آهي!

ساهيڙين وراڻيو:

قسم سان! هي عجيب گڏھ آهي.



هاڻي حليمہ وٽ برڪتن جي برسات ٿيڻ لڳي. هر شيءِ ۾ برڪت ظاهري ٿيڻ لڳي. جانور صحت مند ٿي ويا انهن جا ٿڻ کير سان ڀرجي ويا. هر جاءِ تي برڪت ئي برڪت هئي.

آهستي آهستي ٻہ سال گذري ويا. آمنہؓ جو پيارو حليمہ جو کير پئندو هو. حليمہ جي هڪ ڌيءُ هئي شيماء، هن جي هنج ۾ کيڏندوهو، بيابان جو کليل ماحول ۽ ڳوٺن جي سادي زندگي جسم کي تيزي سان اوسر ڏني. هٿن پيرن ۾ طاقت اچي وئي ۽ ٻار تندرست ٿي ويو.

کير پيارڻ جو وقت پورو ٿي ويو ۽ هاڻي وقت اچي ويو هو تہ ٻار موٽي وري مان جي هنج ۾ اچي ۽ گهر جي سونهن ٿئي.

حليمہ هن کي ڇڏڻ تي راضي نہ هئي. اهو ٻار جيڪو هن جي لاءِ برڪت ئي برڪت، رحمت ئي رحمت، راحت ۽ خوشي هو. هن جي ڪوشش هئي تہ هي ٻار اجان ڪجھ وقت هن وٽ رهي جيئن برڪتن جو سلسلو جاري رهي.

هو ٻار کي وٺي ماءُ ڏانهن موٽي ۽ اردو ڪيائين تہ ٻار کي اجان ڪجھ وقت رکڻ جي درخواست ڪندي!

هو آمنہؓ وٽ آئي ۽ چوڻ لڳي:

مون کي خوف آهي تہ جي محمدؐ جي هن وقت مڪي رهيو تہ هتان جي آب و هوا هن جي صحت کي نقصان ڏئي سگهي ٿي. چو نہ ڪجھ وقت اجان اسان وٽ رهي. ٿورو اجان وڏو ٿئي پوءِ واپس اچي.

اهڙي طرح حليمہ آمنہؓ کي مڃائڻ جي ڪوشش ڪندي رهي ۽ ضد ڪندي رهي، مڪي جي آب و هوا کان ڊيڄاريندي رهي ايتري تائين جو ماءُ راضي ٿي وئي.

هاڻي چا هو، حليمہ خوشي مان ٻهڪي رهي هئي، دل باغ باغ هو، اکيون چمڪي رهيون هنيون، منهن ٽڙي پيو ۽ ٻار کي واپس وٺي آئي.

محمدؐ وري ان بيابان ۾ اچي ويو. اهو کليل وايو منڊل، واري جا دڙا، ترڪٽا پٿر، اهي سنگي، اهي ساٿي. محمدؐ وري ساٿين پٿرن سان کيڏڻ، واري تي ٽپا ڏيڻ ۽ ٻارن سان هيڏي هوڏي ڀڄڻ لڳو.

محمدﷺ هاڻي پنجن سالن جو ٿي چڪو هو.

حليمہ کان جدا ٿيڻ جو وقت اچي چڪو هو.

محمدﷺ سان حليمہ کي ڏاڍي محبت هئي. هو سچ ۾ هن جي آکين جو تار ۽ دل جو چين هو. محمدﷺ کي بہ حليمہ سان ڏاڍو پيار هو. نبوت ملڻ کان پوءِ جڏهن حليمہ هن وٽ آئي تہ پاڻ ﷺ "منهنجي امان، منهنجي امان" ڪري پاڪر پاتو. حليمہ جي لاءِ محمد ﷺ جي جدائي روح وڍيندڙ هئي پر چا ٿو ڪري سگهجي؟ گهر وڃڻ ضروري هو ۽ وڌيڪ روڪڻ ناممڪن هو.

ان کان علاوه هڪ ٻي ڳالھ بہ هئي جنھن جي ڪري حليمہ اجان جلدي ڪئي.

هڪ ڏينھن هو ويني هئي ۽ هن سان گڏ محمدﷺ بہ هو. ايتري ۾ حبشا جي ڪجھ عيسائين جو اتان گذر ٿيو. ٻار تي نگاھ پوندي ئي بيھي رهيا. ويجھو آيا ۽ غور سان ڏٺائون. هر شيءِ جو جائزو ورتائون ۽ حليمہ کان پڇائون:

هي ٻار ڪيئن آهي؟

.پوءِ پاڻ ۾ ڳالھائڻ لڳا

هن ٻار کي کڻي هلون..... هن کي پاڻ وٽ کڻي هلون. هي ٻار هڪ عظيم انسان ٿيندو. اسان کي سڄي خبر آهي تہ هي ڇا ٿيندو!

حليمہ هنن جو مطلب سمجھي وئي. انھن جي ارادن جي ڀڙڪ پئجي ويس. هو ڊڄي وئي. متان سچي ۾ هو هن ﷺ کي کڻي نہ وڃن يا ڪوئي نقصان نہ پھچائن. ان لاءِ هو موقعو ڏسيءِ ٻار کي کڻي لڪي وئي. انھن کي اها اميد ڪا نہ هئي تہ هي عورت ايئن پڄي ويندي ۽ ٻار کي هنن کا بچائي ويندي.

پوءِ جيترو جلدي ٿي سگھيو، هو آمنہؓ وٽ پھچي ٻار کي هن جي حوالي ڪيو. تڏهن وڃي هن کي پيٽ ۾ ساھ پيو.



هاڻي ماءُ جي ممتا هئي ۽ ڏاڏي جي پوئواري. ٻئي محمد ﷺ سان تمام گھڻو پيار ڪندا هئا. هميشه پنھنجي نظرن جي اڳيان رکندا هئا ۽ هر طريقي سان خيال رکندا هئا. جڏهن اوهان ﷺ جي عمر ڇھ سال ٿي تہ ماءُ جي دل ۾ خواهش جنم ورتو تہ وڃي مڙس جي قبر کي ڏسان. جنھنجي لاءِ هو مديني وئي ۽ محمد ﷺ کي پاڻ سان گڏ وٺي وئي. مڙس جي نوڪرياڻي ام ايمن بہ سفر ۾ گڏ هئي. اتي هڪ مشھور خاندان هو بني نجار. محمد ﷺ جي ڏاڏي جا ناناڻا ان خاندان مان هئا. ان لاءِ بي بي آمنہؓ انھن وٽ رهي.

بي بي آمنہؓ مديني پھچي پياري پٽ کي اهو گھر ڏيکاريو جتي هن جي پيءُ جي وفات ٿي هئي. اها جاءِ بہ ڏيکاري جتي هو ابدي ننڊ ستل هو.

اڄ پھريون ڏينھن جڏهن هن معصوم کي يتيم هجڻ جي معنیٰ خبر پئي. اڄ پھريون ڏينھن جو هن جي نازڪ شيشي جھڙي دل تي صدمي ۽ ڏک جو سايو پيو.

**اتي هڪ مهينو رهي بي بي آمنہؓ گهر موٽڻ جو ارادو ڪيو ۽ محمدﷺ کي وٺي مڪي ڏانهن رواني ٿي.**

**مڙس وانگر بي بي آمنہؓ بہ بيمار ٿي پئي. جحفہ کان 23 ميل پري هڪ ڳوٺ آهي ابواء. جتي پهتي تہ هن جي حالت تمام خراب ٿي وئي ۽ وفات ڪري وئي ۽ اتي دفن ٿي. عبدالله جي وفات بہ تہ پرديس ۾ ٿي هئي ۽ ساڳي نموني پرديس ۾ دفن ٿيو هو. قوم ۽ وطن کان تمام پري!**

**الله اوهانﷺ جو دوست ۽ ڪارٽي آهي اي محمدﷺ......!**

**اوهانﷺ يتيم هئا. والد جي ڇانو کان محروم هئا. جڏهه يتيمي جي سمجهه مس مس آئي تہ والده بہ وڇوڙي جو ڏک ڏئي وئي.....! اجان پيءُ جي قبر کي ڏٺي مشڪل سان بہ ٿي ڏينهن ئي گذريا تہ ماءُ جي قبر تيار ٿي وئي.**

**هاڻ اوهانﷺ اڪيلا رهجي ويا. ماءُ هئي تڏهن بہ اوهان کي يتيمي جو افسوس هو. دل تي ڇا گذري هوندي. جڏهن ماءُ جوسهارو بہ ڇڄي ويو.....؟ هڪ کان وڌيڪ بيو...!**

(ان وقت ماءُ جي دل تي ڇا گذري رهي هوندي جڏهن هن کي خبر پئي هوندي تہ مان هاڻي وڃڻ واري آهيان ۽ منهنجو پيارو معصوم محمدﷺ اجان ننڍڙو آهي. هن جو ڪير سهارو ٿيندو هن جا لاڏ ڪير ڪٽندو، انگل ڪير برداشت ڪندو ۽ معصوم محمدﷺ جي دل تي ڇا گذري هوندي جڏهن جي ماءُ اکيون بند ڪيون. امان امان چئي اٿارڻ جي ڪوشش ڪئي هوندي. جڏهن ام ايمن سان گڏ جي پتڪڙن هٿن سان مان جي قبر کوٽي هوندي. ماءُ کي مٽي حوالي ڪرڻ وقت هن دل تي ڇا وهيو واپريو هوندو. (الله کي خبر) جڏهن ماءُ کي دفن ڪري مڪي ڏانهن روانو ٿيو هوندو تہ هر هر پوئتي مڙي ڏسندو هوندو متان ماءُ وري موٽي اچي. هانءُ ڏاريندڙ منظر ۽ وقت هو..........!!!)

**ام ايمن اوهانﷺ کي پيار ۽ حفاظت سان گهر وٺي آئي. مڪي پهچندي ئي پاڻﷺ تڙپي تڙپي روئندا رهيا. آمنہؓ جي لال جي حالت ڏٺي نٿي وڃي.**

**هن حادثي جو عبدالمطلب تي تمام گهرو اثر ٿيو ۽ محمدﷺ جي لاءِ هن جي سيني ۾ ماءُ ۽ پيءُ جي محبت جاڳي پئي. هاڻي هو پاڻ ﷺ تي تمام مهربان ٿي پيا. اڳي کان وڌيڪ مجڻ لڳا. ڏاڍي محبت ڪرڻ لڳا هر وقت اوهانﷺ جو خيال رکندا هئا پنهنجي اولاد ۽ پاڻ کان بہ وڌيڪ.**

**عبدالمطلب قريشين جو سردار هو. ڪعبي جي ڇانو هينان پنهنجي گادي تي وهندو هو تہ هن جا پٽ ادب ۽ احترام ۾ گادي کان ٿورو پري وهندا هئا پر جي محمدﷺ اچي وڃن تہ عبدالمطلب هنﷺ کي پاڻ سان گڏ گادي تي ويهاريندا هئا ۽ هن جي پٺي کي ٿپڪائيندا هئا. پر افسوس! عبدالمطلب جو بہ وقت پڄاڻي تي پهتو. محمدﷺ اجان اٺ سالن جا هئا تہ ڏاڏو بہ ڏک ڏئي منهن موڙي ويو. ڏاڏي جي موت تي هن کي تمام گهڻو رنج پهتو. ايترو جيترو ماءُ جي وڃڻ تي ٿيو هو.**

ڏاڏي جو ڏک ماءُ پيءَ کان بہ سوايو هو. ڇاڪاڻ تہ ان وقت پاڻﷺ ڪجھ سمجھدار ٿي ويا هئا. سمجھ اچي چڪي هئي. جذباتن ۽ احسان ۾ وسعت ۽ گهرائي اچي رهي هئي. مهرباني ۽ محبت جي حقيقت کي سمجهڻ لڳا هئا. سهائتا ۽ ڀلائي جي قدر ۽ قيمت جو احساس ٿيڻ لڳو هو. ان جي لاءِ محرومي جو احساس بہ اوترو وڏيڪ هو. ان جي کسجي وڃڻ جو ڏک بہ ايترو اونهو هو.

اکين مان آب جاري هو. دل ڏک ۾ ڏريل هو. پاڻﷺ تڙپي رهيا هئا ۽ ٻين کي بہ بي چين ڪري رهيا هئا. ايتري تائين جو ڏاڏي جو جسم......هاءِ.......! پياري ڏاڏي جو جسم قبر جي ڪاري خوفناڪ کونڙي ۾ لڪي ويو ۽ پوءِ هميشه جي لاءِ غائب ٿي ويو!



# رسول اكرم صلي الله عليه وسلم جو  شجرو

سيدنا ابوقاسم محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم
بن عبدالله  بن عبدالمطلب بن هاشم بن عبد مناف بن
قصیٰ بن كلاب بن مره  بن كعب بن لویٰ بن غالب
بن فهر (قريش) بن مالک بن نضر بن كنانه بن خزيمه
بن مدركه بن الياس بن مضر بن نزار بن معد بن عدنان

عبدالمطلب جي وفات، ابوطالب جي نگھباني.

شام جو پھريون سفر.

محمدﷺ جا شوق.

شام جو ٻيو سفر.

بي بي خديجہؓ سان نڪاح.

شبيھ (حليو) مبارڪ.

بي بي خديجہؓ سان اوھانﷺ جو رھڻ سھڻ.

ڪعبي جي تعمير.

غيبي مدد.

قريشي تباھي جي ڪناري تي.

قريشي امين جو مثالي ڪردار.

أَلَمۡ يَجِدۡكَ يَتِيمٗا فَـَٔاوَىٰ (٦) وَوَجَدَكَ ضَآلّٗا فَهَدَىٰ (٧) (سُوۡرَةُ ٱلضُّحَىٰ)

”(محمدﷺ) ڇا ائين نہ آهي تہ هن (الله) توکي يتيم ڏٺو تہ توکي اجهو عطا ڪيو (6)

۽ (حق جي رستي کان) اڻ واقف ڏٺو تہ (توکي) سڌو رستو ڏيکاريو (7)

بيشڪ! ائين ئي آهي!

ماءُ پيءُ جون اکيون بند ٿيڻ ڪانپوءِ بہ محمدﷺ الله جي رحمتن کان محروم نہ ٿيو. هي ان جو فضل ۽ ڪرم هو جو پاڻﷺ کي اهڙو ڏاڏو مليو جيڪو ماءُ پيءُ وانگر مهربان هو. ان کان پوءِ اهڙو چاچو مليو جنهن ڪڏهن يتيمي جو احساس ٿيڻ نہ ڏنو.

ڏاڏي جي وفات ڪانپوءِ چاچي ابوطالب جي مهرباني جي مهر هيٺ آيو. هي عبدالمطلب جو پٽ هو. پيءُ مرڻ کان اڳ هن کي اوهانﷺ جي سرپرستي لاءِ منتخب ڪيو ۽ وصيت ڪئي هئي تہ ” محمد ﷺ جو خيال رکجان ۽ هن جي ڀلائي ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏجان“.

عبدالمطلب جو گهڻيون گهر واريون هنيون. انهن مان ڏهہ پٽ هئا. ابوطالب ڀائرن ۾ سڀ کان وڏو بہ نہ هو ۽ نہ وري امير هو پر سيني ۾ سڀ کان همت وارو هو. شرافت ۾ سيني کان وڌيڪ هو. طبعيت جي لحاظ کان نيڪ هو ۽ پاڻ ﷺ جو والد ۽ ابوطالب سڳا ڀائر هئا. باقي ڀائر ٻين مائرن مان هئا. ان ۾ ڪا تعجب جي ڳالهہ ڪانهي جي عبدالمطلف محمدﷺ جي ذميواري هن کي ڏني.

عبدالمطلب وانگر ابوطالب بہ ڀائيٽي جو خيال ڪندو هو ۽ هر وقت پاڻ سان گڏ رکندو هو. جي سمهندو تہ پاڻ سان گڏ سمهاريندو هو ۽ جي ڪاڏي ويندو هو تہ پاڻ سان گڏ وٺي ويندو هو. هن کي نہ پنهنجي فڪر هئي ۽ نہ وري پنهنجي ٻارن جي. هن کي پاڻ ﷺسان ايڏي محبت ڇو هئي؟ پاڻ ﷺ ڏينهن رات هن جي نظرن جي سامهون هوندو هو. هو ڏسي رهيو هو تہ اوهان ﷺ جي اندر سچائي ۽ ايمانداري آهي. شرافت ۽ پاڪدامني آهي. هر ڳالهہ مان ذهانت پئي ظاهر ٿئي. هڪ هڪ شيءِ نيڪ بختي ۽ خوش نصيبي جو ڏس پئي ڏنو.

چاچي جي نگراني ۾ چار سال گذري ويا. جسم اُسري رهيو. عقل ۾ اضافو ٿي رهيو ۽ قدرتي صلاحيتون وڌي رهيون هنيون.

ٻارنهن سالن جي عمر ۾ جسم  پر جي چڪو. سوچ گهري ۽ ذهانت ڪمال جي ٿي چڪي هئي. روح ۾ تمام گهڻي عظمت ۽ بلندي هئي. ڪشادگي ۽ آفاقيت هئي. احساس ۽ شعور سان ڀريل هئي.

اجان اوهانﷺجي عمر ئي ڪيتري هئي؟ اجان سامائجڻ جي سرحد بہ نہ ٽپيا هئا پر پيشاني تي سياڻائي جو ستارو چمڪي رهيو. اوهان ﷺ ۾ خاص صلاحيتون نمايان نظر اچي رهيون هيون ۽ عجيب عجيب گڻ ظاهر ٿي رهيا هئا. ابوطالب ڏسي ڏسي حيران ٿي رهيو ۽ حيرت مان ڏندين آڱريون ٿي آيون. هاڻي هن جي سامهون اوهان ﷺ جي ڪُٽپ اڻ ڄاڻ ٻارن ۾ نہ هئي بلڪ سمجهدار وڏن ۾ هئي. بنان ڪنهن رک ڪاءَ جي هر معاملو اوهان ﷺ سان ويچاريندو هو جيئن ڪو پنهنجي هم عمر سان ڳالهائيندو آهي.

ابوطالب شام جي تجارتي سفر تي وڃڻ جو ارادو ڪيو. پري جو سفر هو ۽ رستو بہ اٽانگو هو. ان لاءِ پاڻ ﷺ کي ونئي وڃڻ جو ڪو بہ خيال ڪو نہ هو. هو هلڻ لڳو تہ پاڻ ﷺ چنبڙي پيا. ان وقت اوهان ﷺ جي عمر ٻارنهن سال مس هئي. ابوطالب سوچيو، سفر تہ ڏکيو آهي پر پائيٽيو بہ هوشيار آهي ۽ اهو سوچي هن کي ونئي وڃڻ تي راضي ٿيو.

تجارتي قافلو روانو ٿيو جنهن ۾اوهانﷺ بہ هئا. رستي تي جيڪو پاڻ ﷺ ڏسندا ۽ ٻڌندا هئا ان تي ويچاري ۽ ان کي ذهن جي تختي تي چٽي ڇڏيندا هئا.

قافلو مختلف علائقن کان گذريو، ڪيترن ئي شهرن ۾ ترسيو ۽ آخر ڪار شام پهچي ويو. اتان جي مشهور شهر بصرا ۾ ترسيو.

بصرا ۾ بحير نالي جو هڪ پادري هو. هن جي ديول جي سامهون هڪ وڏو ڇانوارو وڻ هو. قريشي واپاري جي جڏهن بہ ايندا هئا، اتي رهندا هئا. ٿورو آرام ڪندا هئا پوءِ دلالن ۽ واپارين سان ملندا هئا.

هي قافلو بہ ان جاءِ تي ترسيو ۽ هر ماڻهون پنهنجي ڪم لڳي ويو، ڪو گهڻو ٿڪل هو تہ آرام ڪرڻ لڳو، ڪو بکارو هو تہ ماني ڪڏي کائڻ لڳو ۽........ اجان گهڻو وقت نہ گذريو ماڻهون ائين ڪمن ۾ لڳا پيا هئا جو هڪ ريبارو (قاصد) آيو ۽ چيائين :

” اوهان بحيرا وٽ اچو هن اوهان جي لاءِ ماني تيار ڪرائي آهي ۽ اوهان سيني کي دعوت ڏني اٿس“

سڀ حيرت ۾ پئجي ويا ۽ هڪ ٻئي کي ڏسڻ لڳا جڻ اکين سان هڪ ٻئي کان پڇي رهيا هجن.

” هو هتي ڪيترائي ڀيرا آيا، ترسيا ۽ هليا ويا پر بحيرا ڪڏهن بہ هنن کي ڪي صلاح نہ هنئين. اڄ ڪيئن ايترو مهربان ٿي پيو آهي؟“

خير هنن دعوت قبول ڪئي ۽ سڀ قافلي وارا ريبارو سان گڏجي هليا. صرف محمدﷺ رهجي ويو هو. اوهان ﷺ نہ آيا. ان لاءِ اوهانﷺ اجان ٻار هئا. بحيرا سيني جو گرم جوشي سان استقبال ڪيو ۽ چيو :

”يائرو! مان چاهيان ٿو ته اڄ توهان مون سان ماني کائو ۽ سو توهان مان ڪو به نه رهجي وڃي.“

قافلي وارن چيو:

” اسان سڀ اچي ويا آهيون. صرف هڪ ننڍو ڇوڪرو آهي جنهن کي اسان سامان وٽ ڇڏي آيا آهيون“

بحيرا چيو:

” ڇوڪرو آهي ته ڇا ٿي پيو، هن کي به وٺي اچو هتي ماني کائي.“

هو سڀ اجان وڏيڪ حيران ٿي ويا. هڪ ته معمول کان هٽي دعوت ڪئي اتس وري زور ٿو پري ته ڪو رهجي نه وڃي. ان ڪري انهن پڇيو :

بحيرا! ڇا ڳالھ آهي جو تو اڄ اسان جي دعوت ڪئي اٿئي. ان کان اڳ ته ڪڏهن به نه ڪئي هئي؟“

بحيرا وراڻيو:

”توهان مهمان آهيو، اسان جي پاڙي ۾ ترسيا آهيو. اسان تي اوهان جو حق آهي. اسان کي ان جو خيال ڪرڻ گهرجي سو مون چاهيو ته اوهان جي ڪجھ ٿهل ٽڪور ڪجي. ٻيو ڇا ٿي سگهي ٿو؟“

انهن چيو : ”قسم سان، ڪا ڳالھ ضرور آهي!“

قاصد ابوطالب جي تنبو ۾ ويو ۽ محمدﷺ کي وٺي آيو. بحيرا ۽ سڀ مهمان اوهان ﷺ جو انتظار ڪري رهيا هئا.

جيئن ئي بيحرا جون نظرون محمد ﷺ تي پيون ته پترائجي ويون ۽ هو ڇتائي اوهان ﷺ کي ڏسڻ لڳو.

سيني ماني کاڌي ۽ هيڏي هوڏي پکڙجي ويا. ڪو ٽهلي رهيو هو، ڪو گهمي ڦري گرجا ڏسي رهيو هو. ان وقت بحيرا پاڻ ﷺ وٽ آيو ۽ چيائين :

پٽ! توکي لات ۽ عزا جو قسم! جيڪو پڇان ٻڌائيندين!!

اوهان ﷺ فرمايو:

”لات ۽ عزا جو قسم نه ڏيو“

بحيرا چيو:

”ٺيڪ، توکي خدا جو قسم! جيڪو پڇان ٻڌائجان!“

”پڇ، ڇا ٿو پڇڻ چاهين؟“

هاڻي ٻحيرا اوهان ﷺ کان اوهان ﷺ جي باري ۾ مختلف سوال ڪرڻ لڳو. ڪجھ سياءَ ۽ طبيعت جي باري ۾ پڇيو. ڪجھ عادتن ۽ اخلاق جي باري ۾ پڇيو ۽ پاڻ ﷺ هن جي هر سوال جو جواب ڏيندو رهيو. ايتري ۾ ابوطالب محمدﷺ کي وٺڻ آيو.

ٻحيرا پڇيو هي ڇوڪرو تنهنجو ڇا لڳي؟

ابوطالب وارڻيو:

”هي منهنجو پٽ آهي“

ٻحيرا چيو:

”هي ڪيئن ٿي سگھي ٿو؟ هي تنهنجو پٽ نٿو ٿي سگھي. هن ڇوڪري جو پيءُ جيئرو هجي، ناممڪن“

پاڻﷺ جي باري ۾ ٻحيرا جي ڄاڻ ڏسي ابوطالب حيران ٿي ويو.

”ها، هي منهنجو ڀائيٽو آهي“

ٻحيرا پڇيو:

”۽ هن جو پيءُ“

ابو طالب وراڻيو:

”هي اڃان ماءُ جي پيٽ ۾ هو تہ هن جي پيءُ جو انتقال ٿي ويو“

ٻحيرا :

”تو سچ چيو. پنهنجي ڀائيٽي کي واپس گھر وٺي وڃ. هن کي يهودين کان بچائي رکجان، خدا جي قسم! جي انهن ڏسي ورتو ۽ جيستائين مون هن کي سڃاتو آهي. جي انهن بہ سڃاتو تہ هن کي ماري ڇڏيندا. تنهنجو هي ڀائيٽو هڪ عظيم انسان ٿيندو“

ابوطالب واپس وريو. هن جو چهرو خوشي ۽ اطمينان منجهان چمڪي رهيو ۽ ڇپن ۾ هو چئي رهيو:

”منهنجو خيال بلڪل صحيح نڪتو“



ابوطالب محمدﷺ کي وٺي واپس آيو پر بحيرا جي لفظن جو پڙلاءُ هن جي دماغ ۾ گونجي رهيو. محمدﷺ جي باري ۾ جيڪا اڳڪٿي هن ڪئي هئي اها ذهن ۾ گردش ڪري رهي هئي، ۽ محمد ﷺ پنهنجي ملڪ کان هي پهريون پيرو ٻاهر نڪتو هو. جڏهن واپس موٽيو ته ڏٺي سفر ۾ اوهان ﷺجيڪي ڏٺو اهو ياد ڪري ڇڏيو. ماڻهن کان جيڪي ڪجھ ٻڌو ان تي ويچار ڪندا رهيا.

پاڻ ﷺ وڏا وڏا ريگستان ۽ ڏگها ڏگها جبل ، سرسبز ميدان ۽ گلن سان ڀريل باغ ، مختلف لاهيون ۽ چاڙهيون ڏٺيون، وڏن شهر ۽ ننڍن ڳوٺن مان گذريا. انهن جي ماضي ۽ حال جي باري ۾ ماڻهن جيڪي چيو اهو سڀ پاڻ ﷺ نهايت ڏيان سان ٻڌو.

پاڻ ﷺ کي اهڙا به ماڻهو مليا جيڪي انهن جي پوڄا ڪندا هئا جنهن جي اوهان ﷺ جي قوم پوڄا ڪندي هئي. اهڙا ماڻهو به ڏٺا جيڪي آسماني ڪتابن تي عمل ڪندا هئا. اهو به ٻڌڻ ۾ آيو ته ڪجھ ماڻهو ٻاھ کي پوڄڻ ۾ مست هئا. اهڙا به انسان مليا جيڪي ٻتن جا ٻندا ٻٽيل هئا. ڪجھ ماڻهن جي لغام يهودين جي هٿ ۾ هئي جيڪي الله جي ڪتاب جي تشريح پنهنجي پسند جي ڪندا هئا ۽ پنهنجي طرفان شريعت گهڙيندا هئا. ڪجھ ماڻهو عيسائين پادرين جي اشارن تي هلندا هئا. جيڪي غيب داني ڍونگ جو رچائي وينا هئا!

هن اونداهي ۾...... ها هن گهگھ اونداھ ۾ محمد ﷺ هڪ هڪ شيءِ کي پرکڻ ۽ ان تي غور ۽ فڪر ڪرڻ لڳو. ويچارن ۽ سوچن جو سلسلو جاري ٿي ويندو هو ۽ دير تائين انهي خيالن ۾ گم ٿي ويندو هو. ويهي ويهي پاڻ ﷺ سوچيندا هئا :

” ڪنهن جو رستو نيڪ آهي ۽ ڪنهن جو غلط؟ ڪير حق تي آهي ۽ ڪير ناحق تي؟ حق ڪٿي آهي؟ ۽ اهو آهي ڇا؟

ننڍڙو پر عقلمند ۽ روشن خيال محمد ﷺ کي فڪر هئي ته ڪهڙي صورت حق ملي وڃي. ان جي حقيقت ظاهر ٿئي. اونداهي ۾ ڪا روشني جي سينڌ نڪري.

ٻالڪپڻي جو زمانو راند روند جو زمانو هوندو آهي پر محمد ﷺ انهن سيني شين کان ڪوهين پري هو. بيڪار ڳالهين ۽ فضول ڪمن ۾ هن کي ڪا به دلچسپي ڪا نه هئي. هميشه حق جي ڌُن ۾

رهندو هو. هميشه ان سوچ ۾ رهندو هو تہ ڪنهن اهڙي ڳالھ جي خبر پوي جنهن مان ڪار رهنمائي حاصل ٿئي. ڪو اهڙو نشان نظر اچي جنهن مان حق جي حقيقت معلوم ٿئي.

گهروارن سان گڏ عڪاظ، مجنه ۽ ذي المجار بہ ويندو هو. هي عرب جا مشهور بازار مڪي جي ويجهو پاڪ مهينن ۾ لڳندا هئا. انهن مهينن ۾ وڙهڻ حرام هوندو هو. هلندڙ جنگيون رڪجي ويندون هنيون. بدلي جا پڙڪيل مچ وسامي ويندا هئا. هي حرمت جا چار مهينا ذيقعده، ذي الحجه، محرم ۽ رجب هئا. انهن بازارن ۾ هر قسم جون شيون وڪرو ٿينديون هنيون، ٻاهرن ملڪن جو سامان بہ ايندو ۽ وڪرو ٿيندو هو. ان ڪانسوءِ شاعري جون محفلون ٿينديون هنيون. هر ڪو پنهنجي لفظن جو هنر پيش ڪندو هو. هر هو وڏي واڪي، بغير ڊپ جي پنهنجا خيال پيش ڪندو هو. هر مذهب جو انسان پنهنجي عقيدن جي پرچار ڪندو هو. هر ڪو پوري آزادي سان پنهنجي نظريي، فرقي جي مطابق عمل ڪندو هو. اُتي نہ ڪو خوف ۽ نہ وري ڪو ڊپ هوندو هو. هر ڪو مطمئن ۽ سڪون ۾ هوندو هو تہ هي حرمت جا مهينا آهن.

هي بازار مختلف قسم جي ماڻهن سان ڀريل هوندا هئا جيڪي مختلف جاين ڪان ايندا هئا. هر طرف چرپر ۽ ميلو متل هوندو هو. جتي پاڻ ﷺ کي ماڻهن سان ملڻ، انهن جي عقيدن کي سمجهڻ ۽ قول ۽ فعل کي پرکڻ جو موقعو ملي ويندو هو ۽ اهو فيصلو ڪرڻ ۾ آساني ٿيندي هئي تہ ڪير سڌي راهہ تي آهي ۽ ڪير نہ.

وري جڏهن پاڻ ﷺ اڪيلا هوندا هئا تہ سڪون سان ويهي سڀ ڳالهايون عقل جي حضور حاضر ڪندا هئا. جيڪا ڳالھ نيڪ هوندي هئي اها ياد ڪري ڇڏيندا هئا ۽ جيڪا ڳالھ غلط هوندي هئي ان کي ڇڏي ڏيندا هئا. ٻارهن سالن جي عمر کان پاڻ ﷺ ٻڪريون چارڻ لڳا. جنهنڪري هن کي غور ويچار ڪرڻ ۾ اجان مدد ملي. هي اوهان جو پسنديده ڪم هو. ڪجھ گهر وارن جو ٻڪريون هيون ۽ ڪجھ قبيلي وارن جون. انهن کي وني پاڻ ﷺ پري پٽن ۽ ميدانن ڏانهن نڪري ويندا هئا جتي ٻڪرين کي آزادي سان چرڻ جو موقعو ملي ويندو هو ۽ اوهان ﷺ جي روح کي سڪون ۽ آرام وارو ماحول ملي ويندو هو. اُتي سوچڻ ۽ ڏسڻ لاءِ، ڌيان ۽ ويچار لاءِ پاڻ ﷺ جي سامهون کليل ميدان هوندو هو. الله تعالىٰ جي هي پکڙيل ڪائنات هڪ ڪتاب جيان پاڻ ﷺ جي سامهون کليل هوندي هئي. پاڻ ﷺ هن جي سير ڪندا ۽ انهن جي اشارن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا هئا.

ان حالت ۾ پاڻ ﷺ ننڍپڻ ۽ جواني جو وقت گذاريو، ٻين ٻارن وانگر راند روند، کل ڀوڳ، اجاين ڳالهين ۾ پاڻ ﷺ جو وقت ضايع نہ ٿيو. هن ننڍي عمر ۾ پاڻ ﷺ وڏن جهڙي سوچ رکندا هئا.

ننڍپڻ جو هڪ واقعو آهي، ڪعبي جي ڀت جي اوساري ٿي رهي هئي. سيني ٻارن پنهنجون گوڏون لاهي ڪلهي تي رکي پٿر ڳولڻ لڳا پر پاڻ ﷺ گوڏ کي سڪ ٻڌي ڇڏيو. چاچي چيس، هنن ٻارن

کي ڏس پنهنجي گوڏ لاهي کلهن تي رکي کيئن مزي سان پٿر کڻي رهيا آهن ۽ کلهن ۾ به سور نه ٿيندن. چاچي جي چوڻ تي ائين ڪرڻ چاهيو پر غيرت گوارا نه ڪيو ۽ پاڻ ﷺبيهوش ٿي ڪري پيا!

مڪي ۾ عام رواج هو ته ماڻهو پنهنجي ڪمن کي ختم ڪري رات جو گڏ ٿيندا هئا. مزي ۽ ڪيف جون محفلون منعقد ڪيون وينديون. مزيدار تفريحي پروگرام ٿيندا هئا. قصا ۽ ڪهاڻيون ٻڌائڻ ان پروگرام جو لازمي حصو هوندو هو. ڪو ماڻهو جنهن کي هن فن ۾ ڪمال هوندو هو، قصا ٻڌائڻ شروع ڪندو هو ته ماڻهو سڄي رات ويهي ان کي ٻڌندا هئا. هي جڻ ان زماني جا ثقافتي پروگرام هوندا هئا. هڪ دوست اوهان ﷺ اهو سڀ ڏسڻ ۽ ٻڌڻ لاءِ هشي ڏني:

”محمد (ﷺ)! هڪ رات تون به اچي هن محفل جو مزو وٺ“

نوجواني جو زمانو هو، دوست زور ڀريو ته تيار ٿي ويو. هو پاڻ ﷺ سان گڏ ٻڪريون چاريندو هو.

”اڄ رات منهنجي ٻڪرين جي تون سنڀال ڪجان!“

پوءِ پاڻ ﷺ پروگرام ڏسڻ لاءِ آبادي ڏانهن هليا. رستي تي ڪنهن گهر مان ڳاني جي آواز پئي آئي. پاڻ ﷺ بيهي اهو ٻڌڻ لڳا. ٿوري دير ۾ ننڊ اچي وئي ۽ سمهي پيا. جڏهن اک کلي ته سڄ جهاتيون پائي رهيو. پاڻ ﷺ جلدي ۾ پنهنجي دوست ڌنار وٽ موٽي آيا. دوست ڏسندي ئي پڇيو.

” رات ڪيئن گذري؟“

پاڻ ﷺ فرمايائون:

”چا ٻڌايان، وڃي رهيوهيس ته رستي ۾ هڪ جاءِ تي ڳاني جي آواز آئي. ڳانو ڏاڍو پيلو ۽ آواز به وڻندڙ هئي . سوچم ته ٿوري دير لاءِ اهو ٻڌي وڃان پوءِ ويندس، جيئن ئي وينس ننڊ اچي وئي. جڏهن اٿيس ته صبح ٿي چڪي هئي.“

ٻي رات وري هن کي دوست زور ڀريو:

” ڏس، اڄ اهو موقعو هٿان نه وڃائجان“

اوهان ﷺ وري ويا، وري رستي تي ڪنن ۾ گيت جو آواز ڪنجيو. گيت تمام سريلو هو ۽ ائين محسوس ٿي رهيو، جڻ آواز آسمان مان اچي رهي آهي. اوهان ﷺ وري ٻڌڻ ويهي رهيا. ڪن پل ۾ ننڊ هنج ۾ هليا ويا.

چاليهن سالن جي زندگي ۾ فقط ٻه ڀيرا پاڻ ﷺ اهڙي قسم جو ارادو ڪيو پر هر ڀير خدا هن کي بچائي ورتو.

”تنهنجي شان انهن بيڪار ڳالهين کان وڏيڪ آهي“

پوءِ سڄي زندگي ۾ ڪڏهن به اهڙو خيال ذهن ۾ نه آندائين ۽ نه وري ڪا اهڙي ڳالهه ڪيائين جنهن سان پاڻ ﷺ جي امانت ۽ ديانت، ڪردار ۽ پاڪيزگي تي ڪو آڱري کڻي سگهي.

پاڻ ﷺ شرم ۽ حيا جي انتها هئا. ڪردار ۽ پاڪيزگي جو هڪ اعلىٰ نمونو هئا. سچائي جي لاءِ پوري قوم ۾ مشهور هئا. ديانتداري ۽ ايمانداري ۾ ته پنهنجي مثال پاڻ هئا.

مڪي جي شهرين جي اوهان ﷺ کي ”امين“ جو لقب ڏنو هو ته ان ۾ ڪا حيرت جي ڳالهه ڪانهي، بلڪل به ڪانهي. اهو لقب اوهان ﷺ کي سونهين ٿو ۽ صرف اوهان ﷺ تي ئي ٺهي ٿو.

پاڻ ﷺ نوجواني ۾ تير هلائڻ سکيا ۽ جنگي ويڙهه جي سکيا ۾ مهارت حاصل ڪئي. فجار جي جنگ ۾ چاچن سان گڏ رهيو. هي جنگ قريشين ۽ هوازن جي وچ ۾ ٿي هئي. هي هڪ تاريخي جنگ هئي ۽ تمام ڀيانڪ ۽ تباهي واري جنگ هئي! عرب جي سرزمين ڪڏهن اهڙي جنگ نه ڏٺي هئي. هي جنگ ڪيترائي سال هلي. ان ۾ اوهان ﷺ به شرڪت ڪئي پر ڪنهن وڙهيا ڪو نه.

هن جنگ ۾ گهرن جا گهر تباهه ٿي ويا. ڪجهه ماڻهن کي ان جو ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ ان لاءِ هو ٺاهه ڪرائڻ لاءِ ڪوششون ڪرڻ لڳا ۽ آخر ڪار ٻنهي ڌرين ۾ پرچاءُ ٿيو. انهي نهراءُ جو نالو ”حلف الفضول“ مشهور ٿيو. هن معاهدي ۾ پاڻ ﷺ به گڏ هئا. ان وقت پاڻ ﷺ جي عمر سورنهن سال هئي.

جنگ ختم ٿيڻ کانپوءِ مڪي جا رهواسي وري پنهنجي پراڻي حالت ۾ اچي ويا. وري اهو ساڳيو شغل ، تماشا، مستيون، جشن، چڙواڳي ۽ بي حيائي جو بازار گرم ٿي ويو. جوا ۽ شراب جو محفلون مچي ويون. براين جون حدون پار ٿيڻ لڳيون ۽ پاڻﷺ.........؟ پاڻﷺ وري ساڳي وانگر جانورن سان جهنگ هليا. ساڳي تازي هوا ۽ ساڳيا من موهيندڙ منظر هئا. اڪيون ٻڪرين جي سنڀال ۾ ۽ روح ڪائنات جي پولارن ۾ پيئي پرواز ڪيو.

هي هئي اوهانﷺ جي زندگي! اهي هئا اوهان ﷺ جا رات ڏينهن. اها هئي اوهان ﷺ جي وندر ۽ اهو هو شوق. ان ۾ اوهان ﷺ جي لاءِ قرار ۽ اطمينان هو. هيڪلائي ۾ ڪائنات جي چرخي تي غور ڪرڻ. گوڙ ۽ دهمچر کان پري، ڪنوار جي جهڙي ڪائنات جي حُسن تي ويچارڻ اوهانﷺ کي پسند هو. اوهان ﷺ کي رڳو ٻڪريون چارڻ سان غرض هوندو هو، ريگستان جي ماحول ۾ مزو ايندو هو، اڪيلائي ۽ هيڪانت ۾ پاڻ ﷺ جي ذهن ۽ فڪر اوسر ٿيندي هئي، دل ۽ روح تي آگاهي جو اثر ٿيندو هو ۽ ڪائنات جي اسران جا انڪشاف ٿيندا هئا.

۽ ابوطالب؟ هو روزي جي فڪر ڪندو هو. روزگار جي پيچ ڊڪ ۾ لڳل رهندو هو ته جيئن هن جو، ۽ هن جي ياڻٽي جو ۽ هن جي ٻارن پيٽ پلجي سگهي. جيڪي الله جي فضل و ڪرم سان تعداد ۾ جهجها هئا.

هڪ ڏينهن ابو طالب پاڻ ﷺ وٽ آيا ۽ چيو:

ياڻٽيا! توکي ته خبر آ اسان جي مالي حالت ڪهڙي آهي؟ اسان گهڻي پريشاني ۾ آهيون. خديجهؓ ٻين کي پنهنجو سامان ڏئي تجارت ڪرائيندي آهي. جي چئين ته تنهنجي لاءِ ڳالهه ڪريانس؟

ان وقت پاڻ ﷺ جي عمر ٢٣ يا ٢۴ سال هئي. پاڻ ﷺ فرمايائون:

"چاچا! اوهان جو حڪم اکين تي!!"

خديجهؓ تمام وڏي خاندان جي عورت هئي. هن جو شجرو پنجين نسل ۾ قصيٰ تائين پهچي پاڻ ﷺ سان ملندو هو. هي بني مخزوم جي هڪ رئيسن جي وفات ڪان پوءِ ٻئي رئيس جي نڪاح ۾ آئي پر ٻيو به هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. اهي ٻئي پنيان ڪافي مال ملڪيت ڇڏي ويا هئا. قريش جي ڪيترن ئي اميرن هن کي جا نڪاح پيغام موڪليا پر هن رد ڪري ڇڏيا. هاڻي هو اڪيلي رهندي هئي. پنهنجي ملڪيت کي ڪاروبار ۾ لڳائي تمام گهڻو منافعو ڪمائيند هئي ۽ تمام خوشحال زندگي گذاري رهي هئي. جڏهن ابوطالب پهتو ته هو ڪاروبار لاءِ ڪنهن ماڻهو جي ڳولا ۾ هئي.

ابوطالب پڇيو:

"خديجهؓ! محمد ﷺ سان تجارت ڪرڻ پسند ڪنديئن؟"

خديجهؓ وراڻيو:

"توهان جي ڪنهن بيڪار ۽ اوپري ماڻهو لاءِ به چئو ها ته به مان انڪار نه ڪيان ها. هي ته پنهنجو ماڻهو آهي ۽ اهو به امين".

ابوطالب واپس پاڻ ﷺ وٽ آيا ۽ چيائون:

"محمد ﷺ! الله روزگار جو بندوبست ڪري ڇڏيو."

شام وڃڻ لاءِ قافلو تيار ٿي ويو جنهن پاڻ ﷺ به هئا. پاڻ ﷺ سان گڏ خديجهؓ جو غلام ميسره به هو. اوهان ﷺ جا سڀ چاچا اوهان ﷺ کي رخصت ڪرڻ آيا. ابوطالب اڳيان اڳيان هو. انهن الڳ ٿيڻ وقت ڏاڍي پاٻوهه مان چيو:

" خدا تنهنجو هي سفر مبارڪ ڪري، واپار ۾ برڪت عطا ڪري ۽ خيرت سان واپس آڻي"

ميسره کي بہ نصيحت ڪئي وئي تہ:

” ڏس ميسره! محمد ﷺ جو خيال رکجان، ڪا تڪليف نہ پهچي“

قافلو روانو ٿيو. رستي اهي سڀ شيون اڳيان اچي رهيون هيون جيڪي پاڻ ﷺ پهرين سفر ۾ ڏسي چڪا هئا. هلندين هلندين قافلو شام پهتو ۽ ساڳي شهر بصرىٰ ترسيو. قافلي ۾ سڀني ماڻهن جون همدرديون ۽ خير خواهيون پاڻ ﷺ سان گڏ هنيون. پاڻ ﷺ بہ انهن لاءِ بهترين سفري سنگتي ۽ مڪمل خير و برڪت هو. ميسره جي حالت اها هئي جو جڻ هو خديجهؓ جو نہ پر اوهان ﷺ جو غلام هو. حد کان وڌيڪ محبت ڪندو هو، هر وقت اوهان ﷺ جو خيال رکندو هو ۽ اوهان ﷺ جي ڪا بہ ڳالهہ نہ ٽاريندو هو.

پاڻ ﷺ وڏي ڪاميابي سان ڪنهن هوشيار، تجربيڪار ۽ خوش اخلاق واپاري جيان واپار ڪيو. جنهن سان بہ ڏيتي ليتي ڪئي ايمانداري سان ڪئي. جيڪڏهن متاسئا جو سودو ڪيائين تڏهن بہ وڏي ديانتداري سان ڪيائين. جڏهن واپس وريا تہ خديجهؓ جيڪي ڪجھ چيو ۽ جيڪو سامان گهرايو سڀ وٺي آيا.

ڇا ڪاروبار جي هن مصروفيت ۾ پاڻ ﷺ جو جيڪي معمول هو اهو ختم ٿي ويو؟ نہ بلڪل بہ نہ! پاڻ ﷺ ساڳي نموني اڪيلائي ۾ ويهي ويچار يندو هو. ماڻهن جون حالتون مختلف هنيون، مذهب الڳ هئا. انهن جا عقيدا هڪ ٻئي کان جدا جدا هئا. پاڻ ﷺ هر هڪ کي عقل جي ساهمي تي پرکيندا هئا. انهن مان ڪري صحيح آهي ۽ ڪيتري حد تائين صحيح آهي؟ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي ويچاريندا هئا.

جتي قافلو ترسيو هو ان جي ويجهو هڪ جهونو وڻ هو. هر روز وانگر پاڻ ﷺ ان جي هيٺان وينا هئا. ميسره هيڏي هوڏي پنهنجي ڪم ۾ رڌل هو. ويجهو هڪ گرجا گهر هو. ان مان هڪ پادري نڪتو ۽ ميسره وٽ آيو. هي نسطور پادري هو. ميسره هتي تجارت سانگي هر سال ايندو هو، ان ڪري نسطور هن کي چڱي طرح سڃاڻيندو هو. هن چيو:

” ميسره! توسان گڏ هي ڪير آهي؟“

ميسره وراڻيو:

” قريش جو هڪ نوجوان!“

پادري پڇيو:

”تو هن ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون صفتون ڏٺيون آهن“

ميسره چيو:

”ايمانداري، پاڪائي ۽ صفائي، نرمائي ۽ خوش اخلاقي، فڪر ۽ سوچ جي سمنڊ ۾ هميشه گم رهڻ، تخيل جي نظر سان ڪائنات مطالعو ڪرڻ“

نسطور بي صبري وچيان پڇيو:

”هن جو اڪيون ڪهڙي قسم جون آهن؟“

ميسره کي ڪجھ عجيب لڳو، هن چيو:

” اکيون ڪاريون ۽ ويڪريون، اک جي اڇاڻ تي ڳاڙها ليڪا آهن، پنبڙيون ڪاريون ۽ سنهيون ۽ ڪجھ وڏيون بہ آهن، جيڪي اکين جي سونهن کي سونهارو ڪن ٿيون“

نسطور جيڪو هاڻي پاڻ ﷺ سان ملڻ لاءِ بيچين ٿي رهيو هو، وراڻيو:

” ميسره! هو جيڪو وڻ جي هيٺان وينو آهي جي ان اهي سڀ خوبيون آهن تہ هو نبي ٿي سگهي ٿو.“

هو پاڻ ﷺ وٽ آيو ۽ هن جي قوم ۾ جيڪي مذهب هئا ان جي باري ۾ پڇڻ لڳو. هن چاهيو تہ انهن جي باري ۾ اوهان ﷺ جي ڪهڙي راءِ آهي. هن چاهيو پئي تہ انهن جي باري ۾ اوهان ﷺ جا ڪهڙا ويچار آهن ۽ اندازو ٿئي تہ اوهان ﷺ جي دل ۾ انهن مذهبن جو ڪهڙي مقام آهي ۽ ڪيترو انهن جو احترام ڪيو ٿا. پاڻ ﷺ انهن سيني کان پنهنجي بيزاري جو اظهار ڪيو. نسطور جو پنهنجو مذهب عيسائيت هو ان ڪري ان جي باري ۾ بہ سوال ڪيو. عيسائيت ۾ جيڪي خوبيون ۽ خاميون هيون پاڻ ﷺ سڀ هن کي ٻڌايون.



قافلو مڪي واپس موٽي آيو. قافلو جڏهن مر الظهران وٽ پهتو تہ ميسره چيو:

”محمدﷺ! تڪڙو وڃي خديجهؓ کي ڪاميابي جي خوش خبري ڏي“

ان ڪري پاڻ ﷺ اٺ تي روانا ٿيا. ٻہ پهري ٽيندين ٽيندين مڪي پهچي ويو. خديجهؓ ان وقت ڇڄهري (بالڪني) ويهي ٿڌي هوا جو مزو وٺي رهي هئي. اوچتو هن جي نظر هڪ اٺ سوار تي پئجي وئي. اٺ واري جي گرم زمين تي تيزي سان هلي رهيو. خديجهؓ اٺ سوار کي ڏسي رهي هئي

ته جيئن سجاڻي ته هو ڪير آهي؟ سواري جيئن ويجهو ٿي، هن ڏٺو ته محمد ﷺ آهي. جيڪو هن جي گهر ڏانهن تيزي سان اچي رهيو.

پاڻ ﷺ دروازي وٽ پهتا ته خديجهؓ وڏي خلوص سان اڳڀرائي ڪيو ۽ خيريت سان واپس اچڻ تي خوشي جو اظهار ڪيو. پاڻ ﷺ سڄي نموني سفر جو پورو حال ڏنو. ڪاروبار جو به پورو احوال اوريو ته ڇا بچيو؟ ڇا ورتو ۽ ڪيترو فائدو ٿيو؟

خديجهؓ دلچسپي سان قصو ٻڌندي رهي ۽ دل ئي دل ۾ گد گد ٿيندي رهي. پاڻ ﷺ جي ڳالهين سان اوهان کي ڏاڍي خوشي ٿي رهي هئي. پاڻ ﷺ جي خوش بياني هن کي وٺي رهي هئي ۽ پاڻ ﷺ جي ايمانداري ۽ سچائي دل کي موهي رهي هئي. هن پيري ڪاروبار ۾ تمام گهڻي برڪت آئي ايتري جو ان کان اڳ ڪڏهن به نه ٿي هئي. ان ڪري به هو گهڻو متاثر ٿي.

پوءِ ميسره آيو، هن جي زباني جڏهن پاڻ ﷺ جون ڳالهيون ٻڌيون ته دل ڀڪڻ لڳو ۽ ايتري حيرت ۽ مسرت ٿي جو ان جو اندازو نه ٿو لڳائي سگهجي.

ميسره ٻڌايو ته ڪهڙي نموني اوهان ﷺ واپار ڪيو، ڏي وٺ ۾ ڪيتري سچائي ۽ ايمانداري ڏيکاري ۽ ڪهڙي حد تائين تجارت جي مال جي فڪر هئي ۽ دل ۽ جان ان جي ڪيئن حفاظت ڪئي.

نسطور پادري جو قصو ٻڌايو ۽ پاڻ ﷺ جي باري ۾ هن جيڪا خوشخبري ڏني هئي اها به ٻڌائي. پوءِ چيائين:

” هڪ ٻيو واقعو آهي جنهن مون کي حيران ڪري ڇڏيو. سفر کان اسان واپس اچي رهيا هئاسين. مون وٽ ٻه اٺ هئا، تمام گهڻو ٿڪجي پيا ۽ هلڻ کان نابري واري ويٺا. مان پوئتي رهجي ويس ۽ خوف هو ته قافلو هليو نه وڃي ۽ مان اڪيلو نه رهجي وڃان. ان ڪري مان جلدي جلدي محمدﷺ وٽ ويس ۽ هن کي سڄي ڳالهه ٻڌائي. اهو ٻڌي پهريان هن انن جي پيرن کي مهٽيو پوءِ ناڪيل ۾ هٿ وجهي انهن کي ٻچڪاريو ۽ پوءِ ايئن هلڻ لڳا ڄڻ ڪجهه به نه ٿيو هجي.“

خديجهؓ ڏاڍي حيران ٿي، چيائين:

”ادا! هن ۾ ته تمام تعجب ۾ وجهندڙ صفتون آهن!“

هاڻي هر پل خديجهؓ جي يادن ۾ پاڻ ﷺ هئا. جتي به ويندي ۽ جتي به ويهندي ۽ جنهن سان به ملندي هئي ته هر وقت پاڻ ﷺ جو ذڪر ڪندي هئي. هن کي پاڻ ﷺ سان تمام گهڻي محبت ٿي وئي ۽ خواهش هئي ڪهڙي طرح هن امين ۽ صالح نوجوان کي پنهنجي زندگي جو ساٿي بڻائي!!

خديجهؓ کي ان ڳالھ جي فڪر ٿي، فڪر مان خواهش جنم ورتو ۽ پوءِ خواهش بيقراري ۾ بدلجي وئي. ها ! اها خديجهؓ جنهن ڏانهن وڏن وڏن قريشن نڪاح جا پيغام موڪليا پر هن انهن سڀني کي جواب ڏئي ڇڏيو هو. ها! انڪار ڪري ڇڏيو ۽ بيپرواهي سان منهن موڙي ڇڏيو. پر هاڻي بيقراري ايتري وڌي جو خديجهؓ ان کي لڪائي نہ سگهي ( احساسن جي بيقراري کي قرار لفظن جي لباس سان ملندو آهي) ۽ پنهنجي دوستن سان اها ڳالھ ڪري ويٺي. انهن ۾ هڪ دوست نفيسه بنت عليه هئي، هن چيو:

”خديجهؓ! ان ۾ ڪهڙي خراب ڳالھ آهي؟ امين سان شادي ڪر!“

خديجهؓ وراڻيو:

”هن تائين پيغام ڪيئن پهچائجي؟“

نفيسه :” اهو منهنجو ڪم آهي!“

نفيسه پاڻ ﷺ وٽ آئي ۽ چيوَ

”محمد ﷺ! شادي ڇو نٿو ڪرين“

پاڻ ﷺ فرمايو:

”مون وٽ ڇا آهي ، جو ڪريان؟“

هن وارڻيو:

” جي ڪجھ انتظام ٿي وڃي ۽ هڪ تمام سهڻي ۽ مالدار عورت سان شادي ڪرڻ جو چئجي تہ ... ڇا تون شادي ڪندين؟“

پاڻ ﷺ فرمايو:

”اها ڪير آهي؟“

هن چيو:

”خديجهؓ!“

خديجهؓ جي اخلاق ۽ عقلمندي ڪان پاڻ ﷺ ڏاڍا متاثر هئا. پاڻ ﷺ هن جي باري جيڪو ٻڌو هو تيئن هن کي ڏٺو. ماڻهون هن کي ”طاهره“ چوندا هئا. پاڻ ﷺ هن کي طاهره ئي ڏٺو. پر ان سان

شادي؟ اها ڳالھ تہ پاڻ ﷺ ڪڏھن خيالن ۾ بہ نہ سوچي ھئي. چاڪاڻ تہ پاڻ ﷺ کي خبر ھئي تہ وڏن وڏن مالدارن نڪاح لاءِ زور لڳايو پر سڀ ناڪام ٿيا.

پاڻ ﷺ فرمايائون:

”پر خديجہؓ کي ڪيئن چئجي؟“

نفيسہ پاڻ ﷺ کي چيو:

” اھو منھنجو ڪم آھي!“

پوءِ پاڻ ﷺ چاچي ابوطالب پھچي سڄي ڳالھ ٻڌائي. ابوطالب جڏھن اھا ڳالھ ٻڌي تہ ھن کي يقين نہ پئي پر پاڻﷺ ڪڏھن ڪوڙ نہ ڳالھايو ۽ ڪڏھن بہ ڪا غلط ڳالھ نہ ڪئي ان ڪري چاچي کي بہ ان ڳالھ تي يقين ڪرڻو پيو ۽ چيائين:

” حيرت جھڙي ڳالھ آھي. ھن وڏن وڏن مالدارن کي جواب ڏئي ۽ توسان شادي لاءِ راضي ٿي آھي“

وري چيائين:

” پر ٻچا! تون مال ڪان ڪنگال آھين پر شرافت ۽ عزت سان مالامال آھين.“

پاڻﷺ وراڻيو:

”چاچا! نہ مون کي مال جي خواھش آھي ۽ نہ وري ان جي ضروت“

ابوطالب اٿيو ۽ پنھنجي ڀائرن کي وٺي خديجہؓ جي چاچي عمرو بن اسد وٽ آيو ۽ ان جي ڀاءُ عمرو بن خويلد سان بہ مليو ۽ پاڻ ﷺ جي طرفان خديجہؓ جو ھٿ گھريو. اھي ٻئي ھڪدم تيار ٿي ويا.

اھڙي طرح جلدي ۾ شادي جو ڏينھن بہ مقرر ٿي ويو. اھڙي طرح اھو ڏينھن بہ آيو جو ٻنھي خاندانن جا ماڻھون خديجہؓ جي گھر گڏ ٿيا. ابوطالب نڪاح جوخطبو پڙھيو. خطبو ڏاڍو پيلو ھو. ان مان اندازو لڳائي سگھجي ٿو تہ اوھانﷺ جا وڏا اوھانﷺ جي اخلاق ۽ صفتن مان ڪيڏا متاثر ھئا. حمد و ثنا ڪانپوءِ چيائين:

” ھي منھنجي ڀاءُ عبدالله جو پٽ محمدﷺ آھي. سڄي قريش ۾ ھن جھڙو ٻيو ڪو بہ ناھي. ھا دولت ھن وٽ ڪانھي پر مال ملڪيت تہ ھڪ پاڇولو آھي. محمدﷺ مون کي ڏاڍو پيارو آھي ۽ پنھنجي مال مان ويھ اُٺ ھن جي طرفان مھر ڏيان ٿو. خدا جو قسم ھن جو مستقبل ڏاڍو شاندار آھي“

اهڙي طرح هي مبارڪ گڏجاڻي پنهنجي انت تي پهتي ۽ قريش جي طاهره امين جي گهر پهتي“
ان وقت پاڻﷺ جي عمر ٢٥ سال ٢ مهينا ۽ ١٠ ڏينهن هئي ۽ بي بي خديجهؓ ٤٠ سالن جي هئي.



ان وقت محمدﷺ جواني جي سرحد بيٺو، سونهن ۽ چڪ جون چوليون پنهنجي موج تي هنيون. اڇي رنگ تي ڳاڙهاڻ جي ڳراٽي پاتل هئي، کلندڙ نوراني چهرو ٿورڙي گولائي ۾ هو. قد وچولو، نه ننڍو ۽ نه وري تمام ڊگهو، مٿو ويڪرو جنهن تي ڪارا چلڙيدار وار، ويڪري پيشاني جنهن مان غيرمعمولي عظمت ظاهر ٿي رهي هئي. سنهڙا سنهڙا ڀرون هڪ ٻئي کان الڳ، ڪجھ مڙيل ۽ ڀريل، تمام سهڻا! ڊگهيون ڀنبٽيون، ڪاريون سرمائي ويڪريون اکيون، اڇاڻ ۾ ٿوري لالي جيڪا اکين جي حسن ۾ حسين لڳي رهي هئي. مٿان وري نظرون شرم ۽ حيا سان مخمور ۽ ڏسڻ جو ڀراٽو ۽ من موهيندڙ انداز هو. نڪ ڪجھ ڊگهو ۽ سنهو. سامهون جي ڏندن ۾ هلڪي وٿي هئي، ڳالهائڻ وقت اهي موتين جيان چمڪندا هئا، ائين لڳندو هو ڄڻ انهن مان نور لاٽ نڪري رهيو آهي. منهن مبارڪ تي گهاٽي ڏاڙهي. سهڻو ڊگهو ڪنڌ. ويڪري ڇاتي، ويڪريون ڪرائيون. هٿن جون ترريون ڪشاده ۽ نرم. آڱريون ڪجھ ڊگهيون. پنيون سنهيون ۽ ڪڙين تي ماس نه هئڻ جي برابر هو. پيرن جون ترريون اونهيون هيون. طاقت سان ، ٿورو اڳتي جهڪي ۽ پير جمائي هلندا هئا. هلڻ جي رفتار تمام تيز هوندي هئي ڄڻ لاهي لهي رهيان آهن. منهن مبارڪ تي سوچ ۽ ويچار جا آثار نمايان نظر ايندا هئا ۽ اکين مان پاڪيزه خيال ۽ اعلىٰ جذبا چمڪندا هئا. ڏسڻ وارو ڏسڻ سان ئي متاثر ٿي وڃي.

خديجهؓ سان اوهان جي زندگي ڏاڍي سهنجي هئي. هن جو ساٿ اوهان ﷺ جي لاءِ سک ئي سک هو. هو هڪ نهايت ذهين، تجربيڪار ۽ ڏاڍي سمجهدار عورت هئي. هن کي اوهانﷺ جي طبيعت ۽ مزاج جي، اوهانﷺ جي پسند ۽ ناپسند جي چڱي طرح پرک هئي ۽ هميشه ان ڳالهين جو خيال رکندي هئي. پاڻﷺ جي جذبات ۽ لاڙن جي، اوهانﷺ جي اميدن ۽ چاهتن جي هن کي چڱي طرح پرڙو هئي ۽ انهن جي تڪميل ۾ پاڻﷺ سان ڀرپور ساٿ ڏنو ۽ هر قسم جي مدد ڪئي.

اوهانﷺ جا لاڙا ڇا هئا؟ هميشه سچ ڳالهائڻ، هر ڪم ايمانداري سان ڪرڻ، جهيڙن جهٽن کان بچڻ، گوڙ گهمسان جي گڏجاڻين کان پري رهڻ، هيڪلائي ۾ ويهي ويچارڻ. خديجهؓ انهن سيني ڳالهين جو ڌيان رکيو. ان ڪري شادي ڪانپوءِ اوهان ﷺ جي معمول ۾ ڪا ڦير نه آئي. پاڻﷺ ساڳي نموني وٽندڙ ڪليل وايومنڊل ۾ نڪري ويندا هئا. هاٽي ٻڪرين جي سنڀال ڪان بہ آجا هئا، ان لاءِ اڳ کان وڌيڪ هيڪلائي ۽ اطمينان هو. جيتري دل چاهيو ويچار ڪيو. قدرتي منظرن جو مشاهدو

ڪيو. ايئن ٿي لڳو ڄڻ فطرت جي رهنمائي ۾ پنهنجي ڏاڏي ابراهيمؑ جي پيروي پئي ڪئي ۽ ڄاڻ ۽ ڏاهپ، ايمان ۽ ويساهه جون منزلون طئي ڪري رهيو هو.

﴿وَكَذَٰلِكَ نُرِيٓ إِبۡرَٰهِيمَ مَلَكُوتَ ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَٱلۡأَرۡضِ وَلِيَكُونَ مِنَ ٱلۡمُوقِنِينَ﴾ الانعام آيت 75

”۽ اهڙي طرح اسان ابراهيمؑ کي آسمانن ۽ زمين جي نظام ڏيکاريندا هئاسين ۽ ان ڪري ڏيکاريندا هئاسين جو هن کي يقين اچي وڃي“

ته ڇا پاڻ ﷺ خديجهؓ جي حقن کي وساري ڇڏيو؟ نه بلڪل به نه. جي خديجهؓ هڪ وفادار ۽ فرض شناس گهر واري هئي تيئن محمد ﷺ هڪ مثالي مڙس هو. عبادت سان گڏ پاڻ ﷺ خديجهؓ جو به پورو پورو خيال رکندا هئا. هن جا سڀ حق پوري طرح ادا ڪندا هئا. ان جي راحت، پسند ۽ ناپسند جو خيال ڪندا هئا. هن جي ملڪيت جي هر طريقي سان حفاظت ڪندا هئا. هن جي واپار کي وڌائڻ جي جدوجهد ڪندا هئا. جيڪو ايماندار ۽ سچار هوندو هو ان کي تجارت لاءِ سامان ڏيندا هئا. مطلب ته پاڻ ﷺ هڪ تمام مخلص، انتهائي محبتي ۽ حق شناس ور هو. خديجهؓ جي لاءِ اوهان ﷺ جو ساٿ ڏاڍي وڻندڙ، پرڪشش ، پيارو، خوبصورت ۽ اطمينان جوڳو هو. خديجهؓ وڏن رئيسن ۽ اميرن کي ڇڏي اوهان ﷺ کي فوقيت ڏني ۽ پنهنجو ور قبول ڪيو. هن جا خيال پاڻ ﷺ جي باري ڏاڍا نيڪ هئا ۽ پاڻ ﷺ کان پر اميد هئي پر هن جي وهم وگمان ۾ به نه هو ته هو ڪيڏي خوش نصيب آهي! جو هن کي محمد ﷺ جهڙو گهرواور نصيب ٿيو.

پاڻ ﷺ اڪيلائي پسند هئا پر ماڻهن سان به ملڻ جلڻ هوندو هو. ماڻهن جا مسئلا ٻڌندا هئا ۽ تمام غور سان ٻڌندا هئا. اڪثر خاموش رهندا هئا، فضول ڳالهه ڪڏهن به نه ڪندا هئا ۽ نه وري ڪنهن ڳالهه تي ڪنهن سان تڪرار ڪندا هئا. جيڪا به ڳالهه ڪندا هئا تمام مختصر ڪندا هئا. اها ڳالهه ڏاهپ واري هوند هئي ۽ ان ڏاهپ ۾ به نزاڪت هوند هئي. پاڻ ﷺ جي مرڪندڙ مک تي جنهن جي به نظر پوندي هئي اهو مستاڪ (مشتاق) ٿي ويندو هو. اها مرڪ ڪڏهن ڪڏهن کل ۾ به بدلجي ويندي هئي. انهن خوبين جي ڪري ماڻهون اوهان ﷺ جي هر ڳالهه کي وزن ڏيندا هئا. اوهان ﷺ جي مشوري جو احترام ڪندا هئا ۽ انهن تي عمل ڪندا هئا.



مکه جي چوڌاري جبل آهن ۽ وچ ۾ مکو آهي. جڏهن به مينهن وسندو هو ته شهر پاڻي سان ڀرجي ويندو هو. ڪعبي جون ڀتيون به ننڍڙيون هنيون ۽ انهن جي مٿان ڇت به ڪو نه هئي. جيئن اسان جي شهرن ۾ عيد گاهه هوندي آهي. هڪ ڀيري جي ڳالهه آهي ته مکي ۾ برساتن جي ڪري ٻوڏ اچي وئي، ڪيترين ئي جايون ڊهي پٽ پيون ۽ پاڻي ڪعبي جو اندر داخل ٿي ويو جنهنجي ڪري ڀتين ۾ ڏار پئجي ويا. پيڙه ڪمزور ٿي وئي. ان ڳالهه مکي وارن کي پريشان ڪري ڇڏيو ۽ ڪعبي جي مرمت جي فڪر ۾ لڳي ويا. ٻين وانگر پاڻﷺ به فڪرمند ٿيا.

ڪعبو انهن جي لاءِ سڀ ڪجهه هو. هي انهن جي عبادت جي جاءِ هئي انهن جي بتن جو مرڪز هو. آس پاس جا ماڻهون اچي ان جو طواف ڪندا هئا. انهن جي ڪري ڪاروبار ٿيندو هو. صرف ايترو نه پر ڪعبي جي ڪري مکي وارن جو ٻين جي نظرن ۾ تمام وڏو مقام هو ۽ ان جي ڪري هو هنن جي عزت ڪندا هئا ۽ پاڻ کان وڏيڪ سمجهندا هئا. ڇاڪاڻ جو ٻيا هنن جا پاڙيسري هئا پر مکي وارا خدمتگار ۽ ڪعبي جا سنڀاليندڙ هئا. ان ڪري سڀ مکي وارا گڏ ٿيا ۽ پاڻ ۾ مشورو ڪرڻ لڳا ته ڇا ڪجي؟ ڪير ڪعبي ڊاهي؟ ۽ ڪير وري ان جي نئين سر تعمير ڪري؟

ڪعبو الله جو پاڪ گهر آهي. هو ڊڄي رهيا هئا ته هن کي ڪيرائڻ تي الله ڪاوڙجي نه پوي ۽ ڪٿي انهن مٿان ڪو عذاب نه نازل ڪري. دماغ مفلوج ٿي ويا ته هاڻي ڪجي ته ڇا ڪجي؟!

ڪعبي جي حالت تمام خراب هئي، پيڙه ڪمزور ٿي چڪي هئي ۽ ڪنهن به وقت ان جي ڊهڻ جو امڪان هو. ان ڪري ان کي ڊاهي وري نيئن سر تعمير ڪرڻ ضروري هو. گهڻي سوچ ويچار ڪانپوءِ ڊڄندين ڊڄندين انهن ڪعبي کي ڊاهڻ جو فيصلو ڪيو. ان ڪانپوءِ هڪ ٻيو مسئلو هو ته نيئن جاءِ مضبوط ۽ پائيدار هئڻ گهرجي،ان جي لاءِ اڏاوت جو سنو سامان گهرجي جيڪو ڪٿان آڻجي؟ ماهر ڪاريگر ڪٿان اچن جيڪي سٺي نموني پٿرن کي ڳنڍين ته جيئن جاءِ خوبصورت ۽ مضبوط تعمير ٿئي.

جڏهن الله تعالىٰ مهربان ٿيندو آهي ته هر شيءِ آسان ٿي ويندي آهي. انهن ڏينهن ۾ هڪ رومي تاجر مصر مان تجارتي سامان کڻي حبش ڏانهن وڃي رهيو ته هن جو ٻيڙو جڏهه جده جي بندرگاهه تي پهتو ته ڪناري سان ٽڪرائجي پڇي پيو. ان جهاز ۾ تمام بهترين قسم جو ڪاٺ ۽ اڏاوتي سامان هو. هن تاجر سڄو سامان بندرگاهه تي لاٿو ۽ انتظار ڪرڻ لڳو ته ڪو ٻيو جهاز اچي جنهن تي سامان وجهي حبش کڻي وڃي. جڏهن قريشين کي اها خبر پئي ته جلدي ۾ پنهنجا ڪجهه ماڻهون موڪليا ان تاجر جو نالو باقوم هو. هي ان سان مليا ۽ هن سان پيرائتي ڳالهه ڪيائون. هو خوشي سان اهو سامان وڪڻڻ لاءِ تيار ٿي ويو. هن انهن کي ٻڌايو ته مان هڪ بهترين رازو به آهيان. قريشين کي اڳ ۾ ئي

هڪ سني رازي جي ضرورت هئي. بغير ڪنهن ڪوشش جي هنن کي مستري ملي ويو. ان ڪري هو هنن کي ٻه پاڻ سان گڏ وٺي ويا.

باقوم جڏهن ڪعبو ڏٺو ته چيائين هن جي اڏاوت ته تمام آسان آهي پر ڇت اڏڻ لاءِ ڪجھ ٿنيا بيهارڻا پوندا جيئن ڇت مضبوط ٿئي پوءِ چاهي طوفان اچي يا ٻوڏ هن کي ڪو به نقصان نه ٿيندو. هنن جي پاڻ اها خواهش هئي. ان لاءِ هن هائوڪار ڪئي. مڪي ۾ هڪ مصري رهندو هو. قبطي نسل جو هو. هن جو نالو صيلح هو. جيڪو بهترين ڊکڻ هو. ان لاءِ باقوم جي مدد لاءِ هو به تيار ٿي ويو.

ان ڪانپوءِ قريشين ڪعبي جا الڳ الڳ حصا قبيلن ۾ ورهايا ته جيئن هن کي ڊاهڻ ۽ وري ناهڻ ۾ هرهڪ قبيلي کي شرف نصيب ٿئي.

جڏهن ڊاهڻ جو وقت آيو ته هر هڪ ماڻهون ڏکي ۽ ڊڄي رهيو ۽ مونجهاري جو شڪار ٿي رهيو هو ته ڊاهجي ؟ يا نه ڊاهجي؟ ڇا ڪجي؟ ابرها جي لشڪر جو حشر هو پنهنجي اکين سان ڏسي چڪا هئا. جيڪو ڪعبي ڊاهڻ لاءِ پنهنجو پورو لشڪر وٺي آيو هو. جيڪو نه ڪعبي تائين پهچي سگهيو ۽ نه وري واپس موٽي سگهيو. پنهنجي پوري لشڪر سميت ناس ٿي ويو. هن واقعي کي اجان گهٽو وقت ڪو نه گذريو. هن جي بربادي جو نظارو جڏهن مڪي وارن جي اکين اڳيان ايندو هو ته هو ڏکي ويندا هئا. هنن جو مقصد ڊاهڻ نه پر ناهڻ هو. ان ڪري هنن نمازون پڙهيون، قربانيون ڪيون، دعائون گهريون، آزيون نيازيون ڪيون. پوءِ هڪڙو ماڻهون اڳتي وڌيو جنهنجو جسم ڊپ کان ڏکي رهيو. اهو وليد بن مغيره هو. ڏڪندڙ هٿن سان پاهوڙي کي پڪڙيو ۽ هڪ ٿنيو ڊاهي ڇڏيو!

هر پاسي خاموشي هئي، ماڻهن تي ماٺ  جي راڪاس راڄ هو. اهي وليد جي حشر جي انتظار ۾ هئا. هاڻي هن جو ڇا حشر ٿيندو؟ رات گذري صبح جو سج اڀريو پر وليد کي ڪجھ به نه ٿيو. هن تي ڪا آفت نه آئي! هاڻي قريشين ۾ همت پيدا ٿي ۽ دل کي تسلي ملي ۽ انهن ڪعبي کي ڊاهڻ شروع ڪيو.

ڊاهڻ ۾ سيني شرڪت ڪئي ۽ پٿرن کي پري ڪرڻ ۾ سيني مدد ڪئي. ڊاهيندين ڊاهيندين هڪ سائي رنگ جي پٿر وٽ پهتا. ان تي هنن پاهوڙيون هنيون پر پٿر کي ڪجھ به نه ٿيو بلڪ پاهوڙيون هٿن مان نڪري وڃي پري پيون. پوءِ ان پٿر وٽان هنن ڪعبي جي پيڙھ جي شروعات ڪئي.

ويجهو جبل هئا. اتان هو پٿر چوندي آيا ۽ ڪعبي کي ناهڻ لڳا. پاڻﷺ ۽ پاڻﷺ جا سڀ چاچا هن ڪم سڀ کان اڳيان اڳيان هئا. اهڙي طرح ڪعبي جون پٽيون نهي راس ٿيون.

ڪعبي جي پراڻي پٽ ۾ اوپر ڪان هڪ ڪارو پٿر لڳل هو ۽ هاڻي بہ آهي جنهن کي ”حجر اسود“ ”ڪارو پٿر“ چوندا آهن. عرب هن کي برڪت وارو سمجهندا هئا. اسلام ۾ بہ هن جو پنهنجو مرتبو آهي. ڪعبي جو هر طواف هن پٿر کان شروع ڪندا آهن ۽ هن کي چمندا بہ آهن.

قريشين پٽيون ڪجھ وڏيون ناهيون جيئن  ٻوڏ ۽ برسات جي پاڻي کان ڪعبو بچي وڃي. هاڻي حجر اسود کي پٽ سان چنمبڙائڻ جو وقت آيو تہ اهو سوال پيدا ٿيو تہ هي شرف ڪير  حاصل ڪري؟ ڪير هن کي ان جاءِ تي رکي؟ ڪو بہ قبيلو هن شرف کان محروم ٿيڻ لاءِ  تيار نہ هو. هر هڪ چاهيو پئي تہ اهو اعزاز هن کي ملي ۽ ٻين جي مقابلي ۾ پاڻ کي ان مرتبي جو وڌيڪ حقدار پئي سمجهيو.

آهستي آهستي هل هنگامو شروع ٿيو. ماڻهون هڪ ٻئي کي ڏند چڪي ڏيڻ لڳا اهڙي طرح ويچو وڌندو ويو ۽ ماحول خراب ٿيڻ لڳو. اهي دليون جيڪي هن وقت تائين ڳنڍيل هنيون ۽ الله تعالىٰ جي نالي تي ڪير ڪند هنيون، ڦاٽڻ شروع ٿيون ۽ انهن ۾ بُڇان ۽ بيزاري جي باھ پڙڪڻ لڳي.

پنج راتون گذري ويون، جهڳڙو جاري رهيو. ڪنهن ڳالھ تي نہ بيٺا ۽ نہ  وري ڪو اتفاق ٿيو. ڳالھ ڏاڍي نازڪ مرحلي تي پهتي ۽ ماڻهون مرڻ مارڻ تي تيار ٿي ويا. بني عبدالدار ۽ بني عدي بہ مشهور قبيلا هئا. انهن پاڻ ۾ قول قرار ڪيو تہ هي اعزاز ڪنهن بہ حالت ۾ هٿن کان نہ وڃائيندا‌سين ۽ نہ وري ڪنهن ٻئي قبيلي کي هن جي ويجهو اچڻ ڏيندا‌سين. عربن ۾ اهو رواج هو تہ جڏهن بہ وچن ڪبو هو تہ پيالي کي رت سان پري ان ۾ هٿ  وجهي وچن ڪندا هئا. انهن اها رسم بہ نيائي ڇڏي. پوءِ مياڻ مان تلوارون نڪري هٿن جي سونهن بڻجي هوا ۾ لهرائڻ لڳيون، هاڻي فيصلو اسان جون تلوارون ڪنديون جا آوزا ايرڻ لڳا. تڏهن ابو اميہ بن مغيره اٿيو. هي قريش جو سڀ کان وڏي عمر وارو شخص هو ۽ هرڪو هن جي عزت ۽ احترام ڪندو ۽ هن جي ڳالھ کي نہ ٽاريندا هئا. هن سڀني کي منٿون ميڙون ڪيو ۽ چيو:

”منهنجا پائرو! عزت ۽ سرداري ۾ توهان سڀ برابر آهيو، خواه مخواه پاڻ ۾ نہ وڙهو. ڪدورت ۽ ڪيني جي باھ کي ڦوڪا نہ ڏيو. عقل ۽ هوش کان ڪم وٺو ۽ منهنجي ڳالھ کي مڃو پهريون قريشي جيڪو ”باب الصفا“ کان ڪعبي ۾ ايندو. هن ڳالھ جو فيصلو اهو ڪندو.“

اھ ڳالھ سڀن مڃي. ڪعبي جو چوڌاري حرم شريف جي پٽ آهي. ان ۾ دروازا آهن، انهن دروازن مان هڪ جو نالو باب الصفا آهي. هي دروازو صفا جبل طرف آهي. هاڻي سڀ صفا دروازي ڏانهن ڏسڻ لڳا ۽ انتظار ڪرڻ لڳا تہ ڏسون اسان جي قسمت جو فيصلو ڪنهن جي هٿ ۾ آهي ۽ ايندڙ ڪهڙي نموني هن ڳالھ جو حل ڳوليندو. رب جي قدرت ڏسو، ٿوري دير ڪانپوءِ هڪ سهڻو نوجوان

باب الصفا مان ظاهر ٿئي ٿو. هو تيز تيز اچي رهيو آهي. هن کي ڏسندين ئي سيني رڙيون ڪرڻ شروع ڪيون:

”امين!! امين! محمدﷺ امين جو فيصلو منظور آ!“

ڪيڏو نه يقين هو قوم کي هن نوجوان تي! سڄي قوم ۾ ڪنهن کي به هن جي ديانتداري تہ جيترو بہ شڪ نه هو ۽ ڪو به اهڙو نه جيڪو هن جي فيصلي کي نہ مڃي. ڏسڻو آهي تہ اڄ هن حساس موقع تي هو ڪهڙو ڪردار ادا ڪري ٿو.

ماڻهون بچيني سان هن ڏانهن پڪا ۽ پاڻﷺ کي فيصلي ڪرڻ چيو. پاڻﷺ فرمايو: ”ڪپڙو ڪڻي اچو“. ڪپڙو آيو تہ پاڻﷺ ان کي زمين تي وڇائي ڇڏيو ۽ پوءِ حجر اسود کي کڻي ان تي رکي ڇڏيو ۽ فرمايو:

”هر قبيلي جو سردار هڪ هڪ پاسي کان ڪپڙي کي پڪڙي ۽ سڀ ان کي گڏجي کڻو“.

سيني قبيلي جي سردارن هڪ هڪ پاسي کي پڪڙيو ۽ حجر اسود کي لڳائڻ واري جاءِ تائين کڻي آيا. ان کانپوءِ پاڻﷺ ان کي کڻي ان جي جاءِ تي لڳائي ڇڏيو. ماڻهون خوشي ۾ نچڻ لڳا ۽ هر پاسي خوشي ئي خوشي نظر اچي رهي هئي. ڪيترو گنڀير مسئلو ۽ ڪهڙي آرام سان حل ٿي ويو. هر هڪ جو ڳاٽ مٿي ٿيو ۽ ڪو بہ ان شرف کان محروم نہ رهيو.

پاڻﷺ جي حڪمت ۽ هوشياري سان برندڙ ٿانڊن تي پاڻي پئجي ويو. قوم گهرو ويڙهہ کان بچي وئي ۽ سڀ پاڻ ۾ کير کنڊ ٿي ويا.

پوءِ قريشين ڪعبي کي ٺاهي راس ڪيو. ٽنين جي مٿان ڇت وڌائون ۽ اندر وڃڻ لاءِ هڪ دروازو ٺاهيائون، جتي بتن جو بادشاھ هُبَل وينو هو.

ان وقت پاڻﷺ جي عمر مبارڪ ٣۵ ورهيہ هئي.

اوهان ڏٺو، محمدﷺ ڪيترا سچار هئا! قوم ۾ ڪيڏا مقبول هئا! صاف سيرت! پاڪ طبعيت! هرهڪ جي دل ۾ اوهانﷺ لاءِ عزت هئي ۽ جيڪو چوندا هئا اهو مڃيو ويندو هو.

﴿وَ إِنَّكَ لَعَلَىٰ خُلُقٍ عَظِيمٍ﴾ (القلم آيت ۴)

”۽ بيشڪ اوهان ﷺ تمام عظيم ڪردار جا مالڪ آهيو“



ٻاٽ ۾ چار ڪڙڪبيتا (ٽاٽڊاٽا).

رات جي پوڇارين جو شرمناڪ ورتاءُ.

غارِ حرا ۾ حقيقت جي ڳولا.

ڇيهي تي ڇيهو.

غلام جو نصيب کلي پيو.

عليؓ رسول الله جي نگهباني ۾.

نبوت جا آثار ظاهر ٿيڻ.

حضرت جبريلؑ جو اچڻ ۽ پاڻ ﷺ جي گهبراهٽ.

بي بي خديجهؓ جو همٿائڻ ۽ ايمان ۾ اڳرائي.

ورقہ بن نوفل سان ملاقات.

وحي جو رُڪجي وڃڻ.

وحي جو اچڻ ۽ وري رُڪجي وڃڻ.

تسلي جو پيارو طريقو.

عليؓ ۽ زيدؓ ايمان جي هنج ۾.

ابوبڪرؓ جي قافلي سان گڏ.

مسلمان ۽ اسلام جي تبليغ.

ابوطالب اسلام جو حامي.

قريشين جون حرڪتون.

﴿وَإِذۡ بَوَّأۡنَا لِإِبۡرَٰهِيمَ مَكَانَ ٱلۡبَيۡتِ أَن لَّا تُشۡرِكۡ بِي شَيۡـٔٗا وَطَهِّرۡ بَيۡتِيَ لِلطَّآئِفِينَ وَٱلۡقَآئِمِينَ وَٱلرُّكَّعِ ٱلسُّجُودِ﴾

اهو وقت بہ ياد ڪيو، جڏهن اسان ابراهيم جي لاءِ هن (ڪعبي ڪي) گهر مقرر ڪيو. هدايت هي هئي تہ مون سان ڪنهن ڪي شريڪ نہ ڪجان (شرڪ نہ ڪجان) ۽ طواف ڪرڻ وارن، قيام ڪرڻ وارن، رڪوع ۽ سجدن ڪرڻ وارن جي لاءِ منهنجي گهر ڪي پاڪ رکجان.



عرب حضرت ابراهيم عليه السلام جي دين کي وساري چڪا هئا، ان جو پيغام انهن کي ياد ئي ڪو نہ هو ۽ بتن جي پوڄا ۾ مست هئا. پر ڪجھ قريشين کي ان گمراهي جو احساس ٿيو. هنن بت پرستي جي خلاف آواز اٿاريو ۽ ماڻهن کي حضرت ابراهيم عليه السلام جو ڏنل پيغام ياد ڏياريو. مڪي وارن کي انهن چيو:

” قريشيو! ابراهيم عليه السلام جي اولاد! الله جي گھر کي شرڪ کان پاڪ ڪريو. ڪعبي ۾ جيڪي بت رکيا اٿو، انهن کي پيچي ڇڏيو. اهي بي جان آهن. جيڪي نہ ٻڌي سگھن ٿا ۽ نہ وري ڏسي سگھن ٿا، انهن کي پوڄڻ مان ڪهڙو فائدو؟ توهان انهن جو طواف ٿا ڪريو! (حيف اٿو) انهن جون باسون ٿا باسيو! (حيف اٿو) انهن جي نالن تي قربانيون ٿا ڪريو! (حيف اٿو). يائرو! تورات ۽ انجيل ۾ هڪ نبي جو ذڪر ٿيل آهي. اهو نبي توهان جي نسل مان ٿيندو. هن جي اچڻ جو وقت ٿي ويو آهي. يهودي عالم، عيسائين جا پادري ۽ نجومي بہ ايئن ٿا چون. ان لاءِ توهان توبھ تائب ٿيو ۽ ان جو انتظار ڪريو. توهان دنيا ۾ بہ ڪامياب ٿي ويندؤ ۽ آخرت ۾ بہ موجون ماڻيندؤ.“

هنن لاءِ اها هڪ نئين ڳالھ هئي. هنن جا ڪن ايا ٿي ويا تہ هي ڪير آهن؟ ڏسن تہ عمر بن نقيل جو پٽ زيد ، نوفل جو پٽ ورقہ، حارث جو پٽ عثمان ۽ حجش جو پٽ عبيد آهن.

هي پنهنجي قوم جا قابلِ احترام ماڻهون هئا. ماڻهون انهن جي عزت ڪندا هئا. هر ڪنهن کي خبر هئي تہ هي چارئي ابراهيم عليه السلام جي دين جا پوئلڳ آهن. هنن پاڻ تي جوا ۽ شراب کي حرام ڪري ڇڏيو آهي. بت پرستي کان بيزار آهن. بي وس ڇوڪرين جي لاءِ ڇپر ڇانو آهن. ڪٿي هنن کي خبر پئي تہ ڪو پنهنجي نياڻي کي بک ۽ غريبي کان تنگ ٿي يا خواري ۽ عزت ۽ غيرت کي بچائڻ لاءِ جيئرو پورڻ وڃن پيا تہ هي جلدي وڃي ان کي بچائيندا هئا ۽ پاڻ انهن نياڻين جي سنڀال ڪندا هئا ۽ جوان ٿيڻ تي جي گھر وارا راضي ٿيندا هئا تہ هو انهن کي واپس موٽائي ڏيندا هئا.

ان هوندي بہ قريشين کي اهو منظور نہ هو تہ ڪو اهڙي ڳالھ ڪري جيڪا انهن جي مذهب جي خلاف هجي ۽ انهن جي مذهب کي ڪو غلط سمجھي يا انهن جي بتن جو ڪو انڪار ڪري. بتن جي بي وسي جو بهانو ڪري انهن جي دلين ۾ ڪو وس وسا وجھي.

اهڙي قسم جي پوڄائن ۽ باسن باسڻ ۾ هنن جي ڄمار گذري وئي. اهي هنن جا معبود هئا جنهن کي ابن ڏاڏن کان پوڄيندا پئي آيا. ڇا هو هنن کي ڇڏي ڏين؟ اهو تہ هو خواب خيال ۾ بہ نٿا سوچي سگھن. ان لاءِ هنن ڪراهت مان منهن ڦيري ڇڏيو. نفرت وچان ڪنن تي آڱريون ڏنيون ۽ ڪجھ انهن کي طعنا هڻندا ۽ گاريون ڏيندا رهيا. ڪن وري انهن جو مذاق اُڏائيندا رهيا ۽ جيترو ٿي سگھيو جسم ۽ روح کي زخمي ڪيائون.

اهڙي نموني ڪيتروئي وقت گذري ويو. انهن مان ڪجھ لڏي ويا ۽ ڪجھ عيسائي ٿيا. فقط زيد پوئتي رهجي ويو ۽ چارئي ابراهيم عليه السلام جي دين تي قائم رهيو. هو ڪعبي جي پٽ سان ٽيڪ لڳائي روئيندو هو ۽ چوندو هو:

” اي خدا! جي مون کي خبر هجي ها ته ڪهڙو طريقو توکي پسند آهي ته اهو اختيار ڪيان ها پر مون خبر ناهي“

پوءِ بي اختيار سجدي ۾ ڪري پوندو هو.



چئنهي بزرگن پنهنجي عقيدي جو اعلان ڪري ڇڏيو. جيڪي سمجهيو اهو صاف صاف ٻڌائي ڇڏيو. ان تي قريشين هنن جو گهڻو مذاق اڏايو. اهي ماڻهون جيڪي ڪجھ وقت اڳ تمام گهڻين خوبين جا مالڪ هئا، شرافت ۽ انسانيت جو اعلىٰ معيار هئا پر خدائن جي خلاف وجڻ تي، هاڻي انهن ۾ هنن کي عيب ئي عيب نظر پئي آيا. پر هنن کي ڪهڙي خبر ته هڪڙو نوجوان جيڪو هنن جي اکين جو تارو ۽ دل جو قرار آهي. جيڪو هنن کي عزيز ۽ پيارو آهي. اهو به اهڙا خيال رکي ٿو ۽ انهن جي دين جو علمبردار آهي. ها، هن اڃان اعلان ناهي ڪيو ڇاڪاڻ ته هو پاڻ ئي اڪيلائين ۾ سوچن جي سمنڊ ۾ غرق آهي. سچ ۽ حق جي ڳولا ۾ رڌل آهي.

مڪي کان ڇھ ڪوھ پري حرا نالي سان هڪ جبل آهي. ان ۾ هڪ غار آهي جيڪا غار حرا جي نالي سان مشهور آهي. محمدﷺ ان غار ۾ ويندا هئا. ڏينهن جا ڏينهن ۽ راتين جون راتيون ان ۾ رهندا هئا. جنهن حقيقت جي لاءِ اوهان ﷺ بيچين هئا ان جو اظهار ڪند هئا ۽ جنهن وسيلي جي خواهش هئي ان جي ڳولا ڪندا هئا.

اتي نه ڪنهن انسان جو آواز هو ۽ نه وري دنيا جو ڪو گوڙ. بس اڪيلائي ۽ خاموشي جو راڄ هو. پاڻﷺ اتي ويهي فڪر ۽ ويچار ڪندا هئا. جيڪا رکي سکي موجود هئي ان تي گذارو ڪندا هئا.

اهي ها اوهانﷺ جا ڏينهن ۽ اهي هيون اوهانﷺ جون راتيون!! هميشه سوچ جي سيج تي ستل. عقل ۽ فهم جي سمنڊ ۾ گهڙي حق جي ڳولا ۾ رڌل، جي ملي ويو ته شوق جي هٿن سان پڪڙيندا هئا ۽ جي باطل محسوس ٿيندو هو ته ذهن تان ميساري ڇڏيندا هئا.

هي دنيا جنهن ۾ اسان رهي رهيا آهيون، ان جي حقيقت ڇا آهي؟ اهو هڪ سوال هو، جنهن جي جواب جي تلاش ۾ اوهانﷺ جي سڄي جدوجهد هئي.

سالن جا سال گذري ويا. اوهانﷺ جو اهو حال هو. هر پيري غار ۾ ويندا رهيا ۽ جڏهن رمضان جو مهينو ايندو هو ته سانتيڪا ٿي ويهي رهندا هئا. رات ڏينهن اتي ئي وينل هوندا هئا! دستور هو ته غار کان واپس مڪي ورڻ تي، سڀ کان پهريان ڪعبي جو طواف ڪندا هئا پوءِ ٻارن ٻچن ڏانهن ايندا هئا. بي بي خديجهؓ ڏاڍي پيار ۽ پاٻوهه سان پڇندي هئي:

"محمدﷺ! خيرت ته آهي؟"

پاڻﷺ فرمائيندا هئا:

"ها! خدا جو شڪر آ"

پوءِ ٻار اوهانﷺ کي وڪوڙي ويندا هئا. جيڪي تمام ننڍا هئا اهي چنبڙي پوندا هئا ۽ جيڪي وڏا هئا اهي ڳالهائيندا هئا ۽ تمام معصوميت سان پڇندا هئا:

"بابا! اوهان ڪاڏي ويا هئا؟ اسان به اوهانﷺ سان گڏ هلنداسين"

پاڻﷺ انهن کي جهولي ۾ ويهاري پيار ڪندا هئا ۽ محبت ۽ شفقت سان مٿن تي هٿ ڦيرائيندا هئا. منڊيون منڊيون ڳالهيون ڪندا هئا ۽ فرمائيندا هئا:

"نيڪ آ ڪڏهن توهان به هلجو"

پاڻﷺ ڪجھ وقت ٻارن سان گذاريندا هئا ۽ انهن جي منڊين منڊين ڳالهين مان پيا خوش ٿيندا هئا. انهن جي ٻاتڙي ٻولي ۽ معصوماڻين ڳالهين مان پيا گدگد ٿيندا هئا. پوءِ وري غار حرا موٽي ويندا هئا.

پر......... هي مبارڪ گهڙيون ۽ هي خوشي جا پل جلدي ختم ٿي ويا. پاڻﷺ جا سڀ پٽ هڪ هڪ ڪري الله کي پيارا ٿي ويا. سهڻو ۽ پاڪ قاسم الله سان وڃي مليو. صدمن جي ضرب مٿان ضرب لڳندي رهي ۽ پاڻﷺ صبر ڪندا رهيا. ننڍپڻ ۾ يتيمي جو ڏک ۽ جواني ۾ پيارن جو ڏک.

هاڻي صرف اوهانﷺ جو ڌيئرون رهجي ويون ۽ اهي صرف چار هنيون. زينبؓ رقيهؓ ام ڪلثومؓ ۽ فاطمهؓ. زينبؓ جوان ٿي ته ان جي شادي ابوالعاص سان ڪري ڇڏي. هي بي بي خديجهؓ جو ڀاڻيجو ۽ ربيع جو پٽ هو. پوءِ رقيهؓ ۽ ام ڪلثومؓ جي شادي عتبه ۽عتيبه سان ڪري ڇڏي. هي ٻئي ابولهب جا پٽ هئا.

پاڻﷺ سان صرف فاطمهؓ رهجي وئي. پياري، ننڍڙي ۽ معصوم فاطمهؓ.

پاڻ ﷺ پٽن کان تہ محروم ٿي ويا پر قسمت سان ہہ ڇوڪرا ملي ويا. نهايت تابعدار ۽ فرمانبردار، سنوپرا ۽ وفادار! ان لاءِ هاڻي ہئي اوهان ﷺ جي اولاد هئا ۽ پاڻ ﷺ انهن جا والد هئا.

بي بي خديجہؓ جو هڪ ڀائٽيو هو حڪيم بن حزام. هڪ ڏينهن بي بي خديجہؓ انهن جي گهر وئي. جڏهن موٽي آئي تہ هڪ غلام ہہ هن سان گڏ هو. غلام تمام سهڻو ۽ نازن سان پاليل پئي لڳو.

پاڻ ﷺ فرمايائون:

" هي ڪير آهي خديجہؓ"

هن چيو:

"حڪيم منهنجو ڀائٽي، شام مان ڪجھ غلام آندا هئا، هڪ مون کي ہہ ڏنائين"

پاڻ ﷺ فرمايائون:

"خدا سان هن جو منهن شرافت سان ہهڪي رهيو آهي. عقل ۽ ذهانت جا ہہ اهڃاڻ اٿس"

هن وراڻيو:

"چون ٿا تہ هي لاڏ ڪوڏ سان پليل هو. اتفاق سان بني قين جي هٿ لڳي ويو ۽ انهن هن کي حباشه جي بازار ۾ وڪرو ڪري ڇڏيو"

پاڻ ﷺ غلام کي ڏاڍي پيار ۽ پاہہ سان ڏٺو ۽ پڇيائين:

" پٽ تنهنجو نالو ڇا آهي؟"

هن چيو:

"منهنجو نالو زيد آهي"

پاڻ ﷺ فرمايائون:

"تنهنجو حسب نسب ڪهڙو آهي"

هن جواب ڏنو:

"منهنجي والد جو نالو حارثہ ڏاڏي جو نالو شرجيل ۽ پڙ ڏاڏي جو نالو ڪعب آهي. منهنجي ماءُ جو نالو سعدا آهي. هو ثعلبہ جي ڌيءَ آهي ۽ طئي قبيلي مان آهي"

پاڻ ﷺ بي بي خديجہؓ کي فرمايو:

”ڇا هاڻي هي غلام منهنجو ناهي؟“

هن چيو:

”ها ها، ڇو نہ، منهنجا سئوٽ! هي تہ اوهانﷺ جو ئي آهي؟“

پاڻﷺ ان وقت ئي غلام کي آزاد ڪري پنهنجو پٽ ڪري ڇڏيو! ان ڪان پوءِ هن جي ماءُ پيءُ ڏانهن ماڻهون موڪليو تہ جيئن انهن کي دلجاءِ ٿئي تہ انهن جو ٻچو خيرت سان آهي.

خبر پوندي ئي زيد جو پيءُ ۽ چاچو مڪي پهچي ويا ۽ انهن پاڻﷺ کي عرض ڪيو تہ

”جيترو چوندين توکي ڏينداسين بس اسان جو ٻچو اسان کي موٽائي ڏي“

پاڻﷺ فرمايائون:

”ان ڳالھ جو ٻيو حل؟“

انهن پڇيو:

”اهو وري ڪهڙو؟“

پاڻﷺ فرمايائون:

”مان هن کي سڏ ڪيان ٿو ۽ هن کي هن جي مرضي تي ڇڏيان ٿو، جي هو توهان سان هلڻ چاهي ٿو تہ توهان هن کي وٺي وڃو ۽ مون کي ڪجھ بہ ڏيڻ جي ضرورت ناهي پر جي هو مون سان رهڻ چاهيندو تہ پوءِ مان بہ هن کي ڪو نہ ڇڏيندس.“

انهن چيو:

”صدقي ٿيون اوهانﷺ جي ڪرم تي، هن ڪان وڌيڪ ٻي ڪهڙي ڳالھ ٿي سگهي ٿي“

پاڻﷺ زيد کي گهرايو ۽ فرمايائون:

”ڏس، هي ٻہ مهمان آيا آهن. ڇا تون انهن کي سڃاڻي ٿو؟“

زيدؓ چيو:

”ها،ها، هي تہ منهنجو بابو ۽ هو منهنجو چاچو آهي.“

پاڻﷺ فرمايائون:

”هاڻي تنهنجي مرضي آهي. جي گهر وڃڻ چاهين ته هنن سان گڏجي گهر وڃ ۽ جي مون سان رهڻ چاهين ته مون سان رهي سگهين ٿو“

بار ٽڪڙ ۾ پاڻﷺ سان چنبڙي پيو ۽ چيائين:

”نه،نه، مان ته اوهانﷺ سان رهندس.“

اهو ٻڌندين زيدؓ جي پيءُ کي ڪاوڙ اچي وئي ۽ ڪاوڙ وچان چيائين:

”زيدؓ ماءُ پيءُ، قوم ۽ وطن کي ڇڏي تون غلام ٿي رهڻ چاهين ٿو؟“

زيدؓ چيو:

”معاف ڪجو. هنﷺ مون کي غلام ناهي ڪيو. ٻيو ته هن ۾ اهي خوبيون آهن جو مان هن کي ڇڏي نٿو سگهان“

پاڻﷺ زيدؓ جو هٿ وٺي سڌو قريشين وٽ آيو ۽ فرمايائون:

”توهان شاهد رهجو ته اڄ کانپوءِ زيدؓ منهنجو پٽ آهي. هي منهنجو وارث ٿيندو ۽ مان هن جو وارث ٿيندس“

حارث جڏهن هي ٻڌو ته خوشي وچان ٻهڪڻ لڳو ۽ پٽ کي پاڻﷺ وٽ ڇڏي واپس هليو ويو. ڪجھ وقت کانپوءِ عليؓ به اوهانﷺ ڪفالت ۾ اچي ويو. اهڙي نموني زيدؓ ۽ عليؓ ٻئي گڏ رهڻ لڳا ۽ پاڻﷺ جي لاڏ ڪوڏ ۽ پيار ۾ زندگي جون سڀ مصيبتون وسري وين.

ايئن ڇو ٿيو؟ ڳالھ هي آهي ته ابوطالب کي الله اولاد ڪثير (گهڻي) ۽ دولت قليل (گهٽ) ڏني هئي. هنن جو گذران ڏاڍو ڏکيو ٿيندو هو. ڏينهن ڏاڍا ڏکيا گذرندا هئا. مٿان وري عربستان ۾ ڪهر جو ڏڪر پئجي ويو. ابوطالب ته ڇا پر وڏن وڏن اميرن جو چيلهون چهيون ٿي ويون. نه ڄاڻ ڪيترا امير غريب ٿي ويا. پاڻﷺ جو هڪ چاچو عباسؓ به هو. هي بني هاشم جي وڏيرن مان هو. پاڻﷺ ان موقعي تي هن کي چيو:

” ڇو نه اسان چاچي ابوطالب جي ٻن پٽن جي ڪفالت ڪيون. ايئن ڪرڻ سان هن جي ڪجھ پريشاني گهٽ جي ويندي“

عباسؓ کي اها ڳالھ پسند آئي. ٻئي گڏجي ابوطالب وٽ آيا ۽ هن جي سامهون پنهنجي ڳالھ رکيائون. ابوطالب چيو:

”هنن مان جنهن کي چاهي وٺي وڃو“

اهڙي نموني عباسؓ جعفرؓ کي وٺي ويو ۽ پاڻ ﷺ عليؓ کي. ان وقت کان وٺي پاڻ ﷺ عليؓ جا مهربان پيءُ ٿي ويا ۽ عليؓ لاڏلو پٽ.



**پاڻ ﷺ چاليهن جو چولو پائڻ وارا هئا!**

هاڻي پاڻ ﷺ تي اهي انڪشاف ٿيڻ لڳا جنهن جستجو ۾ پاڻ جِيءُ رهيا هئا. جنهن جي تلاش هئي ۽ جنهن لاءِ بيتاب هئا. سالن جي عبادت ۽ جاکوڙ سان روح ۾ روشني پيدا ٿيڻ لڳي. دل شيشي جيان چمڪڻ لڳو. اندر هڪ دم ٻهڪڻ لڳو ۽ پاڻ ﷺ تي هدايت جو الهام ٿيڻ لڳو.

پاڻ ﷺ کي سچا خواب اچڻ لڳا. جنهن سان پاڻ ﷺ تي حقيقت کلي پئي ۽ اونداهه جو چوغو چير جي پيو. جنهن کي چيرڻ لاءِ پاڻ ﷺ لاڳيتو زور لڳائي رهيا هئا. اوهان ﷺ تي حق ۽ هدايت جي راهه روشن ٿي پئي ۽ محسوس ڪيو ته دنيا جي عيش عشرت چئن ڏينهن جي چاندوڪي آهي ۽ هتي جو سک ،آرام، لذتون ۽ راحتون وقتي ۽ فاني آهن.

اوهان ﷺ خبر پئي ته قوم تمام غلط ڳالهين ۾ گرفتار آهي. انهن جيا عقيدا ڪيڏا نه غلط آهن ۽ راهه رباني کان ڪيترو نه پري آهن.

اوهان ﷺ اهو سمجهي ويا ته الله ئي سيني جو معبود آهي. ان جو ڪو شريڪ ۽ ساٿي ڪونهي. سڀ انسان ان جا گولا (ٻيلي) آهن. زمين ۽ آسمان به هن جي هٿ هيٺ آهن ۽ هو سيني کي ان جي عملن مطابق عيوضو عطا ڪندو آهي.

پاڻ ﷺ کي هر هر سچا خواب نظر اچڻ لڳا. جن ڳالهين جي ڳولا ۾ اوهان ﷺ بيچين هئا ۽ حق جي حقيقت ڄاڻڻ لاءِ اوهان ﷺ لڇي رهيا هئا. هاڻي اها سچ ۽ چنڊ وانگر روشن ٿي وئي. حق بلڪل واضع ٿي نگاهن جي سامهون اچي ويو ۽ باطل جو پيد به اوهان ﷺ تي پڌرو ٿي پيو. هن جي ڪري اوهان ﷺ کي ڏاڍي خوشي ٿي. دل گلاب جيان ٽڙي پيو ۽ سينو ايمان جي نور سان منور ٿي ويو پر ان سان گڏوگڏ آنڊ مانڊ به وڌي وئي ۽ خوف ۽ گهٻراهٽ جي ڪري حالت به غير هئي.

پاڻ ﷺ کي جنهن حقيقت جي ڳولا هئي ان کي حاصل ڪري پاڻ ﷺ بيحد خوش هئا پر اهڙو اعلان ڪرڻ تي قوم جو ردعمل ڇا هوندو؟ هي سوچي پاڻ ﷺ گهٻرائجي ويا ۽ خوف مان دل ڪنبڻ لڳو.

الله جل شانہ اوھانﷺ کي هدايت عطا ڪئي ۽ اها واٽ ڏيکاري جيڪا هن جي نيڪ ٻانهن جي هئي. پر قوم تہ گمراهي جي ڏٻڻ ۾ ڦاٿل آهي. ان کي هدايت جي دڳ ڪير لائيندو؟ انهن کي باطل کان بيزار ڪير ڪندو!!! ۽ حق جو عرق انهن جي اندر ڪير اوتيندو.!!

جڏهن خواب صبح وانگر روشن ٿي ويندو هو، ان جي تعبير صاف ظاهر ٿي پوندي هئي ۽ اڻڄاڻ ڳالهيون پڌريون ٿي پونديون هنيون تہ پاڻﷺ پريشان ٿي ويندا هئا ، دماغ ۾ طرح طرح جا خيال ايندا هئا ۽ پاڻ تي شڪ ٿيڻ لڳندو. ان ڪري پاڻﷺ خديجهؓ سان دل جو حال اوريو ۽ دل تي جيڪا گذري رهي هئي اهو بہ ٻڌايو. خديجهؓ اوهانﷺ جون سڀ ڳالهيون اطمينان ۽ ڌيان سان ٻڌيون ۽ پاڻﷺ کي آٿت ڏئي، چيو:

”منهنجي سر جا سائين! اوهان فڪر نہ ڪريو. شيطان جي پهچ اوهان جهڙي انسان تائين ٿي نٿي سگهي؟“

هن ڀيري جڏهن رمضان آيو تہ اوهانﷺ وري غار حرا ڏانهن هليا ويا ۽ هر شيءِ کان پري ٿي ڌيان ۽ عبادت ۾ مشغول ٿي ويا. ڪڏهن ڪڏهن گهر وارا ايندا هئا ۽ اوهانﷺ کي ڏسي پنهنجون اکيون ٺريون ڪندا هئا ۽ ڪجھ کاڌي پيتي جو سامان رکي هليا ويندا هئا. غريب ۽ مسڪين بہ ايندا هئا ۽ سخاوت مان سيراب ٿي ويندا هئا.

ايئن رمضان جيا ڪجھ ڏينهن گذريا. هڪ ڏينهن پاڻﷺ غار ۾ آرام ڪري رهيا هئا. صبح جو وقت هو. اوچتو هڪ فرشتو نظر آيو. حد کان وڌيڪ سهڻو فرشتو، هٿ ۾ هڪ ريشم جو ٽڪرو بہ هيس.

ملائڪ چيو:

” اِقۡرَاءۡ — پڙه“

پاڻﷺ گهٻرئجي ويا:

”مَا اَقۡرَاءۡ — مون کي پڙهڻ ناهي ايندو“

هاڻي پاڻﷺ کي ايئن محسوس ٿي رهيو تہ ڄڻ هو گهٽو ڏئي رهيو آهي ۽ جسم مبارڪ کي نپوڙي رهيو آهي ۽ پوءِ هن ڇڏي ڏنو ۽ چيائين:

” اِقۡرَاءۡ — پڙه“

پاڻﷺ فرمايو:

”مَا اَقْرَاءُ – مون کي پڙهڻ ناهي ايندو“

پاڻﷺ جي ايئن چوڻ سان ئي پاڻﷺ وري محسوس ٿيڻ لڳو تہ جڻ هو گهٽو ڏئي رهيو آهي ۽ جسم مبارڪ کي نپوڙي رهيو آهي ۽ پوءِ هن ٽيون ڀيرو چيائين:

” اِقْرَاءُ – پڙه“

پاڻﷺ کي خيال آيو تہ جي هن ڀيري بہ ساڳيو جواب ڏيندس تہ وري گهٽو ڏيندو ۽ شايد هن ڀيري اڃان زور سان نپوڙيندو. تنهنڪري فرمايائون:

”مَاذَا اَقْرَاءُ – ڇا پڙهان؟“

ملائڪ چيو:

﴿ٱقۡرَأۡ بِٱسۡمِ رَبِّكَ ٱلَّذِي خَلَقَ١ خَلَقَ ٱلۡإِنسَٰنَ مِنۡ عَلَقٍ٢ ٱقۡرَأۡ وَرَبُّكَ ٱلۡأَكۡرَمُ٣ ٱلَّذِي عَلَّمَ بِٱلۡقَلَمِ٤ عَلَّمَ ٱلۡإِنسَٰنَ مَا لَمۡ يَعۡلَمۡ٥﴾ (العلق – آيت ١-٥)

جنهن پيدا ڪيو آهي ان رب جي نالي سان پڙه(١) انسان کي رت ڳوڙهي مان پيدا ڪيو(٢) پڙه ۽ تنهنجو پالڻهار بيحد مهربان آهي(٣) جنهن ڪلڪ (پين/قلم) سان سيکاريو(۴) انسان کي اهو سيکاريائين جنهن جي هن کي ڄاڻ نہ هئي(۵)

فرشتي جي چوڻ تي پاڻﷺ اهو پڙهيو ۽ پڙهڻ سان ئي ياد ٿي ويس. پوءِ فرشتو هليو ويو.

پاڻﷺ بي سڌ بيٺا آهن. ڊپ وچان دل جي ڌڪ ڌڪ وڌي رهي آهي ۽ خوف جي ڪري منهن مبارڪ ڦڪو ٿي ويو. پاڻﷺ ڊنل نگاهن سان غار ۾ چوڌاري ڏسي رهيا آهن. حيرت ۾ مونجهاري ۾ هئا. پنهنجي پاڻ کان دل ئي دل ۾ پڇڻ لڳا.

مون سان ڪير ڳالهائي رهيو؟ ڪير مون کي پڙهائي ويو آهي؟ پوءِ تڪڙو غار مان ٻاهر نڪتا. جبلن جي لنگهن مان لنگهڻ (گذرڻ) لڳا. سڄو جسم ڏڪي رهيو هو. ذهن ۾ هر هر خيال اچي رهيا هئا تہ شروعات ۾ جيڪي خواب ڏٺا اهي سڀ سچ ثابت ٿيا. انهن مان ڪيترين نئين ڳالهين جي خبر پئي. جنهن جي جستجو هئي اها خبر پئي. پر هو ڪير هو، جيڪو هينئر بيٺو؟ اهو ڪير هو؟ جيڪو پڙهڻ لاءِ چئي رهيو.

اوچتو هڪ آواز آئي، محمدﷺ!

پاڻ ﷺ ڏکي ويا. ڊپ مان منهن مبارڪ متي ڪيو، ڇاڻو ڏسي ته اهو ساڳيو فرشتو انسان جي شڪل ۾ بيٺو آهي ۽ رڙ ڪري چوي ٿو:

”محمدﷺ! تون الله جو رسول آهين ۽ مان جبرئيلؑ آهيان“.

اوهانﷺ اجان وڌيڪ پريشان ٿي ويا ۽ خوف منجهان لڱ ڪانڊرا جي ويا. ڊپ وچان پير زمين سان چنبڙي پيا. پاڻﷺ ڪڏهن ساڄي ڏسن ۽ ڪڏهن کاٻي ڏسن ته جيئن هي شڪل نظرن کان پري ٿئي. پر جاڏي ڏسن تاڏي جبرئيلؑ نظر اچي. هر طرف هو موجود هو. اڳتي ٿئي يا پوئتي، نظرون جهڪائي يا متي ڪڻي هر پاسي ۽ هر جاءِ تي هو موجود هو.

دير........... گهڻي دير تائين پاڻﷺ ايئن بيٺا ڏکي رهيا هئا ۽ الائجي ڇا ڇا سوچيندا رهيا. ٻئي پاسي بي بي خديجهؓ غار ڏانهن ماڻهون موڪليو. پاڻﷺ اتي موجود نه هئا. مٿن مائٽن وٽ ڳوليو پر پاڻﷺ انهن وٽ بہ مليو. هِتي هُتي ماڻهن کي پڄايو پر پاڻﷺ نه ملٽا هئا نه مليا.

پوءِ فرشتو هليو ويو ۽ پاڻﷺ بي بي خديجهؓ وٽ آيا. ڊپ کان ڏکي رهيا هئا ۽ پگهر ۾ پاڻي هئا. پاڻﷺ پهچڻ سان چوڻ لڳا:

”مون کي ڪجه ويڙه! مون کي ڪجه ويڙه!“

جلدي ۾ بي بي خديجهؓ لوئي ويڙهيس. پاڻﷺ جي حالت ڏسي هو ڏاڍي پريشان ٿي ۽ دل ۾ مختلف سوچون جنم وٺڻ لڳيون ته ڪٿي پاڻﷺ جي طبعيت ته خراب ناهي؟ بخار ته ڪو نه ٿيو اٿس؟ يا اوهانﷺ تي ڪا مصيبت ته ڪا نه آئي آهي؟ جڏهن ٿورو آرام مليو. ڪجه ڊپ لٿو ۽ ڏڪڻي ڪجه گهٽ ٿي ته بي بي خديجهؓ پڇيو:

”اوهانﷺ ڪٿي هئا ۽ ڇا ٿيو آهي؟“

پاڻﷺ هن ڏانهن ڏٺو. نظرن مان تمام گهڻي بيوسي ۽ بي ڪسي ليا پائي رهي هئي. ايئن پئي لڳو ڄڻ مصيبتن جي مينهن ۾ پس جي آيو آهي. پوءِ فرمايائون:

” خديجهؓ! مون کي ڇا ٿيو آهي؟!!“

ان ڪانپوءِ پاڻﷺ جيڪي ڏٺو اهو ٻڌايائون ۽ فرمايائون:

” مون کي ڊپ ٿو ٿئي“

بي بي خديجه ڏاڍي عقلمند عورت هئي. اهي ڳالهيون ٻڌي خوف نہ کاڌائين ۽ پاڻ ﷺ ڏانهن تمام پيار ۽ عزت وارين نگهان سان نهار ڪئي. منهن مبارڪ تي يقين ۽ سڪون مرڪ هئي. پوءِ پاڻ ﷺ کي آٿت ڏئي ۽ چيو:

”منهنجا مٺا سئوٽ! مبارڪ هجئي ۽ جيڪو ڪرين ٿو ڪندو رهه. ان ذات جو قسم جنهنجي هٿ ۾ خديجه جو ساهه آهي اوهان ﷺ هن امت جا نبي آهيو. اوهان ﷺ تہ سچ ڳالهائيندا آهيو، صلہ رحمي ڪندا آهيو، امين آهيو، مجبورن ۽ بي سهارن جا سهارا آهيو. مهمان نواز آهيو ۽ حقدارن کي حق ڏياريندا آهيو. ڀلا اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو تہ الله تعالىٰ اوهان ﷺ کي ضايع (لاحاصل) ڪري“.

خديجه جي انهن ڳالهين اوهان ﷺ جي دل ۾ اطمينان ۽ خوشي جر لهر پيدا ڪئي. سڄي پريشاني ۽ بيچيني هوا ٿي وئي. منهن مبارڪ گل جيان ٽڙي پيو. پاڻ ﷺ ان همٿائڻ تي خديجه جا ٿورا مڃيا ۽ پوءِ اکيون بند ڪيون ۽ سمهي پيا.

ٻئي طرف بي بي خديجه پاڻ ﷺ جي ڳالهين تي جڏهن غور ڪيو تہ ڏاهي سرهي ٿي. انهن سان گڏوگڏ ڪجهه ڊپ بہ لڳس. ڪجهه خوف ۽ تشويش بہ ٿيس. اهو بہ خلوص ۽ محبت جو تقاضو هو. ان ڪري هن سوچيو تہ ڇو نہ پنهنجي سئوٽ ورقہ کان ان ڳالهہ جي باري پڇان، شايد هو ڪجهه ٻڌائي.

ورقہ، نوفل جو پٽ هو ۽ تمام ڏاهو انسان هو. هن مختلف مذهبن جو مطالعو ڪيو هو ۽ تمام رمزشناسي سان جائزو ورتو هو. پهريان يهوديت طرف رجحان هيس پوءِ عيسائيت قبول ڪيائين. انجيل جو گهرائي سان مطالعو ٿيل هيس. عربي ۾ ان جو ترجمو بہ ڪندو هو. خديجه آئي. هن سان سربستو احوال ڪيو ۽ پاڻ ﷺ تي جيڪا گذري سڀ ٻڌايو. سڀ ڪجهه ٻڌڻ کانپوءِ هن چيو:

”پاڪ آهي، پاڪ آهي........ قسم آهي ان جو جنهن جي هٿ ۾ ورقہ جي جان آهي. خديجه! جيڪڏهن تنهنجي ڳالهہ صحيح آهي تہ هو اهوئي عزت وارو (جبرئيل) آهي. جيڪو موسىٰ وٽ آيو هو. الله جوقسم! هي (پاڻ ﷺ) هن امت جو نبي آهي. هن کي چئو ڊپ نہ ڪر ۽ جيڪي ڪجهه ڪري رهيو آهي ڪندو رهه.“

هاڻي ڇا هو، بي بي خديجه خوشي ۾ ٻهڪڻ لڳي. اچڻ سان ئي چيو:

”مبارڪ هجئي، مبارڪ هجئي“.

پوءِ سئوٽ ورقہ سان جيڪي ڳالهيون ٿيون اهي سڀ ٻڌايائين ۽ چيائين تہ هو اوهان ﷺ ملڻ چاهي ٿو. پوءِ بي بي خديجه ان وقت پاڻ ﷺ تي ايمان آندو.

ان ڪانپوءِ پاڻﷺ ڪعبي جو طواف ڪرڻ هليا ويا، رستي ۾ هن کي ورقہ مليو ۽ ڏسڻ سان ئي پڇيائين:

”محمدﷺ! اوهانﷺ ڇا ڏٺو؟“

پاڻﷺ سڄو قصو ٻڌايو. ورقہ چيو:

” ان ذات جي قسم جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، اوهانﷺ هن امت جا نبي آهيو. هي اهوئي فرشتو آهي جيڪو موسىٰ وٽ آيو هو. پائيتا! نبي ٿيڻ جو اعلان ڪندي تہ ماڻهون مڃڻ ڪان انڪار ڪندئي، ڏاڍو تنگ ڪندئي، گهر ڪان بي گهر ڪندئي، وڙهڻ ڪان بہ نہ ڪيٻائيندا. ڪاش! اوستائين مان زندهہ هجان!“

پاڻﷺ فرمايو:

”ڇا ماڻهون مون بي گهر ڪري ڇڏيندا“

ورقہ وراڻيو:

”ها، جڏهن بہ ڪو نبي آيو، هن جي قوم هن سان اهڙو ورتاءُ ڪيو. جي مون اهو ڏينهن ڏسڻ نصيب ٿيو تہ الله (تعالىٰ) ڄاڻي ٿو مان تنهنجي مدد ڪندس“

پوءِ مٿي مبارڪ ڏانهن وڌيو ۽ مهر مان مٿي (چمي) ڏني.

ان ڪانپوءِ پيارو نبيﷺ موٽي آيو. هاڻي پاڻﷺ ڏاڍا دلگير ۽ اداس هئا. وري وري سوچڻ لڳا.

” منهنجي ڪمزور ڪلهن تي نبوت بار پيو آهي. هن جو نتيجو ڇا نڪرندو؟“

مان ماڻهن ڪيئن سڏيان؟ سڌي دڳ تي ڪيئن لايان؟ هي ڀٽڪيل آهن؟ حق ڪان ڇرڪي رهيا آهن. خدا ڪان بيزار ۽ بتن جا پرستار آهن. برائي سان پيار ۽ نيڪي کي ڌڪار ۽ وڏي ڳالهہ تہ هو ان تي فخر ڪن ٿا.

بهرحال دل ۾ خيالن جا طوفان مچيل هئا ۽ پاڻﷺ وحي جو انتظار ڪري رهيا هئا.



هاڻي فرشتي جو انتظار هو.

ان فرشتي جو جنهن کي پاڻﷺ ڏٺو هو.

جنهن ورقہ ”ناموس موسىٰؑ“ چيو هو.

۽ جنهن کي خديجهؓ پڪ سان فرشتو چيو هو.

پاڻﷺ انتظار ڪندا رهيا. ڪندا رهيا. ڪندا رهيا. پر جبرئيلؑ نہ آيو ۽ پاڻﷺ تي ڪا وحي نازل نہ ٿي. دل ۾ وري سوچن جو طوفان اٿيو.

"هاڻي مان ڇا ڪريان؟ ماڻهن کي ڪيئن دعوت ڏيان؟ هي سمجهائڻ لاءِ جبرئيلؑ ڇو ناهي آيو؟ جبرئيلؑ ڇا جي ڪري اچڻ ڇڏي ڏنو آهي؟ جبرئيلؑ وري ڪو نياپو ڇو نہ آندو اٿس؟

پاڻﷺ ڏاڍا پريشان ٿيا. ڀڪندڙ چهرو مرجهائجي ويو. ڪلندڙ دل روئڻ لڳو. بي بي خديجهؓ جو بہ ساڳيو حال هو. هو بہ پاڻﷺ جيان پريشان هئي ۽ ان ڏک ۾ ڳرڻ لڳي پر صبر ڪان ڪم ورتو. هن دل جو درد پنهنجي مک مبارڪ تي نہ آندو. جيتري تائين ممڪن هو دلاسو ڏيندي رهي ۽ جهڙي طرح ٿي سگهيو اوهانﷺ جي دل جوئي ڪندي رهي.

پاڻﷺ وري غار حرا ۾ وڃڻ لڳو. ڏينهن رات پاڻﷺ اتي رهڻ لڳا. عبادت ڪندا هئا ۽ پنهنجي رب کي چوندا هئا:

"اي منهنجا رب! اوهان ئي تہ مون کي نبي ڪيو بڻايو؟"

ڏک وچان سينو سڙي رهيو هو. هڪ باه هئي جيڪا اندر ٻري رهئي. هڪ ٽانڊو هو جيڪو دکي رهيو هو. ڪڏهن بيخود ٿي برن ۾ هلڻ لڳندو هو ۽ ڪڏهن جبل جي چوٽي تي چڙهي ويندو هو ۽ سوچڻ لڳندو هو تہ هتان ٽپو ڏئي انت آڻيان!!! ايتري ۾ حضرت جبرئيلؑ اچي اطمينان تسلي ڏيندو هو تہ:

"محمدﷺ! تون سچ ۾ الله جو نبي آهين "

جنهن سان اوهان کي آرام اچي ويندو هو ۽ پاڻﷺ واپس موٽي ويندا هئا. ڪجھ ڏينهن ڪانپوءِ وري ساڳي ڪيفيت ٿي ويندي هئي ۽ وري جبل جي چوٽي چڙهي انت آڻڻ جو سوچيندا هئا!! حضرت جبرئيلؑ وري سامهون اچي اطمينان ڏياريندا هئا ۽ پوءِ وري واپس ورندا هئا.

اوهانﷺ جي دل ۾ عجيب ڏک هو!! روح ۾ تانگھ هئي!! دماغ ۾ سوچن جا واچوڙا هئا!! وحي جو ٿمڻ ڄڻ عذاب هو!! "شايد منهنجي رب مون کي ڇڏي ڏنو آهي!" هي سوچ ڄڻ چاقون جا چهڪ هئا جنهن وجود جي هر حصي کي چيري ڇڏيو هو.

هڪ ڏينهن ڪتان لانگهائو ٿيا تہ اوچتو آسمان مان آواز آئي. منهن مبارڪ مٿي ڪٽي ڏنو تہ ساڳيو فرشتو جيڪو غار حرا ۾ آيو هو، وايو ۾ ڪرسي تي ويٺل هو.

" يا الله! تون ڪيڏو نہ ٻاجهارو آهين، پنهنجي مومن ۽ مخلص بندي تي"

فرشتي کي ڏسندي ئي پاڻﷺ ڏوڙجڻ لڳا، ڏکڻ ۽ ڪنبڻ لڳا!! پهريون ڀيرو ٿي پاڻﷺ تي ٿڙڪڻي تاري ٿي هئي ۽ پنن جيان پئي لڏيا. ڇا هي ٿڙڪڻ ٿي ساڳي وانگر هو؟ ڇا هي ڏوڙجڻ ٿي ساڳيو هو؟ ڊپ ۽ ڊاء ڪان؟ دهشت ۽ هيبت ڪان؟ نه هن ۾ سرهائي جي سرهاڻ هئي. خوشي، دلاسي ۽ دلجاءِ جي ٿڌي ڇانو هئي. پاڻﷺ ان ئي حالت ۾ گهر آيا ۽ فرمايائون:

”مون کي ڪجهه ويڙهه، مون کي ڪجهه ويڙهه“

پاڻﷺ کي هڪ ڪپڙو ويڙهايو ويو. ايتري ۾ فرشتو وحي کڻي آيو:

﴿يَٰٓأَيُّهَا ٱلۡمُدَّثِّرُ ١ قُمۡ فَأَنذِرۡ ٢ وَرَبَّكَ فَكَبِّرۡ ٣ وَثِيَابَكَ فَطَهِّرۡ ٤ وَٱلرُّجۡزَ فَٱهۡجُرۡ ٥﴾ (المدثر آيت ١-٥)

”اي (محمدﷺ) ڪپڙي ۾ ويڙهيل!(١) اٿي (ماڻهن) کي ڊيڄار (٢) پنهنجي رب جي وڏائي بيان ڪر(٣) ۽ پنهنجي ڪپڙن کي پاڪ رک(۴) ۽ پليتي کان پري رهه (٦)

هاڻي هاڻ نرپو. دماغ کي آسودگي نصيب ٿي ۽ سياءُ کي سڪون آيو. سڀ وهم وسامجي ويا ۽ سڀ ڏکيائيون ڏور ٿيون. باقي رهي ڳالهه بي بي خديجهؓ ! ان جي ته ڳالهه ئي نه پڇو. جيڪو هن جو حال هو. دل گلاب ۽ مک مهتابي هو ڇاڪاڻ ته هن جي خواهش ۽ اميد پوري ٿي. وحي جو انتظار هو ۽ اچي وئي.

ان ڪانپوءِ ڪيترا ڀيرا وحي آئي. حضرت جبرئيلؑ ايندو رهيو ۽ رب جي پيغام پهچائيندو رهيو. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ وري وحي اچڻ بند ٿي وئي. ٻئي پاسي تبليغ جو سلسلو شروع ٿي چڪو هو ۽ ڪافرن جي طرفان مخالفت به ٿي رهي هئي. مخالف هميشه موقعو ڳوليندا آهن. وحي جو نه اچڻ ته تمام وڏي شيءِ هئي. ڪافرن ان موقعي جو تمام گهڻو فائدو ورتو. چوڻ لڳا:

” هي ڪهڙو نبي آهي. ٻه ٽي ڏينهن آسمان سان ڪچهريون رهيون. جبرئيلؑ جو اچڻ وڃڻ ٿيندو رهيو ۽ پوءِ هو غائب. سخن سنيها سڀ بند. اڙي ادا محمدﷺ ! لڳي ٿو، تنهنجو رب توکان ناراض آهي گهڻن ڏينهن کان توسان ڪا ڪچهر نه ڪئي اٿئين.“

وحي جو رڪجي وڃڻ ته اڳي ئي اوهان کي پريشان ڪندو هو، پر مٿان وري ڪفارن جا طعنا، مهڻا ۽ چٿرون نازڪ مزاج نبيﷺ جي دل تي تيرن جو ڪم ڪندا هئا. ان ڪري پاڻﷺ ڏاڍا بي آرامي هئا. گهڻا ڏينهن نه گذريا جو وحي وري آئي.

﴿وَٱلضُّحَىٰ ١ وَٱلَّيۡلِ إِذَا سَجَىٰ ٢ مَا وَدَّعَكَ رَبُّكَ وَمَا قَلَىٰ ٣ وَلَلۡأٓخِرَةُ خَيۡرٞ لَّكَ مِنَ ٱلۡأُولَىٰ ٤ وَلَسَوۡفَ يُعۡطِيكَ رَبُّكَ فَتَرۡضَىٰٓ ٥ أَلَمۡ يَجِدۡكَ يَتِيمٗا فَـَٔاوَىٰ ٦ وَوَجَدَكَ ضَآلّٗا فَهَدَىٰ ٧ وَوَجَدَكَ عَآئِلٗا فَأَغۡنَىٰ ٨ فَأَمَّا ٱلۡيَتِيمَ فَلَا تَقۡهَرۡ ٩ وَأَمَّا ٱلسَّآئِلَ فَلَا تَنۡهَرۡ ١٠ وَأَمَّا بِنِعۡمَةِ رَبِّكَ فَحَدِّثۡ ١١﴾

گواھ آھي سج جي روشني (١) ۽ رات جي اونداھي جڏھن اھا ڇانئجي وڃي ٿي(٢) اوھان ﷺ جي رب اوھان ﷺ کي ناھي ڇڏيو ۽ نہ وري اوھان ﷺ کان ڪاوڙيل آھي(٣) اوھان ﷺ جي لاءِ دنيا کان پلي آخرت آھي (۴) ۽ جلد تنھنجو رب (توکي ايترو ڏيندو) جو تون خوش ٿي ويندين(۵) ۽ تون کي يتيم ڏسي جاءِ پناھ ناھي ڏني؟(٦) ۽ توکي اڻڄاڻ ڏسي سڌي رستي تي لاتائين(٧) ۽ توکي ضروت مند ڏسي مالدار ڪيائين(٩) ۽ تون بہ ڪنھن يتيم سان سختي نہ ڪر(١٠) ۽ پنھنجي پالڻھار جي نعمتن جو ذڪر ڪندو رھ (١١)

الله !الله! رب پاڻ ﷺ کان ناھي ڪاوڙيو. ناخوش ٿي اوھان ﷺ کي ناھي ڇڏيو. بلڪ پنھنجي رحمتن سان ڍڪي ڇڏيو ۽ نعمتن سان مالامال ڪر ڇڏيو.

حضرت جبرئيلؑ ھر ھر اچڻ لڳو. پاڻ ﷺ وٽ جبرئيلؑ ايندا ھئا. اوھان ﷺ کي الله جون آيتون ٻڌائيندو ھو ۽ اھو بہ ٻڌائيندو ھو تہ ڇا ڪري؟ ۽ ڪيئن ڪري؟.

حضرت جبرئيلؑ اوھان ﷺ اھو بہ سيکاريو تہ ڪيئن وضو ڪجي ۽ ڪيئن نماز پڙھجي.

ھڪ ڏينھن پاڻ ﷺ مڪي جي مٿين علائقي ۾ ھئا. حضرت جبرئيلؑ آيو ھن پاڻ ﷺ جي سامھون وضو ڪيو ۽ سمجھايو تہ جڏھن بہ نماز پڙھڻي ھجئي تہ ھيئن پاڪ ٿجان. پوءِ پاڻ ﷺ بہ اھڙي طرح وضو ڪيو. ان ڪانپوءِ حضرت جبرئيلؑ اٿي بيھنو ۽ پاڻ ﷺ کي نماز پڙھي ڏيکاري. پاڻ ﷺ بہ ھن وانگر نماز پڙھي. ان ڪانپوءِ حضرت جبرئيلؑ ھليو ويو.

پاڻ ﷺ گھر پھچي بي بي خديجهؓ جي سامھون وضو ڪيو ۽ فرمايائين:

”نماز پڙھڻ لاءِ پاڪ ٿيڻ جو اھو طريقو آھي.“ اھڙي طرح بي بي خديجهؓ بہ ساڳي نموني وضو ڪيو. پاڻ ﷺ نماز پڙھڻ لڳا ۽ بي بي خديجهؓ بہ اوھان جي پنيان بيھي نماز پڙھڻ لڳي.



حضرت عليؓ پاڻ ﷺ جي ڪفالت ۾ هو ۽ پاڻ ﷺ سان گڏ رهندو هو. هن اوهان ﷺ ۽ بي بي خديجهؓ کي نماز پڙهند ڏٺو. ٻئي رڪوع ۽ سجدا ڪري رهيا آهن ۽ مٺيون مٺيون آيتون پڙهي رهيا آهن. انهن آيتن ۾ سٺيون سٺيون ۽ پياريون پياريون ڳالهيون هيون.

حضرت عليؓ حيرت مان هي سڀ ڪجھ ڏسي رهيو. هن کي نبي ﷺ سان ڏاڍي محبت هئي. پاڻ ﷺ جي هر عادت سان هن کي پيار هو. پاڻ ﷺ جي هر ڳالھ هن کي جان کان به وڌيڪ محبوب هئي. هو پاڻ ﷺ کي ڏسي ان وانگر هر شيءِ ڪندو هو ۽ جيڪو پاڻ ﷺ فرمائيندا هئا ان کي هڪدم قبول ڪندا هئا.

”اڄ پهريون پيرو ڏسي رهيو آهيان، پاڻ ﷺ کي ڪڏهن به ائين سجدا ڪندي نه ڏٺو آهي. اهڙيون پياريون پياريون آيتون به پهريون پيرو ٻڌان پيو.“

حضرت عليؓ سوچ ۾ پئجي ويو. جڏهن پاڻ ﷺ نماز پڙهي بس ڪئي ته هن پڇيو هي ڇا آهي؟

پاڻ ﷺ فرمايو:

” هي الله جو دين آهي. هن دين تي هلڻ جو الله حڪم ڏنو آهي. الله جي جيڪي به رسول آيا، اهي سڀ هي دين کڻي آيا.“

حضرت عليؓ کي ڏاڍي حيرت ٿي. هن پڇيو:

”هي رڪوع ۽ سجدا ڇو؟“

پاڻ ﷺ فرمايو:

”الله مون کي نبي مقرر ڪيو آهي. مون تي پنهنجو ڪلام لاٿو اٿس ته جيئن مان ماڻهن کي صحيح ۽ سٺيون ڳالهيون ٻڌايان. ماڻهون غلط رستي تي وڃي رهيا آهن انهن کي سڌو رستو ڏيکاريان ۽ انهن کي صرف الله جي عبادت ڪرڻ لاءِ قائل ڪريان. هي رڪوع ۽ سجدا اسان صرف الله کي ڪري رهيا هئاسين.“

حضرت عليؓ چيو:

”هي ته تمام سٺي ڳالھ آهي. ڇا مان به ان تي ايمان آڻي سگهان ٿو جنهن تي اوهان ﷺ ايمان آندو آهي؟ ڇا مان اوهان ﷺ وانگر عبادت ڪري سگهان ٿو؟ ڇا اوهان ﷺ سان گڏ مان به نماز پڙهي سگهان ٿو؟“

پاڻ ﷺ فرمايو:

”ها، منهنجا پيار! الله هڪ آهي، ان جو ڪو بہ شريڪ ناهي ۽ صرف اهو ئي عبادت جي لائق آهي. تون بہ صرف هن جي عبادت ڪر ۽ لات ۽ عزا کي ڇڏي ڏي. جيترا بہ بت آهن انهن کي ڇڏي ڏي.“

حضرت عليؓ چيو:

”نيڪ آهي. ٿورو بيھ تہ مان بابي کان پڇي اچان.“

سڄي رات حضرت عليؓ کي ننڊ نہ آئي. هو جاڳندو رهيو ۽ پاڻ ﷺ کان جيڪو ٻڌائين يا جيڪو هن کي ڪندين ڏٺائين. ان جي باري ۾ سوچيندو رهيو. صبح ٿيندي ئي چيائين:

”مان اوهان ﷺ تي ايمان آندو ۽ اوهان ﷺ جي پيروي جو واعدو ڪريان ٿو. مون کي بابي کان پڇڻ جي ضرورت ڪانهي. ٻڌايو مان ڪيئن رڪوع ڪريان! ڪهڙي طرح سجدا ڪريان!! ۽ ڪيئن الله جو ڪلام پڙهان؟“

پاڻ ﷺ هن کي نماز سيکاري ۽ جيڪي آيتون نازل ٿيون هيون، اهي بہ هن کي ياد ڪرايون. ان کانپوءِ جڏهن بہ پاڻ ﷺ نماز پڙهندا هئا حضرت عليؓ هميشه گڏ نماز پڙهندا هئا.

عليؓ ۽ زيدؓ ٻئي پاڻ ﷺ سان گڏ رهندا هئا. جڏهن حضرت عليؓ ايمان آندو تہ زيدؓ وري ڪيئن پوئتي رهجي وڃي ها. هن بہ ايمان آندو ۽ شوق سان دين جون ڳالهيون سکڻ لڳو.

اهڙي نموني پاڻ ﷺ تي پهريان بي بي خديجهؓ ايمان آندو ۽ پوءِ حضرت عليؓ ۽ زيدؓ مسلمان ٿيا ۽ مرڻ گهڙي تائين پاڻ ﷺ سان لاڳاپيل رهيا.

جڏهن کان پاڻ ﷺ جي سنگ جو شرف هنن ٻنهي کي نصيب ٿيو. هنن پاڻ ﷺ کي هڪ عظيم انسان جي صورت ۾ ڏٺو. پاڻ ﷺ کي حد کان وڌيڪ شريف، نيڪ دل، هڏ ڏوکي، محبتي ۽ رحمدل ڏٺو. ان ڪري هنن کي پاڻ ﷺ سان تمام گهڻي محبت ۽ انس هو ۽ پاڻ ﷺ جو ساٿ هنن جي لاءِ دل جي تسڪين هو. ڪٿي ايئن سمجهجي تہ ٻئي اسلام جي دعوت ملڻ کان اڳ ئي مسلمان هئا.

ان کانپوءِ حضرت ابوبڪرؓ ايمان آندو. هي ابوقحافہ تيمي جو پٽ هو ۽ پاڻ ﷺ جو پڳ مٽ يار هو. پاڻ ﷺ جي سچائي ۽ پاڪيزگي کان تمام گهڻو متاثر هو. ان لاءِ اوهان ﷺ سان تمام گهڻي محبت بيحد ادب ۽ احترام ڪندو هو. پاڻ ﷺ جي دوستي ۽ سنگت کي نعمت سمجهندو هو. محبت جو جواب محبت آهي. پاڻ ﷺ بہ هن سان تمام گهڻي محبت ڪندا هئا ۽ هميشه پيار ۽ پاٻھ سان ملندا هئا. پاڻ ﷺ جيئن ئي هن کي اسلام جي دعوت ڏني ۽ قرآن جون آيتون ٻڌايون. هن اباڻي دين کي الوداع ڪيو ۽ ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيو.

جڏهن پاڻ ﷺ هن کي اسلام جي دعوت ڏني ۽ دين جون خوبيون ٻڌايون تہ هن جي زبان مان تڙي ڪڙي (ازخود) هي لفظ نڪتا، جيڪي هن جي سچائي ۽ عقيدت جو نمونو هئا.

صَدقتَ أبي أنت وأمي.. أهل الصدق أنت أشهد أن لا إله إلا الله وأنك رسول الله

"منهنجا ماءُ پيءُ اوهان ﷺ تي قربان! اوهان ﷺ سچ فرمايو آهي ۽ اوهان ﷺ سچا آهيو.

مان گواهي ڏيان ٿو، الله کانسواءِ ڪو بہ عبادت جي لائق ڪونهي ۽ اوهان ﷺ الله جا رسول آهيو."

جڏهن بي بي خديجہؓ کي اها خبر پئي تہ خوشي ڀهڪڻ لڳي. هوؓ پاڻ کي روڪي نہ سگهي ۽ جلدي ۾ پنهنجي منهن ڍڪ پاتو ۽ اچي چيائين:

"ابو قحافہ جا فرزند! خدا جو شڪر آهي جو هن توکي هدايت ڏني"

حضرت ابوبڪرؓ جي اسلام قبول ڪرڻ سان پاڻ ﷺ کي ڪجھ ڏڍ مليو ۽ ڪم جي لاءِ ڪجھ ميدان بہ هموار ٿيو.

حضرت ابوبڪرؓ ڏاڍو رحمدل ۽ ڪومل سڀاءُ جو هو. سڄي قوم هن جو احترام ۽ عزت ڪندي هئي. هن جو تعلق قريش جي هڪ اعلىٰ گهراڻي سان هو. مڪي جا مُنا ۽ مِنا سڀ هن جا ڏنل وائنل هئا. هن جو ڌنڌو واپار هو. جيڪو برڪت پريو هو ۽ الله هن کي تمام گهڻو نوازيو هو. دولت سان گڏ هن کي هڏ ڏوکي دل بہ عطا ڪئي هئي. مال ايندو هو ۽ هي دل کولي خرچ ڪندو رهندو هو. سوچ، سمجھ ۽ سياڻپ ۾ بہ ساڃاهہ هو. ڏکئي کان ڏکيو مسئلو منٽن ۾ سلجهائي ڇڏيندو هو. ان ڪري هر معاملي ماڻهون هن کان صلاح وٺندا هو ۽ ايئن بہ هن وٽ اچي ويهندا هئا. هن ۾ ڪجھ ڳالهيون اهڙيون هنيون جو دل کي موهي ڇڏينديون هنيون.

هاڻي حضرت ابوبڪرؓ بہ اسلام کي پکيڙڻ ۾ لڳي ويو. جيڪي هن جي سوچ، سمجھ ۽ ايمانداري جي قائل هئا، انهن کي دين جون ڳالهيون ٻڌايون ۽ اسلام ۾ داخل ٿيڻ جي دعوت ڏني. گهڻن هن جي ڳالھ مڃي ۽ مسلمان ٿيا. جن هن جي تبليغ سان شروع ۾ ايمان آندو اهي هي هئا.

"حضرت عثمان بن عفان حضرت زبير بن عوام، حضرت عبدالرحمان بن عوف، حضرت سعد بن ابي وقاص ۽ حضرت طلحہ بن عبيد رضوان الله عليهم اجمعين"

ان کانپوءِ جراح جي پٽ حضرت ابوعبيدؓ ۽ ابو رقم جي پٽ حضرت ارقمؓ مسلمان ٿيا. پوءِ ٻيا ڪيترائي مسلمان ٿيا. انهن ۾ مرد ۽ عورتون شامل هنيون. ان ۾ پيار نبي ﷺ ۽ حضرت ابوبڪرؓ جون نياڻيون بہ هنيون.



هاڻي اسلام آهستي آهستي پکڙجڻ لڳو. ماڻهون مسلمان ٿيڻ لڳا پر ان کي ظاهر نہ پئي ڪيائون. اجان تائين پاڻﷺ بہ پڌرو ڪم شروع نہ ڪيو هو. اجان ظاهر ظهور ماڻهن کي اسلام جي دعوت نہ ڏني هئي ۽ جيڪي مسلمان ٿيا هئا اهي بہ اسلام کي لڪائي رهيا هئا ۽ ڳجهہ ۾ دين جي تبليغ ڪري رهيا هئا. جن ماڻهن ۾ ايمانداري جو بُو ڏسندا هئا ۽ ڪجهہ حق جي طلب محسوس ڪندا هئا، انهن کي دين جي دعوت ڏيندا هئا. اهو سڀ ڪم قريشي سردارن کان لڪي ڪندا هئا. قرآن جي تلاوت ڪرڻي هجي ۽ آيتون ياد ڪرائڻيون هجن تہ شهر کان ٻاهر هليا ويندا هئا. نماز جو وقت ٿيندو هو تہ لڪي غارن ۾ هليا ويندا هئا ۽ سڪون سان نماز ادا ڪندا هئا. پراڻا مسلمان نئون مسلمان کي حديثون ياد ڪرائيندا ۽ دين جو ڳالهيون ٻڌائيندا هئا.

آخر ڪار ڪافرن تائين بہ ڪجهہ خبرون پهتيون، ان ڳالهہ جي حقيقت معلوم ڪرڻ لاءِ هو مسلمانن جي جاسوسي ڪرڻ لڳا. جلد ئي انهن کي سيني ڳالهين جو پتو پئجي ويو. انهن کي معلوم ٿي ويو تہ مسلمان غارن ۾ وڃي نماز پڙهندا آهين ۽ هڪ ٻئي کي ڪو نئون دين سيکاريندا آهن.

انهن کي ڄاڻي ورتو تہ پاڻﷺ توحيد جي دعوت ڏئي رهيا آهن ۽ شرڪ ۽ ٻتن جي پوڄا کان روڪي رهيا آهن. ٻتن جي دنيا ۾ توحيد جي آواز هڪ عجيب آواز هئي!!

ڇا محمدﷺ........ ابوطالب جو يتيم پائيٽيو، نبيﷺ هجڻ جو دعوىٰ ڪري ٿو؟ ڇا هو سيني کي دين کان منڪر ڪري ٿو؟ ڇا هو ٻتن سان بيوفائي تي ماڻهن کي ورغلائي ٿو؟

قومي دين سان بغاوت!! آبائي دين سان عداوت!! محمدﷺ جي ايتري همت؟

چوڦير چوٻول مچي ويو ۽ هر هنڌ هل هو. جنهن کي ڏس. ڪاوڙ ۽ ڪروڌ ۾ پئي ٻريو.

ڪنهن پئي چيو:

"محمدﷺ تي جن جو اثر ٿيو آهي ٻيو ڪجهہ بہ ناهي"

ڪنهن پئي چيو:

" هي سڀ ڪجهہ شهرت لاءِ پيو ڪري. ٿوري دير ۾ هن جو هي شوشو پاڻهين ختم ٿي ويندو"

اهو سوچي مڪي وارن ان ڳالهہ کي ڪا خاص اهميت نہ ڏني پر انهن ۾ ڪجهہ اهڙا بہ هئا جن هن دين طرف ڌيان ڏنو. انهن سوچيو تہ هلي هن دين کي بہ ڏسجي تہ هن ۾ آهي ڇا؟ ٿي سگهي ٿو ڪا ڪم جي ڳالهہ نڪري اچي. اسان جو ڪهڙو نقصان ٿيندو. اهو سوچي هو ان جو جائزو وٺڻ آيا. هنن کي ان ۾ صرف خوبيون ئي خوبيون نظر آيون نتيجي ۾ هو مسلمان ٿيندا رهيا.

ابوطالب بہ دل ۾ سوچيو تہ ھلي ڀائٽي سان ملان ۽ ڏسان تہ ڪھڙو دين آندو اٿس!

ان ارادي سان ھڪ ڏينھن ابوطالب گھران نڪتو. ھن سان گڏ ھن جو پٽ جعفرؓ بہ ھو. ايندين ئي ڏٺائين تہ پاڻ ﷺ ھڪ گس تي نماز پڙھي رھيو آھي ۽ ان سان گڏ ھن جو پٽ حضرت عليؓ بہ آھي. ٻئي شھر کان پري اچي نماز پڙھي رھيا آھن ڇو؟ پاڻ ﷺ جڏھن نماز کان فارغ ٿيا تہ ابوطالب پڇيو:

”ڀائٽيا! تو ھي ڪھڙو دين آندو آھي؟“

پاڻ ﷺ فرمايو:

”چاچا! دين تہ صدين کان ساڳو آھي. الله جو دين، ان جي فرشتن جو دين، ان جي موڪليل نبين ۽ رسولن جو دين. ڏاڏي ابراھيمؑ جو دين بہ ھي ھو. الله سائين مون کي بہ ھي دين ڏئي موڪليو آھي. مون کي دنيا جي ھدايت لاءِ موڪليو اٿس. منھنجا پيارا چاچا! اوھان جو مون تي سڀني کان وڌيڪ حق آھي. منھنجي ڀلائي جا اوھان سڀ کان وڌيڪ حقدار آھيو. مان اوھان جي ڀلائي لاءِ اوھان کي دين جي دعوت ٿو ڏيان. اوھان کي بہ گھر جي پنھنجي خيرخواھ جي خواھش کي خوشي قبول ڪريو.

ابوطالب چيو:

”ڀائٽيا! ابن ڏاڏن جو دين ڇڏڻ تہ منھنجي لاءِ ممڪن ڪونھي پر منھنجي سگھ ۽ مدد ھميشه توسان گڏ آھن. جيستائين جيئرو آھيان تون کي ڪوسو واءُ لڳڻ نہ ڏيندس.“

پوءِ حضرت عليؓ کان پڇڻ لڳو:

”پٽ! ھن دين ۾ تہ داخل ٿيو آھين پر ھن کي سمجھين بہ ٿو؟“
حضرت عليؓ وراڻيو:

ھا!ھا! بابا! مان الله ۽ ان جي رسول ﷺ تي ايمان آندو آھي. ھو ﷺ جيڪي چوي ٿو مان انھن کي مڃان ٿو. رب کي راضي ڪرڻ لاءِ نماز بہ پڙھندو آھيان؟“

ابوطالب چيو:

نيڪ آھي پٽ! محمد ﷺ سنيون ڳالھايون ٻڌائيندو آھي. جيڪو ھي ﷺ چوي، اھو ڪجان.“

ابوطالب پاڻ تہ مسلمان نہ ٿيو پر پٽن لاءِ اسلام کي پسند ڪيو. ڇا ھن ۾ بہ ڪو راز آھي؟

قريشين کي ڪيئن منھن ڏنو؟ پاڻ ﷺ سان ھن جو سياءُ ڪيئن ھو؟ ھي سڀ ڳالھيون اڳتي ھلي سامھون ايندڀون پوءِ ڪو فيصلو تي سگھي ٿو.

مسلمان جڏهن نماز پڙهندا هئا ته ڪافر ٺٺري مچائيندا هئا. هو رڪوع ڪندا هئا ته هي ٺهڪ ڏيندا هئا ۽ جڏهن مسلمان سجدو ڪندا هئا ته هي چرچا ڪندا هئا. ڏينهون ڏينهن اهي شيون وڌنديون پئي ويون. ٻچڙن هن ڳالهه کي دل وندرائڻ جو سامان سمجهيو. مسلمان مڪي جي گهاٽين ۾ عصر ۽ چاشت جي نماز پڙهندا هئا. نيڪ ان وقت هي به اتي پهچي ويندا هئا. پوءِ ڪي اکيون پچيندا هئا، ڪي اشارا ڪندا هئا ۽ پوءِ وٺي وڏا وڏا ٺهڪ ڏيندا هئا!! اتفاق سان هڪ ڏينهن مسلمانن کي ڪاوڙ اچي وئي. هڪ ٻئي کي ڏند چڪي ڏنائون ۽ پوءِ هٿين پئجي ويا. حضرت سعدؓ بن ابي وقاص هڪ مشرڪ جو مٿو ڦاڙي وڌو. رت ريلا ڪري وهڻ لڳو. هي پهريون رت جيڪو عرب ۾ اسلام لاءِ وهيو.

جيترو ممڪن ٿي سگهيو ٿي، پاڻﷺ بت پرستن کان پري رهندا هئا ته جيئن مسلمان انهن جي حرڪتن کان بچي سگهن. جڏهن به قرآن ٻڌائڻو هجي يا ڪا نئين وحي نازل ٿيندي هئي ته پاڻﷺ سيني کي دارارقم وٺي ويندا هئا.

پاڻﷺ کي نبي ٿئي ٽه سال گذري چڪا هئا. هاڻي سيني کي خبر پئجي چڪي هئي ته پاڻﷺ هڪ نئين دين جي دعوت ڏئي رهيا آهن ۽ سيني کي خبر پئجي چڪي هئي ته پاڻﷺ طاقتور ٿي رهيا آهن ۽ هن جا پوئلڳ وڌي رهيا آهن. هاڻي الله جو حڪم آيو ته هاڻي کلئي عام دين جي دعوت ڏيو. جيڪو ڪم اجان تائين لڪي ڪري رهيا هئا ۽ ظاهر ظهور ڪيو.

﴿فَٱصۡدَعۡ بِمَا تُؤۡمَرُ وَأَعۡرِضۡ عَنِ ٱلۡمُشۡرِكِينَ﴾ (الحجر آيت ٩٤)

”اوهانﷺ جيڪو حڪم ملي، کول ٻڌاءِ ۽ مشرڪن جي چڪر ۾ نه اچ“



پاڻ ﷺ جي تنهائي.

خاندان وارن جي دعوت.

ابولهب جي شرارت.

وري دعوت.

انسانيت جي هڏڏوکي جي ڏکوئيندڙ تقرير.

حاضرين بي پرواهي.

حضرت عليؓ جي بي ڌپي حق پسندي.

صفا جبل تي هانءُ ڏاريندڙ سڏ.

ابولهب بي حيا ورتاءُ.

ماڻهن جي گمراهي تي اوهان ﷺ جو بيچين ٿيڻ.

قريشين جي ڪاوڙ.

ابوطالب وٽ قريشين جو وفد.

قريشين جو ٻيو وفد.

قريشين جون ابتيون سبتيون ڳالهيون.

ابوطالب کي ورغلائڻ جي ڪوشش ناڪام.

قريشين جو ابوطالب کي للڪارڻ.

رسول الله ﷺ حيرناڪ ثابت قدمي.

ابوطالب جي همت افزائي.

ابوطالب حمايت ۾ مشغول.

﴿وَأَنذِرۡ عَشِيرَتَكَ ٱلۡأَقۡرَبِينَ٢١٤ وَٱخۡفِضۡ جَنَاحَكَ لِمَنِ ٱتَّبَعَكَ مِنَ ٱلۡمُؤۡمِنِينَ٢١٥ فَإِنۡ عَصَوۡكَ فَقُلۡ إِنِّي بَرِيٓءٞ مِّمَّا تَعۡمَلُونَ٢١٦ وَتَوَكَّلۡ عَلَى ٱلۡعَزِيزِ ٱلرَّحِيمِ٢١٧ ٱلَّذِي يَرَىٰكَ حِينَ تَقُومُ٢١٨ وَتَقَلُّبَكَ فِي ٱلسَّٰجِدِينَ٢١٩ إِنَّهُۥ هُوَ ٱلسَّمِيعُ ٱلۡعَلِيمُ٢٢٠﴾ (الشعراء آيت ۲۱۴-۲۲۰)

۽ پنهنجي ويجهي مائٽن کي ڊيڄار(۲۱۴) ۽ ايمان آڻيندڙ ۾ جيڪي تنهنجي پيروي ڪن، انهن سان نرمي سان پيش اچ(۲۱۵) جيڪڏهن هو تنهنجي نافرماني ڪن ته انهن کي چئي ڇڏ، جيڪو توهان ڪيو ٿا، منهنجو ان سان ڪو تعلق ڪونهي (۲۱٦) ۽ ان غالب ۽ مهربان (الله) تي ڀروسو رک.(۲۱۷) جيڪو توکي ڏسندو (تهجد جي وقت) تنهنجي اٿڻ کي (۲۱۸)۽ سجدي ڪندڙن (نمازين) ۾ تنهنجي چرپر کي(۲۱۹) بيشڪ هو سڀ ڪجهه ٻڌندڙ ۽ سڀ ڪجهه ڄاڻيندڙ آهي(۲۲۰)



پاڻ ﷺ جي نبوت کي ٽہ سال گذري چڪا هئا. ايترا ڏينهن پاڻ ﷺ انفرادي طور دعوت ڏيندو رهيو هو. پوءِ الله سائين جو حڪم ٿيو تہ ڏجڻ ڇڏي ڏي ۽ کلئي عام دين جي پرچار ڪر. بي ڏپو ٿي پنهنجي رب جو سنيهو ماڻهن کي ٻڌا. هي ڪم پهريان پنهنجي مائٽن کان شروع ڪر ۽ جيڪر انهن مان ڪجھ ان ڳالھ نہ مڃن تہ تون انهن جي پرواھ نہ ڪر.

جيئن ئي هي حڪم مليو تہ پاڻ ﷺ گهر کان نڪرڻ ئي ڇڏي ڏنو ۽ هر وقت سوچيندو رهندو هو تہ ڪيئن سڀني خاندان وارن تائين هي پيغام پهچايان ۽ انهن کي سمجهايان.

هي ڪا عام ڳالھ ڪو نہ هئي جو لڪي وڃي ها. ڪجھ ڏينهن ۾ سڀني مٽن مائٽن ۾ پڪڙجي وئي ۽ چوڏس چوٻول هو. ڦڦين ٻڌو تہ ڏجي ويون تہ محمد ﷺ ڪٿي بيمار تہ ناهي يا ڪنهن مصيبت ۾ ڦاسي پيو آهي. ان لاءِ اهي سڀ پاڻ ﷺ جي گهر اوهان ﷺ کان پڇڻ لاءِ آيون ۽ چيائون:

”منا محمد ﷺ! خير تہ آهي جو گهر کان ٻاهر نٿو نڪرين؟“

پاڻ ﷺ فرمايو:

”چا ٻڌايان! مون تي هڪ وڏي ذميداري جو بار آهي. جنهنجي ڪري پريشان آهيان.

ڏسو! هڪ پاسي اسان جا خاندان وارا الله کي مڃن ٿا ۽ ٻئي پاسي واري بتن کي بہ پوڄن ٿا. چا اهڙي نموني هو خدا کي راضي ڪري سگهن ٿا؟ نہ بلڪل بہ نہ. هي بربادي وار پرڪار آهن. ان لاءِ الله سائين مون کي حڪم ڪيو آهي تہ انهن کي سمجهايان ۽ چوان تہ پنهنجون هي حرڪتون بند ڪريو. پر سمجھ ۾ نٿو اچي تہ چا ڪيان ۽ ڪيئن ڪيان! دل چوي ٿو تہ سڀني کي ماني جي دعوت ڏئي گهريان ۽ پوءِ انهن کي سمجهايان.“

ڦڦين واراڻيو:

”ان ۾ پريشاني جي ڪهڙي ڳالھ! دعوت ڏئي سڀني کي سڏ ڪر پر چاچي ابولهب کي نہ سڏجان. هو مرندي مري ويندو پر تنهنجي ڳالھ نہ مڃيندو.“

پاڻ ﷺ جهٽ پٽ ماني جو بندوبست ڪيو ۽ سڀني مائٽن کي گهرايو. ٻين سان گڏ ابولهب بہ اچي ويو جيتوڻيڪ ڦڦين هن ﷺ کي روڪيو بہ هو ۽ پاڻ ﷺ کي بہ خبر هئي تہ اوهان ﷺ جو وڏي ۾ وڏو دشمن آهي. اوهان ﷺ جي هر ڳالھ سان هن کي ساڙ هو ۽ مخالفت لاءِ هر وقت تيار وينو هوندو

هو. دعوت ۾ سڀ مائٽ موجود هئا. انهن ۾ پاڻﷺ چاچا، سئوٽ، ڦڦيون ۽ ٻيا سڀ مائٽ هئا.
پاڻﷺ اتي ويهي رهيا ۽ انتظار ڪرڻ لڳا ته سڀ ماني کائي وٺن ته پوءِ انهن کي دين جي دعوت ڏيان.ابولهب به اتي موجود هو جنهن سوچيو ته هي موقع ڏاڍو ڀلو آهي. اڄ محمدﷺ سڌو ٿو ڪيان. هن ابن ڏاڏن جو دين ڇڏي هڪ نئون دين آندو آهي. هن کي ڊيڄاريان ۽ ڌمڪايان. سڀ مٽ مائٽ موجود آهن. هي موقعو ڏاڍو ڀلو آهي. هو اتي ٻيهي رهيو ۽ چوڻ لڳو:

" محمدﷺ! هي تنهنجا چاچا آهن ۽ هي تنهنجا سئوٽ وينا آهن. تونﷺ اها ڳالهه ڪر جيڪا هنن کي وڻي. ٻن ٽن ڏينهن کان جيڪو تون چئي رهيو آهين ته ابن ڏاڏن جو دين غلط آهي ۽ هڪ نئون دين آندو اٿئي ۽ ان جي پرچار پيو ڪرين. ڏس، اهڙيون ڳالهيون نه ڪر، اهي ڳالهيون سٺيون ناهن. تونﷺ پنهنجي ڀائرن مٿان اهڙي مصيب ڪٽي آيو آهين جو خدا جي پناهه. هي به ڳالهه ذهن ۾ ويهاري ڇڏ ته سڄي عرب جي مقابلي ۾ تنهنجي قوم ڪجهه به ناهي. جيڪڏهن تونﷺ پنهنجي هن حرڪتن کان نٿو مڙين ته پوءِ تنهنجي ڀائرن کي هي پورو حق آهي ته توکي ٻڌي ويهاري ڇڏن. تنهنجي قيد هنن کي منظور آهي پر هنن کي اهو منظور ناهي ته قريش توسان وڙهن ۽ پوءِ سڄو عرب قريشن سان گڏ هجي."

پياري پيغمبرﷺ گهڻي ڪوشش ڪئي ته ڪجهه ڳالهائي ۽ انهن کي الله سائين جي نافرماني کان ڊيڄاري ۽ انهن کي ٻڌائي ته هنن ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون خرابيون آهن پر ابولهب هن کي ڳالهائڻ جو موقعو ئي نه ڏنو ۽ مائٽن کي بد دل ڪندو رهيو ۽ چيو:

" توهان خاموش ڇو وينا آهيو. توهان کي گهرجي ته هينئر جو هينئر هن جي هٿ کي روڪيو ايئن نه ٿئي ته ٻين جا هٿ هن جي هٿ کي روڪن ۽ توهان به تڪليف ۾ پئجي وڃو. پوءِ جي حوالي ڪندؤ ته ڏاڍا ذليل ٿيندؤ ۽ جي حمايت ڪندؤ ته مارجي ويندؤ"

پاڻﷺ جي هڪ ڦڦي صفيهؓ هئي جيڪا ان وقت اتي موجود هئي. هي سڀ ٻڌڻ ڪانپوءِ هن کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي ۽ چيائين:

"منهنجا ڀاءُ! توکي شرم نٿو اچي، پنهنجي ئي ڀائٽي جي مخالفت ٿو ڪرين؟ خدا جو قسم علم وارا ته صدين کان چوندا پيا اچن ته آل مطلب ۾ هڪ نبي اچڻو آهي. ٻڌي وٺ اهو نبيﷺ هي آهي!"

ابولهب (وڏو ٺهڪ ڏيندين):

”توکي ڇا آهي؟ تون تہ ڇوڪرين پاڻي گھر ۾ ويٺي هوندين. جيڪڏهن قريشي دشمن ٿي ويا ۽ جنگ ٿي پئي تہ ٻيا قبيلا بہ انهن جو ساٿ ڏيندا، پوءِ ڇا ٿيندو؟ هو تہ اسان کي ماکوڙن جيان ماري ڇڏيندا.“

ابو طالب چيو:

”جيستائين سسي ۾ ساهہ آهي، اسان هن سان گڏ آهيون“

ابولهب چيو:

”ڀائرو! اٿو، هاڻي هت ترسڻ نيڪ ناهي“

اهڙي طرح سڀ اٿي هليا ويا ۽ اوهانﷺ جي دل جي ڳالهہ دل ۾ رهجي وئي. ان کانپوءِ پاڻﷺ وري خاندان وارن جي دعوت ڪئي. جڏهن سڀني کائي بس ڪيو تہ پاڻﷺ الله سائين جو پيغام پهچايو ۽ فرمايو:

” عقلمند ڪڏهن پنهنجن سان ڪوڙ ناهي ڳالهائيندو. خدا جوقسم، مان ڌارين سان تہ ڪوڙ ڳالهائي سگهان ٿو پر پنهنجن سان ڪڏهن بہ نہ. جي پرائين کي ڌوڪو ڏئي بہ ڏيان پر پنهنجن کي ڪڏهن بہ نٿو ڏئي سگهان. الله ڄاڻي ٿو تہ مان ان جو رسولﷺ آهيان ۽ ان ئي مون کي توهان ڏانهن موڪليو آهي. ٻڌي ڇڏيو، عربن ۾ پنهنجي قوم لاءِ ڪنهن بہ مون کان وڌيڪ سٺي شيءِ نہ آندي آهي. مان توهان لاءِ ٻنهي جهانن جي ڀلائي آندي آهي. رب تعالىٰ جو حڪم آهي تہ مان توهان کي ڀلائي جي دعوت ڏيان. آهي ڪو جيڪو هن ڪم ۾ منهنجو مدد ڪري ۽ منهنجي وڃڻ کان پوءِ بہ هن ڪم کي جاري رکي؟“

پاڻﷺ خاموش ٿي ويا ۽ ماڻهن جي منهن ڏانهن ڏسڻ لڳا تہ ڪنهن جو دل ايمان ڏانهن مائل ٿيو آهي؟ ڪنهن جو سينو اسلام لاءِ ڪشادو ٿيو آهي ۽ ڪنهن حق جي حمايت جو فيصلو ڪيو آهي؟

پر...... ڪٿان بہ ڪو جواب نہ آيو ۽ هر طرف موت جهڙي خاموشي هئي.

ڪجھ هن ڳالهہ کي چرچي جي چرپائپ سمجھي حيرت ۾ اوهانﷺ جو منهن ڏسڻ لڳا ۽ ڪجھ ماڻهن حقارت وچان منهن موڙي ڇڏيو ۽ اتان اٿي وڃڻ جو فيصلو ڪيو.

ٺيڪ ان وقت هڪ ننڍڙو ڇوڪرو اٿيو. ان جي ڄمار ٻارنهن تيرنهن سال مس هوندي. معمولي جسامت، ننڍڙو قد، اکيون آرسي جهڙيون، پر هو ڏاڍو جوڌو، وڏي همت وارو، اٿي چوڻ لڳو:

”الله جا رسولﷺ! مان اوهانﷺ سان گڏ آهيان. مان ساٿ ڏيندس ۽ مدد ڪندس.“

کھڙو نہ عجيب منظر ھو. چوڪري جون ڳالھيون ٻڌي ماڻھن کا کل نڪري وئي ۽ خاموشي ٺھڪن ۾ بدلجي وئي ۽ ڪجھ وري ٺٺولي ڪري چوڻ لڳا:

"ابوطالب! ڀائٽي جي پيروي ڪندي يا پٽ جي؟"

اھڙي طرح ٻي دعوت بہ پنھنجي انت تي پھتي. پاڻﷺ جي ڪوشش مان ڪو ڪڻ تيل نہ نڪتو پر پاڻﷺ مايوس نہ ٿيا ۽ پوري جوش سان ڪم ڪندا رھيا. ھڪ ڀيري جي ڳالھ آھي تہ پاڻﷺ صفا ٽڪري تي چڙھي ويا ۽ ڏک مان ماڻھن کي آواز ڏئي سڏيو.

"قريشي ڀائرو! قريشي ڀائرو!"

ماڻھون ڇرڪجي ويا!

"اڙي ڀائرو! ڪير پيو سڏي؟ ڪنھن جي آواز آھي!"

ٿوري دير ۾ سڀ قريش گڏ ٿي ويا ۽ بيچيني وچان پڇڻ لڳا:

"ڇا ڳالھ آھي ڀاءُ، ڇا ڳالھ آھي؟"

پاڻﷺ فرمايائون:

"مون ڪي صرف اھو ٻڌايو. جيڪڏھن مان توھان کي چوان تہ ھن جبل جي پٺيان دشمن جي فوج آھي تہ ڇا توھان مون تي يقين ڪندؤ."

ماڻھن وراڻيو: ھا، ھا، بلڪل اعتبار ڪنداسين. اسان ڪڏھن بہ اوھانﷺ ڪوڙ ڳالھائيندي ناھي ڏٺو ۽ نہ ئي ٻڌو آھي."

پاڻﷺ فرمايائون:

"منھنجا پيارا ڀائرو! مانﷺ توھان کي سخت عذاب کان ڊيڄاريان ٿو جيڪو توھان جي سامھون آھي. مانﷺ ان کي اھڙي طرح ڏسي رھيو آھيان جھڙي نموني ھن جبل جي ٻئي طرف مان ڏسان ٿو. منھنجا قريشي ڀائرو! الله سائين جي ناراضپي کان بچو! ۽ پنھنجي پاڻ کي باھ کان بچايو. جي الله سائين ناراض ٿي ويو ۽ توھان کي باھ جي حوالي ڪيو تہ مانﷺ بہ اوھان کي بچائي نہ سگھندس. باھ کان بچڻ جو بس ھڪ ئي طريقو آھي تہ الله تعالیٰ سان کي ھڪ ڪري مڃو ۽ منھنجي رسولﷺ ھجڻ جو اقرار ڪيو."

اھو ٻڌندي ابولھب جو منھن ڪاوڙ ۾ ڳاڙھو ٿي ويو جيئن ٻرندڙ ٽانڊا. جلدي ۾ اٿي ۽ رڙ ڪري چيائين:

”تنهنجو خانو خراب ٿئي! تو اسان کي ان لاءِ سڏيو هو!“

هي ڏسي پاڻﷺ صدمي ۾ چپ ٿي ويا ۽ وڏي ارمان سان پنهنجي چاچي ڏانهن ڏسڻ لڳو ته ڪاش ٿورڙي دير چپ رهي ها ۽ پاڻﷺ ماڻهن کي ڪجھ وڌيڪ ٻڌائي ها. انهن کي سچي دين جي دعوت ڏئي سگهي ها ۽ انهن کي رب سائين جو پيغام پهچائي ها. پر هن ٿورڙو به لحاظ نه ڪيو ۽ هن جو رويو تمام سخت ٿي ويو ۽ پاڻﷺ کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو.

آخر ماڻهون اتان هليا ويا پر اجان به ماڻهن جي اوت اها ئي ڳالھ هئي.

ڪو چوي پيو:

”يائرو عبدالمطلب جو نوجوان ته آسمان سان ڳالهائي ٿو؟“

وري ٻيا چوان پيا:

”هو اهڙي جي عبادت ڪرڻ لاءِ چوي ٿو جنهن کي اسان نه ڏسي سگهون ٿا ۽ نه وري ٻڌي سگهون ٿا؟“

ڪو چوي پيو:

”جنهن سان هو ڳالهائي ٿو، ان سان اسان جي ڳالھ ڇو نٿو ڪرائي؟“

اسلام کي آئي ڪافي عرصو گذري چڪو هو. پاڻﷺ پنهنجي پوئلڳن کي پنهنجي گهر وٺي ايندو هو يا ارقم جي گهر ڏانهن وٺي ويندو هو. اتي انهن کي قرآن جون آيتون ٻڌائيندو هو. جيڪو اڻ پڙهيل هوندا هئا انهن کان ڪيترائي ڀيرا دهرائي ڪرائيندو هو جيئن هن کي صحيح طرح ياد ٿي وڃي ۽ جيڪي پڙهيل هوندا هئا اهي آيتن کي لکي پوءِ انهن کي ياد ڪندا هئا. ٻارن ۽ عورتن کي ياد ڪرائيند هئا ۽ نئون مسلمانن کي ياد ڪرائيندا هئا.

آهستي آهستي اسلام پکڙجڻ لڳو ۽ مسلمانن جو تعداد وڌندو رهيو پر مشرڪ ان ڳالھ کي ايئن مذاق ۾ اڏائيندا رهيا. ” هي هڪ سنجيده خطرو آهي“ هو اهو به قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه هئا. هو اهيو سمجهندا رهيا، هي ته چريا آهن انهن سان ڪهڙو ڳالهائڻ.

هو اهيو سمجهي رهيا هئا ته هي سڀ محمدﷺ جا شيدائي آهن ان ڪري هنن پنهنجو مذهب ڇڏي ڏنو آهي پر هي گهڻو وقت هن ﷺ سان گڏ رهي نه سگهندا. صرف ٻن ٽن ڏينهن جي ڳالھ آهي. ان ڪانپوءِ هي سڀ ڏوڙ وانگر غائب ٿي ويندا ۽ دير سوير پنهنجي دين ۾ موٽي ايندا. انهن ڏينهن جي ڳالھ آهي ته هڪ ڏينهن مشرڪ ڪعبي ۾ بتن کي سجدا ڪري رهيا هئا. ۽ اتفاق سان حضور

اڪرمﷺ جو اتان گذر ٿيو. پاڻﷺ کي هنن جي هن حال تي رحم اچي ويو. ان ڪري دل ۾ خيال پيدا ٿيو تہ هنن کي ان ڪم کان روڪجي ۽ انهن کي ان ذلت کان بچائجي. تنهنڪري فرمايائون:

”قريشي ڀائرو! توهان تہ ڏاڏي ابراهيمؑ جي دين کي بلڪل وساري ڇڏيو آهي، توهان هنن حقير بتن کي پوڄيو ٿا ۽ انهن کي الله جا ساٿي سمجهو ٿا! ڇا ائين ڪرڻ سان الله توهان کان خوش ٿيندو؟“

ان ڳالهہ بت پرستن کي باهہ ڪري ڇڏيو ۽ گهڻ وڌ ڳالهائڻ لڳا. چيائون:

”اسان هنن جي ٿورڙي عبادت ڪيون ٿا. اصل ۾ اسان کي الله سان محبت آهي ۽ ان جو قرب حاصل ڪرڻ جي خواهش آهي. هي سڀ رڳو ان قرب جي حاصلات جو وسيلو آهن.“

پاڻﷺ فرمايو:

” جي الله جو قرب حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا تہ منهنجي مڃو، الله بہ اوهان سان محبت ڪندو.“

اهو ٻڌندي ئي پڙڪي پيا ۽ هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا:

”هن جون ڳالهيون ٻڌي ٻڌي اسان جا تہ ڪن ئي پڇي پيا آهن. آخر ڪيستائين برداشت ڪنداسين“.

”اسان ڪجهہ نٿا چون تہ هي وڌندو ٿو وڃي. اسان کي بيوقوف ٿو سمجهي ۽ اسان جي ابن ڏاڏن کي بہ گمراهہ ٿو سمجهي ۽..........۽ اسان جي ديوتائن کي بہ نٿو بخشي. هاڻي بس تي بلڪل بس. هاڻي پاڻي سر کان مٿي چڙهي چڪو آهي.“

هو سڀ هليا ويا پر اڪيون ٽاندا، سينو سگري هين. هاڻي هر جاءِ تي پاڻﷺ جون ڳالهيون هيون. تنگ ڪرڻ، تپائڻ، ديڄارڻ ۽ ڌمڪائڻ جي منصوبا نهي رهيا.



سڀ مشرڪ سردار گڏ ٿي سوچڻ ۽صلاحون ڪرڻ لڳا:

”محمدﷺ اسان جي ديوتائن سان ناجائزي ٿو ڪري. هن جو ڪهڙو علاج ڪجي؟ هو اسان جي دين جي پنيان هٿ ڌوئي پئجي ويو. هن کان ڪيئن جان ڇڏائجي؟ ڇا محمدﷺ اسان جي ديوتائن جي بي عزتي ٿو ڪري؟ انهن ديوتائن جي جيڪي اسان جا ۽ اسان جي پيڙهين جي پيڙهہ ۽ اسان جا معبود آهن. ڇا محمدﷺ اسان کي بيوقوف ٿو سجمهي جو اسان هنن جي عبادت ڇڏي هن جي دعوت قبول ڪيون؟ هي بت جنهن جي لاءِ عربستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ماڻهون اچي هنن کي سجدو ڪندا آهن ۽ ڪعبي جيان هنن جو طواف ڪندا آهن. ڇا هو چاهي ٿو تہ سڄو عربستان اسان تي چڙهائي ڪري يا

هي چاهي ٿو تہ هر قبيلو اسان جو حقو پاڻي بند ڪري. جي هنن هتي اچڻ ڇڏي ڏنو تہ اسان جو واپار اقٿ بند ٿي ويندو ۽ اسان ڪٺي ڪٺي جا محتاج ٿي ويندا سين.“

ڪيترئي دير تائين ايئن ڳالهيون هلنديون رهيون. آخر ۾ اهو فيصلو ٿيو تہ ڪجھ ماڻهون ابوطالب وٽ وڃي هن جي ڀائيٽي جي دانهن ڏين. چون تہ محمدﷺ کي جهلي تہ هوﷺ اسان جي ۽ اسان جي ديوتائن جي باري ۾ ڪجھ بہ نہ ڳالهائي. اسان کي هنﷺ جي دين سان ڪو مطلب ڪونهي ۽ نہ وري هن کي اسان جي دين سان ڪو مطلب هجڻ گهرجي.

ان لاءِ قريش جا ڪجھ سردار ابوطالب وٽ ويا. انهن ۾:

”حرب جو پٽ ابوسفيان، ربيعہ جو پٽ عتبہ، مغيره جو پٽ وليد، وائل جو پٽ عاص ۽ هشام جو پٽ عمرو هئا“ ها اهو عمرو جنهنجي ڪنيت ابوالحڪم هئي ۽ جيڪو ابوجهل جي نالي سان مشهور هو. هي سڀ ابوطالب وٽ پهتا ۽ هن کي پريائتي ڳالھ ٻڌايائون. ابوطالب هنن کي دلجاھ ڏني ۽ ڏاڍي نمرتا سان پيش آيو ۽ هنن کي سمجهائي واپس موڪلي ڇڏيو.

ايئن وقت وهندو رهيو ۽ پاڻﷺ هنن کي شرڪ ۽ مورتي پوڄا کان روڪيندو رهيو ۽ صرف هڪ الله جي عبادت جي تلقين ڪندو رهيو ايتري تائين جو مسلمان جو هڪ ٽولو تيار ٿي ويو.

هاڻي مشرڪن کي ڦڪڙي لڳي تہ جيڪڏهن محمدﷺ پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ هن جو دين پکڙجي ويو تہ اسان جو ڇا ٿيندو؟ پوءِ تہ اسان جي شامت اچي ويندي. وطن ويڳاڻو ٿي ويندو ۽ اسان جو ڏنڌو ڌاڙي سڀ ڌوڙ ٿي ويندو.

هاڻي نٽ نٽاءُ نيڪ ناهي. هاڻي سڌو سنئون فيصلو ٿئي. ان ڪري هو ابوطالب وٽ وري آيا.

”ابوطالب! اوهان اسان جا وڏا آهيو. اسان اوهان جي دل ۽ جان سان عزت ڪندا آهيون. هاڻي پنهنجي ڀائيٽي کي بہ سمجهايو. هو اسان جي ديوتائن کي گهٽ وڌ نہ ڳالهائي. اسان جي دين جا عيب نہ پڌاري ڪري. اسان جي عقلن تي بہ حملا بند ڪري ۽ اسان جي ابن ڏاڏن کي گمراھ چوڻ نہ چوي. پنهنجي ڀائيٽي کي سمجها يا وچ ۾ نہ اچ. اسان پاڻ هنﷺ کي ڏسي وٺنداسين. توهان بہ هن جي ڳالهين کان بيزار آهيو. هن کي سمجهائڻ سان اوهان کي بہ آرام نصيب ٿيندو.“

ابوطالب کي مجبورن محمدﷺ کي گهرائڻو پيو. پاڻﷺ جي اچڻ تي هن چيو:

”ڀائٽيا! هي قوم جا شاهوڪار ۽ سردار آهن. هنن کي توکان شڪايت آهي تہ تونﷺ هنن جي ديوتائن جي باري ڪجھ نہ چؤ ۽ هي تنهنجي خدا جي باري ڪجھ نہ چوندا.“

پاڻﷺ فرمايو:

”چاچا سائين! جيڪا شيءِ هنن جي لاءِ ڀلي آهي چا مان اها شيءِ هنن کي نہ آڇيان؟“

ابو طالب پڇيو:

”اها ڪهڙي شيءِ آهي“

پاڻﷺ فرمايو:

”مان چاهيان ٿو تہ هي پنهنجي زبان سان صرف هڪ جملو چوڻ تي راضي ٿي وڃڻ تہ پورو عرب هنن جو غلام ٿي ويندو ۽ سڄي دنيا هنن جا پير ڌوئي پيئندي.“

ابوجهل زور سان رڙ ڪري چيو:

”تو ڪي تنهنجي پيءُ جو قسم اهو ڪهڙو جملو آهي؟ هن جهڙا ڏهہ جملا اسان ٻڌڻ لاءِ تيار آهيون“

پاڻﷺ فرمايو:

”صرف لاَ إِلَهَ إِلَّا اللَّهُ چئو“

هي ٻڌندي ئي سڀ ڪاوڙ جي پيا ۽ ڪاوڙ ۾ ڳل ڳاڙها ٿي وين. حقارت ۾ منهن موڙي ڇڏيائون ۽ اهو چوندي هليا ويا.

”هاڻي ڏسجان، اسان توسان ڇا ڇا ڪنداسين؟“



محمدﷺ جي دعوت تيزي سان ماڻهن ۾ مقبول ٿي رهي هئي ۽ معاشري جا نيڪ ماڻهون اوهانﷺ جي چوڌاري گڏ ٿي رهيا هئا. اهو ڏسي شرڪ جا نيڪدار ڏاڍا ناراض ٿيا ۽ انهن جي اندر بدلي جي باهہ ٻري رهي هئي. هڪ الله جي عبادت ظاهر ظهور بتن جي توهين هئي. اسلام جي عزت ڪفر جي ذلت هئي. مسلمانن جي ڪاميابي ڪافرن جي لاءِ خطري جي گهنٽي هئي. تنهنڪري ڪافر حسد جي باهہ ۾ سڙڻ لڳا ۽ انهن پاڻ ۾قسمون کاڌيون:

”هاڻي محمدﷺ جي لاءِ ننگي تلوار آهي. جتي بہ ڏسنداسين اتي تنگ ڪنداسين. هر طرح سان هن کي رنج پهچائينداسين. هن کي جسماني اذيتون بہ ڏينداسين. هن جي روح کي بہ رنجائينداسين ۽....... هن جي دين کي ختم ڪري ڇڏينداسين.“

ان لاءِ هنن پنهنجي شاعرن ۽ لوفرن کي پاڻ ﷺ جي خلاف اڀاريو. هاڻي هو پاڻ ﷺ کي گاريون ڏيندا ۽ الزام تراشي ڪندا هئا. پنهنجي شعرن ۾ پاڻ ﷺ جي توهين ڪندا هئا. ماڻهن جي ذهنن ۾ اوهان ﷺ جي خلاف شڪ پيدا ڪرڻ لڳا ۽ اوهان ﷺ جي عقل ۽ نيت تي حملا ڪرڻ لڳا. ڪي چوڻ لڳا ته هي جادوگر آهي، ڪن چيو ته هن تي جادو جو اثر آهي ۽ ڪن هن کي شهرت جو بکيو چيو. جيترا وات اوتريون وايون هيون.

هڪ ڏينهن ڪجھ مشرڪ سردار ڪعبي ۾ گڏ ٿيا، انهن جي بحث جو موضوع پاڻ ﷺ هو:

" توهان کي خبر آهي! محمد ﷺ چوي ٿو ته اسان مرڻ کانپوءِ وري زنده ڪيا ويندا سين ۽ پنهنجي عملن جو حساب ڏينداسين. ڀلن ڪمن جو ڀلو بدلو ۽ خراب ڪمن جي سزا ملندي. ڀلائي ڪنداسين ته جنت ۾ ويندا سين ۽ برائي ڪنداسين ته دوزخ ۾ ويندا سين."

انهن صلاح ڪئي ته محمد ﷺ گهرائي ان سان بحث مباحثو ڪيون. جيڪڏهن هو سچو هوندو ته دليل ڏيندو ۽ جي ڪوڙو هوندو ته صرف دعوىٰ ڪندو. جيڪڏهن دعوىٰ ڪيائين ته پوءِ اسان هن کي جيترو به تنگ ڪيون ڪو اسان کي چوڻ وارو نه هوندو ۽ نه وري ڪو اسان کان پڇندو.

انهن جلدي هڪ ماڻهون موڪليو. ايلچي جي اچڻ سان پاڻ ﷺ کي ڪجھ اميد ٿي. پاڻ ﷺ سوچيو ته شايد انهن جي دلين ۾ ايمان جي ڪا چڻنگ ٻري آهي ۽ هن ﷺ جي وڃڻ سان شايد اها ڀڙڪي پوي. ان ڪري جلدي جلدي انهن ڏانهن ويو پر هتي ته ڳالھ ئي ٻي هئي. هتي ته اهي دل ڏڪائيندڙ ڳالهيون هنيون، ساڳيو ضد ۽ ساڳي حقارت جون حرڪتون هنيون. اهي چوڻ لڳا:

"اسان جي ڄاڻ مطابق اڄ تائين عرب ۾ ڪو اهڙو ماڻهون ناهي ڄائو جنهن پنهنجي قوم کي تنگ ڪيو هجي. تو(ﷺ) اسان جي دين کي خراب چئي، اسان جي ديوتائن کي گهٽ وڌ ڳالهايو. اسان جي ابن ڏاڏن کي گمراھ چيو. پوري قوم کي ڪٽو ڪٽو ڪري ڇڏئي. تون ﷺ پاڻ ٻڌا باقي ڪجھ رهجي ويو آهي جيڪو تو ﷺ نه چيو هجي. ٻڌا! ان جي باوجود به اسان تو ﷺ کي معاف ڪرڻ لاءِ تيار آهيون، دولت، عزت، شهرت سڀ ڪجھ ڏيڻ لاءِ تيار آهيون. ڏوڪڙن جي گهرج اٿئي ته ٻڌا تنهنجي پيرن ۾ دولت جا ڍير لڳائي ڇڏينداسين. شهرت جي خواهش اٿئي ته اسان توکي پنهنجو سردار ڪنداسين. جيڪڏهن ڪو دماغي مرض اٿئي يا ڪنهن جن جو اثر اٿئي ته اسان سني کان سنو تنهنجو علاج ڪرائينداسين."

اهو پاڻ ﷺ جي عقل ۽ نيت تي هڪ تمام وڏو حملو هو. ان ڪري پاڻ ﷺ کي ڏاڍو ڏک ٿيو. پاڻ ﷺ فرمايائون:

” مون ﷺ ۾ اهڙي ڪا بہ خرابي ڪانهي. مون ﷺ کي ڪنهن بہ قسم جي مال ۽ ملڪيت جي خواهش ڪانهي ۽ نہ وري ڪنهن شهرت يا سرادري جي ڪا تمنا آهي. مان ﷺ تہ الله جو رسول آهيان. هن مون کي موڪليو تہ مان ﷺ توهان کي غفلت جي ننڊ مان جاڳايان. برائي ۽ نيڪي جي نتيجي جي باري مان ٻڌايان ۽ توهان کي رب جي قريب ڪيان.“

انهن ڳالهين جو هنن تي ڇا اثر ٿيڻو هو؟ جاهليت جو جذبو ڀڙڪيو ۽ گوڙ مچي ويو. جيڪو جنهن جي وات آيو بڪڻ لڳو. ان دوران انهن ڪجھ عقل کان وانجهيا مطالبا ڪيا:

”جي تون ﷺ واقعي الله جو رسول آهين تہ پوءِ اسان جا هي مطالبا پورا ڪر، پوءِ اسان کي يقين ايندو تہ تون ﷺ سچو آهين. پوءِ اسان تنهنجي ڳالھ مڃينداسين.“

انهن چيو:

”تون پنهنجي رب کي چؤ تہ هتي هڪ چشمو پيدا ڪري جنهن جو پاڻي زم زم کان بہ وڌيڪ مٺو هجي. ۽ شام ۽ عراق وانگر هتي بہ دريا وهن لڳن“

ڪنهن چيو:

” جي تون نبي ﷺ آهين تہ پنهنجي رب کي چؤ توکي بہ باغ ۽ محل ڏيئي. سوني چاندي جا خزانا ڏئي جيئن تون عيش ۽ عشرت جي زندگي گهاري سگهين. هي ڇا اسان وانگر بازارن ڦرندو ٿو وتين ۽ رزق جي پٺيان پنهنجو پگهر پيو وهائين.“

ڪنهن چيو:

”يمامہ ۾ هڪ ماڻهون رحمان آهي جيڪو توکي هي سڀ سيکاري ٿو اسان رحمان تي ايمان نہ آڻينداسين. جي ايئن ناهي تہ پوءِ تون ﷺ اسان جي سامهون آسمان تي چڙهي وڃ ۽ هڪ پرچو ڪٽي اچ جنهن کي اسان بہ پڙهون“

ڪنهن چيو:

”فرشتا الله جون نياڻيون آهن. اسان انهن جي عبادت ڪندا آهيون. تون الله ۽ فرشتن کي اسان جو سامهون وني اچ يا آسمان کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري اسان جي مٿان ڪيرا تہ اسان تو ﷺ تي ايمان آڻينداسين. اسان بہ تہ ڏسون ڪهڙي سزا ۽ ڪهڙو عذاب آهي جنهن جون تو ﷺ اسان کي ڌمڪيون پيو ڏين.“

پاڻ ﷺ فرمايائون:

”پاڪ آهي منهنجو رب! ڇا مان پيغمبر ڪانسواءِ ٻيو ڪجھ بہ آهيان؟“

الله فرمايو:

﴿تَبَارَكَ ٱلَّذِيٓ إِن شَآءَ جَعَلَ لَكَ خَيۡرٗا مِّن ذَٰلِكَ جَنَّٰتٖ تَجۡرِي مِن تَحۡتِهَا ٱلۡأَنۡهَٰرُ وَيَجۡعَل لَّكَ قُصُورٗا ١٠﴾ (الفرقان آيت ١٠)

”برڪت واري آهي اها ذات جي چاهي تہ توﷺ کي ان کان بہ سنيون شيون عطا ڪري. چاهي تہ اهڙا باغ ڏئي جنهن جي هيٺان نديون وهنديون هجن ۽ چاهي تہ ڪيترائي محل عطا ڪري“

انهن چيو:

”محمدﷺ اسان تنهنجي سامهون ڪيتريون ئي ڳالهيون رکيون پر تو هڪ بہ نہ مڃي. اسان توﷺ کي ڪيتريون ئي آڇون آڇيون پر هڪ بہ قبول نہ ڪيئي. هاڻي اسان آزاد آهيون. هاڻي اسان کي حق آهي تہ توﷺ سان جهڙو ورتاءُ ڪيون ڪري سگهون ٿا. ياد رکجان، اسان توﷺ کي مارڻ ڪانسواءِ نہ مڙنداسين. هاڻي تونﷺ رهندين يا اسان.“

هاڻي انهن اوهانﷺ جي قتل جو فيصلو ڪري ڇڏيو هو. بلڪل آخري ۽ پڪو فيصلو.....

”پر جي محمدﷺ کي قتل ڪيو تہ.....ابوطالب جو ڇا ٿيندو؟ هو تہ ضرور بدلو وٺندو ۽ هو ڪاوڙيو يعني آل مطلب ڪاوڙيو. پوءِ تہ ويڙهہ شروع ٿي ويندي. آل مطلب ئي تہ قريش جا سردار ۽ سرڪار آهن. ان ڪانپوءِ ڇا ٿيندو؟“

هي سوچ ايندين ئي انهن جي حوصلن جواب ڏئي ڇڏيو.

” ها هڪ ٻي صورت ٿي سگهي، جيڪڏهن محمدﷺ ابوطالب جي نظرن مان ڪري پوي ۽ يا هن جو دل ڦڪو ٿي پوي ۽ ان ڪانپوءِ اسان محمدﷺ کي ماري وجهون تہ بہ هو خاموش رهي.“

ان ڳالھ تي هو ويچار ڪرڻ لڳا، تمام گهڻو ويچار ڪيو ۽ ڪيترائي ڏينهن ويچاريو، آخر ڪار انهن ٻي عقلن جي عقل هنن کي راءِ ڏني.

”ابوطالب وٽ هڪ محمدﷺ جي بدلي ۾ هڪ نوجوان ڏيون، جيڪو سهڻو، سيبتو ۽ سگهاروهجي.



پنهنجي هن بيوفاٽي سوچ تي عمل ڪرڻ لاءِ هو ابوطالب وٽ پهتا ۽ پاڻ سان گڏ هڪ نوجوان آندئون جنهن جو نالو وليد بن عماره هو ۽ چيائون:

”ابوطالب! هي عمار جو پٽ وليد آهي. قريش سڀ کان وڌيڪ بهادر، ٻل وارو ۽ سونهن ۾ سونهارو. اڄ کان هي تنهنجو پٽ آهي. هن کي تون پاڻ وٽ رک ۽ هن جي بدلي اسان کي محمدﷺ ڏي ته جيئن جو قصو ئي پاڪ ڪري ڇڏيون. اجايون هنﷺ ڏڦير مچائي رکيو آهي ۽ سڄي قوم کي ڇڙو ڇڙ ڪري ڇڏي اٿس. اسان توکي ان جي بدلي هڪ ٻلو ماڻهون ڏئي رهيا آهن.“

قوم جي عقلمندن جي زبانن مان بي عقلي واريون ڳالهيون ٻڌي ابوطالب حيرت ۾ انهن جا منهن تڪڻ لڳو. پوءِ چيائين:

”اڙي عقل جا انڌؤ! ڪهڙو نه بڇڙو سودو ٿا ڪيو. توهان جي اولاد ته مان پاڻ وٽ رکي ان کي کارائي پياري ٿلو متارو ڪيان ۽ پنهنجي دل جي ٽڪڙي کي توهان جي حوالي ڪريان ته جيئن توهان ان کي قتل ڪيو؟ خدا جو قسم! ايئن ته قيامت تائين نه ڪندس.“

عدي جو پٽ معطم جيڪو پڻ قريش جي سردارن مان هو، چيو:

”خدا جو قسم! قوم ڏاڍو صبر ڪيو آهي ۽ هر طرح جي ڪوشش ڪئي ته توکي ڪا ڳالھ خراب نه لڳي. پر مان ڏسان پيو ته تون ڪا ڳالھ مڃڻ لاءِ تيار ئي ناهين.“

ابوطالب وراڻيو:

”قسم سان توهان مون سان انصاف ناهي ڪيو. حقيقت ۾ توهان مون کي هر جاءِ تي رسوا ڪندا ٿا وتو ۽ ماڻهن کي منهنجي خلاف ڀڙڪائيندا ٿا وتو. هاڻي وڃو، جيڪو توهان کي وڻي سو ڪري ڏيکاريو.“

سيني چيو:

”اسان توسان ۽ ۽ تنهنجي ڀائيٽي سان ڪا به ڏاڍا ئي ناهي ڪئي. اسان تو وٽ ڪيترائي ڀيرا آياسين ۽ تون کي چيو سين ته پنهنجي ڀائيٽي کي سمجها ته اهڙيون حرڪتون نه ڪري پر تو اسان جي هڪ به نه ٻڌي. هاڻي تون به ٻڌي ڇڏ جي هاڻي هنﷺ اسان جي ديوتائن جي باري ۾ گهٽ وڌ ڳالهايو يا اسان جي سوچ ۽ سمجھ تي ڪو وار ڪيائين ته پوءِ اسان برداشت نه ڪنداسين. هاڻي صرف ٻه ڳالهايون تي سگهن ٿيون. هنﷺ کي سمجهائي چپ ڪرائينس يا ويڙھ ٿيندي. توسان ٻه، هن سان به ۽ هر ان ماڻهون جيڪو توهان جو ساٿ ڏيندو. هاڻي يا توهان رهندؤ يا اسان!“

اهو چئي هو سڀ هليا ويا. مسئلو ڏاڍو گنڀير ۽ نازڪ هو. ان لاءِ ابوطالب کي ڏاڍو ڏک ٿيو قوم جي هن چتاءُ تي.

قوم سان دشمني جي سگھ ناهي ۽ نہ وري ڀائيٽي کي نڌڻڪو ڇڏي سگھجي ٿو. هن لاءِ اها وڏي آزمائش ۽ ڳٽتي جو وقت هو. ابوطالب مونن ۾ منهن پائي سوچڻ لڳو:

”مان ڇا ڪيان؟ افسوس..............! آخر ڪيان تہ ڇا ڪيان؟“

ابوطالب هاڻي تون ڇا ڪندين؟ ٻڌاءِ، تنهنجو ڇا خيال آهي؟ ڇا ڀائيٽي کي ظالمن جي ظلم حوالي ڪندين ۽ هن جي حمايت ۾ قوم خلاف هٿ ڪڻدين؟

فيصلي جو وقت هو ۽ دنيا جون دليون ڌڙ ڌڙ ڌڙڪڻ لڳيون تہ هاڻي ڇا ٿيندو؟ ان فيصلي جو انتظار هو جنهن سان دنيا جي ڌرا متجڻي هئي؟

آخر ڪار ابوطالب فيصلو ڪيو تہ محمدﷺ کي گهرائي تبليغ کان روڪيان جيڪا قوم ۾ ڏڦير جو سبب آهي، جنهن قريش جي ايڪتا ۾ ڏار وڌا آهن ۽ قريشي ناٽ محل جا ٿنيا ۽ ٿوڙ لوڏي ڇڏيون آهن.

محمدﷺ چاچا وٽ آيا. چاچي سڄي ڳالھ هن کي ٻڌائي ۽ قريش جي ڌمڪي بابت بہ هن کي آگاھ ڪيو ۽ پوءِ چيائين:

”منهنجا مٺا! مون تي ۽ پنهنجي زندگي تي رحم ڪر. مون تي ايڏو بار نہ وجھ جو مان ڪڻي نہ سگهان.“

هي هڪ امتحان ۽ فيصلي جي گھڙي هئي ۽ دنيا اوسيڙي ۾ هئي تہ ڏسون ڇا ٿو ٿئي!

ڇا محمدﷺ پنهنجي رب جي سڏ کان منهن موڙيندو ۽ پنهنجي چاچي جي سڏ جي آجيان ڪندو؟

ڇا محمدﷺ سچ کي ڇڏي ڪوڙ جو ساٿ ڏيندو؟ ڇا دنيا کي نور جي نورانيت ملندي يا ڪفر جي ڪاري رات؟“

چئو محمدﷺ هاڻي تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي؟ ٻڌا تنهنجو ڇا رادو آهي؟“

پاڻﷺ اهو فيصلو ڪيو جيڪو هن جي رب جو فيصلو هو. پاڻﷺ اها شيءِ پسند ڪئي جيڪا رب جي پسند هئي. پاڻﷺ پختي ارادي ۽ عزم سان فرمايو:

”چاچا! خدا جوقسم، جيڪڏهن هو منهنجي ساڄي هٿ تي سج ۽ کاٻي هٿ تي چنڊ به رکن ۽ چون ته هي ڪم ڇڏي ڏي، تڏهن به منهنجو جواب نه ۾ هوندو. هي ڪم ته پنهنجي پوڄاڻي تي پهچندو چاهي ان ۾ منهنجي حياتي به هلي وڃي“

الله الله........... حق جي طاقت ۽ ايمان جي عظمت! اندر جي سگهه ۽ روح جي روحانيت!

محمدﷺ حق تي هو ۽ حق جي اوهانﷺ جو جيئڻ ۽ مرڻ هو.

چاچي پائيتي ڏانهن حيرت مان ڏٺو. پاڻﷺ جي همت هن تي تمام گهرو اثر ڪيو ۽ سوچ ۾ ٻڏي ويو. مقصد جي حاصلات جي اهڙي ڌن! ڪم سان اهڙو چاهه! نه رستي جي تڪليفن جي پرواهه ۽ نه وري قوم جي ڏمر جو خوف.

محمدﷺ اتان اٿي هلڻ لڳو. هنﷺ کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي وئي پر هنﷺ جي اکين مان آب جاري ٿيڻ ۽ دل بيچين ٿي ويس ۽ سوچن جون سٽون اچڻ لڳيون.

”هاڻي ڇا ٿيندو؟“ هاڻي تي چاچي به اکيون ڦيري ڇڏيون آهن. هن جي همت ۽ حوصلي به جواب ڏئي ڇڏيو آهي. هاڻي هن مون کي نڌڻڪو ڪري ڇڏيو آهي... جنهن چاچي سدائين مون کي سيني لاتو، اڄ مشڪل ۾ منهن موڙي ڇڏيو اٿس.“

”پائيتيا! ٻڌ ته سهي“

چاچي سڏ ڪيس.

پاڻﷺ وري چاچي ڏي واپس موٽيو.

چاچي چيو:

” پٽ وڃ! جيڪو تنهنجو دل چوي  وڃي ڪر! جيستائين جيئرو آهيان، توسان گڏ آهيان.“

جڏهن چاچي جا اهي لفظ ڪنن تي پيس ته پاڻﷺ جو منهن مبارڪ ٻهڪڻ لڳو ۽ دل ۾ هڪ نئون جوش ۽ جذبو پيدا ٿيو. مشرڪن جي پيشاني پگهر اچي ته پل اچي، جي رڪا ٿين ته پل ٿين. اسان ته جدوجهد جاري رکنداسين ۽ ٻاٽ اونداهي دنيا کي اسلام جي روشني سان روشن ڪنداسين. هي پاڻﷺ جو ارادو ۽ حوصلو!

هاڻي چاچي به پائيتي جي مدد لاءِ سندرو ٻڌڻ لڳو ۽ ان جي لاءِ خاندان کي به تيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. انهن لاءِ هن جهٽپٽ ۾ سيني کي گڏ ڪيو ۽ چيائين:

”ياڻڙو! سڀ محمدﷺ جي پنيان هٿ ڌوئي پئجي ويا آهن. هن کي مارڻ جا مشتاق ٿيا وينا آهن. مان چاهيان ٿو تہ انهن جي اها آس ڪڏهن بہ پوري نہ ٿئي ۽ اسان سڀ گڏجي هنﷺ جو ساٿ ڏيون“

اهو ٻڌي سڀني خاندان وارن ابوطالب جي ها ۾ ها ملائي. رڳو ابولهب انڪار ڪيو. پائيٽي تي ٿوري بہ ڪهل ڪا نہ آيس ۽ چيائين تہ مان قريشين سان گڏ آهيان. اوهان جو ساٿ نہ ڏيندس.

هاڻي پوري طاقت سان پاڻﷺ جي مخالفت ڪرڻ شروع ڪئي ۽ دعوت کي ناڪام ڪرڻ لاءِ نئوان نئوان طريقا اختيار ڪرڻ لڳا. انهن پاڻﷺ تي ظلمن جي انتها ڪري ڇڏي! اهو ڏسي زمين لڏڻ لڳي ۽ آسمان ڏڪڻ لڳو پر هنن قهارين کي ڪا ڪهل نہ آئي. اهي ظلم صرف پاڻﷺ تائين محدود ڪو نہ هئا پر هنﷺ جي ساٿين کي بہ ان جو نشانون بڻايو ۽ انهن کي ڏاڍ ۽ جبر جي چڪي جي پڙن ۾ پيهڻ لڳا. پاڻﷺ ۽ اصحاب اهي قهر جون ڪاروائيون سهندا رهيا.

قريشين جو بداخلاقيون.

ابوجهل جي ناڪام سازش.

رسول اللهﷺ حقيقي حافظ جي حفاظت ۾.

مشرڪن جون ڪنورتائيون.

مسڪين مسلمانن جون حيرت ڪندڙ بينلائيون (ثابت قدمي).

حضرت حمزهؓ اسلام جي هنج ۾.

رسول اللهﷺ ۽ عتبہ جي ڳالھ ٻولھ.

عتبہ جي اثر پذيري ۽ قريشين جو مشورو.

بتخاني ۾ قرآن جي تلاوت.

هڪ وڏي هل بکيڙو.

قرآن جي باري ۾ شرڪ جي پوئلڳن جو تاثر.

رسالت جو جيئرو ثبوت.

مشرڪين جي اجائي ضد.

ڪافر لاهي پاهي پاڻ ﷺ ۽ ان جي ساٿين جي پنيان پئجي ويا. ڪافر انهن کي تنگ ڪرڻ، گاريون ڏيڻ، پٿر هڻڻ ۽ بي عزت ڪرڻ لڳا. اهڙا اهڙا ظلم ڪرڻ لڳا جو انسانيت کي شرم اچي وڃي.

رقيہؓ ۽ ام ڪلثومؓ اوهان ﷺ جون نياڻيون هيون. هنن ٻنهي جو نڪاح عتبہ ۽ عتيبہ سان ٿيل هو جيڪي ابولهب جا پٽ هئا. پيءُ وانگر هي بہ اسلام جا ڪٽر مخالف هئا. ان لاءِ هنن بہ نبي ﷺ جي نياڻين جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو هو. هر وقت دل چيرندڙ ڳالهيون ڪندا هئا. ابولهب کي ان مان بہ آرام نہ مليو. ان ڪري هن انهن جو نڪاح ٽوڙائي ڇڏيو.

ابولهب جو گهر نبي ﷺ جي پاڙي ۾ هو. ان لاءِ هن جي موجودگي نبي ﷺ جي لاءِ مٿي جو سور هئي. هي روزانو پاڻ ﷺ جي گهر اڳيان گند ۽ غلاظت اڇلائيندو هو. ابولهب جي گهرواري ام جميل بہ ڪا گهٽ ڪو نہ هئي. هي روزانو پاڻ ﷺ جي رستي تي ڪنڊا اڇليندي هئي.

دشمنن جي اهڙي عمل جي باوجود بہ پاڻ ﷺ ڪڏهن بہ شرافت جو دامن نہ ڇڏيو. ان جي خراب ورتاءُ جي جواب ۾ خوش اخلاقي سان ڏنو. هو سڀ ڪجھ ڪندا رهيا ۽ پاڻ ﷺ صبر ڪندا رهيا. جي ڪڏهن حد کان وڌيڪ پريشان ٿي ويندا هئا تہ صرف ايترو فرمائيندا هئا:

” آلِ مطلب! ڇا پاڙيسري سان اهڙو سلوڪ ڪبو آهي؟“

قريش تہ پاڻ ﷺ کي قتل ڪرڻ پئي چاهيو پر انهن ڏنو تہ بني هاشم ۽ ۽ بني مطلب پاڻ ﷺ سان گڏ آهن ۽ پاڻ ﷺ جي لاءِ وڙهڻ لاءِ بہ تيار آهن تہ انهن اهو ارادو تياڳي ڇڏيو. پر هنن تنگ ۽ تذليل ڪرڻ نہ ڇڏي. پاڻ ﷺ ۽ صحابين کي جتي بہ ڏسندا هئا تہ زور سان کلندا هئا ۽ چوندا هئا:

”محمد ﷺ ! اڄ آسمان کان ڪجھ بہ ناهي آيو ڇا.“

يا چوندا هئا:

”خدا تو ﷺ کي روسول ڪيو آهي هن کي ٻيو ڪو بہ نہ مليو ڇا؟ هتي تو ﷺ کان وڌيڪ هوشيار ۽ مالدار موجود هئا!!“

يا تاڙيون ۽ سيٽيون وڄائيندا هئا تہ جيئن اوهان ﷺ ڳالهائي نہ سگهو. جڏهن ڪو غريب ۽ هيٺو مسلمان ڏسندا هئا تہ چوندا هئا:

”هي تہ زمين جا بادشاهہ آهن. تمام جلد روم ۽ ايران کي تباهہ ڪري ڇڏيندا.“

اوهان ﷺ سڀ کان وڏو دشمن ابوجهل هو. دشمني ۾ صفا چريو هو، چڱمڙسي ۽ بردباري کان بلڪل وانجهيل هو. اوهان ﷺ جي مخالفت ۾ هر خراب ڪان خراب ڪرڻ لاءِ تيار هوندو هو. اوهان ﷺ جي جتي بہ ڏسندو هو بدعائون ڏيڻ شروع ڪندو هو ۽ ٻين کي ب ان ڳالھ تي همٿائيندو

هو. جڏهن بہ پاڻﷺ نماز پڙهندا هئا تہ هو ڪجھ لوڦرن کي گڏ ڪري ڪلڻ ۽ ٺوڪون ڪرڻ شروع ڪندو هو ۽ هر هر ماڻهن کي چوندو هو:

”هن جا ٽِترا ٽِترا ڪيو ۽ پوءِ آرام سان ويهو!!“

رڳو اهو نہ پر هڪ ڏينهن همراهن کي چيائين:

خدا جو قسم، سياڻي پٿر کڻي ويهندس، ڳورو پٿر. جيئن محمدﷺ سجدي ۾ ويندو هنﷺ جو ميجالو ڦيهي ڇڏيندس. پوءِ توهان منهنجو ساٿ ڏيو يا نہ ڏيو. آلِ مناف کي جيڪو ڪرڻو ڪري، ان کي بہ ڏيسي وٺندس.“

سنگتين بہ واهہ واهہ ڪئي ۽ همٿايو ۽ چيائون:

” اسان تو سان گڏ آهيون! بي ڪتڪي ڪر ۽ جيڪو وڻئي ڪر.“

صبح ساڻ ابوجهل هڪ ڳورو پٿر کڻي ڪعبي جي پرسان ويهي رهيو ۽ هن  جا سنگتي ويجهو ويهي رهيا. ڏهاڙي جيئان منڊو محمدﷺ آيو ۽ يمن واري ڪنڊ (رُڪنِ يماني) ۽ ڪاري پٿر (حجرِ اسود) جي وچ واري پاسي بيهي نماز (اها چاشت جي نماز هئي جيڪا قريش جي مذهب ۾ رائج هئي) پڙهڻ لڳا. جيئن پاڻﷺ سجدي ۾ ويا ابوجهل پٿر  کنيو ۽ پاڻﷺ ڏانهن وڌيو. سنگتي چپ ويهي ڏيان سان ڏسڻ لڳا تہ هاڻي ڇا ٿيندو؟

عجيب نِظارو هو. هڪ خدا جو دشمن ان سري کي ڇٽڻ پئي چاهيو جيڪو الله جي قدمن ۾ جهڪيل هو ۽ ان هستي کي ختم ڪرڻ پئي چاهيو جنهنجو محافظ الله پاڻ هو.

سيني ساٿين جون نظرون نظاري ۾ جميل هيون، دل ڌڙڪي رهيا ۽ چَپ چُپ هئا. اوچتو ابوجهل واپش مڙيو. هن جون وايون بتال هيون، منهن ڦڪو هيد، اکيون ڦاٽل ۽ هٿ ۾ ساڳيو پٿر هيس.

سنگتي ڏاڍا حيران ٿيا. هن کي پڪڙي پڇيائون:

”اڙي ابوالحڪم! ڇا ٿيو؟ ڇا ٿيو؟“

ابوجهل (ڏڪندين):

”توهان کي نظر نٿو اچي؟ سامهون باهہ پئي پڙڪي جيڪڏهن ٿورو بہ اڳتي ويس تہ سڙي ڪوئلو ٿي ويندس.“

هي بڌي سڀ عجب ۾ پئجي ويا ۽ هن جو منهن ڏسڻ لڳا. پوءِ سچيائون تہ شايد هن پنهنجو ارادو مٽائي ڇڏيو آهي ۽ ڪم ڪرڻ تي هن جو دل رازي ناهي، ان لاءِ پيو بهانا ڪري. انهن مان هڪ کي

ڪاوڙ آئي ۽ ساڳيو پٿر کڻي پاڻﷺ کي هڻڻ لاءِ اڳتي وڌيو پر هو بہ ابوجهل وانگر واپس مڙيو. هن جو بہ منهن بنا رت بگو ۽ اکين چنيڻ وساري ڇڏيو.

اهڙي نموني الله تعالىٰ اوهانﷺ جي مدد ڪئي ۽ رِث اڌوري رهجي وئي.

هي ڪو پهريون پيرو نہ جو انهن گهات گهڙيو هجي. ڪيترائي دفعا انهن منصوبا جوڙيا پر اهي ڪڏهن بہ ڪامياب نہ ٿيا. جڏهن انهن جو وس پاڻﷺ تي نہ هليو تہ هنن هيٺن ۽ غريب مسلمانن کي نشانو بنايو. انهن کي تڙپائي پنهنجي ڪاوڙ کي ڪيندا هئا. ان ڪم ۾ رڳو قريش شامل نہ هئا پر ڪيترائي قبيلا شامل هئا. انهن سيني قبيلن پاڻ ۾ معاهدو ڪيو هو.

ان عهد جي مطابق ڪو بہ قبيلو ڪنهن مسلمان کي سام نہ ڏيندو. هر قبيلي جو فرض آهي تہ جيڪي بہ ڪو مسلمان ڏسن تہ ان تي ظلم ڪري. انهن کي مارن ۽ ذليل ڪن. جيڪڏهن ڪو غلام يا ٻانهي مسلمان ٿئي تہ ان تي ڪڏهن بہ رحم نہ ڪيو وڃي. ان کي ايترو تنگ ڪجي جو هو اسلام کان بيزار ٿي وري پنهنجي دين ڏانهن موٽي اچي.

انهن ظالمن ۾ ڪجھ اهڙا بہ ظالم هئا جيڪي پٿر دل ۽ حد درجي جا بي قياس هئا. انهن بيوس مسلمان کي بند ڪيو، ڪٽيو، بکيو ۽ اجيو رکيو، مڪي جي گرم واري تي ليٽايو. لوھ جي سيخن کي گرم ڪري ڏنڀ ڏنا، پاڻي ۾ غوطا ڏياريا ۽ الاهي ڇا ڇا ڪيو.

انهن تڪليفن سهڻ جي باوجود هنن جي ايمان ۾ ڪو فرق نہ آيو. مڙس ٿي مصيبتن جو مقابلو ڪندا رهيا.

انهن بهادرن ۾ حضرت ياسرؓ ان جي گهرواري حضرت سميہؓ ۽ ان جو پٽ عمارؓ بہ هو. هي ٽئي مڪي جي غريبن مان هئا ۽ شروعاتي اسلام آڻيندڙن مان هئا. خاندان وارا هنن کي اگهاڙو ڪري گرم واري تي هنن کي لٽائي ڇڏيندا هئا. ڪڏهن باھ سان ڏنڀ ڏيندا هئا تہ ڪڏهن پاڻي ۾ هنن کي غوطا ڏياريندا هئا. جڏهن بہ نبي ﷺجو انهن وٽان گذر ٿيندو هو تہ رحمت للعالمينﷺ انهن کي تسلي ڏيندو هو ۽ فرمائيندو هو:

"صبر ڪريو، صبر، اوهان جي جاءِ جنت ۾ آهي."

حضرت ياسرؓ تہ ايئن ڦٿڪي ڦٿڪي دنيا ڇڏي ويو. حضرت سميہؓ کي ابوجهل شهيد ڪيو. هر وقت ان تي ظلم ڪندو هو. هڪ ڏينهن حضرت سميہؓ کي بہ جوش اچي ويو ۽ ڏاڍو تيز ڳالهائين. جنهن تي ابوجهل کي ڪاوڙ اچي وئي ۽ هٿ ۾ پڪڙيل ڀالو زور سان وهائي ڪڍيو. ڀالو لڳڻ سان حضرت سميہؓ شهيد ٿي وئي. هي اسلام جي پهرين شهيد هئي.

حضرت عمارؓ کي بہ ظالم لوھ جي زرھ پارائي اُس تي بيھاري ڇڏيندا ھئا يا گرم واري تي لٽائي ڇڏيندا ھئا جتي ھو بيھوش ٿي ويندو ھو. اھڙن ظلمن جي باوجود بہ ھن جو ايمان ڪمزور نہ ٿيو.

اھڙن دليرن مان ھڪ حضرت خبابؓ بہ ھو. جيڪو ام انمار جو غلام ھو. ام انمار روزانو لوھ جو سيخون گرم ڪري ھن جي مٿي تي رکندي ھئي. ان ڪانسوءِ ٻين مختلف طريقن سان  ھن تي ظلم ڪندي ھئي. ھڪ ڏينھن ھن کي گرم ڪوئلن تي ليٽائي ڇڏيو. ھن جي ڪل سڙي وئي ۽ پني جي چربي پگھرڻ سان اھي ڪوئلا وسامي ويا. جڏھن عذاب برداشت ڪان ٻاھر ٿيا تہ ھن پاڻﷺ کي دانھن ڏني. پاڻﷺ دعا ڪئي:

”يا الله! خبابؓ جي مدد ڪر“

دعا قبول ٿي ۽ ام انمار کي مٿي جي ڪا بيماري ٿي پئي. حڪيمن ھن کي ان جو علاج ٻڌايو......! پنھنجي مٿي کي گرم سيخن سان ڏنب ڏياريندي ڪر. پوءِ حضرت خبابؓ سيخون گرم ڪري ايندو ھو ۽ ام انمار کي مٿي تي ڏنب ڏيندو ھو.

اھڙو ھڪ حوصلي وارو حضرت بلالؓ ھو. جيڪو حبشي غلام ھو. ھي خلف جي پٽ اميہ جو ٻانھو ھو. اميہ ھن جي کاڌ خوراڪ بند ڪري ڇڏي ۽ منجھند جو گرم پٿرن تي ھن کي ليٽائي اُرھَ تي وري ھڪ وڏو پٿر رکي چوندو ھيس :

” محمدﷺ کان ڌار ٿي ۽ لات ۽ عزا جي عبادت ڪر نہ تہ ايئن ئي ڪرڙيون ھٽي ھٽي مري ويندين“

حضرت بلالؓ ھي سڀ ظلم سھندو رھندو ھو ۽ ھن جي زبان تي ھميشہ ھي لفظ ھوندا ھئا:

”اَحَدٌ اَحَدٌ“

”ھڪ آھي، رڳو ھڪ آھي“

ھو تہ ايمان جي نشي ۾ مدھوش ھو. عشق ۾ عاشق عذابن کان نہ ڊڄندا آھن. وجد جي حالت ۾ ھو اھي لفظ وري وري ورجائيندو ھو.

جڏھن رحمت للعالمينﷺ جو اتان گذر ٿيندو ھو تہ حضرت بلالؓ جي اھا حالت ڏسي ڏاڍي تڪليف ٿيندي ھين ۽ ڏاڍي ڏک مان فرمائيندا ھئا:

”بلالؓ گھبرا نہ. اَحَد، اَحَد جلدي توکي  آزاد ڪرائيندو.“ ۽ ورقہ بن نوفل جڏھن اتان لنگھندو ھو تہ چوندو ھو:

”بلالؓ! ان خدا جو قسم هو هڪ آهي. ها ها هو هڪ آهي“

هو انهن عذاب ڏيندڙن ڏانهن ڏسي چوندو:

”خدا جو قسم! جيڪڏهن توهان هن کي ايئن عذاب ڏئي ماريو تہ مان هن جي قبر تي قبو اڏائيندس.“

خير حضرت بلالؓ ايئن تڪليفون سهندو رهيو ايستائين جو هڪ ڏينهن حضرت ابوبڪرؓ اميہ وٽ آيو ۽ چيائين:

اڙي تون خدا کان ڊورو بہ نٿو ڊڄين جو هن ويچاري کي ايڏو عذاب ٿو ڏين؟“

هن چيو:

”تو ئي تہ هن کي خراب ڪيو آهي. هاڻي تون ئي بچائينس“

حضرت ابوبڪر چيو:

” مون وٽ هڪ مشرڪ غلام آهي. تون اهو وٺ ۽ هي مون کي ڏي.“

هن چيو:

” ٺيڪ آ، وٺي وڃينس.“

اهڙي نموني حضرت ابوبڪرؓ پنهنجو غلام اميہ کي ڏنو ۽ حضرت بلالؓ هن کان وٺي آزاد ڪري ڇڏيو. رڳو حضرت بلالؓ ئي نہ هو پر ٻيا ڪيترائي غلام مسلمان ٿي چڪا هئا. جيڪي هن جرم، پنهنجي بي رحم مالڪن جي هٿان عذاب ڀوڳي رهيا هئا. حضرت ابوبڪرؓ انهن ٿيندڙ ظلم ڏسي

بيچين ٿي ويندو هو.آهستي آهستي هن سيني مسلمان غلامن کي خريد ڪري آزاد ڪندو رهيو. ايسيتائين جو هڪ ڏينهن حضرت ابوبڪرؓ جي والد هن کي چيو:

”پٽ تون هيٽن غلامن کي آزاد ڪرائي رهيو آهين. ڪجھ طاقتور غلامن کي آزاد ڪرا. جيڪي وقت اچڻ تي اسان لائي وڙهي تہ سگهن ۽ مصيبت ۾ تنهنجي مدد ڪن.“

حضرت ابوبڪرؓ چيو:

”بابا سائين! منهنجو نيت رب تعالیٰ کي رازي ڪرڻ آهي.“

الله تعالیٰ اها ڳالھ ڏاڍي وڻي ۽ وحي نازل ٿي:

﴿وَمَا لِأَحَدٍ عِندَهُۥ مِن نِّعۡمَةٖ تُجۡزَىٰٓ ١٩ إِلَّا ٱبۡتِغَآءَ وَجۡهِ رَبِّهِ ٱلۡأَعۡلَىٰ ٢٠ وَلَسَوۡفَ يَرۡضَىٰ ٢١﴾ (الليل آيت ١٩-٢١)

هو ان ڪري نٿو ڏيئي تہ ڪنھنجو ٿورو لاھڻو آھي (١٩) پر هن ڪي تہ بس پنھنجي رب کي راضي ڪرڻو آھي(٢٠) ۽ ھو بہ تمام جلد خوش ٿي ويندو(٢١)



ابوجهل نبيﷺ کي تنگ ڪرڻ ۾ ڪا بہ ڪسر نہ ڇڏي. موقعو ملندي ئي پنھنجي اندر جي ڪاوڙ ڪيندو رھندو ھو. نبوت جو ڇھون سال ھو. ھڪ ڏينھن پاڻﷺ ھن جي سامھون گذري رھيا ھئا. ابوجهل پاڻﷺ کي گاريون ڏيڻ لڳو ۽ ھن کي جيترو خراب ڳالھائڻو ھو ھن ڳالھايو. پاڻﷺ ھن کي ڪو جواب نہ ڏنو. جواب ڏيڻ تہ پري ٿيو بلڪ ھن کي نظر انداز ڪري ڇڏيو. جنھن ڳالھ ابوجهل کي اجان وڌيڪ ڪاوڙائي ڇڏيو ۽ ھن زمين تان پٿرين جي مٺ پري پاڻﷺ جي منھن مبارڪ تي ھنئين. ان ڪانپوءِ ھن جي منھن ۾ جيڪو آيو پئي ھن بڪيو.

اتي عبدالله تميمي جي ٻانھي بيٺي ھئي. جنھن ھي سڀ ڪجھ پئي ڏٺو. عبدالله تميمي حضرت ابوبڪرؓ جو سوئٽ ھو ۽ قريش جي سردارن مان ھو. تمام گھڻو شاھوڪار ھو پر تمام گھڻو عياش ۽ بڇڙو ھو. ھو ٻانھين کان بدڪاري ڪرائيندو ھو.

نبيﷺ سان ابوجهل جو ھي ورتاءُ ڏسي ھن جو دل پرجي آيو. ھن کي اسلام ۽ نبيﷺ سان تمام گھڻي محبت ھئي. ھن ڳالھ جي ھن جي مالڪن کي خبر نہ ھئي ۽ جي ٻڌائي ھا تہ ھو ھن کي بہ ماري ماري اڌ مئو ڪري ڇڏن ھا.

شام جو ھن کي ابوقيس نالي جبل کان ھڪ ماڻھو جي پيرن جو آوزا ٻڌڻ ۾ آيو. جڏھن ھن ڏٺو تہ وچٿري قد ۽ ويڪري ڇاتي وارو ھڪ ماڻھو اچي رھيو آھي. چيلھ سان تلوار ٻڌل اٿس ۽ ڳاٽي ۾ ڏنش لٽڪيل ھئي ۽ پٺي تي تيرن جي ٻَٿِي ھئي. ھو ڪير ھو؟ قريشي شينھن حضرت حمزہؓ ھو. ھا اھو حضرت حمزہؓ جيڪو عبدالمطلب جو پٽ ۽ حضورﷺ جو چاچو ھو. ٻئي طرف کان ھو پاڻﷺ جي ماسي جو پٽ ھو ۽ پاڻﷺ جو ٿڃ شريڪ ڀاءُ ھو. ھو شڪار کان واپس اچي رھيو ھو ۽ ڪعبي جو طواف ڪرڻ لاءِ وڃي رھيو ھو. ھو ھميشہ ايئن ڪندو ھو. ھو شڪار کان واپسي تي ڪعبي جو طواف ڪندو ھو ۽ پوءِ گھر ويندو ھو.

جيئن ئي حضرت حمزةؓ ويجهو ٿيو تہ ٻانهي چيو:

”ابوعماره! ڇا توهان ۾ غيرت نالي جي ڪا شيءِ بچي ناهي يا نہ جو بني مخزوم جا لُچ ماڻهون محمدﷺ کي کلي عام پيا تنگ ڪن؟

حضرت حمزةؓ هلندي هلندي بيهي رهيو. حيرت مان هن پڇيو:

”عبدالله جي ٻانهي تون ڇا پئي چوين؟“

ٻانهي وراڻيو:

”مان ڇا ٻڌايان، اڄ تنهنجي ڀائيٽي سان ڇا ٿيو!! محمدﷺ هتي هو، ايتري ۾ ابوجهل آيو. اچڻ سان ئي هنﷺ کي اهڙيون گنديون گاريون ڏيڻ لڳو جو ٻڌائڻ ۾ مون کي شرم ٿي اچي. رڳو ان تي بس نہ ڪيائين پر هڪ پٿرين جي مٺ ڀري هنﷺ جي منهن تي ڪڍي هنيائين.“

حضرت حمزةؓ وراڻيو:

”هي سڀ ڪجھ تو پنهنجي اکين سان ڏٺو آهي.“

ٻانهي چيو:

”ها، ها، پنهنجي هن گنهگار اکين سان ڏٺو آهي ۽ پنهنجي هن ڪنن سان سڀ ڪجھ ٻڌو آهي.“

هي ٻڌي حضرت حمزةؓ ڪاوڙ ڳاڙهو ٿي ويو. جهٽ ۾ ڪعبي ڏانهن ويو ۽ ڪنهن سان بہ عليڪ سليڪ نہ ڪيائين. اتي هن جي نظر ابوجهل تي پئجي وئي جيڪو ماڻهن جي وچ ۾ ويٺو هو. تڪڙو هن ڏانهن وڌيو ۽ ڌنش اهڙو زور سان هن وهائي ڪڍيو جو ابوجهل جو مٿو ڦاٽي پيو ۽ سڄو منهن رت سان ريٽو ٿي ويو. پوءِ حضرت حمزةؓ شينهن وانگر گجگوڙ ڪري چيو:

” هو منهنجو ڀائيٽو آهي. جنهن کي تو لاوارث سمجهيو آهي....هو منهنجو ڀائيٽو آهي، جنهن جو منهن گاريون ۽ پٿر کائڻ لاءِ ناهي.“

حضرت حمزةؓ رعوبدار انسان هو. هن جي ڪاوڙ کان هر ماڻهون ڊڄندو هو. جڏهن هو ڪاوڙ ۾ هوندو هو تہ هن جي اڳيان ڪنهن کي بہ ڳالهائڻ جي جرت نہ ٿيندي هئي. ابوجهل چمچاگيري جي انداز ۾ چيو:

”سائين! هنﷺ تہ اسان کي بيوقوف سمجهيو آهي جيڪو وات ۾ اچيس ٿو سو چئي ٿو ڏئي. ڪڏهن اسان جي عقلن تي هٿوڙا ٿو هڻي ۽ ڪڏهن اسان جي ابن ڏاڏن جي خلاف ٿو ڳالهائي. رڳو

ايترو هجي تڏهن بہ نيڪ آهي. هو اسان جي ديوتائن کي بہ نٿو ڇڏي. اسان جا جيڪي نوڪر ۽ ٻانهيون آهن انهن کي بہ ورغلائي ٿو.“

حضرت حمزهؓ چيو:

”توهان کان وڌيڪ ڪو بيو پوڪ آهي، جيڪي الله کي ڇڏي پٿر جي بتن کي ٿا پوڄيو! ڪن ڪولي ٻڌ، مان پائيتي سان گڏ آهيان. هاڻي منهنجو جيئڻ ۽ مرڻ اسلام آهي.“

ابوجهل بني مخزوم قبيلي مان هو ۽ اتي هن قبيلي جا ماڻهون بہ موجود هئا. اهي تڪڙو ابوجهل جي مدد لاءِ اٿيا ۽ چوڻ لڳا:

” حمزهؓ! لڳي ٿو تون پنهنجي دين کي ڇڏي ڏنو آهي ۽ ڪنهن ٻئي چڪر ۾ آهين.“

حضرت حمزهؓ چيو:

” جڏهن حق، حق ٿي ويو تہ ڇو نہ مڃان؟ ٻڌي ڇڏيو! محمدﷺ الله جو رسول آهي ۽ جيڪو هو چوي ٿو اهو حق آهي! خدا جو قسم، هاڻي مان ان ڳالهہ کان ڦري نٿو سگهان. ها جي توهان سچا آهيو ۽ همت اٿو تہ پوءِ روڪي ڏيکاريو.“

ابوجهل حضرت حمزهؓ جي ڪاوڙ ڏٺي تہ سمجهي ويو تہ جي ٿورو وڌيڪ ڳالهايوسين تہ تمام خراب حالت ٿيندي. ان ڪري هن پنهنجي ساٿين کي چيو:

”ڇڏيو، جيڪو ٿيو سو ٿيو، مون واقعي محمدﷺ سان زيادتي ڪئي آهي.“

اهڙي نموني حضرت حمزهؓ سيني جي سامهون مسلمان ٿيڻ جو اعلان ڪيو. کلي عام چيو تہ جيڪو محمدﷺ جي دين آهي اهو منهنجو دين آهي.

جڏهن گهر پهتا تہ ٿورو پريشان ٿيا ۽ سوچڻ لڳو :

” جيڪو مان چئي آيو آهيان ڇا اهو صحيح آهي؟ ڪٿي مان غلط اعلان تہ نہ ڪري آيو آهيان؟ ڪٿي مان جذباتي فيصلو تہ نہ ڪيو آهي؟.“

حضرت حمزهؓ قريش جو سڀ کان وڏو پهلوان هو. هن جي دليري جي ڌاڪ هر طرف هئي. هر ڪو هن کان ڊڄندو هو. هن جو مسلمان ٿيڻ اسلام جي عروج شروعات هئي. ان وقت پاڻﷺ هي دعا گهري:

”ياالله! عمر ۽ عمرو مان جيڪو توکي پسند آهي، ان سان اسلام جي مدد فرما.“

عمر خطاب جو پٽ هو. ۽ عمرو (ابوجهل) هشام جو. هي ٻئي به قريش جا طاقت وارا ۽ وڏي اثر ۽ رسوخ وارا سردار هئا. پاڻﷺ جي خواهش هئي ته انهن ٻنهي مان ڪو به مسلمان ٿئي ۽ اسلام کي ڦهلائڻ مدد ڪري.



مسلمانن جو تعداد آهستي آهستي وڌي رهيو هو. جنهنڪري قريش ڏاڍا پريشان ۽ ڳڻتي ۾ ڳري رهيا هئا. حضرت حمزهؓ جو اسلام آڻڻ انهن جي لاءِ هڪ وڏو واقعو هو ۽ انهن جي سرداري جي لاءِ وڏو خطرو هو.

جنهن به هي خبر ٻڌي اهو مٿو پٽڻ لڳو ۽ ڪاوڙ ۾ چريو ٿيڻ لڳو. چوڌاري اُٿ ڦُٿ، نااميدي ۽ ويڳاڻپ هئي. هر واٽ اهائي وائي هئي.

هڪ ڏينهن قريشي گڏ ٿيا ۽ پاڻ ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳا. جڏهن نبيﷺ جو ذڪر نڪتو ته عتبه بن ربيعه قريش جو وڏي سردار چيو:

”مان وڃي محمدﷺ سان ڳالهايان ٿو؟ هن جي سامهون ڪجھ تجويزون رکندس، ٿي سگهي ٿو ته انهن مان ڪا مڃي وٺي ۽ هي بلا ٽري وڃي.“

سيني چيو:

”ضرور، ضرور وڃ! ابوالوليد! وڃي هن کي راضي ڪر.“

عتبه اٿيو، نبيﷺ وٽ آيو ۽ چيائين:

”ڀائيٽا! قوم ۾ ڏڦير وجهڻ جو ڪهڙو فائدو؟ دولت گهرجئي ته ٻڌاءِ تنهنجي اڳيان دولت جا ڍير لڳائي ڇڏينداسين. جيڪڏهن سرداري جو چاھ اٿئي ته توﷺ کي پنهنجو سردار ڪنداسين. بادشاهت گهرجئي ته اهو به بنائينداسين. توﷺ کان سواءِ ڪو به فيصلو نه ڪيو ويندو. جيڪو تونﷺ چوندين اهو ٿيندو. جيڪڏهن ڪو فقير جو اثر اٿئي ته اسان تنهنجو سني ڪان سنو علاج ڪرائينداسين ۽ جيستائين تون نيڪ نه ٿيندين اسان تنهنجي علاج تي پاڻي وانگر پئسو وهائينداسين.“

عتبه به ٻين ماڻهن جي ڳالهائيندو ۽ تجويزون ڏيندو رهيو. جڏهن پنهنجي ڳالھ پوري ڪئي ته پاڻﷺ فرمايو:

”ابوالوليد! ٿورو ترس، مان به ڪجھ چوڻ چاهيان ٿو.“

ان ڪانپوءِ پاڻﷺ سورت سجده جي تلاوت ڪئي. عتبہ ڌيان سان ٻڌندو رهيو. ڪجھ جاين تي هن جو دل ڏڪي ويو. جڏهن پاڻﷺ تلاوت پوري ڪئي تہ عتبہ اٿيو ۽ قريشين وٽ ويو. هاڻي هن جي سوچ مٽ جي چڪي هئي. هن جي دل جي دنيا تبديل ٿي چڪي هئي. جڏهن هن جي سنگتين جي هن تي نظر پئي تہ پري کان ئي چيائون:

”قسم سان! هي اهو ناهي جيڪو هتان ويو.“

جڏهن ويجهو ٿيو، انهن پڇيو:

”چئو ابوالوليد! ڇا ٿيو؟“

ابوالوليد چيو:

”قسم سان! مون شاعرن جي شاعري بہ ٻڌي آهي. نجومين جا قصا بہ ٻڌا آهن پر هي ڪا ٻي شيءِ آهي. هن جهڙي شيءِ اڄ تائين منهنجي ڪنن نہ ٻڌي آهي. يائرو! منهنجي ڳالھ مڃو. جيڪو هو ڪري ٿو ڪرڻ ڏيوس. هن کي عربن تي ڇڏي ڏيو. جيڪڏهن هو ڪامياب ٿي ويو تہ توهان جو مقصد پورو ٿي ويندو. پنهنجا هٿ پاڻ جي رت سان ريٽا نہ ڪيو. جيڪڏهن عرب هن جي اڳيان جهڪي پيا تہ اها توهان جي عزت آهي ۽ هن جي طاقت توهان جي طاقت آهي.“

قريشين چيو:

”ابوالوليد! .....قسم سان.... تون بہ هن جي جادو جو شڪار ٿي وئين.“

عتبہ چيو:

”مون جيڪو سمجهيو سو چيو. هاڻي توهان جي مرضي آ، جيڪي چاهيو سو ڪيو.“

قريش ڪنهن کي قرآن پڙهندي ٻڌندا هئا تہ ان کي تنگ ڪندا ۽ ان جو ٺٺوليون ڪندا هئا. ڪنهن نماز پڙهندي ڏسندا هئا تہ هڪلون ڪندا ۽ وڏا ٺهڪ ڏيندا هئا. اهو هو رڳو ضد ۽ دشمني جي ڪري ڪندا هئا. هنن کي بہ ڏاڍو شوق هوندو هو تہ نبيﷺ جون ڳالهيون ٻڌون ۽ قرآن کي ٻڌڻ هنن کي ڏاڍو وڻندو هو. مسلمان هنن کان لڪي قرآن پڙهندا هئا ۽ جڏهن قرآن ياد ڪندا هئا تہ آهستي آواز ۾ تلاوت ڪندا هئا. پوءِ انهن اصحابين مان ڪنهن هڪ چيو:

” قرآن تہ آهستي آواز سان پڙهيو ويندو آهي. قريشين تہ ڪڏهن ٻڌو ڪونهي، هو ڪيئن هن جي سونهن، سچائي ۽ حسن کي سمجهن؟ آهي ڪو جيڪو انهن کي وچي قرآن ٻڌائي؟“

حضرت عبدالله بن مسعودؓ پاڻ ﷺ جو هڪ سچو ساٿي هو ۽ گهڻو اڳ اسلام قبول ڪري چڪو هو. هن چيو:

”مان ٻڌائيندس.“

اصحابين چيو:

”عبدالله! تون اهڙو ڪم نہ ڪر. ڪو اهڙو ماڻهو وجي ٻڌائي جنهنجي قبيلي وارا اتي موجود هجن. جيڪي هن کي بچائي سگهن.“

عبدالله وراڻيو:

”مون کي الله بچائيندو.“

اهڙي طرح هو ٻپهري جو ڪعبي وٽ آيو. قريشي بہ اتي ڪچهري ۾ مشغول هئا. هي ابراهيمؑ واري جاءِ تي پهتو ۽ وڏي آواز سان تلاوت شروع ڪئي:

سورت رحمان پڙهڻ شروع ڪئي. ماڻهون هن ڏانهن ڏسڻ لڳا. هڪ ٻئي کان پڇڻ لڳا:

”ابنِ اُمِ معبد (عبدالله بن مسعودؓ) ڇا چئي رهيو آهي.“

ڪنهن چيو:

” هي تہ محمد ﷺ جو ڪلام آهي.“

هاڻي ڇا هو. سڀ ڪافر هن کي ڪُٽڻ لڳا ۽ حد کان وڌيڪ چماٽون هڻڻ لڳا. پر ابن مسعودؓ هنن جي ڪا بہ پرواهہ نہ ڪئي. ڪٽبو رهيو ۽ و ڏي آواز سان قرآن پڙهندو رهيو. ان ڪانپوءِ قرآن ختم ڪري پنهنجي سنگتين ڏانهن موٽي آيو. منهن رت سان ڳاڙهو لڳو پيو هو. اصحابن ڏسندي ئي چيو:

”اسان کي ان ڳالهہ جو ئي ڊپ هو.“

هن وراڻيو:

” اڄ مون کي الله جا دشمن ڏاڍا ڪمزور لڳا. جيڪڏهن چئو تہ سڀاڻي بہ انهن کي ٻڌائي اچان.“

سنگتين وراڻيو:

” بس، اهو ئي ڪافي آهي. جنهن شيءِ کان انهن کي چڙ هئي اها انهن ٻڌي.“

قرآن .... ها، اهو قرآن جنهن کان قريشين کي چڙ هئي، ان کي ٻڌڻ لاءِ بہ بيتاب هوندا هئا. هر ڪو هڪ ٻئي کان لڪي اهو ٻڌندو. هر هڪ کي شوق هو تہ محمدﷺ جو ڪلام ٻڌي ۽ ڏسون تہ اهو ڪيئن آهي. جنهنجي سامهون شاعرن جي شاعري، نجومين جو ڳالھ ۽ جادوگرن جا گفتا بہ بي مزو لڳندا هئا.

جڏهن رات پنهنجون ڪاريون چڳون ڪوليندي هئي تہ قريشي سردارن جا ساڪت پير شانتي سان حجري مبارڪ ڏانهن حرڪت ڪندا هئا. هرڪو حجري جي ويجهو ڪا ڪاري ڪنڊ جاچي چپ ھٽي ويهي قرآن ٻڌندو هو. ان وقت پاڻﷺ قيام اليل ۾ مصروف هوندا هئا ۽ آهستي ۽ مٺي آواز سان قرآن پڙهندا هئا ۽ ان کي هر هر ورجائيندا هئا. قريش سڪون سان ويهي اهو ٻڌندا هئا. فجر کان ڪجھ اڳ هو واپس گهر موٽي ايندا هئا. اهڙي نموني رات پنهنجي پيٽ ۾ انهن کي لڪائي قرآن ٻڌرائيندي هئي.

هڪ رات ابوجهل، ابوسفيان ۽ اخنس پنهنجي گهرن قرآن ٻڌڻ لاءِ نڪتا. هي ٽئي حجري مبارڪ وٽ اچي لڪي ويهي قرآن ٻڌڻ لڳا. هڪي قرآن جي مدرتا مٺان پاڻﷺ جي مٺر آوزا جنهن کي ٻڌڻ لاءِ ڪائنات بہ ڪن لڳائيندي هئي. سڄي رات لڪي هنن قرآن ٻڌو فجر وقت سڀ واپس گهرن ڏانهن وريا. اوچتو ٽئي رستي تي هڪ ٻئي سان ملي ويا ۽ هڪ ٻئي جي چوري پڪڙي ورتائون. ٽئي پنهنجي غلطي تي پشيمان ٿيا ۽ هڪ ٻئي سان واعدو ڪيائون تہ اڳتي ايئن نہ ڪنداسين.

ٻي رات ابوجهل وري وڃي حجري مبارڪ جي ويجهو وڃي لڪي ويهي قرآن ٻڌڻ لڳو ۽ سوچيندو رهيو تہ اڄ رات هو ٻئي ڪو نہ ايندا. ٿوري دير ڪانپوءِ ابوسفيان بہ اچي پهتو. هو بہ هن جي ويجهو لڪي ويهي رهيو. هن جو بہ اهو ساڳيو خيال هو. جهٽ دير ۾ اخنس بہ پهچي ويو ۽ هڪ ڪنڊ تاڙي ويهي رهيو. هن بہ اهوئي سوچيو هو جيڪو هن کان اڳ ٻئي سوچي رهيا هئا. صبح ٿيڻ کان اڳ ٽئي واپس وريا ۽ اتفاق سان ٽئي وري رستي تي هڪ ٻئي سان مليا. هڪ ٻئي کي ڏسي ڏاڍو لڄي ٿيا ۽ ساڳيو وچن ورجايائون تہ هاڻي نہ ايندا‌سين.

ٽئين رات ابوجهل وري نڪتو ۽ سوچيان تہ هاڻي هو بلڪل بہ ايندا ڇاڪاڻ تہ بہ پيرا پڪڙجي پيا ۽ هاڻي هو هي غلطي ڪڏهن بہ نہ ڪندا.

اهڙي طرح هرهڪ اهو ئي سوچي ٽئون پرو نڪتو پر وري هڪ ٻئي مليا شرمسار ٿيا ۽ وري نہ اچڻ جو واعدو ڪيائون.

صبح جو اخنس ابوسفيان وٽ آيو ۽ چيائين:

"ابوحنظلہ! محمدﷺ جو ڪلام تو ٻڌي ڇڏيو آهي. ان جي باري ۾ تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي."

ابوسفيان چيو:

”قسم سان ابوثعلبہ! ڪجھ اھڙيون شيون ٻڌيون آهن جن جو مطلب سمجھ ۾ اچي ٿو ۽ خبر پوي ٿي تہ ان جو ارٿ ڇا آهي پر ڪجھ اھڙيون ڳالهيون آهن جيڪي سمجھ ۾ ئي نٿيو اچن. ان مان ڇا مراد آهي.“

اخنس وراڻيو:

”قسم سان! منهنجي بہ راءِ ساڳي آهي.“

پوءِ ابوجهل وٽ آيو ۽ ساڳيو سوال ڪيائين. ابوجهل وراڻيو:

”توکي تہ خبر آهي، اسان ۽ عبد مناف وارا هميشه پلائي ڪرڻ ۾ برابر رهيا آهيون. ڪو اهڙو ڪم ناهي جيڪو هنن ڪيو هجي ۽ اسان ڇڏي ڏنو هجي. اسان انهن سان مقابلي ۾ هر ميدان ۾گڏ گڏ رهيا آهيون. ايئن ڪٺي سمجھ تہ ٻئي برابري وارا گهوڙا هئاسين. هاڻي هو چون ٿا تہ اسان ۾ هڪ نبي جي پيدائش ٿي آهي ۽ ان وٽ وحي لهي ٿي. هاڻي ٻڌا ان ڳالھ ۾ اسان هنن جي برابري ڪٿي ڪري سگهون ٿا؟ خدا جو قسم! مان تہ قيامت تائين ايمان نہ آڻيندس ۽ نہ وري هن جي ڳالھ مڃيندس.“

الله!الله! اهڙي ٻيائي ۽ اهڙو ساڙ!

انهن کي خبر هئي تہ محمدﷺ حق تي آهي ۽ هنﷺ جون ڳالهيون سچيون آهن. انهن کي پڪ هئي تہ پاڻﷺ الله جا رسول آهن. مالڪِ حقيقي طرفان اوهانﷺ تي وحي نازل ٿئي ٿي. پر دشمني ۾ انڌا ٿي ويا هئا ۽ ساڙ ۾ سڙي رهيا هئا. ٻئي پاسي شيطان بہ هر هر هن جي پٺي ٺپي رهيو هو.

انهن جي خواهش هئي تہ جيڪو محمدﷺ کي مليو آهي اهو اسان کي بہ ملي. جيڪو محمدﷺ تي لهي ٿو اهو اسان تي بہ لهي تہ جيئن نبوت جي مرتبي ۾ اسان بہ آلِ مطلب جي برابر ٿيون.

وليد بن مغيره تہ کلي عام چوندو هو:

” منهنجي هوندين محمدﷺ تي وحي اچي ٿي؟ جيتوڻيڪ مان قريش جو سردار آهيان. سڀ منهنجي عزت ڪن ٿا. ڇا ابو مسعود.......... ثقيف قبيلي جو سردار بہ ان وحي جو اهل ناهي؟“

ڪهڙي نہ عجيب ڳالھ آهي....! هي سڀ وحي کي بہ پاڻ ۾ ونڊڻ چاهن ٿا. جيتوڻيڪ رزق تائين الله جي هٿ ۾ آهي!

قريشين ۾ هڪڙو وڏو شيطان هو، نضر بن حارث. هي قسم کڻي چڪو هو ته اوهانﷺ کي ڪڏهن به نبي نه مڃيندو ۽ ٻين کي به اوهانﷺ جي خلاف ڀڙڪائيندو رهندو. پاڻﷺ جو ٿورو به لحاظ نه ڪندو. يمن جو هڪ مشهور شهر حيره آهي. نضر اتي وڃي فارس جي بادشاهه جا قصيدا پڙهيا هئا جنهن ڪري هن کي اتي وڏي عزت ملي هئي. هي هر وقت پاڻﷺ جي پٺيان پاڇولي جيان لڳل هوندو هو. پاڻﷺ جتي به ماڻهن ۾ تبليغ ڪندا هئا ۽ ماڻهن کي اسلام جي دعوت ڏيندا هئا، ڪفر جي نتيجي کان ڊيڄاريندا هئا. ماڻهن جي دلين کي نرم ڪرڻ لاءِ گذريل قومن جا قصا ٻڌائيندا هئا ته هي هڪدم اتي پهچي ويندو هو. پاڻﷺ جي وڃڻ کانپوءِ هي ماڻهن کي چوندو هو:

”دوستو! مان ته ان کان به وڌيڪ سٺيون ڳالهيون ڪري سگهان ٿو. ٻڌو، مان ٻڌايان ٿو.“

پوءِ هو انهن کي ايران جي قصا ٻڌائيندو هو. اتان جي بادشاهن جي قصا. اتان جي مذهبن جا قصا ۽ خبر ناهي ڪهڙا ڪهڙا قصا ٻڌائيندو هو. پوءِ چوندو هو:

”محمدﷺ مون کان وڌيڪ سٺي ڳالهه نٿو ٻڌائي سگهي؟ مون وانگر هو به گذريل قومن جون ڪهاڻيون ٻڌائي ٿو؟“

اهڙي نموني ماڻهون مونجهاري جو شڪار ٿي ويندا هئا. ڪير صحيح آهي ۽ ڪير غلط؟ ڪير اسان جي ڀلائي چاهي ٿو ۽ ڪير برائي؟ اهو فيصلو ڪرڻ انهن لاءِ مشڪل ٿي پوندو هو.

نضر جو هَٺُ پنهنجي عروج تي هو. انهن ڏينهن ۾ هن جي دوستن هن کي چيو:

”ابومعيط جي پٽ عقبه وٽي مديني وڃ ۽ يهودي عالمن سان مل ۽ هنن کي محمدﷺ باري ۾ سڀ ڪجهه ٻڌا. انهن کان پڇي اچ ته انهن جو هنﷺ جي باري ڇا خيال آهي ڇاڪاڻ ته هو آسماني ڪتابن تي يقين ڪندڙ آهن. نبين جو علم انهن وٽ آهي. هو صحيح نموني ٻڌائي سگهن ٿا.

نضر ۽ عقبه يهودي عالمن وٽ پهتا ۽ انهن کي پنهنجي اچڻ جو مقصد ٻڌايو. هنن جون ڳالهيون ٻڌي يهودين چيو:

”پراڻي دؤر ۾ ڪجهه نوجوان هئا انهن جي ڪهاڻي عجيب آهي. محمدﷺ کي چئو ته ٿورو انهن جي باري ۾ ٻڌائي. هڪ ٻيو ماڻهون به ٿي گذريو آهي جيڪو سيلاني وانگر زمين جو ذرو ذرو گهميو آهي. محمدﷺ کان ان جي باري ۾ به پڇجو؟ هي به پڇجو ته هو قرآن آڻي ڪٿان ٿو. جيڪڏهن هو هي ٽئي ڳالهيون صحيح ٻڌائي ته سمجهه جو هو واقعي پيغمبر آهي نه ته ڪوڙو آهي. پوءِ جيڪي چاهيو سو هن سان ڪجو.

ان ڪانپوءِ ٻئي موٽي مڪي آيا. قريش انهن جي انتظار ۾ وينا هئا. هنن کي ڏسندين ئي پڇڻ شروع ڪيائون. پائرو! ڇا ٿيو؟

هنن جي يهودين سان جيڪا ڳالهه ٻولهه ٿي اها پيرائتي قريشن کي ٻڌائي.

قريش مان ڪجهه ماڻهون محمدﷺ وٽ ويا ۽ يهودين جا پڇيل سوال دهرايا. سوالن جا جواب ڏيڻ لاءِ پاڻﷺ انهن کي ڪجهه وقت گهريو ۽ وحي جو انتظار ڪرڻ لڳو.

ڪجهه وقت ڪانپوءِ الله تعالىٰ وحي جي ذريعي انهن سينئي سوالن جا جواب ٻڌايا. نوجوانن جو قصو ٻه ٻڌايو جيڪو سورت ڪهف ۾ تفصيل سان موجود آهي ۽ سيلاني جي باري ۾ ٻه ٻڌايو اهو ذوالقرنين هو جنهنجو هي قصو آهي. ان جو بيان ٻه سورت ڪهف ۾ موجود آهي. ٽيون سوال وحي جي باري ۾ هو. ان لاءِ الله تعالىٰ فرمايو:

”انهن کي ٻڌائي ڇڏ تہ وحي منهنجي پالڻهار جي حڪم سان ايندي آهي. پر توهان انساني ڳالهه ٻولهه ۽ آسماني ارشاد ۾ فرق ئي محسوس نٿا ڪيو ۽ رڳو شڪ ٿا ڪيو تہ هي انساني ڪلام آهي ۽ ڪو انسان اهو ڪلام ناهي ٿو. ان جو سبب توهان جي جهالت ۽ ادراڪ جي گهٽتائي آهي.“

﴿وَيَسْـَٔلُونَكَ عَنِ ٱلرُّوحِ ۖ قُلِ ٱلرُّوحُ مِنْ أَمْرِ رَبِّى وَمَآ أُوتِيتُم مِّنَ ٱلْعِلْمِ إِلَّا قَلِيلًا﴾ (بني اسرائيل:٨٥)

”هي توهانﷺ کان روح جي باري ۾ پڇن ٿا. چئو، روح منهنجي پالڻهار جو حڪم(امر) مان آهي توهان کي گهٽ علم ڏنو ويو (جو ان ڳالهه کي سمجهي سگهو)“ (٨٥)

ان وقت نبي ڪريمﷺ تڪڙو مشرڪن وٽ آيا ۽ انهن کي سوالن جي جواب ٻڌايا تہ جيئن هو ايمان آڻن ۽ اوهانﷺ کي نبي مڃن پر هتي تہ دل ڪارا ٿي چڪا هئا. هنن جا دل نرم ٿيڻ بجائي اجان سخت ٿي ويا ۽ ضد تي لهي پيا. نضر چوڻ لڳو: پائرو ٻيهو. محمدﷺ جهڙيون ڳالهيون مان اوهان کي ٻڌايان ٿو.“

ٻئي چيو:

” توهان قرآن کي ٻڌوئي نہ. هي تہ چرين جي چريائپ آهي. جيترو ٿي سگهي ان تي ٺٺوليون ڪيو. ٿي سگهي ٿو تہ محمدﷺ کي سوگهو ڪري وٺون.“

ابوجهل چيو:

”ڇا محمدﷺ جي ڳالهين کان ڊڄوٿا؟ ٿي سگهي ٿو باهه ۾ ساڙيا وڃو ۽ الله ج اڻويهہ سپاهي آهن. اهي پڄڻ نہ ڏيندو. ڇا هي ٻہ ڪا ڊڄڻ جي ڳالهہ آهي؟ اسان جا سئو ٻہ هڪ جي لاءِ ڪافي ناهن.“

**هاءِ الله جي پناهه! اهڙي بي حيائي ۽ آڪڙ! جيتوڻيڪ انهن جو ئي خيال هو تہ هڪ فرشتو سڄي دنيا کي ختم ڪري سگهي ٿو.**

﴿وَمَا جَعَلْنَآ أَصْحَٰبَ ٱلنَّارِ إِلَّا مَلَٰٓئِكَةً ۙ وَمَا جَعَلْنَا عِدَّتَهُمْ إِلَّا فِتْنَةً لِّلَّذِينَ ﴾ (مدثر : ٣١)

**” ۽ اسان دوزخ جا دربان رڳو ملائڪ مقرر ڪيا آهن، ۽ انهن جي تعداد آزمائش (پرک) آهي، انهن لاءِ جنهن ڪفر ڪيو “**



حبشہ ڏانھن ھجرت.

مشرڪن ڪي ڪاوڙ.

مشرڪن جو وفد بجاشي جي درٻار ۾.

درٻار ۾ مسلمانن جي حاضري.

حضرت جعفرؓ جي اثرائتي تقرير.

نجاشي جو گمان.

ھڪ شيطاني بينڪ.

عمر........ رسول اللهﷺ ڪي قتل ڪرڻ جو ارادو.

فاطمہؓ ۽ سعيدؓ جو ايماني جذبو.

عمرؓ رسول اللهﷺ جي درٻار ۾.

عمرؓ جو ايماني جوش ۽ غيرت.

مسلمانن سان قطع تعلق.

مسلمانن جي اٿل ارادو.

آلِ مطلب جي غيرت ۽ شرم.

معاھدو ڦاٽي پيو.

ابوطالب موت جي ھنڌ تي.

چاچي ۽ ڀائيٽي جي آخري ڳالھ ٻولھ.

بي بي خديجہؓ جي رحمت جي ھنج ۾.



الله جي لاءِ پنهنجو سڀ ڪجھ تياڳي ڪنهن ٻئي هنڌ رهڻ کي هجرت چوندا آهن. جڏهن مسلمانن جو عربستان رهڻ محال ٿي ويو ته پاري پيغمبر حضرت محمدﷺ پنهنجي اصحابين کي چيو:

”الله جي زمين ڪشادي آهي. پنهنجي رهڻ لاءِ ٻي ڪا جاءِ ڳوليو. ٿي سگهي ٿو ته توهان کي ظالمن کان ڇوٽڪارو ملي وڃي ۽ توهان آرام سان زندگي گذاري سگهو.“

اصحابين وراڻيو:

” الله جا رسولﷺ! توهان ئي ٻڌايو اسان ڪاڏي وڃو.“

پاڻﷺ فرمايو!

” حبشہ (Ethiopia) وڃو. اتان جو بادشاهہ ڏاڍو عادل آهي. ڪنهن تي ظلم ٿيڻ ناهي ڏيندو. اُتي ماڻهون ڏاڍو آرام سان رهي رهيا آهن.“

حبشہ آفريڪا جو هڪ ملڪ آهي جيڪو عربن کي تمام ويجهو آهي. ٻنهي جي وچ ۾ رڳو ڳاڙهو سمنڊ آهي. اتان جي بادشاهہ جو لقب نجاشي هو ۽ جنهن جو مذهب عيسائيت هو.

رجب جو مهينو ۽ نبوت جو پنجون سال هو. حڪم ملندي ڪيترا ئي مسلمان حبشہ ڏانهن هليا. ٻہ ٻہ، چار چار ٿي عربستان کي ڇڏڻ لڳا. جڏهن حبشہ پهتا تہ نجاشي انهن جو سٺو آڌرڀاءُ ڪيو. پاڻ وٽ وڏي عزت رهايو ۽ هر قسم جي سهولت مهيا ڪئي.

قريشين کي جڏهن خبر پئي تہ اهي صفا تپي باهہ ٿي ويا.

ايئن ڇو هو؟ مسلمان انهن جو ڪهڙو ڏوهہ ڪيو هو؟ جو ويچارن کي پنهنجو گهر ۽ ديس ڇڏي پرديسي ٿيڻو پيو. انهن جي وڃڻ سان قريشين جي دلين ۾ ڀڙڪيل باهہ تي پاڻي تہ پيو هوندو!

ڳالهہ اها هئي تہ قريشي انهن کان ڊڄندا هئا. سوچيندا هئا تہ جيڪڏهن انهن کي ٻاهران مدد ملي وئي تہ پوءِ هنن جو ڇا ٿيندو؟ پوءِ اسان هنن جي اڳيان بيوس ٿي ويندا سين ۽ انهن جي سامهون ڪا ڪاوٽ نہ هوندي. جتي ڪٿي انهن جو ئي آواز هوندو. اسلام اتم ٿي ويندو ۽......۽ بتن جي لاءِ تہ باهہ ٻري ويندي.

ان لاءِ هنن جلدي جلدي ٻہ ايلچي حبشہ جي بادشاهہ ڏانهن موڪليا. هڪ ابو ربيعہ جو پٽ عبدالله ۽ ٻيو عاص جو پٽ عمرو. هي ويا تہ جيئن بادشاهہ کي اوپاريون لهواريون ٻڌائي مسلمانن کي پڪڙي واپس وٺي اچن. بادشاهہ جي چاپلوسي لاءِ هنن تمام قيمتي سوکڙيون پاڻ سان کڻي ويا.

حبشہ پهچندين پهريان هو پادرين وٽ ويا. خيال اهو هو تہ پهريان ان کي راضي ڪيو وڃي تہ جيئن هو بادشاهہ کي راضي ڪرڻ ۾ مدد ڪن.

ان ڪانپوءِ هو بادشاهہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ ڏاڍي نمرتا ۽ نوڙت سان سوکڙيون پيش ڪيون ۽ پوءِ ڳالهايائون:

”بادشاهہ سلامت! اسان جا ڪجهہ ڏوهاري ڀڄي اچي اوهان جي پناهہ ورتي آهي. انهن قوم جي دين سان بغاوت ڪئي آهي ۽ اوهان جو دين بہ قبول ناهي ڪيو. هڪ نئون دين ٺاهيو اٿن. جنهنجي نہ اسان کي خبر آهي نہ اوهان کي. انهن جا گهر وارا بہ هنن کان ڪڪ آهن. جنهنڪري اسان کي موڪليو ويو آهي تہ انهن کي واپس وٺي اچون.“

پادرين بہ قريشين جي ها ۾ ها ملائي ۽ وڏي واڪي چيائون:

”سائين! هي بلڪل سچ ٿا چون. سچ پچ ڪجهہ ڏوهاري هتي آيا آهن. انهن کي ضرور هنن جي حوال ڪجي.“

پر نجاشي انڪار ڪيو ۽ چيائين:

”جن ماڻهن اسان جي پناهہ ورتي آهي. مان انهن جي بہ راءِ ٻڌندس. هو جتي بہ آهن، هنن کي دربار ۾ حاضر ڪيا وڃن.“

قريشين کي جنهن ڳالهہ جو ڊپ هو اها ئي ٿي. مسلمانن کي بادشاهہ جي سامهون پيش ڪيو. بادشاهہ هنن کان پڇيو:

”ٻڌو آهي تہ توهان پنهنجو قومي دين ڇڏي ڏنو آهي ۽ منهنجو دين بہ قبول نہ ڪيو اٿو ۽ ٻيا جيڪي دين آهن انهن کان بہ ڪڪ آهيو. ٻڌو آهي تہ ڪو نئون دين اختيار ڪيو اٿو. آخر اهو ڪهڙو دين آهي؟ حقيقت ڇا آهي؟“

ابوطالب جو فرزند حضرت جعفرؓ بہ موجود هو. هن سڀني جي طرفان ڳالهايو:

”حاڪم وقت! اسان جاهل هئاسين. بتن جي پوڄا ڪندا هئاسين. ڍُونڍُ ڪائيندا هئاسين. اسان ۾ جيڪو ڏاڍو سو ڳابو هو. ان وچ ۾ الله اسان تي مِهر ڪئي ۽ هڪ رسولﷺ موڪليو. ان رسولﷺ جي خاندان کان اسان چڱي طرح سڃاڻيون ٿا ۽ هنﷺ جي سچائي ۽ پاڪدامني جي سڀني کي خبر آهي. ان رسولﷺ اسان کي سچي دين جي دعوت ڏني. اسان کي سمجهايو تہ اسان صرف هڪ الله جي عبادت ڪيون. پٿرن کي پڇڻ ڇڏي ڏيون. سچ ڳالهايون، ايماندار ٿيون، مٽن مائٽن سان محبت واري راهہ رکون، پاڙيسرين کي تنگ نہ ڪيون. ڪنهن سان بي واجبي نہ ڪيون، بڇڙائي ڇڏيون، چورن ڇنن جي مال تي قبضو نہ ڪيون، عزتدار عورتن تي الزام جي آري نہ هلايون. نماز پڙهون ۽ دانُ ڏيون. اسان کي اهي ڳالهيون ڀليون ۽ سچيون لڳيون ۽ ان ڪري اسان ايمان آندو. الله تعالیٰ جي

طرفان جيڪو هن ٻڌايو اسان سچي دل سان ان کي مڃيو. اسان جو بس اهو ڏوهه آهي. جنهن تي اسان جي قوم اسان ڏمري ته اسان هي دين ڇڏي وري پراڻي دين جي غلط رستن جا رولاڪ ٿيون. هنن جي ڏمر جي ڏاڍ مڙسي اسان جي حياتي وهه ڪري ڇڏي. اسان لڱ لڪائي، بيوس ٿي وسواري وٽ آيا آهيون ته شايد روح کي ڪا راحت نصيب ٿئي ۽ ڪهر جي ڪهاڙي کان ڪنڌ بچي."

نجاشي چيو:

"هن تي جيڪو ڪلام نازل ٿيو آهي. مون کي اهو ٻڌايو. ڇا توهان وٽ ڪجھ موجود آهي."

حضرت جعفرؓ ته ان موقعي جي تلاش ۾ هو. هن ڏاڍي رقت انگيزي سان سورت مريم پڙهڻ شروع ڪئي. نجاشي تي آيتن جو ايڏو اثر ٿيو جو هن تي وجد طاري ٿي ويو. دل تي ڇانيل آگم اکين جي اوٽ مان پالوٽجڻ لڳا. جيترا به پادري هئا انهن جا دل به ميڻ ٿي پيا ۽ اکين مان بي اختيار ڳوڙهن جي تسبي جا مڻڪا ٽپ ٽپ ڪري سونهارين ۽ صيحفن کي صاف ڪندا رهيا. نجاشي چيو:

"خدا قسم! هي ۽ حضرت عيسيٰؑ جو ڪلام ساڳيو آهي. ٻئي ساڳي دريا جون شاخون آهن ۽ ساڳي ڏيئي جون شعاعون آهن."

نجاشي قريشين کي چيو:

" موٽ وڃو. خدا جو قسم! هاڻي هي توهان سان نه ويندا."

اهڙي طرح هن کي مسلمانن سان خاص همدردي ٿي وئي ۽ قهاري دشمن جي حوالي نه ڪيائين ۽ انمول سوکڙيون به انهن کي واپس ڪري ڇڏيون. قريشين گهڻيون آزيون، نيازون، منٿون ۽ ميڙون ڪيو پر هن انهن جي هڪ به نه ٻڌي. قريشي منهن پيلو ڪري موٽي ويا. اهڙي نموني مسلمان حبشه ۾ آرام سان رهڻ لڳا.



"هاڻِ مسلمان حبشه ۾ آرام سان آهن ۽ مسلمان جي اوسر تيز ٿيندي."

اهو سوچي مشرڪ باهه ٿي ويندا هئا.

اهو سوچي هنن هڪ ميڙاڪو ڪيو جنهنجي صدارت مغيره جي پٽ وليد ڪئي. جيڪو سيني کان جهونو ۽ پنهنجي قوم جو منظور نظر هو. ان مجلس ۾ محمدﷺ جي ڳالھ نڪتي وليد چيو:

”حج ويجهو آهي. ٻاهران وفد ايندا ۽ محمدﷺ جي هاڪ هر جاءِ آهي. هو محمدﷺ جي باري ۾ ضرور خبر چار وٺندا. ان لاءِ پاڻ ۾ ويهي هڪ جواب سوچو ۽ سيئي اها ڳالهه وفدن کي ٻڌايو. جيڪڏهن توهان جي ڳالهين ۾ اختلاف هوندو ته ٻاهران آيل مهمان سمجهي ويندا ته توهان ڪوڙ ٿا ڳالهايو ۽ اسان جي سڄي محنت برباد ٿي ويندي.“

قريشين چيو:

”عبدشمس جا پيءُ! تون ئي ٻڌا ته اسان چا چئون.“

وليد چيو:

”پهريان توهان پنهنجون تجويزون ڏيو؟“

قريشين چيو:

”اسان چونداسين ته محمدﷺ نجومي آهي.“

وليد چيو:

”نه، خدا جو قسم هو نجومي ناهي. مان يلوڙ نجومي ڏٺا آهن. انهن جون ڳالهيون ۽ ڳيچ ٻڌا آهن. اهي ٻئي قسم جون هونديون آهن.“

قريشين چيو:

” اسان چونداسين، چريو آهي.“

وليد چيو:

”نه هو چريو به ناهي. اسان گهڻي چريائپ ڏٺي آهي. هن ۾ ڪو به اهڙو اهڃاڻ ڪونهي.“

قريشين چيو:

” چونداسين شاعر آهي.“

وليد چيو:

”هو شاعر به ناهي. مان شاعري جي زمين تي گهڻو هر وهايو آهي. شاعري جي بحرن جي سڃاڻپ آهي. هن جو ڪلام شعر نٿو ٿي سگهي.“

قريشين چيو:

” ڪٽي چونداسين جادوگر آهي.“

وليد چيو:

”هو جادوگر بہ ناهي. مان تمام سنا سنا جادوگر ۽ انهن جا ڪرتب ڏٺا آهن. هي جادوگرن جو توٽو ڦيٽو بہ ناهي.“

قريشين چيو:

”(قريشي پريشاني مان) پوءِ! اسان ڇا چئون. عبدشمس جا پيءُ، تون ئي ڪٽي ٻڌا.“

وليد وراڻيو:

”خدا جو قسم! هن جو ڪلام ڏاڍو منو آهي. هي ڄڻ هڪ اهڙو وڻ آهي، جنهن جون پاڙون تمام اونهيون ۽ پختيون آهن ۽ شاخون نهايت وڻندڙ ۽ منن ميوون پريل آهن. جنهن ڪري انهن ڳالهين مان ڪا بہ ڳالهہ ڪئي تہ پڪڙجي پونداسين. جيڪو ٻڌندو سو سمجهي ويندو تہ هي رڳو الزام آهن. سڀني ڪان صحيح ڳالهہ هي آهي تہ هي هڪ جادوگر آهي ۽ هن جي ڪلام ۾ جادو آهي. هن ڪلام جي ذريعي هو پيءُ پٽ، ڀاءُ ڀيڻ، زال مڙس ۽ خاندانن جي وچ ۾ ڏڦير وجهي رهيو آهي.“

هن ڳالهہ سڀني کي خوش ڪري ڇڏيو. ميڙاڪو ختم ٿيو. اهو فيصلو ٿيو تہ جيئن ئي حاجين جا قافلا ايندا تہ هي اها ڳالهہ انهن کي ٻڌائيندا.

حج جو موسم شروع ٿيو ۽ حاجين جا قافلا اچڻ لڳا. جيڪو قافلو ايندو هو. قريشي انهن جي ڪنن ۾ اها ڳالهہ وجهندا هئا. هاڻي سڀني قافلن جي وات اها ئي وائي هئي.

” محمدﷺ هڪ جادوگر آهي ۽ هن جي ڪلام ۾ جادو جو اثر آهي.“

جڏهن قافلا وريا تہ پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ اها خبر پهچائي. اهڙي طرح پوري عربستان ۾ پاڻﷺ جون ڳالهيون ٿيڻ لڳيون. گهڻن کي تجسس ٿيو تہ وڃي ڏسجي تہ اهو آهي ڇا؟ ان ڪري هو گهرن ڪان نڪري پيا.

اُپ ۾ جو ٽڪ اُڇلائي، سو پنهنجي منهن ۾ پائي. مشرڪن اوهانﷺ خلاف سازش ڪئي اها انهن جي ڳاٽي پئي. انهن اسلام کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ان جي ڪري اسلام جي مشهوري ٿي.

سڄي عربستان ۾ اوهان جو چوبول هو. جنهن ڳالهہ جو مشرڪن کي ڊپ هو اها ئي ٿي. هو چوندا تہ اهو ئي هئا تہ اسان کي ابن ڏاڏن جو دين پيارو آهي ۽ هن کي بچائڻ لاءِ جان بہ قربان ڪنداسين پر حقيقت ٻي هئي. اصل ۾ هنن کي دين ڪان وڌيڪ دنيا جي هئي. عرب ڇڙواڳ زندگي گهاري رهيا هئا جن جي انهن کي عادت ٿي وئي. عادتون اصولن جي ڏنڊي جي ٺاڪوڙي ڪان هميشہ ٿهنديون آهن. هنن وٽ نہ قاعدو ۽ نہ وري ڪو قانون هو. ڏاڍي جي لٺ کي بہ مڃا هئا. جيڪو دل چوي سو ڪن. چوڏاري بي حيائي ۽ بدڪاري هئي. انسان آخرت ڪان بيخبر ٿي دنياوي مستي ۾ مست هئا.

نبيﷺ جي دعوت انهن برائين جي منهن تي چماٽ هئي. رڳو ايترو نه، مکو بتن جي گڙه هو. ماڻهون پري پري کان انهن جي زيارت لاءِ ايندا هئا ۽ قريش انهن مندرن جي مجاور ۽ پوڄاري هئا. انهن کي پيٽا ملندي هئي ۽ الڳ الڳ طريقن سان هي پوڄا ڪندڙن کي نڀيندا هئا. ظاهر آهي ته اسلام جو پکڙجڻ هنن جي ڪاروبار تي ڪاپار ڌڪ هو. ان لاءِ هو ماٺ ڪيئن ويهن ها.

هاڻي ماٺ ختم........ هاڻي نه سهبو، هاڻي ترس نه ڪائبو. چاهي محمدﷺ هجي يا هن ڪو ساٿي.

مسلمانن ۾ ڪجھ اهڙا به جيڪي مشرڪن جا گولا (غلام) هئا. هي ظالم انهن کي ڏاڍو ايذائيندا هئا ته جيئن هي اسلام جا انڪاري ٿين. مسلمانن کي بيوسن جي بيوسي ڏسي ڏاڍو ڏک ٿيندو هو. مسلمانن ۾ جيڪي ناڻي وارا هوندان هئا اهي انهن کي ملھ تي وٺي آزاد ڪري ڇڏيندا هئا.

ڪافرن ڏٺو ته اهڙي نموني مسلمان جي طاقت اجا وڌي رهي آهي. ان ڪري هنن غلامن کي وڪرو ڪرڻ به بند ڪري ڇڏيو ۽ سوچيائون ته انهن کي اذيتون ڏينداسين ته پاڻهي مسلماني وسريويندن.

جيڪي مسلمان رسول اللهﷺ سان گڏ هئا ۽ حبشه ڏانهن هجرت نه ڪري سگهيا. هنن ظالمن انهن کي به نه بخشيو.

اهو ئي ڪيائون؟ پاڻﷺ کي به وڌيڪ تنگ ڪرڻ لڳا ۽ ظلمن جي بني ۾ وڌيڪ تپائڻ لڳا. جيتوڻيڪ ابوطالب کلي عام پاڻﷺ سان گڏ هو ۽ پورو خاندان به اوهانﷺ سان گڏ هو.



رسول اللهﷺ دعا ڪئي:

”ياالله! هشام جي پٽ ابوالحڪم يا خطاب جي پٽ عمر کي هدايت ڏي ۽ ان جي دل ۾ اسلام جي محبت وجھ.“

پاڻﷺ جو خيال هو ته اهڙي نموني اسلام جي طاقت ۾ اضافو ٿيندو.

حضرت عمرؓ جي جواني پنهنجي جوڀن تي هئي. هو ارادي ۽ همت جو پڪو هو ۽ تمام طاقتور ۽ بي ڊپو هو. جيڪو ڪرڻ چاهيندو هو ڪري ڇڏيندو هو. اهو ئي سبب هو جو اسلام دشمني ۾ به پيش پيش هو. مسلمان جي لاءِ ڪنورائي ۽ بي رحمي جو هڪ نمونو هو. ڪنهن ٻانهي اسلام قبول ڪيو ۽ هن جي هٿ لڳي وئي ته هي ان کي تمام گهڻي مارڪٽ ڪندو هو ايتري تائين جيستائين پاڻ ٿڪجي نه پوي. چوندو هو:

” ترس ٿورو ساهه کڻان پوءِ وري توکي ڏسان ٿو.“

هڪ پاسي انبياءُ جو اهو عالم هو ۽ ٻئي پاسي هڪ نرم دل رکندڙ هو. هو پنهنجي مٽن مائٽن ۽ خاندان وارن جو تمام گهڻو خيال رکندو هو. هن جڏهن ٻڌو ته گهڻا مسلمان حبشه هجرت ڪري ويا آهن هي ڏاڍو پريشان ٿيو ۽ جڏهن خبر پيس ته ٻئي ايلچي ناڪام موٽي آيا آهن ته هن کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي ۽ چوڻ لڳو:

”هي سڀ ڪم محمدﷺ جو آهي. هنﷺ قريشين ۾ ڏار وڌي آهي. خاندانن ۾ ڦاڏا پيدا ڪري، پنهنجن کي پنهنجن کان پري ڪيو آهي. هاڻي هن کي ختم ڪري ئي آرام سان ويهندس.“

تلوار کي چيلهه سان ٻڌي تڪڙو گهر کان نڪتو. اڄ پاڻﷺ جو قصو ئي ختم ڪري ڇڏيندس. روزاني جي پريشاني کان جان ئي ڇٽي پوندي.

اتفاق سان رستي تي بني عدي جو هڪ ماڻهو مليس. اهو حضرت نعيم بن عبداللهؓ هو. جيڪو اسلام قبول ڪري چڪو هو پر ڪنهن کي ان جي خبر ڪو نه هئي. ڇاڪاڻ ته ظلم ۽ بربيت جو جيڪو باز گرم هو ان کي ڏسندي هن پنهنجي مسلماني لڪائي هئي. هن ڏٺو ته عمر ڏاڍي ڪاوڙ ۾ آهي ۽ چيلهه سان تلوار به ٻڌل اٿس. هو ڏاڍو پريشان ٿيو ۽ پڇيو:

”خطاب جا پٽ! ڪاڏي پيو وڃي.“

حضرت عمرؓ وراڻيو:

”ان بي دين وٽ جيڪو ٻتن جي توهين ٿو ڪري ۽ سڄي نظام کي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو اٿس.“

حضرت نعيمؓ حضرت عمرؓ جي ڪاوڙ کان واقف هو. هن سوچيو ته ڪٿي سچي ۾ پاڻﷺ جي جان خطري ۾ نه پئجي وڃي، ان ڪري هن جو رخ ٻئي طرف موڙ جي. اوچتو هن جي دماغ ۾ هڪ خيال آيو ۽ چيائين:

”عمرؓ ڪهڙن وهمن ۾ آهين؟ ڇا حضرت محمدﷺ کي قتل ڪندين. ڇا پوءِ تو کي عبد مناف وارا ڇڏي ڏيندا؟ پهريان پنهنجي گهر جي ته خبر وٺ؟.“

حضرت عمرؓ پڇيو؟

” ڇا چئي، ڇا چئي....... منهنجي گهر ۾ ڪير آهي؟.“

حضرت نعيمؓ وراڻيو:

”تنهنجي ڀيڻ ۽ ڀيڻيويو مسلمان ٿي چڪا آهن. هنن محمدﷺ جو دين قبول ڪيو آهي. پهريان انهن کان ته پڇ.“

حضرت عمرؓ حيران ۽ پريشان ٿي بيهي رهيو ۽ ڪاوڙ ۾ ٻرڻ لڳو. ڀيڻ ۽ ڀيڻيويو مسلمان ٿي چڪا آهن ۽ مون کي خبرئي ڪانهي. حضرت عمرؓ هڪدم ڀيڻ جي گهر جو رخ ڪيو ۽ حالت اها هئي جو سيني ۾ ڪاوڙ جا مچ ٻري رهيا هئا ۽ ڪاوڙ ۾ جسم جون رڳون سيٽجي ويون هيس.

اتي پهتو ته اندران ڪنهنجي پڙهڻ جو آواز اچي رهيو. هنؓ زور زور سان دروازو کڙڪائڻ شروع ڪيو. جنهن جي ڪري گهر جا سڀ ماڻهون پريشان ٿي ويا ۽ پڇيائون ڪير آهي. جواب آيو:

”عمر!“

عمر ٻڌڻ سان ئي سڀ ڏپ وچان بدحواسُ ٿي ويا ۽ هيڏي هوڏي لڪڻ لڳا.

حضرت عمرؓ جي ڀيڻ جو نالو فاطمہؓ ۽ ڀيڻيويو جو نالو سعدؓ هو. هي ٻئي خبابؓ کان قرآن پڙهندا هئا ۽ خبابؓ کي پاڻ ﷺ مقرر ڪيو هو ته هنن کي قرآن پڙها. ان ڪري جڏهن به آيتون نازل ٿينديون هنيون ته هي اچي هنن کي پڙهي ٻڌائيندو هو ۽ ٻئي اهي ياد ڪري ڇڏيندا هئا. ان وقت خبابؓ سورت طہٰ پڙهي رهيو هو. حضرت عمرؓ جي آواز ٻڌندين ئي هو اندر لڪي ويو ۽ جنهن ورق (پنو) مان پڙهي رهيو هو ان کي فاطمہؓ پنهنجي پنيان لڪائي ڇڏيو. پوءِ سعدؓ همت ڪري دروازو کوليو.

دروازو ڪلندين ئي هڪ مچريل شينهن وانگر اندر داخل ٿيو ۽ چوڌاري نظرون گهمائي ڏسڻ لڳو، ته ٿورو اڳ جيڪا آواز ٻڌڻ ۾ آئي اها ڪٿان پئي آئي. گهر ۾ فقط هن جي ڀيڻ ۽ ڀيڻيويو موجود هئا ٻيو ڪو به نظر نه آيو. ان لاءِ هن دڙڪو ڏئي پڇيو:

”ٿورو اڳ آوزا ڪٿان پئي آئي؟“

هنن جي ڏپ وچان حالت تمام خراب هئي. ان ڪري هنن کي سچ ڳالهائڻ جي همت نه ٿي ۽ ڪُوڙ ڳالهايائون:

”هتي ته ڪير به ڪونهي!“

حضرت عمرؓ چيو:

”هاڻي لڪايو نه. ڇا توهان سمجهو ٿا ته مون کي خبر ناهي ته توهان مسلمان ٿي چڪا آهيو؟“

ايئن چوندي هو ڀيڻيوي ڏانهن وڌيو هن کي زور زور سان مارڻ لڳو. فاطمہؓ کان پنهنجي مڙس بيعزتي برداشت نٿي ۽ اڳتي وڌي مڙس کي بچائڻ لڳي. هاڻي حضرت عمرؓ ڀيڻ کي مارڻ لڳو ۽ ايترو ماريائين جو هن جو مٿو ڦاٽي پيو. ٻاھ کي ڪٽڻ سان ٻاھ هميشه ڀڙڪندي آهي. حضرت عمرؓ جي مار هنن جي عقيدت ٻاھ کي وسائي نه سگهي. فاطمہؓ ۽ هن جي مڙس ڪاوڙ مان جواب ڏنو:

”ها! اسان اسلام قبول ڪيو. توکي جيڪو وڻئي سو ڪر.“

ان آواز ۾ پڪي ارادي سان گڏ سوز بہ هو.... دل مان نڪتل آواز هر در کولي ڇڏيندي آهي. هن آوزا بہ حضرت عمرؓ جي دل جو دروازو کوليو ۽ هو باهه مان پاڻي ٿي پيو. پٽر پگهرجي ميڻ ٿيو. هلندڙ هٿ رڪجي ويا. ڀيڻ جي مٿي مان رت وهي رهيو. اهو نظارو ڏسي حضرت عمرؓ جو سر شرم ۽ شرمندگي کان جهڪي ويو. اوچتو هن جي نظر ان ورق تي پئي جنهن کي خبابؓ پڙهي رهيو. ان کي ڏسندين ئي هن ڀيڻ کي چيو:

” توهان ٻئي هي پڙهي رهيا هئا. مون کي ڏي تہ مان ڏسان.“

ڀيڻ وراڻيو:

” جيڪڏهن هي توکي مليو تہ وري اسان کي ملي نہ سگهندو.“

حضرت عمرؓ قسم کڻي يقين ڏياريو تہ مان ڏسي اوهان کي واپس ڪندس. تنهنڪري فاطمہؓ اهو هن جي حوالي ڪيو ۽ دل ۾ دعا گهري رهي هئي تہ ڪاش هي بہ مسلمان ٿي وڃي.

جيئن ئي هن اهو صفحو پڙهيو، هن جي دل تي خوف طاري ٿي ويو ۽ غير ارادي طور تي زبان مان هي لفظ نڪتا:

” ڪهڙو نہ پلو ۽ پاڪ ڪلام آهي.“

خبابؓ جيڪو لڪو ويٺو هو هڪدم ٻاهر آيو ۽ چيائين، عمر! رسول اللهﷺ دعا ڪئي هئي تہ

”يا الله! هشام جي پٽ ابوالحڪم يا خطاب جي پٽ عمر سان اسلام جي مدد ڪر.“

عمر! الله جي قسم! مان سمجهان ٿو تہ الله تنهنجي حق ۾ فيصلو ڪري ڇڏيو آهي. عمر! هاڻي الله سان ڳنڍ جي وڃ. الله جي در جي چانٺ سان چنمبڙي پئو!

حضرت عمرؓ وراڻيو:

”خبابؓ محمدﷺ ڪٿي ملندو؟ وڃي مسلمان ٿو ٿيان؟“

اهو ٻڌندي ئي خبابؓ جو دل خوشي مان ٻهڪڻ لڳو ۽ چيائين:

”پاڻﷺ صفا جبل وٽ ارقمؓ جي گهر ۾ توکي ملندو.“

الله، الله..........!! فاطمہؓ بہ خوشي ۾ ٻهڪڻ لڳي ۽ حضرت سعيدؓ بہ خوشي ۾ نہ پئي ماپيو. اڄ فاطمہؓ جو پاءُ ۽ سعيدؓ جو سالو اسلام جي آغوش ۾ هو.

حضرت عمرؓ مشرڪ ۽ رتِ رسولﷺ وهائڻ آيو هو پر وڃڻ وقت هو عبدالله (الله جو ٻانهو) ۽ حضرت محمدﷺ جو فدائي ٿي وڃي رهيو هو. هو تڪڙو تڪڙو وڃي رهيو تہ پاڻﷺ کي پنهنجو آقا قبول ڪيان ۽ سرِ عمرؓ هنﷺ جي قدمن تي قربان ڪيان.

حضرت عمرؓ ارقمؓ جي گھر پھتو تہ دروازو بند ھو. ڪنڊي کڙڪايائين تہ بلالؓ آواز آيو:

”ڪير آهي؟“

جواب آيو:

”خطاب جو پٽ“

ان وقت پاڻ ﷺ پنھنجي صحابين جي وچ ۾ ويٺو ھو. حمزہؓ ابوبڪرؓ بلالؓ ۽ عليؓ بہ موجود ھئا. بلالؓ پاڻ ﷺ وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين:

”يا رسول الله ﷺ دروازي تي خطاب جو پٽ بيٺو آهي. جيڪڏهن دروازو کوليندس تہ ڪٿي ھو پريشان نہ ڪري.“

پاڻ ﷺ فرمايو:

”اچڻ ڏينس، جيڪڏهن نيت نيڪ اٿس تہ پوءِ وھ وا!“

حمزہؓ چيو:

”۽ جيڪڏهن نيت خراب ھوندس تہ پوءِ ھن کي مارڻ ڪو مشڪل ناهي.“

ان ڪانپوءِ بلالؓ دروازو کوليو ۽ حمزہؓ بہ ھن سان گڏ آيو تہ جيڪڏهن عمرؓ حملو ڪري تہ ھو بلالؓ جي مدد ڪري. جڏھن دروازو کليو ته عمر اندر آيو ۽ ان وقت حمزہؓ ۽ بلالؓ ھڪدم عمرؓ کي ٻانھن کان پڪڙيو.

جڏھن رسول الله ﷺ جي حضرت عمر رضي الله تي نظر پئي تہ فرمايائون:

”يا الله! عمرؓ جي دل ۾ جيڪا ڪوٽ آهي ان کي ڪڍ ۽ سندس سيني کي ايمان جي نور سان روشن ڪر.“

پوءِ پاڻ ﷺ فرمايو:

” حمزہؓ عمرؓ جو ھٿ ڇڏ. بلالؓ! تون به ڇڏ!“

پوءِ حمزہؓ ۽ بلالؓ الگ ٿي ويا. پوءِ حضرت عمرؓ اڳتي وڌيو ۽ حضور اڪرم ﷺ جي حضور ۾ بيھي رھيو.“

پاڻ ﷺ فرمايو:

” عمرؓ ! ڇا عذاب ڏسڻ ڪانپوءِ تو ۾ تبديلي ايندين؟ ڇئو، نيت ڇا آهي؟

عرض ڪيائين:

”مسلمان ٿيڻ آيو آهيان.“

هن جي ايئن چوڻ سان ئي سڀئي زور سان نعرا هڻڻ لڳا، ايترو زور سان نعرا هنيائون جو مڪي جا جبلن مان پڙاڏي جو آواز اچڻ لڳو.

الله اڪبر.. الله اڪبر الله اڪبر.

ٿوري دير لاءِ عجيب منظر هو ۽ پورو ماحول تي جوش ۽ جذبو ڇانئجي ويو. اهو هڪ جملو هو، جيڪو غير ارادتن انهن جي زبانن مان نڪتو. جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته عمرؓ جي ايمان سان مسلمانن کي ڪيتري خوشي ٿي هئي ۽ انهن جي دلين کي ڪيترو آرام ۽ قرار مليو هو.

اهو ٻڌائي رهيو هو ته اهي پئسا سان وڌيڪ خوش آهن. روح کي ڪيترو سڪون ۽ دل کي ڪيترو خادم، ڇو ته عمر اڄ مسلمان ٿي چڪو هو. سندس عمر. جڏهن تون مسلمان ٿيو ته خدا جو شڪر ادا ڪيائين. پوءِ سندس سيني تي هٿ رکي پيچيا ۽ مامن خدا کي مبارڪ ڏني! عمر کي هدايت ڏي. خدا! عمر کي ثابت قدم رکيو. حضرت عمرؓ جڏهن مسلمان ٿيو ته پاڻ ﷺ خدا جو شڪر ادا ڪيائون. پوءِ سندس سيني تي هٿ رکي دعا ڪئي:“

” يا الله! عمر کي هدايت ڏي. يا الله!! پنهنجي عمر کي ثابت قدم (ارادي جو پڪو) رک.“

حضرت عمرؓ به هاڻي مسلمانن جي وچ ۾ ويهي رهيو ۽ ڪچهري ڪرڻ لڳو. عرض ڪيائين:

رسول الله! ڇا اسان حق تي ناهيون؟. چاهي زنده رهون يا مري وڃون؟

پاڻ ﷺ فرمايو:

” بلڪل، ان ذات جو قسم جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، تون حق تي آهين. حق جي اڳيان زندگي ۽ موت ڪا به حيثيت ڪانهي؟“

حضرت عمرؓ وراڻيو:

”يا رسول الله! پوءِ اک ٻوٽ ڇاجي؟“

پاڻ ﷺ فرمايو:

” اسان ڳٽپ ۾ ٿورڙا آهيون.“

حضرت عمرؓ عرض ڪيو:

” جنهن اوهان کي حق ڏئي موڪليو آهي ان مٺي مالڪ جي عبادت لڪي ڪجي، سهڻي رب جو قسم ايئن ڪو نہ ٿيندو. جن محفلن ۾ مون ڪفر جا گيت ڳايا آهن هاڻي انهن محفلن ۾ اسلام جا نعرا لڳندا.“

پاڻﷺ اصحابين جون ٻہ ٽوليون ناهيون هڪ جو سردار حضرت عمرؓ ۽ ٻئي جو حضرت حمزهؓ کي مقرر ڪيو. ٻنهي جماعتن ڪعبي جو رخ ڪيو ۽ اتي پهچي انهن نماز پڙهي. ان ڪانپوءِ اتي ” لا اله الا الله مُحمّدٌ رّسُولُ الله“ جا نعرا هنيائون. انهن نعرن جي آوزن سان مڪي جي جبلن جا دل بہ ڌوڏڻ لڳا.

اڄ اسلام جو چنڊ پهريون ڀيرو پوري طرح چمڪيو هو ۽ پهريون ڀيرو، اسلام پنهنجي شان ۽ شوڪت سان ظاهر ٿيو هو. اڄ مسلمانن جي خوشي جو اندازو ڪرڻ ناممڪن آهي. حضرت عمرؓ بہ ڏاڍو خوش هو، هن کي دنيا جي سڀ کان وڏي دولت ملي هئي.

حضرت عمر رضي الله عنه ان رات هر جاءِ تي وڃي اسلام قبول ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ ماڻهن کي دعوت ڏني. جيڪا طاقت ۽ دلير ڪنهن زماني ۾ اسلام کي روڪڻ لاءِ استعمال ٿيندي هئي، اڄ اها ان جي تبليغ ۾ نمايان هئي. ابوجهل سندس مامو هو، ان ڪري هو ان وٽ بہ ويو. جڏهن گهر جو دروازو کڙڪايو ته هو ٻاهر آيو ۽ ڏاڍي پيار سان پڇيائين:

”ڀلي ڪار ڀاڻج! ڇئو ڪيئن اچڻ ٿيو؟“

حضرت عمرؓ وراڻيو:

”مان صرف توهان کي ٻڌائڻ آيو آهيان ته مون الله تعاليٰ تي ايمان آندو آهي ۽ محمد ﷺ کي نبي ڪري مڃيو. انهن جي سيني ڳالهين کي پڻ قبول ڪيو.“

ايئن چوڻ سان ئي جڻ ابوجهل جي مٿي تي وڄ ڪري پئي. هن دروازي تي زور سان ڌڪ هڻندي ڪاوڙ مان چيو:

”خدا تنهنجو خانو خراب ڪري ۽ تنهنجي دين کي بہ دفن ڪري.“

هاڻي قريش حضرت عمر رضي الله عنه کي بہ ايذائن ۽ ستائڻ لڳا، پر عمر به تلوار سان وڙهيو. ڪافرن جي وچ ۾ هوندي به بي خوف هو. هر هر هو شينهن وانگر گجندو ۽ پوري دلير سان چوندو هو:

”ٻڌي ونو! مان شاهدي ڏيان ٿو تہ الله تعاليٰ کانسواءِ ڪو بہ عبادت جي لائق ڪونهي ۽ محمدﷺ الله جو سچو رسول آهي.“

ان وقت پاڻ سڳورن ﷺ هن کي فاروق جو لقب عطا ڪيو ته الله تعاليٰ سندس معرفت حق ۽ باطل ۾ فرق ڪيو. اهو نبوت جو ڇهون سال ۽ ذوالحج جو مهينو هو. حضرت حمزهؓ جي مسلمان ٿيڻ کي فقط ٽي ڏينهن گذريا هئا ته حضرت عمر رضي الله عنه به اسلام قبول ڪيو.



هاڻي ڏينهون ڏينهن مسلمانن جو زور وڌندي رهيو هو ۽ ماڻهن ۾ اسلام قبول ڪرڻ جو لاڙو وڌي رهيو هو. پوءِ ڇا قريش بس خاموش تماشو ڏسي رهيا هئا؟ نه، بلڪ اهي ڪوشش ڪري رهيا ته ڪنهن نه ڪنهن بهاني مسلمانن ۾ اختلاف پيدا ڪيو وڃي، اصحابين جي دلين ۾ نبي ڪريم ﷺ جي لاءِ شڪ پيدا ڪجي.

ان مقصد لاءِ هڪ ڏينهن هنن گڏجاڻي ڪوٺائي ۽ سوچڻ لڳا ته حضرت محمد ﷺ جي عقيدتمندن جي دلين ۾ ڪيئن شڪ پيدا ڪجي جو هو ڪنهن دز جيان اڏامي وڃن ۽ پاڻﷺ بيوس ٿي ويهي رهي. گهڻي غور ۽ فڪر ڪانپوءِ ان نتيجي تي پهتا ته پاڻﷺ جو حقو پاڻي بند ڪجي. مطلب ته پاڻﷺ ۽ هنن جي ساٿين سان ڪوبه تعلق نه رکجي. نڪي انهن سان ڏي وٺ ڪجي، نڪي وڻج واپار، نڪي ڪين کاڌو پيتي جو ڪو سامان ڏجي، نه وري انهن سان ڪنهن به قسم جي ڪا ڏيتي ليتي ڪجي.

سيني هن معاهدي جي سيني حمايت ڪئي ۽ وڌيڪ اطمينان جي لاءِ سيني هن ناهه کي تحريري شڪل ڏني ۽ ان تي صحيحيون ڪيون. ناهه کي ڪعبي ۾ لٽڪائي ڇڏيو ته جيئن نه ڪو ان جي خلاف وڃي ۽ نه وري ڪو ان کي هٿ لڳائڻ جي همت ڪري سگهي.

ان ڪانپوءِ قريش جا ڪجھ سردار آل مطلب وٽ آيا ۽ چيائون:

هاڻي توهان وٽ صرف ٻه رستا آهن، پهريون رستو هي آهي ته محمدﷺ کي اسان جي حوالي ڪيو ته اسان هن کي ماري ڇڏيون. ايئن ڪرڻ سان توهان کي به آرام ملندو ۽ اسان جي به جان ڇٽي پوندي. اسان توهان کي ان رت جي عيوضي ۾ تمام گهڻو مال ڏينداسين. جيڪڏهن توهان ايئن نه ڪيو ته اسان توهان جو حقو پاڻي بند ڪري ڇڏينداسين. توهان کان نه ڪجھ وٺنداسين ۽ نه وري توهان کي ڪجھ ڏينداسين. نتيجو ڇا ٿيندو؟ توهان سڀ ڦتڪي ڦتڪي مري ويندؤ. هاڻي ٻڌايو توهان جي ڪهڙي صلاح آهي؟"

آل مطلب ڪڏهن اهو سوچيو به نه هو ته هو پاڻﷺ کي هنن بيرحمن جي حوالي ڪندو. پاڻﷺ آل مطلب جي اکين جو نار، دل جو قرار هو. پاڻﷺ آل مطلب کي جان کان به وڌيڪ پيارو هو. هنن قريش جي انهن ڌمڪين کا به پرواهه نه ڪئي ۽ صاف صاف چئي ڇڏيو:

” اسان هر سختي صحيح سگهون ٿا پر محمدﷺ کان جدا نٿا ٿي سگهون؟“

قريشين بہ چيو:

” تہ پوءِ نيڪ آ. اڄ کان توهان اسان جا دشمن ۽ اسان توهان جا دشمن آهيو. هاڻي توهان جو گهيرو ڪنداسين.“

پوءِ قريشين انهن جو گهيرو ڪيو، ۽ بڪ مار مهم شروع ڪئي. جيتوڻيڪ بني هاشم آل مطلب جا مائٽ هئا، ان ڪري اهي به آل مطلب سان گڏ هئا سواءِ هڪ ابولهب جي. هن پنهنجي خاندان جي مخالفت ڪئي ۽ قريشين جو ساٿ ڏنو، ڇاڪاڻ ته هو خاندان کان بيزار هو ۽ پنهنجي خاندان کي مصيبت ۾ ڏسي ڏاڍو خوش ٿيندو هو. هن ئي سڀني قريشين کي بائيڪاٽ جي ڳالھ تي راضي ڪيو ۽ آل مطلب سان ڪو به ڪاروبار نه ڪرڻ جو مشورو ڏنوهو.

اهو محرم جو مهينو هو ۽ نبوت جو ڏهون سال هو. ابو طالب پنهنجي سموري خاندان سميت هڪ واديءَ ۾ بند هو. هي اهو رستو آهي جيڪو بعد ۾ شعب ابي طالب جي نالي سان مشهور ٿيو. هي سڀ رات ڏينهن ان وادي ۾ پيل هوندا هئا. ٻاهر هن جو ڪنهن سان ڪو بہ رابطو ڪو نہ هو، ڄڻ سڀ جيل ۾ بند هئا. هو رڳو پاڪ مهينن ۾ اتان ٻاهر نڪرندا، انهن مهينن جي احترام ۾ هر قسم جي ويڙھ بند ٿي ويندي هئي ۽ هر ماڻهو آزاد ۽ هر پرواھ کان بي پرواھ هوندو هو.

انهن مهينن ۾ پاڻﷺ بہ ٻاهر ايندا هئا ۽ تبليغ ڪرڻ شروع ڪندا هئا.

انهن ڏينهن ۾ حاجي به مڪي ۾ ايندا هئا. واپاري مڪي شريف جي پرسان بازارون قائم ڪري واپار ڪندا هئا. پاڻﷺ سڀني وٽ ويندا هئا ۽ کين اسلام جي دعوت ڏيندو هئا ۽ ڏاڍي ڏک ۽ محبت وچان چوندا هئا:

” الله تعالىٰ جو دين قبول ڪيو، هو ڏاڍو خوش ٿيندو ۽ هو توهان تي مهربان ٿيندو ۽ توهان کي چڱو بدلو ڏيندو ۽ جيڪڏهن توهان ڪفر ۽ شرڪ تي قائم رهيا ۽ هن دين جو انڪار ڪيو تہ هو توهان کان ناراض ٿيندو ۽ توهان کي ڏاڍي سخت سزا ڏيندو“

حبشه ۾ رهندڙن کي خبر پئي ته حضرت عمرؓ اسلام قبول ڪري ورتو آهي، اهڙي طرح اسلام مظبوط ۽ ظلم ۽ جبر جو خاتمو ٿي چڪو آهي. مسلمان هاڻي قريش کي بنا ڪنهن ڊپ جي دعوت ڏئي رهيا آهن. مڪي جي ڪنڊ ڪڙڇ هاڻي اسلام جي نور سان چمڪي رهي آهي ۽ نہ صرف مڪو بلڪ ان جي ويجهڙائي وارا علائقن ۾ بہ اسلام پنهنجي عروج تي آهي. اهو ٻڌي هجرتي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ ايترا خوش ٿيا جو حبش کي ڇڏي مڪي جو رخ رکيائون.

پر جڏهن اهي ويجهو آيا ته ڏٺائون ته مسلمان تہ نظر بند آهن ۽ قريش جو مٿن سخت پهرو آهي. جنهن ڪري هو وڏي مصيبت ۽ پريشانيءَ ۾ آهن. اهڙي حالت ۾ هو مڪي ڪيئن اچي ٿي سگهيا ان ڪري مجبور ٿي وري حبش ورڻو پيو.

وادي ۾ پيارونبيﷺ ۽ سندس وفادار صحابه ڪرامؓ رهيل هئا. جتي هو هڪ به مهينا، نه وري ڇهه مهينا پر پورا ٽي سال لڳاتار رهيا. مصيبتن جو هڪ ٻئي مٿان وسڪارو ٿيندو رهيو ۽ هو برداشت ڪندا رهيا. آخرڪار جڏهن اهي حد کان وڌيون ته پاڻﷺ باقي اصحابين کي به هجرت ڪرڻ جي اجازت ڏني. پوءِ اهي وفادار اصحاب حبشه ڏانهن روانا ٿيا، ۽ اتي پهچي هنن سک جو ساهه کنيو، ۽ هاڻي مڪي ۾ فقط ڪجهه مسلمان ئي رهجي ويا هئا.

باقي جيڪي مسلمان رهجي ويا انهن مٿان دشمنن جو گهيرو تمام گهڻي وقت تائين رهيو. جنهن سبب هر لمحو سندن لاءِ عذاب بڻيل هو. پر انهن جي غيرت ۽ همت کي سلام هجي! سڀ مشڪلاتون ۽ تڪليفون هڪ پاسي ۽ آل مطلب جو جوش ٻئي پاسي هو. بک ۽ تڪليف برداشت هئي پر پاڻﷺ جي جان جي حفاظت ڪندا رهيا. چاچي ابو طالب جي شفقت ۽ محبت به قابل ديد هئي. هو پاڻﷺ جي محبت ۾ ايئن چريا هئا جيئن هڪ ماءُ پنهنجي اولاد جي لاءِ هوندي آهي. هو هڪ لمحي جي لاءِ به پاڻﷺ کان غافل نه هئا. ايتري تائين جو جتي سمهندا هئا پاڻﷺ کي ٻه اتي گڏ سمهاريندا هئا پر جيڪڏهن ڪيس ڪنهن مجبوريءَ جي ڪري وڃڻو پوندو هو ته پنهنجي ڪنهن پٽ کي پاڻﷺ جي حفاظت لاءِ مقرر ڪندو هو ۽ تاڪيد ڪندو هو ته سڄي رات جاڳي ۽ حفاظت ڪري.

ڪيڏو ڏکيو وقت هو. ڪائڻ لاءِ ڪجهه به نه هو (هي وقت ايڏو ڏکيو هو جو الله جي پناهه!... پنن تي گذارو ڪرڻو پيو. حضرت سعد بن ابي وقاصؓ جو چوڻ آهي ته هڪ رات سڪل چمڙو مليو. جنهن کي مون پاڻي سان ڌوئي پوءِ باهه تي پچائي ان کي کاڌو) هر ڏيتي ليتي بند هئي جڻ موت جي منهن ۾ هئا پر ايتري ۾ الله تعاليٰ انهن جي مدد ڪئي ۽ هنن لاءِ ڪجهه دلين ۾ نرمي پيدا ڪئي. مسلمانن جي بيوسيءَ ڏسي انهن کي هنن تي رحم آيو ۽ هو لڪي لڪي کائڻ پيڻ جو ٿورو سامان ڏئي ويندا هئا. انهن ماڻهن ۾ حزام جو پٽ حڪيم هو. حضرت خديجهؓ هن جي ڦڦي هئي. هو لڪي پنهنجي ڦڦي کي ڪجهه مانيون ۽ ٻوڙ ڏئي ويندو هو. حضرت خديجهؓ ان مان ڪجهه پاڻ کائيندي هئي ۽ باقي ٻين ۾ ورهائي ڇڏيندي هئي. اهڙي طرح بنو عامر بن لوئي قبيلي جو هشام بن عمرو هو جيڪو مسلمانن سان گهڻي همدردي رکندو هو. هشام اٺ تي تمام گهڻو کاڌي پيتي جو سامان ۽ ڪجهه ڪپڙا رکي رات جو هنن مجبورن وٽ ايندو هو. اٺ کي ٻاهر وادي ۾ ويهاري سامان چوري چوري ڏئي ايندو هو. هشام لاڳيتو ايئن ڪندو رهيو ايتري تائين جو قريشين کي به خبر پئجي وئي. هو هشام کي به تنگ ڪرڻ لڳا پر هو نه مڙيو. هشام هڪ ٻيو ڪم ڪيو. هو ابو اميه مخزمي جي پٽ زهير وٽ ويو (جنهن جي ماءُ عاتڪه عبدالمطلب جي نياڻي ۽ ابوطالب جي ڀيڻ هئي) ۽ چيائين:

”زهير! تون عياشون ڪر. سنا سنا طعام ڪاءَ ۽ بهترين ڪپڙا پاءِ ۽ تنهنجو مامو بک، مصيبت ۽ پريشاني ۾ وقت ڪٽي. تون اهو ڪيئن برداشت ڪري رهيو آهين... قسم سان! جيڪڏهن هو ابو الحڪم (ابوجهل) جو مامو هجي ها ۽ تون ابو الحڪم کي ايئن ڪرڻ جو چوين ها ته هو ڪڏهن به ايئن نه ڪري ها.“

زهير وراڻيو: ”مان اڪيلو ڇا ٿو ڪري سگھان؟ قسم سان! ٻيو ڪير گڏ هجي ها ته مان ان معاهدي کي ڦاڙي ڇڏيان ها.“

هشام وراڻيو: ”مان جو آهيان!“

زهير وراڻيو: ”سچي. هاڻي باقي هڪ ٻيو به ڳاڻ سان ملائجي ته بهتر ٿيندو.“

هنن ٻنهي پڪو پهه ڪيو ته هن معاهدي کي ختم ڪنداسين جيڪو سڄي قريش قوم جو معاهدو هو.

هاڻي هو پنهنجو ٽئون همر خيال ڳولڻ لڳي ويا. الله تعالىٰ انهن جي مدد ڪئي. هو هڪ کي ڳولڻ لڳا ۽ الله تعالىٰ هنن کي ٽي مددگار ڏئي ڇڏيا. هي ٽئي قريش جي سردارن مان هئا. هڪ عد جو پٽ مطعم، ٻيو هشام جو پٽ ابوالبختري ۽ ٽئون اسود جو پٽ زمعه هو.

هڪ صبح هشام، مطعم، ابولبختري ۽ زمعه گھر کان نڪري ڪعبي وٽ پهتا جتي قريشي منڊلي مچائي وينا هئا. هي به اتي ويهي رهيا ۽ زهير ڪعبي جو طواف ڪرڻ لڳو. طواف ختم ڪري هو به اچي ويهي رهيو ۽ چوڻ لڳو:

” مڪي وارؤ! اسان سڪون سان کائي ۽ پيئي رهيا آهيون ۽ بني هاشم وارا هڪ هڪ گرنه جي لاءِ ترسي رهيا آهن. هو نه ڏيتي ليتي ڪري سگھن ٿا، نه وري وڻج واپار. ڇا اهو نيڪ آهي؟ اها ڪهڙي انسانيت ۽ شرافت آهي؟ خدا جو قسم! مان ايستائين آرام سان نه ويهندس جيستائين هن معاهدي ختم نه ڪرايان.“

اهو ٻڌندين ئي ابوجهل اتي ٻيهي رهيو ۽ رڙ ڪري چيائين:

” تو غلط ڳالهه ڪئي آهي. خدا جو قسم! ايئن ڪڏهن به نه ٿيندو.“

ان وقت ئي زهير جي ساٿين گڏجي چيو:

”ها ها بلڪل ايئن ٿيندو جيئن زهير چيو آهي.“

ابوجهل سمجهي ويو ته هي اڳ ۾ جي رٿ رٿيل آهي ان ڪري وڌيڪ ڳالهائڻ اجايو آهي تنهنڪري هو ڳري دل سان ويهي رهيو. ان وقت مطعم معاهدو ڦاڙڻ لاءِ اٿيو ۽ وڃي ڏٺائين ته معاهدي کي اڌوهي کائي چڪي آهي ۽ هاڻي فقط هڪ جملو بچيو آهي، جيڪو عهد نامي جي شروعات ۾ هو. اهو جملو هو:

”اسْمِكَ اللَّـهُمَّ“

”اي الله! تنهنجي نالي ٽي“

وچن اوڏهي جي ور چڙهيو تہ پاڻ ﷺ ۽ سندس وفادار ساٿي وادي کان ٻاهر آيا ۽ پوري جوش سان وري تبليغ جي ڪم ۾ لڳي ويا.

اهو نبوت جو ڏهون سال هو.



نظر بندي جي مصيبت اجا مس مس ختم ٿي هئي تہ ٻين مصيبتن اچي وڻ ويڙهي وانگر وڪوڙيو. اجا ڪجھ ڏينهن گذريا جو ابوطالب بيمار ٿي پيو ۽ حالت تمام خراب ٿي ويس. قريشين کي هن جي مرڻ جو خطرو محسوس ٿيو. ان ڪري هڪ ڀيرو وري قريش هن وٽ پهتا ۽ اهو فيصلو ڪيائون تہ هن جي مرڻ کان اڳ ئي اسان جي ۽ محمد ﷺ وچ ۾ ڪو ناهہ ٿي وڃي. ڇاڪاڻ تہ هن جي مرڻ کانپوءِ جي محمد ﷺ کي ڪجھ ڪيوسين تہ عربستان جا رهاڪو ان کي آر سمجهندا تہ ابوطالب جي زندگي ۾ هنن کي همت نہ ٿي ۽ مرڻ کانپوءِ هو شينهن ٿي ويا آهن.

ابوطالب آخري پساهن ۾ هو جو قريش جا ڪجھ سردار ساڻس ملڻ آيا ۽ چوڻ لڳا:

" ابو طالب! اسان جي دلين ۾ تنهنجي جاءِ ڪهڙي آهي؟ تون ان ڳالهه کان چڱي طرح واقف آهين. اسان چاهيون ٿا ته تون پنهنجي ڀائٽي جي باري ۾اسان سان انصاف ڪر ۽ ان کي چئو ته اسان جي دين کي ڪجهه نه چئي ۽ اسان هن جي دين کي ڪجهه نه چئونداسين."

ابوطالب پاڻ ﷺ کي گهرايو ۽ پاڻ ﷺ جي سامهون قريش جي ڳالھ رکي. پاڻ ﷺ سڀ ڪجھ ٻڌي فرمايو:

"توهان صرف هڪ جملو چئو. ٻيو مون ڪجھ بہ نہ کپي."

قريشين پڇيو: " اهو ڇا آهي؟"

پاڻ ﷺ فرمايو:

" لَا إلَـهَ إلاَّ اللَّہُ"

اهو ٻڌي  هنن  کي ڪاوڙ اچي وئيءَ هڪ ٻئي کي ائين چئي هلڻ لڳا:

هي تہ اسان جي مڃيندو ئي نہ سو هاڻي هن سان جيڪي وڻي سا ڪريو."

پوءِ پاڻ ﷺ پنهنجي چاچي کي فرمايو:

” چاچا صرف هڪ جملو چئو تہ جيئن مان قيامت جي ڏينهن اوهان جي حق ۾ گواهي ڏيان. منهنجا مٺا چاچا! صرف **لَا إِلَـهَ إِلاَّ اللَّهُ** چئو.“

چاچي وراڻيو:

” عرب جا رهواسي طعنا هڻندا تہ ابوطالب موت کان ڊڄي ويو. پائيٽا! جي ان ڳالھ جو خيال نہ هجي ها تہ مان تنهنجي ڳالھ مڃان ها.“

پاڻ ڪريم ﷺ پنهنجي چاچي سان تمام گهڻي محبت ڪندا هئا. اها پاڻﷺ جي تمام وڏي خواهش هئي. جهڙي طرح پاڻﷺ هن کي دنيا جي ڪاميابي ڏسڻ پئي چاهيو اهڙي طرح آخرت ۾ بہ هن کي ڪامياب ڏسڻ پئي چاهيو. هن اسلام قبول نہ ڪيو، ان ڳالھ پاڻﷺ کي جهوري وڌو. ۽ اوهانﷺ ان اداسي ۽ غم ۾ ڳري رهيا هئا. اوهانﷺ جو اهو حال ڏسي، الله تعالىٰ وحي نازل فرمائي:

﴿**إِنَّكَ لَا تَهْدِي مَنْ أَحْبَبْتَ وَلَكِنَّ اللَّهَ يَهْدِي مَنْ يَشَاءُ وَهُوَ أَعْلَمُ بِالْمُهْتَدِينَ**﴾ [القصص: 56]

”هدايت تنهنجي هٿ ۾ ناهي بلڪ الله جي هٿ ۾ آهي، جنهن کي چاهي ڏئي“

اهڙي طرح ابو طالب وفات ڪري ويو. ها، اهو ئي ابو طالب جيڪو اوهانﷺ جو پرجهلو ۽ مددگار آٿت ڏيندڙ ۽ همدرد هو. ۽ پاڻﷺ؟ قريش جي ظلم سهڻ لاءِ اڪيلا رهجي ويا (اهو نبوت جو ١٠ سال هو. جيڪو اسلام جو حد کان وڌيڪ ڏکيو دؤر آهي. هن دؤر ۾ پاڻﷺ ڏاڍا ڏکيارا ۽ بيقرار هئا. ان ڪري هن سال کي عَامُ الْحُزْنِ يعني غمن جو سال چوندا آهن)

اجان پاڻﷺ هن صدمي مان نڪتا .ئي نہ هئا مٿان ٻيو وڏو صدمو رسيو؟ بيبي خديجهؓ ........هائي..... بيبي خديجهؓ جي وفات.

ها، اها بيبي خديجهؓ جيڪا پاڻﷺ جي وفادار، هر ڏک، تڪليف ۽ مصيب ۾ ساٿ ڏيندڙ گهر واري هئي.

ها، اها بيبي خديجهؓ جيڪا پاڻﷺ جي لاءِ پيار، محبت، همدري ۽ غمگساري جو مثال هئي.

ها، اها بيبي خديجهؓ جنهن هميشه پاڻﷺ کي سيني ۾ سانديو ۽ عشق ۽ عقيدت جي اکين ۾ ويهاريو.

ها، اها بيبي خديجهؓ جيڪا پهرين ڏينهن کان پاڻﷺ جي مددگار هئي، مايوسي ۾ خوشي جي کل ۽ ملوتا ۾ مرڪ هئي.

ها، اها بيبي خديجهؓ جيڪا پهرين مسلمان هئي.

ها، اها بيبي خديجهؓ ( خديجهؓ جي وفات رمضان ۾ ٿي. ان وقت سندس عمر ٦٥ سال هئي. هن کي پاڻﷺ پنهنجي هٿن مبارڪن سان قبر ۾ لاٿو.) جنهن ڏانهن الله پاڻ سلام موڪليا ۽ هن کي جنت ۾ موتين سان ٺهيل محل جي خوشبري ڏني.

ابو طالب ۽ خديجه جي وفات ڇا هئي؟ هڪ ٽيڪ جيڪا ٽٽي پئي، هڪ بند هو جيڪو ڀڄي پيو.

پر هاڻي اسلام جي روشني مکي کان ٻاهر پکڙجڻ شروع ٿي چڪي هئي. هاڻي اهو ناممڪن هو ته اهو ڏيئو مشرڪن جي ڦوڪن سان وسامجي وڃي. چاهي اهي گهڻ ٻري يا تيز. ڪمزور يا مضبوط.

**وَاللَّهُ مُتِمُّ نُورِهِ وَلَوْ كَرِهَ الْكَافِرُونَ** (سورت الصف آيت ٨)

۽ اهو الله جو فيصلو هو پوءِ چاهي ڪافر ان کي وسائڻ جي ڪيتري به ڪوشش ڪن.

رسول اللهﷺ تڪليفن جي جار ۾.

عائشہؓ ۽ سودهؓ رسول اللهﷺ جي نڪاح ۾.

طائف جو پنڌ.

طائف وارن جو لچائو ورتاءُ.

رسول اللهﷺ جي درد ڀري دانهن.

جنن جي جماعت جو اسلام ۾ اچڻ.

قريشين جي سازش.

مطعم جي سام ۾.

فرش کان عرش تي.

ابوجهل جي بيچڙپائي.

معراج جا اثرات.

ابوبڪرؓ کي "صديق" جو لقب.

معراج جي سفر تي سرسري نظر.

ڪافرن حضرت محمد ﷺ کي اسلام جي دعوت ڏيڻ کان روڪڻ جي تمام گھڻي ڪوشش ڪئي پر اهي ڪامياب نه ٿيا. اسلام کي ختم ڪرڻ جي لاڳيتو ڪوشش ۽ هر ڀيري ناڪامي! ڪافرن جي اها وڏي شڪست هئي ۽ عقل حيران هئي ٿي ڇا رهيو آهي؟ ۽ اوهانﷺ کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪهڙي اٽڪل ويڙهائجي...!! افسوس جوهاڻي ابو طالب به نه رهيو هو. ها، اهو ئي ابو طالب جيڪو پاڻﷺ جو پرجهلو ۽ مددگار هو. گرم هوائن جي مقابلي ۾ ڇپر ڇانو هو. جيڪو قبيلي جو اتحاد ۽ خاندان جو گلدستوهو. هن جي ڪري ماڻهو اوهانﷺ جي تحريڪ سان لاڳاپيل هئا ۽ هو اوهانﷺ جي دل ۽ جان سان حمايت ڪندو هو.

هاڻي ميدان خالي هو، رستو به هموار هو. اندر جي ڪاوڙ ڪڍڻ لاءِ وقت مناسب هو. هاڻي نرمي ۽ رحم جو ڪو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي؟ هاڻي ظلم جون تيز هوائون هلي رهيون هيون. ۽ بغض ۽ ضد جا ٻرندڙ شعلا. هاڻي پاڻﷺ کي تنگ ڪرڻ لاءِ گڏ ڙ به شينهن ويا ۽ ڪو به رعايت ڪرڻ لاءِ تيار نه هو. هڪ ڏينهن پاڻﷺ ڪعبي ۾ نماز پڙهي رهيو هو. هڪ بدبخت اوهانﷺ جي مٿان ٻڪري جو اوجهري اڇلائي. رحمت عالمﷺ هن بدتميزي جو ڪهڙو جواب ڏنو؟ ڇا هن ظالم کي گهٽ وڌ ڳالهايو؟ ڇا هن جي لاءِ بد دعا ڪئي؟ نه بلڪ ايترو فرمايا:

”آلِ مناف! ڇا پاڙيسري سان اهڙو سلوڪ ڪبو آهي؟“

هڪ دفعي اوهانﷺ ڪاڏي وڃي رهيا هئا ته ڪنهن نياڳي مٽي مبارڪ ۾ مٽي وڌي. پاڻﷺ ساڳي حالت ۾ گهر پهتا. جڏهن ذيءُ فاطمهؓ اهو ڏٺو ته ڊوڙندي پاڻي کڻي آئي ۽ مٿي مبارڪ کي ڌوئڻ لڳي ۽ ان سان گڏ گرم ڳوڙها به ڳاڙي رهي هئي. سندس پيءُ جي مظلومي سندس جگر کي چيري رهي هئي ۽ قريش جي بدسلوڪي دل کي تڙپائي رهي هئي ۽.... ۽ پاڻﷺ هنؓ کي آٿت ڏئي رهيا هئا.

ذيءِ ! روءِ نه. الله تنهنجي پيءُ جي مدد ڪندو“.

۽ ابولهب جو ڊنگ ڪهڙو هو؟ جڏهن ابو طالب وفات ڪئي ته ڪجهه ڏينهن خاموش رهيو. پر پوءِ هو اڳي کان به وڌيڪ ظلم ڪرڻ لڳو. هي ۽ هن جي زال ايترو تنگ ڪرڻ لڳا، جو الله جي پناهه! بيحساب پريشان ڪرڻ لڳا.

۽ ابوجهل ڪهڙو روي اختيار ڪيو؟ هو ته رات ڏينهن وجهه ڳوليندو رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن هو لچن کي پويان لڳائي ڇڏيندو هو ۽ هو تمام گهڻو ڪڪ ڪندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن هو لوفرن کي اشارو ڪندو هو جيڪي بي رحميءَ پيش ايندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن هو واهياتن کي وٺي ويهندو هو۽ جڏهن پاڻﷺ نماز پڙهندا هئا يا طواف ڪندا هئا ته هو پاڻﷺ مارڻ جا منصوبا ناهيندا هئا حضرت ابوبڪر رضه انهن کي روڪيندا هئا ۽ ڏاڍي ڏک مان چوندا هئا:

” ڇا توهان ڪنهن کي صرف ان ڪري قتل ڪرڻ چاهيو ٿا ته هو چوي ٿو ته منهنجو رب الله آهي! جيتوڻيڪ هو الله وٽان پڌريون نشانيون به کڻي آيو آهي!“

نتيجي ۾ حضرت ابوبڪر رضه به انهن جي اذيتن کان بچي نه سگھيو. سيئي گڏجي هن کي ماريندا هئا تہ جيئن اڳتي هو چپ چورڻ جي بہ همت نہ ڪري ۽ هو پنهنجا گندا ڪم مڪمل آزادي سان ڪري سگھن تا. پر ابوبڪرؓ بہ چپ رهڻ وارن مان نہ هو؟ هوؓ چاٽي واٽي پنهنجي زندگي کي خطري ۾ وجهندو هو چاڪاڻ ته هنؓ کي پنهنجي زندگي کان وڌيڪ رسول اللهﷺ جي زندگي وڌيڪ عزيز هئي. پوءِ تہ مجڻ جو سوال ئي ختم ٿي وڃي ٿو؟. محبوب جي لاءِ ڪاڏل هر ڏک ۽ ڏک جو سور سرور بڻجي ويندو آهي. ڏک ڪائڻ ڪانپوءِ بہ محبوب کان پڇبو آهي

. توهان(ﷺ) تہ ٺيڪ آهيو نہ؟ پاڻ ﷺ وڏي ڏک وچان فرمائيندا هئا:

”الله جو قسم! جيستائين ابو طالب جيئرو هو، قريشين مون کي ڪڏهن بہ تڪليف نہ ڏني“



”خدا جو رسولﷺ ڏاڍا جي ڏمر هيٺ هئا. لفظن جا تير سيني کي چاڪ ڪري رهيا هئا.“

اهو ڏسي صحابينؓ کي ڏاڍو ڏک ٿيندو هو. هڪ ئي وقت پاڻﷺ ٻن ٻن صدمن کي برداشت ڪري رهيو هو. هڪ چاچي ابوطالب جو ۽ پياري گھرواري بيبي خديجهؓ جي وفات جو ۽ ٻيو قريشين جي بدسلوڪي جو. مڪي ۾ مسلمان تمام ٿورا هئا. ان جي مقابلي ۾ دشمنن جو هڪ سمنڊ هو. اهڙي حالت ۾ مسلمان ڪجھ بہ نٿي ڪري سگھيا. زور جي اڳيان هميشه زاري آهي. پاڻﷺ جي بچاءَ ۾ هو صبر ۽ الله جي ڀروسي جيڪو ڪري سگھندا هئا اهو ڪندا هئا.

مسلمان عورتن کان بہ اوهان جي تڪليف برداشت نہ ٿيندي هئي. ڏاڍو پريشان ٿينديون هنيون. هڪ ڏينهن حضرت خولهؓ حضورﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿي. هي حڪيم جي ڌيءَ ۽ عثمان بن مظعونؓ جي زال هئي. عرض ڪيائين:

”اوهانﷺ شادي چو نٿا ڪيو؟ جيڪڏهن ڪا خديجهؓ نٿي ملي تہ نہ سهي پر ڪجھ سڪون تہ ملندو. ڪجھ تہ دل جو بار هلڪو ٿيندو.“

پياري پيغمبرﷺ فرمايو:

”حڪيم جي ڌي! ڪنهن ڏانهن اشارو ٿي ڪرين؟“

خولهؓ چيو:

ڪنواري به ملي سگھي ٿي ۽ بيواھ بہ.

پياري نبي ﷺ فرمايو:

**كنوار ڪير آهي؟"**

**خولهؓ چيو:**

**اوهانﷺ تي سڀ کان وڌيڪ حق ابوبڪر جي ڌيءُ جو آهي.**

**پياري نبي ﷺ فرمايو:**

**۽ بيواهہ ڪير آهي؟"**

**خولهؓ چيو:**

**زمعه جي ڌيءُ سودهؓ هن اوهانﷺ تي ايمان آندو آهي. ۽ سڀ ڪجهہ پنهنجي مرضي سان قبول ڪيو اٿس. سندس مڙس بہ حبشہ ڏانهن هجرت ڪندڙن مان هو. جڏهن اتان موٽيا تہ الله ڪي پيارا ٿي ويا.**

**پياري نبي ﷺ فرمايو:**

**"چڱو وڃي ٻنهي جي لاءِ ڳالهہ ڪر."**

**خولهؓ سودهؓ وٽ آئي ۽ چيائين:**

**"الله !الله! تنهنجي قسمت! ڪهڙي نہ ڀلي تنهنجي قسمت آهي!"**

**سودهؓ کي ڏاڍي حيرت ٿي. (اتساهہ وچان):**

**"اوهان ڇا پيون چئو؟" مان ڪجهہ سمجهيس نہ.**

**خولهؓ چيو:**

**خدا جو رسولﷺ توسان شادي ڪرڻ چاهي ٿو. ان جي لاءِ تو سان ڳالهائڻ آئي آهيان.**

**سودهؓ جو چهرو خوشيءَ مان چمڪڻ لڳو. چيائين:**

**"سُبْحَانَ اللهِ! وڃ وڃي بابي سان بہ ڳالهہ ڪر. ڏس هن جو ان باري ۾ ڇا خيال آهي."**

**خولهؓ سودهؓ جي پيءُ وٽ وئي ۽ کيس اها خوشخبري ٻڌائي، هن اها خبر ٻڌندين ئي بي اختيار چيو:**

**ڇا تہ بهترين جوڙ آهي!**

**پوءِ خولهؓ ام رومانؓ وٽ وئي. جيڪا عائشه جي ماءُ ۽ ابوبڪرؓ جي زال هئي. اتي ايندين ئي چيائين: مبارڪ هجي! رحمتن ۽ برڪتن جي برسات؟ حضور ﷺ جن عائشه سان شادي ڪرڻ چاهي ٿو**

ام رومان چيو:

”واھ واھ ! ڪھڙي نه مبارڪ جوڙي ھوندي، ٿورو بيھ  وابوبڪرؓ ڪي بہ اچڻ ڏي.

ٿوري دير کان پوءِ حضرت ابوبڪرؓ بہ اچي ويو. ۽ ھن ان نعمت جو وڏي خوشي سان استقبال ڪيو.

اھڙيءَ طرح حضرت خولهؓ  انھن جو نڪاح سودهؓ ۽ عائشهؓ سان ڪرايو. ٻئي نڪاح ٿي ويا. نڪاح کانپوءِ سودهؓ پاڻﷺ جي گھر ھلي آئي. پر عائشه اجا ننڍي ھئي  تنھن ڪري ھوءَ ڪجھه سالن کان پوءِ پاڻﷺ وٽ آئي.



مشرڪن جا ظلم پنھنجي عروج تي ھئا چاڪاڻ ته جڏھن ابو طالب وفات ڪئي ته قريش

پاڻ ۾ وچڻ ڪيو ھو:

” اسان محمد ﷺ کي ايستائين اتنگ ڪندا رھنداسين جيستائين ھو دين جي دعوت کان باز نٿو اچي. يا اسان جون تلوارن ھن جي رت سان نہ رنگجن. ھنﷺ جي ساٿين جو جيئڻ بہ ھنن حرام ڪري ڇڏينداسين جيستائين ھو اسلام کان نہ ڇڏيندا. ۽ پنھنجي پراڻي مذھب ڏانھن نہ موٽي ايندا.“

اھو نبوت جو ڏھون سال ۽ جمادي الاخر يا شوال جو مھينو ھو. جڏھن محمدﷺ انھن جي سختين کان بيزار ٿي پيا  ته پاڻﷺ طائف ڏانھن روانا ٿيا. ان وقت پاڻﷺ ڏاڍا بي چين ھئا. ھڪ بيقراري ۽ ٻيو اڪيلائيءَ! اھا پريشانيءَ لفظن جي لباس ۾ نٿي سمائي سگھجي، دل تي ڇا گذرندي ھوندي! وري ويا بہ اڪيلا بغير ڪنھن کي ٻڌائڻ جي. پاڻﷺ اوڏانھن ڇو ويا؟ صرف ان لاءِ تہ متان طائف وارا مدد ڪن  ۽ پاڻﷺ سک جو ساھ کڻي سگھي.

پر جڏھن پاڻﷺ اتي پھتاسين تہ اتي معاملو ئي ابتڙ ھو. انھن نہ صرف پاڻﷺ کي رھائڻ کان انڪار ڪيو بلڪ ھن جي نبوت جو ئي انڪار ڪيو. بي حيائي سان منھن موڙي ڇڏيو. ڇاڪاڻ تہ قريش وانگر ھنن کي بہ اسلام کان خطرو محسوس ٿيو . طائف جي موسم سني ھئي. اتي جي زمين ارم جي باغيچي وانگر ھئي. انگور ۽ ٻين ميون جي پيداوار تمام گھڻي ھئي. ان ڪري قريش جا اشراف اونھارو اتي گذاريندا ھئا. ان ڪانسواءِ  عرب جو مشھور بت ”لات“ به اتي ھو. ڪعبي وانگر، اھو بہ ھڪ زيارت جو ھنڌ ھو. انھن خاصيتن جي ڪري طائف عربن جو ھڪ خاص، پاڪ ۽ مشھور شھر ھو.  طائف وارن کي ٻيو اھو خوف ھو تہ جي پاڻﷺ کي ھتي پناھ ڏيندا سين تہ مڪي وارا ڪاوڙ جي پوندا ۽ پوءِ طائف جي سڄي حيثيت ۽ شھرت ختم ٿي ويندي.

هاڻي پاڻﷺ کي خيال آيو ته جيڪڏهن مڪي وارن کي طائف جي واقعي جي خبر پئجي وئي ته اهي وڌيڪ ننوليون ڪندا ۽ وڌيڪ ايذاءُ ۽ تڪليفون ڏيڻ شروع ڪندا. ان ڪري جڏهن اهي اتان وڃڻ لڳا ته ثقيف (طائف جو هڪ قبيلو) جي سردارن مان هڪ کي چيائين:

”توهان منهنجي ڳالهه نه مڃي پر گهٽ ۾ گهٽ هن ڳالهه جو ذڪر ڪنهن سان نه ڪجو“

هو صرف ان ڳالهه تي راضي نه ٿيا بلڪ هنن طائف جي لوفرن ۽ آوارن کي پاڻﷺ جي پويان لڳائي ڇڏيو. انهن بدمعاشن وڏي ڪنورتائي سان پاڻﷺ کي پٿر هڻڻ لڳا. پاڻﷺ جي جسم مبارڪ مان ايترو ته رت وهيو جو جوتا رت سان ڀرجي ويا...! جڏهن ڦٽن مان گهڻو رت رسڻ لڳندو هو ته پاڻﷺ بيحال ٿي ويهي رهندا هئا پر بي رحمن کي پوءِ به رحم نه آيو. هو هٿ کان وني اٿاري بيهاريندا هئا ۽ جڏهن پاڻﷺ هلڻ لڳندا هئا ته وري پٿر هڻڻ شروع ڪندا هئا ۽ ان سان گڏ گاريون ڏيندا ۽ تاڙيون وڄائيندا هئا. افسوس.....! هي انساني تاريخي ڪهڙونه عجيب الميو ۽ هانءُ ڏاريندڙ منظر هو. (رحمت للعالمين تي بي رحم تشدد ۽ ڏوهه صرف اهيو هو ته پاڻﷺ انهن کي سڌي راهه تي هلڻ لاءِ چئي رهيو هو)

اي محمدﷺ ! پيغمبريءَ ۾ تو جيڪي به تڪليفون برداشت ڪيون، دعوت جي راهه ۾ جن مصيبتن کي منهن ڏنو، ان جي بدلي ۾ الله تعاليٰ تنهنجو ٿيو!

پاڻﷺ هلندي هلندي شهر جي آخري ڇيڙي تائين پهچي ويا. اتي هڪ تمام وڏو باغ هو جنهن ۾ انگورن جا ڇڳا لڙڪيل هئا. پاڻﷺ ان باغ ۾ هليا ويا تڏهن پاڻﷺ جي جان انهن ڇچورن مان آجي ٿي!

پاڻﷺ جون بي اختيار نظرون آسمان ڏانهن کڄي ويون ۽ زبان مبارڪ مان درد ۽ بيوسي جي دانهن نڪتي.

اللهُمَّ إِلَيْكَ اشْكُو ضَعُفُ قُوَّتِي وَقُلْةَ حِيلَتِي وَهُوَانِي عَلَى النَّاسِ

يا الله! مان پنهنجي بيوسي، لاچاري ۽ ماڻهن جي بيقدري جي فرياد تنهنجي سامهون رکان ٿو

يا أَرْحَمُ الرَّاحِمِينَ أَنتَ رَبُّ الْمُسْتَضْعَفِينَ وَأَنتَ رَبّي

اي سيني کان وڌيڪ ٻاجهارا! تون هيڻن جي همت آهين ۽ منهنجو به پالڻهار آهين!

إِلَى مَنْ تَكِلْنِي : إِلى بُعِيدٌ يَتَجَهُمْنِي، أَوْ إِلَى عَدُوٌّ مَلَكْتَهُ أَمْرَى

تو مونکي ڪنهن جي حوالي ڪيو....؟ ڇا ڪنهن ڌاريئي جي..؟ جيڪو مون کي اکيون ٿو ڏيکاري..؟

يا ڪنهن دشمن جي..؟ جنهن کي تو مون کي قابو ڪرڻ جي سگهه ڏئي ڇڏي آهي؟

إن لم يكن بک عَلَى عَصب فَلا ابالى

**جي تون مون کان ناراض ناهين تہ پوءِ مون کي ڪنهن جي بہ پرواهہ ڪانهي**

وَلَكِنْ عَافِيَتَكَ أَوْسَعُ لِي

**تنهنجي راضپي ۾ منهنجي راحت آهي**

اعُوذُ بنور وجهك الذى اشرَقَت لَهُ الظُّلُمَت وَصَلَحَ عَلَيْهِ امْرُ الدُّنْيَا والآخرة

**مان تنهنجي نوراني چهري جي پناهہ ۾ اچان ٿو جنهن سان اونداهي جو خاتمو ٿي وڃي ٿو ۽ جنهن سان ٻنهي جهانن جو نظام قائم آهي**

من أن تنزل بي غَضُبک اُو تُحِلُّ عَلى سخطك

**تنهنجي ڪاوڙ ۽ ناراضگي کان مان پناهہ گهران ٿو**

لك العتبى حتى ترضى!

**تنهنجي خوشي تائين توکي راضي ڪندو رهندس**

وَلا حَولَ وَلا قُوَّةَ إِلَّا بك

**سڀ طاقتون ۽ تدبيرون تنهنجي وس آهن.**

**باغ جنهن ۾ پاڻ ﷺ اچي پناهہ ورتي هئي اهو ٻن سڳن ڀائرن جو هو. هڪ جو نالو عتبہ ۽ ٻئي جو نالو شيبہ هو. اهي ربيعہ جا پٽ هئا. انهن هي نظارو پنهنجي اکين سان ڏٺو هو جڏهن قوم جا لوفر پاڻ ﷺ کي پٿر هڻي رهيا هئا ۽ پاڻ ﷺ رت سان رنگجي چڪا هئا. پاڻ ﷺ ڏاڍي بيوسي ۽ بيچيني سان هلي رهيا هئا. هنن ٻنهي کي پاڻ ﷺ جي حالت رحم اچي ويو. ان ڪري هنن جلدي پنهنجي غلام کي سڏيو:**

**"عداس! باغ مان انگوري ٽِني ٿالهي ۾ رکي هن غريب کي ڏئي اچ، چئجانس تہ کائي."**

**عداس حڪم تي عمل ڪيو. انگور پاڻ ﷺ کي پيش ڪيا ۽ چيو " هنن کي کائو."**

**پاڻ ﷺ بسم الله چوندين انگور کيائون. عداس حيران ٿي ويو ۽ حيرت مان پڇيائين:**

**الله جو قسم! هتي مون ڪنهن جي زبان مان اهڙا لفظ نہ ٻڌا آهن."**

**پاڻ ﷺ فرمايو:**

”تون ڪٿان جو آهين ۽ ڪهڙو مذهب اٿئي ۽ تنهنجو نالو ڇا آهي؟“

عداس وراڻيو:

”مان نينوا جو عيسائي آهيان. منهنجو نالو عداس آهي.“

پاڻ ﷺ فرمايو:

”يونس بن متىٰ ؑ جي شهر جو آهين؟ هو ته تمام نيڪ انسان هو.“

اهو ٻڌندين ئي عداس وڏيڪ حيران ٿي ويو ۽ اتساهه مان پڇيائين:

”اوهان ﷺ کي ڪيئن خبر پئي ته يونس بن متىٰ ؑ ڪهڙو انسان هو؟“

پاڻ ﷺ فرمايو:

”يونس ؑ منهنجو ڀاءُ آهي. هو به نبي هو ۽ مان به نبي آهيان.“

اهو ٻڌندين ئي عداس پاڻ تي قابو نه رکي سگهيو ۽ جهڪي پاڻ ﷺ جا هٿ، پير ۽ مٿي مبارڪ کي چميائين.

عتبه ۽ شيبه اهو سڀ ڏسي رهيا هئا ۽ ڏاڍا حيران هئا ته ڪهڙي ڳالهه آهي جو عداس ايئن پيو ڪري. جڏهن عداس موٽي آيو ته هنن پڇيو:

”اهڙي ڪهڙي ڳالهه ٿي جو تون هن ﷺ کي چميون پئي ڏنيون.“

عداس چيو:

”منهنجا سائين! هن پوري زمين تي هن کان وڏيڪ ڪو ماڻهو ٿي نٿو سگهي. هن هڪ اهڙي ڳالهه ٻڌائي آهي جيڪا صرف هڪ نبي ئي ٻڌائي سگهي ٿو؟“

هي ٻڌي هنن ٻنهي چيو:

”هن جي ڳالهين ۾ اچي ڪٿي پنهنجي دين کي نه وڃائي ويهين. تنهنجو دين هن جي دين کان سٺو آهي.“

پيارو پيغمبر ﷺ ثقيف جي سڌي راهه تي هلڻ کان بلڪل مايوس ٿي چڪو هو ۽ انهن کان مدد ملڻ جي به ڪا اميد نه هئي، تنهنڪري هاڻي طائف کي الوداع چئي ريگستان ۾ تيزيءَ سان هلڻ لڳو. هاڻي پاڻ ﷺ جو منهن مبارڪ مڪي ڏانهن هو. اهو ساڳيو مڪو جنهن جي ماڻهن کان تنگ ٿي پاڻ ﷺ ان کي خير آباد چئي ان اميد ۾ نڪتو ته ڪا ٻي پناهه جي جاءِ ملي، جيڪا هتان جي ظلم ۽ لاچاريءَ جو نعم البدل ٿي سگهي ، پر پاڻ ﷺ جي اها خواهش پوري نه ٿي.

طائف ۽ مکي جي وچ ۾ نخله (مکي ۽ طائف جي وچ تي هڪ جاءِ آهي جتان هاڻي ميقات شروع ٿئي ٿو) هڪ جاءِ آهي. جڏهن پاڻﷺ ٿکجي پيا تڏهن ساهه کڻڻ لاءِ اتي ويهي رهيا. جڏهن رات جي ڪارا گيسوئن ڏينهن جي روشن چهري کي ڍڪيو ته هر طرف موت جهڙي خاموشي ڇائجي وئي.
تڏهن پاڻﷺ پنهنجي رب سان روح ريهاڻ لاءِ اتيا ۽ نماز قائم ڪئي. پاڻﷺ مٺي ۽ پرسوز آواز سان قرآن جي تلاوت شروع ڪئي. اتفاق سان جنن جو هڪ جٿو اتان گذري رهيو هو. هنن جي ڪنن تي جڏهن تلاوت پهتي ته هو بيهي اهو ڪلام ٻڌڻ لڳا. هنن کي اهو ڪلام نه رڳو وڻيو پر انهن کي اهو سچو لڳو. الله تعالىٰ انهن کي هدايت نصيب ڪئي. هو اتان موٽي جڏهن پنهنجي قوم ۾ آيا ته چيائون:

إِنَّا سَمِعْنَا قُرْءَانًا عَجَبًا ۝١ يَهْدِىٓ إِلَى ٱلرُّشْدِ فَـَٔامَنَّا بِهِۦ ۖ وَلَن نُّشْرِكَ بِرَبِّنَآ أَحَدًا ۝٢

اسان هڪ عجيب قرآن ٻڌو آهي. جيڪو سڌي راهه جي رهنمائي ڪري ٿو، اسان ان تي ايمان آندو آهي ۽ اسان جي رب هڪ آهي ان جو ڪو به شريڪ ڪونهي. (سورت جن)

پاڻﷺ رات جي اونده ۾ قرآن پڙهي رهيو هو ۽ جنن جي جماعت ڏاڍي توجه ۽ دلچسپي سان اهو ٻڌي رهي هئي ۽ متاثر ٿي ايمان آندئون ۽ پنهنجي قوم ۾ وڃي انهن کي آگاهه ڪيائون. پاڻﷺ ان ڳالهه کان بلڪل بيخبر هئا ايتري تائين جو الله تعالىٰ پاڻ ان کي قرآن ۾ بيان ڪيو:

﴿ وَإِذْ صَرَفْنَا إِلَيْكَ نَفَرًا مِّنَ الْجِنِّ يَسْتَمِعُونَ الْقُرْآنَ فَلَمَّا حَضَرُوهُ قَالُوا أَنصِتُوا ۖ فَلَمَّا قُضِيَ وَلَّوْا إِلَىٰ قَوْمِهِم مُّنذِرِينَ﴾ (سورت الاحقاف آيت 29)

۽ جڏهن اسان ڪجهه جنن جي توجه تو(ﷺ) ڏانهن ڪئي ته جيئن هو قرآن ٻڌن. هو جڏهن ويجهو آيا ته پاڻ ۾ چوڻ لڳا، خاموشي ۽ ڌيان سان ٻڌو. جڏهن تلاوت ختم ٿي ته هو پنهنجي قوم کي خبردار ڪرڻ لاءِ روانا ٿيا.

هو ڏانهن قريش کي طائف جي جاڻ ملي چڪي هئي ته پاڻﷺ کي اتي ڪهڙي نموني ناڪامي ملي ۽ ثقيف جي لوڦرن ڪهڙي نموني تڪليفون ڏنيون. ان ڳالهه تي هو ڏاڍا خوش هئا ۽ پاڻﷺ تي ٺٺوليون ڪري رهيا هئا. انهن قسمون کاڌيون ؛

هاڻي جي پاڻﷺ مکي موٽيو ته هن کي ختم نه ڪنداسين تيستائين آرام سان نه ويهنداسين"

انهن جو خيال هو ته ثقيف جي ناڪامي پاڻﷺ جي همت گهٽائي ڇڏيندي ۽ جوش ۽ جذبو ختم ٿي ويندي پوءِ اوهانﷺ کي قابو ۾ ڪرڻ آسان ٿيندو ۽ اوهانﷺ ختم ڪرڻ ڪابي هٿ جو کيل هوندو.

قريش جون هي سازشون هنيون ۽ پاڻﷺ انهن کي بيخبر هئا. پاڻﷺ نخله کان مکي طرف روان ٿيا. جڏهن حرا جي مقام تي پهتا ته قريش جا ڪجهه ماڻهون اوهان کي مليا. اهڙي نموني اوهانﷺ کي سڀ خبر پئجي وئي ته قريشين جا ڪهڙا رادا آهن؟ پاڻﷺ انهن مان هڪ ڙي کي چيائين:

" ڇا منهنجو هڪ پيغام قريش تائين پهچائيندين ؟

هن چيو:

"ها، ضرور "

پاڻﷺ فرمايو:

"شريق جي پٽ اخنس وٽ وڃ ۽ کيس چؤ ته محمد (صلى الله عليه وسلم) پڇيو آهي ڇا تو مون کي پناهه ڏيندين؟ ته آءٌ ماڻهن کي پالڻهار جو پيغام پهچائي سگهان."

هو وڃي اخنس سان مليو ۽ پاڻﷺ جو پيغام پهچايو. اخنس چيو:

"مان قريش جو اتحادي آهيان. انهن سان منهنجو معاهدو ٿيل آهي. مان ان معاهدي جي خلاف وڃي ڪيئن پناهه ڏئي سگهان ٿو."

اهو ماڻهو موٽي اچي اخنس جو جواب ٻڌايو.

پاڻﷺ فرمايو:

"ڇا وري تڪليف ڪندين؟"

ماڻهو چيو:

" جي، بلڪل"

پاڻﷺ فرمايو:

"عمرو جي پٽ سهيل وٽ وڃ ۽ کانئس پڇ ته ڇا هو محمد صلى الله عليه وسلم کي سام ڏيندو ته جيئن

هو آزادي سان پنهنجي رب جي پيغام مخلوق تائين پهچائي سگهي "

هو پيغام کڻي سهيل وٽ ويو. سهيل چيو:

"قبيلو عامر بن لوي، آل ڪعب جي مخالف کي پناهه نٿو ڏئي سگهي."

هو ماڻهو وري موٽي اچي پاڻﷺ کي سهيل جو جواب پهچايو.

پاڻ ﷺ فرمايو:

”هڪ پيرو وري تڪليف ڪندين؟“

”جي بلڪل، فرمايو“

پاڻ ﷺ فرمايو:

”هاڻي عدي جي پٽ مطعم وٽ وڃ ۽ ان کي به اها ساڳي ڳالهه چوينس.“

هو مطعم (جنگ بدر کان اڳ وفات ڪري ويو هو. ان وقت هو مسلمان نه ٿيو هو) وٽ ويو ۽ پڇيائين:

”تون مُحَـمَّد ﷺ کي امان ڏيندين؟“

مطعم وراڻيو:

”ها، بلڪل ڏيندس.“

صبح ٿي ته مطعم پاڻ تيار ٿيو ۽ پنهنجي پٽن ۽ پائٽين کي به تياري جو حڪم ڏنو ته مڪي ۾ داخل ٿيڻ وقت جي ڪير ڪا حرڪت ڪري ته هو پاڻ ﷺ جي مدد ڪري سگهي. ان ڪري سيني جنگي لباس پاتو ۽ چيلهه سان تلوارون لٽڪايون ۽ هٿ ۾ ڀالا ڪنيان ۽ ڪعبي ڏانهن روانا ٿيا. ان وقت قريش اتي موجود هئا. ابوجهل به اتي موجود هو. هنن کي ڏسندين ئي پڇيائين:

”مطعم امان ڏني اٿئي يا مسلمان ٿيو آهين؟

مطعم وراڻيو:

”امان ڏني آهي.“

ابوجهل وراڻيو:

” جنهن کي تو پناهه ڏني ان کي اسان پناهه ڏني.“

اهڙي نموني رسول ﷺ مڪي ۾ داخل ٿيو. چاڪاڻ ته مطعم پناهه ڏئي چڪو هو ان ڪري ڪنهن به ٻڙڪ ٻاهر نه ڪڍي. پاڻ ﷺ طواف جي لاءِ سڌو ڪعبي ڏانهن ويا. قريش به اتي منڊلي مچايون وينا هئا. ان ۾ ڪجهه هاشمي به موجود هئا. ابوجهل جڏهن پاڻ ﷺ کي ڏٺو ته ان تي ٽوڪ ڪيائين:

”آل مناف! هي توهان جو نبي آهي!“

اتي ربيعه جو پٽ عتبه به موجود هو. هو به هاشمي هو ۽ اڃان ايمان ڪو نه آندو هيائين. هن هڪدم ڳالهيو:

”جي اسان مان ڪو نبي ٿئي يا ڪنهن کي بادشاهي ملي ته ان ۾ سڙڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟“

وري ابوجهل چيو:

”عجيب ڳالھ آهي عتبہ! الله ۽ ان جي رسول لاءِ تہ غيرت ڪا نہ آيئي پر پنھنجي خاندان جي لاءِ اچي وئي.“

ان وقت پاڻﷺ ابوجهل کي فرمايو:

ٻڌ ابوجهل! اهو وقت اچي رهيو آهي، ها، ڏاڍي تيزيءَ سان اچي رهيو آهي، جڏهن سڀ ڪجهه ختم ٿي ويندي آهي ۽ تون رت جا ڳوڙها ڳاڙيندين.“

پوءِ باقي وينلن کي فرمايائين:

”قريش جا سرادرو! توهان بہ ٻڌي ڇڏيو ۽ ڪن کولي ٻڌو. اهو ڏينهن ڏور ناهي جو توهان سڀني جو انجام ڏاڍو خراب ٿيندو.“

انهن ڳالهين تي قريش کي ڪيتري خار آئي هوندي ان جو اندازو ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي پر مطعم پاڻﷺ پناھ ڏئي چڪو هو، ان لاءِ سڀ خاموش رهيا.

هاڻي پاڻﷺ پنهنجو ڌيان قريش کان هٽائي ٻين قبيلن ڏانهن ڪيو. انهن جي گهرن ڏانهن ويا، انهن جي وٿاڻن، ڳوٺن ۽ بازارن ۾ وڃي انهن کي الله تعالىٰ جو پيغام پهچايو. پنهنجي نبي هجڻ جو يقين ڏياريو ۽ ايمان آڻڻ ۽ پيروي ڪرڻ لاءِ چيو. انهن کي ساٿ ڏيڻ ۽ مدد ڪرڻ لاءِ چيو تہ جيئن ڌڻي جو پيغام عام مخلوق تائين پهچائي ۽ پنڪيلن کي سڌي راھ ڏيکاري.



پياري پيغمبرﷺ جي سئوٽ ابوطالب جي ڌيءَ هند هئي ۽ ام هاني جي نالي سان مشهور هئي. نبوت جو ڏهون سال ۽ رجب جو مهينو هو. هڪ رات پاڻﷺ ام هاني جي گهر ۾ ستل هئا. معمول مطابق صبح ٿيڻ کان اڳ اک کلي وئي. پاڻﷺ اٿي نماز لاءِ وضو ڪرڻ لڳا تہ ام هاني بہ اٿي آئي. پاڻﷺ نماز پڙهڻ کانپوءِ ام هاني کي فرمايائون:

”ام هاني! رات جو مون عشاء جي نماز توسان گڏ هتي پڙهي هئي تو ڏٺو هو. ان کانپوءِ مان بيت المقدس ويس ۽ اتي نماز پڙهي. هاڻي هن وقت جي نماز وري توسان گڏ پڙهي رهيو آهيان. “

ام هاني حيرت وچان پاڻﷺ کي ڏسڻ لڳي. عشا جي نماز هتي پڙهي ۽ اڌ رات جو وڃي بيت المقدس ۾ نماز پڙهي! ۽ هاڻي وري هن وقت نماز اسان سان گڏ پڙهي. هي ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟

هو اوهانﷺ وٽ اچي ويهي رهي ۽ چيائين:

”تورو تفصيل سان ٻڌايو، ڇاڇا ٿيو؟ ۽ ڪيئن ٿيو؟“

پاڻﷺ فرمايو:

”ام هاني! مان ننڊ هيس تہ اوچتو محسوس ٿيو تہ ڪوئي ننڊ مان سجاڳ ڪري رهيو آهي. اڪ ڪلندي ئي ڏٺم تہ ڇت ڦاٽل هئي ۽ جبريل عليہ السلام منهنجي پاسي ۾ بيٺو آهي. هي پهريون ڀيرو هو جو جبريل عليہ السلام اهڙي نموني مون ڏانهن آيو هو. هو جڏهن بہ ايندو هو تہ سامهون ايندو هو. جبريل عليہ السلام ايندين ئي مون کي هٿ کان وٺي ڪعبي جي حطيم وٽ آيو. مون کي اتي سمهاري منهنجي سيني کي کوليائين ۽ ايمان ۽ حڪمت سان ڀريل سون جي پليٽ منهنجي سيني ۾ وڌائين ۽ سيني کي بند ڪري ڇڏيائين. ان ڪانپوءِ هڪ بگو جانور آيو جيڪو خچر کان ٿورو ننڍ ۽ گڏھ کان ٿورو وڏو هو. اسان ٻئي ان تي سوار ٿياسين ۽ اک ڇنڀ ۾ بيت المقدس پهچي وياسين. اتي پهچي مون سڀني نبين کي نماز پڙهائي.“

ام هاني ڏاڍي تعجب سان اهو عجيب و غريب واقعو ٻڌي رهي هئي. هن واقعي مان ام هاني کي جتي نبي ڪريمﷺ جي عظمت جو احساس ٿيو اتي هن کي پاڻﷺ لاءِ خوف بہ ٿيو ۽ چيائين:

”منهنجا ادا! هي ڳالھ ڪنهن سان بہ نہ ڪجان نہ تہ جن ايمان آندو آهي اهي بہ ڪٿي شڪ ۾ نہ پئجي وڃن.“

پاڻﷺ فرمايو:

”انهن کي تہ ڇا پر هي ڳالھ قريش کي بہ ٻڌائيندس.“

ام هاني وراڻيو:

”منهنجا منا ڀاءُ! قسم تي ڏيائين ايئن نہ ڪجان. قريش ان ڳالھ نہ صرف نہ مڃيندا بلڪ اوهانﷺ تي ٺٺوليون ڪندا ۽ اوهانﷺ نقصان پهچائيندا.“

پاڻﷺ فرمايو:

”مان تہ اها ڳالھ قريش کي ضرور ٻڌائيندس.“

پاڻﷺ اتي قريشين ڏانهن وڃڻ لڳا. ام هاني ڀيو تہ ڪجھ بہ نہ ڪري سگهي رڳو پنهنجي نوڪرياڻي کي پاڻﷺ سان گڏائي ڇڏيو تہ وڃي ڏس ۽ جيڪو ڪجھ اتي ٿئي ان جي اطلاع جلدي مون وٽ ڪٺي پهچاءِ.

اوهانﷺ سڌو ڪعبي وٽ پهتا ۽ ڏٺائون ته قريشي ويٺا ڪچهريون پيا ڪن. پاڻﷺ به انهن وٽ وڃي ويهي رهيا ۽ سوچيائون ته جيڪو ڪجھ ڏٺو آهي اهو انهن کي ٻڌائيان. ٿوري دير لاءِ پاڻﷺ اونهي سوچ ۾ گم ٿي ويا:

”جي مان هنن کي هن واقعي جي باري ۾ هنن کي ٻڌايو ته هنن جو ردعمل ڇا هوندو؟ منهنجي ڳالھ جو اعتبار ڪندا يا نه؟ پورو واقعو ٻڌيان يا صرف چوان ته مان رات بيت المقدس ويو هيس ۽ ڇا اهو به ٻڌايان ته اتان مان آسماني بادشاهت جي سير تي به ويو هيس. ڇا صرف ايترو ٻڌايان جيترو ام هاني کي ٻڌايو آهي!“

ڪجھ دير پاڻﷺ ايئن ئي خاموش ويٺا رهيا. ان وقت پاڻﷺ تي ٻن قسمن جو ڪيفيتون طاري هنيون.

هڪ طرف، اوهانﷺ تمام شاد ۽ خوش هئا. چهرو مبارڪ خوشي مان ٻهڪي رهيو هو، ته منهنجي رب مون کي ڪهڙيون نعمتون عطا ڪيون آهن ۽ مون جو ڪيڏو مان مٿانهون ڪيو اٿس! هڪ ئي رات ۾ ڪعبي کان بيت المقدس جو سفر ڪرايائين ۽پوءِ اتان آسمانن جي معراج به. جتي الله جو عرش ۽ هن جي بادشاهت آهي. ٻئي طرف تشويش جو طوفان ذهن جي زمين تي لامارا ڏئي رهيو. ٻيهي ٻيهي ٿي خيال آيا:

”قريشين کي جڏهن هي ٻڌائيندس ته هو ٺٺوليون ڪندا ۽ مون کي ڪوڙو سمجهندا. جيتوڻيڪ مانﷺ چاهيان ٿو ته الله تعاليٰ جي عظمت جو مون جيڪو مشاهدو ڪيو آهي، اهو انهن کي ٻڌايان ۽ رب جون جيڪي نشانيون پنهنجي اکين سان ڏٺيون آهن انهن جي روئداد بيان ڪيان.“

ان پريشاني ۾ پاڻﷺ خاموش ويٺا هئا. ان کان اڳ پاڻﷺ ڪڏهن به ڪعبي ۾ ايئن خاموش نه ويهندا هئا.

ٻين پڻ اهو محسوس ڪيو ته اوهانﷺ عادت جي خلاف خاموش ويٺا آهيو. ابوجهل به اتي موجود هو ۽ عدي جو پٽ مطعم به هو. ابوجهل اوهانﷺ کي خاموش ۽ منجهيل ڏٺو ته ويجهو آچي پڇيائين:

”محمد(ﷺ)! ڇا ٿيو؟ اڄ ڪا نئين ڳالهه ناهي ٿي!“

هاڻي اوهانﷺ کي ڳالهائڻ جو موقعو مليو ۽ فرمايائون:

”ها، اڄ رات مون کي سير ڪرائي وئي آهي.“

ابوجهل پڇيو:

”ڪيستائين؟“

پاڻ ﷺ فرمايو:

”بيت المقدس تائين“

ابوجهل پنهنجي کِل کي روڪيندين پاڻ ﷺ کان وڌيڪ پڇڻ جي ڪوشش ڪئي تہ جيئن هو پاڻ ﷺ کي مڪي جي ماڻهن ۾ خوار ڪري سگهي.

”ڇا مان ٻين کي بہ سڏ ڪيان؟ انهن کي اوهان (ﷺ) اها ڳالها ٻڌائي سگهو ٿا؟“

پاڻ ﷺ فرمايو:

”ها“

ها ٻڌڻ سان ئي ابوجهل ٻين وينلن کي زور سان سڏ ڪيو:

”آلِ ڪعب بن لؤي!“

هي آواز هوا کي چيرندي ڪنن سان ٽڪرائي ۽ ڏسندي ئي ڏسندي سڀ ماڻهو گڏ ٿي ويا:

”ابوالحڪم! ڇا ٿيو، ڇا ٿيو؟“

ابوجهل پاڻ ﷺ ڏانهن اشارو ڪيو:

”جيڪا ڳالهہ هينئر اوهان (ﷺ) ڪئي اها وري ٻڌائجان.“

پاڻ ﷺ فرمايو:

پاڻ ﷺ فرمايو:

”اڄ رات براق نالي هڪ جانور آيو. ان تي ويهي بيت المقدس جي زيارت ڪيم، جڏهن اتي پهتس ته انبياءَ جي جماعت آئي. انهن ۾ ابراهيم[ع] به هو. موسيٰ[ع] ۽ عيسى[ع] به هئا، مون انهن سيني جي امامت ڪئي.“

اهو ٻڌندين سيني هڪ وڏو ٺهڪ ڏنو. ابوجهل پڇيو (ٽوڪ جي انداز ۾):

”سچي! سڀ نبي زندهہ ڪري تنهنجي سامهون آندا ويا؟ ٿورو انهن نبين جو خاڪو تہ ٻڌائجان!“

پاڻ ﷺ فرمايو:

عيسىؑ نه ننڍو ۽ نه وري ڊگهوهو. سينو ويڪرو ۽ رنگ سرخي مائل ۽ مٿي جا وار ڳاڙها هيس. موسيٰؑ جسم جو پريل، رنگ سانورو ۽ قد جو ڊگهو هو ۽ خدا جو قسم حضرت ابراهيمؑ صورت ۽ سيرت ۾ مون سان تمام گهڻو مشابهت رکندڙ هو. "

سڀ حيران ٿي ويا ته محمدﷺ ڇا چئي رهيو آهي!

ڇا واقعي سچ ڳالهائي رهيو آهي يا ڪوڙ ڳالهائي رهيو آهي.

اهڙي نموني ڪجهه ماڻهن جي دلين تي اوهانﷺ جي وڏائي ۽ عظمت جو دٻدٻو گهر ڪري ويو. ڪجهه ماڻهن جا ذهنن مونجهاري منجهائي وڌا . ڪن ان ڳالهه کي ڪوڙ سمجهي ٺٺوليون ڪرڻ لڳا ۽ ڪي ماڻهو ڀڄي وڃي اها خبر اوهانﷺ جي پياري دوست ابوبڪر صديقؓ کي ٻڌائي.

" ابوبڪرؓ ٻڌين ٿو تنهنجو دوست ڇا ٿو چوي. چوي ٿو ته رات مون کي بيت المقدس جي سير ڪرائي وئي آهي."

ابوبڪرؓ فرمايو:

" ڇا هنﷺ ايئن چيو آهي."

هنن چيو:

"ها، ها، بلڪل."

ابوبڪرؓ فرمايو:

"جيڪڏهن انهنﷺ چيو آهي ته سچ چيو اٿس."

هنن چيو:

"هي به ڪا يقين ڪرڻ جي ڳالهه آهي! رات جي بيت المقدس ويو ۽ صبح ٿيڻ کان مونٿي به آيو؟"

ابوبڪرؓ فرمايو:

"بيشڪ، ايئن ٿيو آهي؟ مون کي ته هنﷺ جي ان کان به وڌيڪ عجيب ڳالهين تي يقين آهي. هي چوندو آهي رات ۽ ڏينهن جو ڪنهن به پهر مون وٽ آسمان وحي ايندي آهي ۽ مون کي ان تي ڪو تعجب ڪونهي ٿيندو. ٻڌايو هي ڳالهه ان کان به وڌيڪ عجيب ناهي؟"

پوءِ ابوبڪرؓ پاڻﷺ وٽ آيا. ان وقت پاڻﷺ ڪعبي وٽ هئا ۽ مشرڪين اوهان کي چئي رهيا هئا:

"محمد(ﷺ) ڀهريان ته اسان کي ڪجهه شڪ هو پر هاڻي اسان کي پڪ ٿي وئي ته سچ پچ ڪوڙو آهين. پنهنجي طرف کان ڳالهيون گهڙي اچي اسان کي ٿو ٻڌائين. اسان اُنن تي ويندا آهيون ته اسان

ڪي هڪ مهينو وڃڻ ۽ هڪ مهينو واپس ورڻ ۾ لڳندو آهي ۽ تون چوين ٿو ته هڪڙي رات ۾ وئين ۽ موٽي به آئين. لات ۽ عزىٰ جو قسم! اهو ڪوڙ اسان کان ته ڪو نه هضم ٿيندو.“

ابوبڪرؓ وچ ۾ ڳالهايو:

”محمدﷺ سچو آهي ۽ سچ چئي رهيو آهي.“

مطعم چيو:

”چڱو ڀلا بيت المقدس جو شهر ڪيئن آهي. اهو ٿورو ٻڌا.“

ابوبڪرؓ سمجهي ويو ته مطعم اوهانﷺ کان اهو پڇي اوهانﷺ کي ڪوڙو ثابت ڪرڻ چاهي ٿو. ان ڪري ابوبڪرؓ چاهيو ته نبيﷺ ٻڌائي ته جيئن هن جي سچي هجڻ جي ثابتي سڀني ملي وڃي.

عرض ڪيائين:

” رسول اللهﷺ! اوهان ٻڌايو. مان ته اتي وڃي چڪو آهيان.“

پاڻﷺ ٻنان ڪنهن هٻڪ جي اتان جو نقشو بيان ڪرڻ شروع ڪيو. جيتوڻيڪ پاڻﷺ ان کان اڳ ڪڏهن بيت المقدس نه ويا هئا. پاڻﷺ اتان جا نقش ۽ نشان سڀ ٻڌايون. پاڻﷺ ٻڌائي رهيا هئا ۽ سڀ ماڻهو حيرت ۽ خاموشي سان ٻڌي رهيا هئا.

اجان ڳالهه پوري ئي ڪو نه ٿي ڪافرن ضد جي بنياد تي چوڻ لڳا:

”اوهان(ﷺ) ڪي ان جي باري ۾ ضرور ڪنهن ٻڌايو آهي.“

هاڻي اوهانﷺ اهي شيون ٻڌائڻ لڳا جيڪي ت اوهانﷺ رستي تان گذرندي ڏٺيون هنيون.

پاڻﷺ فرمايائون:

” فلاڻي فلاڻي قافلي ڪي مون ڏٺو. فلاڻي ڳوٺن مان منهنجوگذريو ٿيو. مون اهڙا اهڙا اٺ ڏٺا. فلاڻا فلاڻا قافلا پهريان هتي پهچندا ۽ هوهيتري فاصلي تي آهن. انهن قافلن وٽ هي هي مال آهي ۽ انهن جا جانور اهڙا اهڙا آهن.“

مشرڪن چيو:

”نيڪ آ! قافلن ڪي اچڻ ڏيو. انهن کان پڇنداسين ته هو ان رات ڪٿي هئا؟ جيڪي ڳالهيون اوهان(ﷺ) ٻڌايون آهن انهن جي پڪ ٿئي.“

ان وقت ئي حضرت ابوبڪرؓ چيو:

” رسول اللهﷺ! اوهانﷺ سچ فرمايو آهي.“

پاڻ ﷺ ٿوري دير لاءِ سر جهڪائي ويهي رهيو. پوءِ منهن مبارڪ مٿي ڪري حضرت ابوبڪرؓ کي فرمايو:

" ابوبڪرؓ الله تعالىٰ توکي "صديق" جو لقب ڏنو آهي."

جڏهن گڏجاڻي ختم ۽ ماڻهون ٽڙي پکڙجي ويا ته هاڻي هر ماڻهو اهائي وائي وات هئي:

"ڇا واقعي اها ڳالهه صحيح آهي؟ ڇا ان ڳالهه کي عقل تسليم ڪري ٿي؟ ايتري ٿورڙي وقت ۾ ايترو پري وڃي موٽي اچڻ ممڪن آهي؟ ڇا محمدﷺ ڪوڙ پيو ڳالهائي؟"

اڃا ڪجهه ڏينهن مس گذريا هئا ۽ چوڏس اهي ئي ڳالهيون گردش ڪري ته قافلا اچي پهتا. ڏنو ويو ته سامان به ساڳيو هوجيڪو اوهانﷺ ٻڌايو هو ۽ جانور به بلڪل ساڳيا هئا.

ڇا پوءِ مشرڪن اوهانﷺ جي سامهون هار مڃي؟ نه. هن جي ضد ۽ انا ۾ ڪا تبديلي نه آئي بلڪ چوڻ لڳا:

"مغيره جي پٽ وليد چيو ته ، هنﷺ ڪا غلط ڳالهه ٿورئي ڪئي. هن جي ڳالهه سچي ثابت ٿيڻ مان ان ڳالهه جي پڪ ٿي وئي ته محمدﷺ جادوگر آهي."

جڏهن مشرڪن جي گڏجاڻي ختم ٿي ته پاڻ سڳورا صلي الله عليه وآله وسلم پنهنجي مخلص اصحابن جي وچ ۾ وينا ۽ الله تعاليٰ جي عظيم نعمتن جو ذڪر ڪرڻ لڳا. اوهانﷺ بيت المقدس مان آسمان تي وڃڻ جو احوال بيان ڪيو. هن فطرت جا جيڪ مظهر ڏٺا انهن کي بيان ڪيائون.
پاڻﷺ فرمايائون ته اهڙي نموني حضرت جبرئيلؑ مون کي پهرين آسمان تي وٺي ويو. جتي انسان جي پيءُ آدمؑ سان ملاقات ٿي. حالت اها هئي جو هو جڏهن ساڄي ڏسندا هئا کلندا هئا ۽ جڏهن کاٻي ڏسندا هئا ته روئندا هئا. نهڻ شروع ڪندا هئا ڇاڪاڻ ته ساڄي پاسي نيڪ اولاد جا عمل هئا ۽ کاٻي پاسي گنهگار اولاد جا عمل هئا. حضرت آدمؑ پاڻﷺ کي ڏٺو ته فرمايائون:

"ڀلي ڪري آئين، نيڪ نبي ۽ نيڪ پٽ!"

پاڻﷺ پڇيو:

"جبريلؑ! هي ڪير آهي."

هن جواب ڏنو:

"هي آدمؑ آهي. سيني انسانن جو پيءُ."

ان ڪانپوءِ پاڻﷺ ٻئين ۽ ٽيئن آسمان تي، اهڙي طرح اڳتي وڌندا رهيا ۽ آسمانن تي هي وڙندڙ گفتا ڪنن تائين پهچندا رهيا:

”يلي ڪري آئين، نيڪ نبي ۽ نيڪ ڀاءُ!“

ايتري تائين جو اوهانﷺ ستين آسمان تائين پهچي ويا جتي حضرت ابراهيمؑ کين ڏسندين ئي چيو:

”يلي ڪري آئين، نيڪ نبي ۽ نيڪ پٽ!“

پوءِ پاڻﷺ جو وڌڻ جاري رهيو. رستي ۾ جمال جا جلوا ۽ جلال جا جوهر ڏٺا. ڪيترن ئي فرشتن کي سجدي ۽ تسبيح ۾ مصروف ڏٺو. ان کانپوءِ عرش الهي وٽ پهتو. جتي مت تي پنجاه نمازون فرض ٿيون. جڏهن واپس وريا ته حضرت موسأ سان ملاقات ٿي جنهن پڇيو:

”امت تي ڇا فرض ٿيو؟“

پاڻﷺ فرمايو:

”پنجاه نمازون“

موسأ وراڻيو:

”واپس وڃ ۽ رب نمازون گهٽ ڪرڻ جو عرض ڪر.“

پاڻﷺ واپس وڃي نمازون گهٽ ڪرڻ جو عرض ڪيو. اهڙي نموني الله تعالىٰ نمازون اڌ ڪري ڇڏيون.

واپسي تي موسأ وري انهن کي به گهٽ ڪرائڻ لاءِ چيو.

پاڻﷺ وري واپس وريا ۽ ڪجھ نمازون گهٽ ٿيون.

هڪ ڀيرو وري موسأ پاڻﷺ چيو:

”وڃي نمازن اڃان گهٽ ڪرائي اچو.“

پاڻﷺ وري واپس موٽيا ۽ الله تعالىٰ کي عرض ڪيو.

”هي پنج نمازون اٿئي پر ثواب پنجاه نمازن جو ملندو. منهنجا فيصلا بدلجندا ناهن.“

پوري رات گذري وئي ۽ اصحابؓ ويٺا رهيا ۽ پاڻﷺ آسمانن تي جيڪي ڪجھ ڏٺو سڀ ٻڌائيندو رهيو ۽ جنت ۾ جيڪي ڪجھ ڏٺو اهو ٻڌايائون ۽ خوشخبري به ٻڌايائون ته

”جنت ۾ هي هي نعمتون آهن جيڪي توهان جو انتظار ڪري رهيون آهن.“

معراج جو واقعو ۽ ڪمزور انسان.

رسول الله ﷺ جي قافلي سان ملاقات.

ڪجھ خوش نصيب روحون اسلام جي روشني ۾.

عيسائين جو وفد ۽ انھن جو تاثر.

قبيلن ۾ اوھان جو وڃڻ.

اوس ۽ خزرج جي گھرو ويڙھ.

اسلام جو شعاعون خزرج جي قبيلي ۾.

پھرين بيعت عقبہ.

مديني ۾ اسلامي چنڊ جو چمڪڻ.

چاچي عباس جي تقرير.

مديني وارن جو جوش ۽ جذبو.

ٻين بيعت عقبہ.

مشرڪن جي گھٻراھٽ

مديني ۾ نئين زندگي جو شروعات.

﴿ ٱدۡفَعۡ بِٱلَّتِي هِيَ أَحۡسَنُ فَإِذَا ٱلَّذِي بَيۡنَكَ وَبَيۡنَهُۥ عَدَٰوَةٞ كَأَنَّهُۥ وَلِيٌّ حَمِيمٞ ﴾ (سورت فصلت آيت 34)

برائي کي ڀلائي سان ٽاريو، پوءِ ڏسندين تہ جنھن سان تنھنجي دشمني آھي اھو تنھنجو دوست ٿي ويندو.

جبر ۽ ڏاڍ جي طوفانن ۾ ڇا ڪرڻ گھرجي؟ دشمنن سان ڪھڙو سلوڪ ڪرڻ گھرجي ۽ اسلام ڪي دل جي ويران وادين ۾ ڪيئن آباد ڪجي؟ ھي آيت انھن سوالن جو جواب آھي. عقل واري الله فرمايو:

”نبيﷺ ! اھڙي نازڪ وقت تي توکي ھوشياري ۽ حڪمت سان ڪم ڪرڻو پوندو. دشمنن سان ڳالھ ڪجان تہ ڏاڍي مٺي انداز سان. اعتراضن جا جواب انتھائي سنجيدھ انداز ۾ ڏجان. سمجھائجان تہ پيار ۽ محبت سان ۽ جيڪڏھن ھو ظلم ۽ جبر ڪن تہ تون صبر ڪجان ڇو تہ الله صابرين جو ساٿي آھي.“

معراج جو معجزو ڪا عام ڳالھ نہ ھئي جو ماڻھو ٻڌن ۽ وساري ڇڏين. اھا حقيقت ۾ مؤمنن لاءِ خوشخبري ۽ مشرڪن لاءِ خطري جي گھنٽي ھئي، ان ڪري ان ڪانپوءِ مشرڪن ڪلي عام اعلان جنگ ڪيوءِ فيصلو ڪيائون تہ ھاڻي ڪنھن سان بہ رعايت نہ ڪبي ۽ مسلمانن کي گھيري گھيري تنگ ڪيو ويندو جيئن ھو ڊڄي محمد ﷺ جو ساٿ ڇڏي وڃن ۽ سندس دعوت ۽ تعليم کان منھن موڙي ڇڏن.

رسول اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم مصيبتون برداشت ڪندين بہ انھن جي خيرخواھي چاھيندو رھيو. عربستان ۾ ٽي مشھور بازار لڳندا ھئا. بازار عڪاظ ، بازار مجنا بازار ذي مجاز. حاجي ھر سال مڪي وڃڻ کان اڳ ھنن بازارن ۾ ايندا ھئا. اھانﷺ بہ اتي ايندا ھئا ۽ انھن سان ملاقات ڪندا ھئا. منيٰ ۽ عقبہ جي رستي تي جتي بہ حاجين جا قافلا رڪندا ھئا، پاڻﷺ اتي بہ وڃي کين ملندا ھئا ۽ دين جي دعوت ڏيندا ھئا ۽ قرآن جون اھي آيتون پڙھي ٻڌائيندو ھو. جنھن ۾ شرڪ ڪرڻ وارن لاءِ عذاب ۽ ايمان وارن لاءِ خوشخبريون ھونديون ھنيون. پاڻﷺ انھن کان دين ڦھلائڻ لاءِ مدد گھرندا ھئا تہ جيئن قريش جي ڏاڍ کان آجپو ملي.

اھو قريش کان ڪيئن برداشت ٿي سگھيو ٿي تہ اوھان ماڻھن کي دين جي دعوت ڏيندا رھو ۽ مسلمانن جي تعداد وڌندي رھي. ان ڪري ابولھب يا ٻيا ان جا ساٿي پاڻﷺ جو پويان ويندا ھئا. جتي بہ پاڻﷺ دعوت ڏئي ايندو ھو. ھو اتي پھچي قافلي وارن کي چوندا ھئا:

”يائرو! ھي ڪوڙو ۽ جادوگر آھي. پاڻ تہ گمراہ آھي پر ٻين کي بہ گمراہ ڪرڻ چاھي ٿو. ھن جي ڳالھين ۾ ھرگز نہ اچجو.“

پوءِ قافلي جي ماڻهن پنهنجا ڪن بند ڪري ڇڏيا. گهڻ وڌ ڳالهايائون ۽ منهن ڦيري ڇڏيائون. ڪيترن ماڻهن مان ڪي ٿورا هئا جن پاڻﷺ جي ڳالهه ٻڌي ۽ قبول ڪئي. انهن مان طفيل دوسيؓ به انهن خوشنصيبن مان هو. هو هڪ اعليٰ خاندان جو شاعر هو. هو سوچ ۽ ڏاهپ جي واٽ جو واٽهڙو هو. جڏهن پاڻ حج ڪرڻ لاءِ ڪعبي ۾ پهتا ته قريش سندس ڪن پرڻ لڳا ۽ پاڻﷺ ڪان پري رهڻ جي تاڪيد ڪيائون، قريش جي ڳالهه مڃيائون ۽ جڏهن طواف ڪرڻ لاءِ ويا ته ڪنن ڪي بند ڪري ڇڏيائون ته جيئن ڪجهه به نه ٻڌي. توهان ڪان. جڏهن هو اتي آيو پاڻﷺ ان وقت نماز پڙهي رهيا هئا. طواف دوران جڏهن هو پاڻﷺ جي پرسان گذرندو هو ته هنن جي ڪنن تي ڪا نه ڪا آيت پوندي هيس. جڏهن هن انهن آيتن کي غور سان ٻڌو ته هن کي ڏاڍيون وڻيون. دل ۾ سوچيائين:

”مان ڪهڙو نه بيوقوف آهيان، مان هڪ نالي وارو شاعر آهيان. عقل ۽ سمجهه به آهي. ڀلي بري جي به ڄاڻ آهي. پوءِ هن جون ڳالهيون نه ٻڌڻ جو ڇا مطلب آهي. جيڪڏهن ڳالهيون صحيح هونديون قبولبيون ۽ جي غلط هونديون ته انڪاري ڪري ڇڏبو.“

پاڻﷺ جڏهن گهر ورڻ لڳا ته طفيلؓ به گڏجي هلڻ لڳو ۽ پنهنجي باري ۾ ٻڌايائين. پاڻﷺ هن قرآن ٻڌايو. قرآن ٻڌيندين ئي دل پگهر جي ميڻ ٿيو ۽ هن کي راحت ۽ سڪون محسوس ٿيو. پاڻﷺ هن کي اسلام جي دعوت ڏني. هن ان دعوت کي بنادير قبول ڪري ورتو ۽ عرض ڪيائين:

” رسول اللهﷺ! قبيلي وارن جو دل منهنجي مٺي ۾ آهي. هر ڪو منهنجي مڃيندو آهي. جيڪر ڪا ڳالهه چوان ته هو ان کي قبولڻ پنهنجي لاءِ باعثِ فخر سمجهندا آهن. مان انهن کي به اسلام جي دعوت ڏيندس.“

ان ڪانپوءِ هو واپس گهر موٽيو ۽ اچڻ سان گهر وارن کي اسلام جي دعوت ڏني. هنن کي هن تي پورو پورو يقين هو ان ڪري انهن سيني دعوت قبول ڪئي ۽ مسلمان ٿيا ۽ پوءِ هن جي پوري قوم اسلام قبول ڪيو.

سڄي عربستان ۾ پاڻﷺ جي مشهوري ٿي وئي. جڏهن عيسائين کي ان ڳالهه جي خبر پئي ته پاڻﷺ جي باري ۾ معلوم ڪرڻ لاءِ پنهنجو هڪ وفد موڪليو. پاڻﷺ انهن کي ڪجهه آيتون پڙهي ٻڌايون ته انهن جي دل ڌڙڪڻ تيز ٿي وئي ۽ نيڻ مان نير نار جيان وهڻ لڳا. بنان ڪنهن دير جي انهن اسلام قبول ڪيو ۽ مسلمان ٿي ويا.

رستي تي ابوجهل ۽ ڪجهه قريش هنن سان مليا. هنن کي ڏسندين ئي ڪاوڙ ۾ چيائون:

”الله توهان کي برباد ڪري. اوهان کي قوم حقيقت حال معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليو هو. پر توهان! اڃان وينا به نه هوءَ ۽ هن جي جادو ۾ اچي ويو. اڙي پنهنجو دين وڃائي ويٺؤ.“

وفد هنن جي ڳالهين تي ڪا توجه نه ڏني. هو ته ايمان جي دولت سان مالامال ٿي چڪا ۽ خوشي ۾ نه پئي ماپيا ۽ اهڙي اتساهه ۾ هئا ته جلدي وڃي قوم کي نئين دين جي خوشخبري ڏيون.

پاڻﷺ جي دعوت تي جيڪي دين طرف آيا انهن ۾ صامت جو پٽ سويد بہ هو. هي مديني جي معزز ماڻهن مان هڪ هو. هو ماهر شاعر ۽ بهادري ۾ بہ پنهنجو مٽ پاڻ هو. خاندان جي بہ تمام سٺي ساک هئي. ان ڪري قوم جي ماڻهن ۾ بہ موچارو هو. هو مڪي حج ڪرڻ آيو هو، پاڻﷺ کي جڏهن خبر پئي تہ هن کي وٽ آيا ۽ اسلام جي دعوت ڏنائون. سويد چيو:

”شايد جيڪو مون وٽ آهي، اهوئي اوهان(ﷺ) وٽ آهي.“

حضورﷺ فرمايو:

”ڇا آهي تووٽ؟“

سويد چيو:

”حڪيم لقمان جو حڪمتون.“

پاڻﷺ فرمايو:

”تورو انهن مان ٻڌا تہ سهي.“

سويد کي جيڪي قصا ياد هئا سي ٻڌايائين. پاڻﷺ انهن کي غور سان ٻڌندو رهيو ۽ فرمايائون:

” هي تہ مان سٺيون ڳالهيون آهن پر جيڪو مون(ﷺ) وٽ آهي اهو انهن سڀني اعليٰ آهي. مون وٽ قرآن آهي. الله جي آخري ڪتاب جيڪا مڪمل هدايت آهي.”

پوءِ پاڻﷺ هن کي قرآن ٻڌايو ۽ نئين دين جي دعوت ڏني. سويد ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ هن جي زبان مان بي اختيار نڪتو:

” هي تہ ڏاڍو پلو آهي.“

ان ڪانپوءِ سويد مديني موٽي آيو ۽ جيڪو ٻڌو اهو ياد ڪري ڇڏيائين ۽ هر هر ان جي باري ۾ سوچيندو رهيو. جڏهن قتل ٿيو ان وقت هو مسلمان ٿي چڪو هو. ڳالھ هيئن ٿي جو مديني ۾ يهودي آباد هئا. جن جو ڪم هو تہ اتان جي قبيلن کي پاڻ ۾ ويڙهائي انهن جي طاقت کي ڪمزور ڪجي جيئن هو يهودين جي تسلط هيٺ رهن. ان جي نتيجي ۾ اوس ۽ خزرج هڪ ٻئي جا دشمن ٿي پيا ۽ انهن ۾ گهرو ويڙھ شروع ٿي وئي. سويد بہ ان جنگ جي ٻارڻ طور ٻري ويو.

مديني مان اڃي جن اسلام قبول ڪيو انهن ۾ اياس بہ هو. هي معاذ جو پٽ هو ۽ ننڍو هو. اوس ۽ خزرج جي ويڙھ تہ جاري هئي. هر ڪنهنجي ڪوشش هئي تہ گهٽي کان گهٽ عرب قبيلن کي پنهنجو مددگار بڻائجي. ان سلسلي ۾ اوس جا ڪجھ ماڻهو قريش وٽ آيا جيئن هنن کي پنهنجو ساٿي بڻائجي. انهن ۾ اياس بہ هو. پاڻﷺ جڏهن خبر پئي تہ انهن وٽ پهتا ۽ اسلام جي دعوت ڏنائون ۽ ڪجھ قرآن جو آيتون پڙهي ٻڌايائون. اياس ٻڌڻ سان ئي چيو:

”اي منهنجي قوم! خدا جو قسم، جنهن لاءِ اوهان آيا آهيو انهن کان هي بهتر آهي.“

هن جي قوم جي ماڻهن تي تہ جنگ جو جنون سوار هو. وفد جو سربراهہ ابوالحسيس هو. هن زمين تان ڪجهہ پٽريون کڻي اياس جي منهن تي هنيون ۽ چيائين:

”چپ ڪر. اسان هن ڪم لاءِ ٿورئي آيا آهيون.“

پر اياس (اياس پاڻﷺ جي هجرت کان اڳ وفات ڪري ويو هو. ماڻهن ڏٺو تہ مرڻ وقت هن جي زبان تي تڪبير جاري هئي) ان وقت ئي اسلام قبول ڪيو. ڪجهہ ڏينهن مس گذريا تہ وري اوس ۽ خزرج ۾ ويڙهہ جي باهہ وري ڀڙڪي پئي.

ڪيترن ئي قبيلن ۾ پاڻﷺ ويا ۽ اسلام جي دعوت ڏنائون ۽ مدد جي درخواست ڪئي پر ڪنهن بہ هنﷺ جي نہ ٻڌي. ان جا سبب هئا.

ڪنهن سوچيو ته منهنجو شهر سيني کي پيارو آهي. جيڪڏهن اسان محمد ﷺ جي حمايت ڪئي ته پڪ آهي ته ماڻهو ناراض ٿي ويندا ۽ هتي اچڻ ڇڏي ڏيندا. قبيلي ثقيف جي لاءِ بہ اها رڪاوٽ هئي. طائف جي موسم ڏاڍي وڻندڙ هئي. هرڪو اهو پسند ڪندو آهي. پوءِ جڏهن اونهاري ايندو هو ته آس پاس جا وڏيرا اتي پهچندا هئا. ثقيف کي خطرو هو ته جيڪڏهن هنن محمد ﷺ جي حمايت ڪئي ته طائف جو طواف بند ٿي ويندو. اتي مشهور عربن جي بت ”لات“ جي درگاهہ هئي. ايمان آڻڻ به هن درگاهہ لاءِ خطرناڪ هئي.

ڪجهہ قبيلا اهڙا بہ هئا جنهن کي سرداري جي خواهش هئي. بنوعامر قبيلي جو اهو حال هو. انهن پاڻﷺ کي چيو:

”اسان مسلمان ٿيڻ لاءِ تيار آهيون پر اوهانﷺ کان پوءِ اسان کي اسان حاڪم ٿينداسين.“

پاڻﷺ فرمايو:

”حڪومت ۽ سرداري الله جي هٿ ۾ آهي. جنهن کي چاهي هو ڏيئي.“

انهن اها ڳالهہ ٻڌندين ئي پنهنجا منهن ڦيري ڇڏيا تہ اوهانﷺ جي لاءِ سر آسان ڪترايون ۽ ڪٽيو ڪائن ٻيا. اسان کي اوهانﷺ جي ڪا ضرورت ڪانهي.

ڪنده، ڪلب، بنو حنيفہ ۽ بنو مضر عرب جا مشهور قبيلا هئا. هنن ۽ ٻين ڪيترن ئي قبيلن انڪار ڪيو ۽ پاڻﷺ جي مدد ڪان انڪار ڪيو. هو چوندا هئا تہ انسان جي خبر ان جي گهروارن کي گهڻي هوندي آهي. جيڪڏهن هن ۾ ٿوري بہ ڀلائي هجي ها تہ گهر وارا ڇو هن کان پڇن ها؟ مطلب تہ هر جاءِ تان جواب مليو ۽ ڪنهن بہ اوهانﷺ ٽيڪ جي ٺڪور نہ ڏني. گهڻن قبيلن تہ ڏاڍي بي مروتائي ڏيکاري ۽ ڪجهہ قبيلن انسانيت جي دائري اندر رهي معذرت ڪئي. ڪجهہ قبيلا اوهانﷺ

جي ڳالھ ٻڌڻ لاءِ تيار ٿيندا ھئا تہ ابولھب اچي پھچندو ۽ انھن کي اوھانﷺ جي خلاف ڀڙڪائيندو ھو ۽ چوندو ھو:

”ڀائرو! ھي چاھي ٿو تہ توھان لات ۽ عزا کي ڇڏي ڏيو ۽ ھن(ﷺ) جي ديومالائي افسانن ۾ ڦاسي پئو. ڏسو ھن جي ڳالھ ڪڏھن بہ نہ مڃ جو ۽ ھن جي ڏوڪي ۾ ڪڏھن بہ نہ اچ جو.“

اھڙي نموني ابولھب جون ڳالھيون ٻڌي ھو ڇرڪي پوندا ھئا ۽ ھنن جا ارادا مٽجي ويندا ھئا.



اوس ۽ خزرج مديني جا بہ مشھور قبيلا ھئا. انھن ۾ گھڻي وقت کان پاڻ ۾ جھيڙو جھڳڙو ھلي رھيو ھو. پاڻﷺ جي نبوت وقت ھي فساد پنھنجي عروج تي ھو. ھنن جي ويڙ وڏي وجي يھودين تائين پھتي. جنھن ۾ ڪڏھن اوس ۽ خزرج ۾ ڪڏھن اوس ۽ يھودين ۾ ۽ ڪڏھن خزرج ۽ يھودين ۾، اھڙي نموني مديني ۾ ڪنھن نہ ڪنھن صورت ۾ جنگ جاري ھوندي ھئي. ھڪ ٻاھ اجان وسامندي ئي ڪو نہ ھئي تہ ٻي ڀڙوڪو ڪائي ٻري پوندي ھئي.

يھودي چالاڪين ۾ ھميشہ چالاڪ ھئا. ھنن ڏٺو تہ اوس ۽ خزرج ھميشہ گڏ ٿي ٻين سان وڙھندا آھن. انھن جو اتحاد اسان جي لاءِ خطري کان خالي ڪونھي. ٻيا سڀ ماڻھو مارجن پيا ۽ اسان جي ڏنڊي کي بہ ڪاپاري ڏڪ لڳي رھيو آھي. مدينا جا اسان سردار ھئاسين ۽ ھاڻي ھي سرداري جو بہ سر ٿو وڃي. ڪا اھڙي چال ھلجي جو ٻئي قبيلا ھڪ ٻئي جا دشمن ٿي پون ۽ ھڪ ٻئي سان وڙھندا رھن ۽ اسان ڏانھن ان جو ڪو ڌيان ئي پوي يعني نانگ بہ مري ۽ لٺ بہ نہ ڀڄي. آخرڪار ايئن ئي ٿيو. ٻئي قبيلا ھڪ ٻئي نالي کان ئي نفرت ڪرڻ لڳا. ھڪ ٻئي کي ختم ڪرڻ جي ڪڍ لڳي پيا. ٿوري ٿوري ڳالھ تي ويڙھ شروع ٿي ويندي ھئي ۽ ان کي روڪيندين روڪيندين سال گذري ويندا ھئا. ان جو نتيجو اھو ٿيو جو ڀائپي جو رشتو ھميشہ لاءِ ختم ٿي ويو ۽ ڪيترين ئي حياتين حيات کان ھٿ ڪنيا پر پوءِ بہ رت جي راند جاري رھي.

ان وقت يھودين حڪمت عملي اھا ھئي تہ جيڪو ھارائيندو ان جي مخالفت ڪندا ھئا ۽ فاتح جي پٺي ٺپيندا ھئا تہ  جيئن وري ويڙھ شروع ٿئي ۽ ٻئي ڌريون ڪمزور ٿينديون رھن ۽ انھن جي سرداري ٻنھي تي قائم رھي. ان مان فائدو ونندي ھو بازار جي وڏن واپارن تي قبضو ڪري ننڍيا ننڍيا ڏنڊا ٻين لاءِ ڇڏي ڏيندا ھئا. ٻيو تہ ھو موسىٰ جا مڃڻ وارا ھئا ۽ ڪتاب ۽ شريعت رکندڙ ھئا جنھن تي ھنن کي فخر ھو. ٻئي پاسي اوس ۽ خزرج بتن جا پوڄاري ھئا. ان ڪري يھودي پاڻ کي وڏو سمجھندا ھئا ۽ انھن کي سخت نتيجن جو ڌمڪيون ڏيندا ھئا ۽ انھن کي آخري نبي (حضورﷺ) جي اچڻ جون پنھنجي ڪتابن مان اڳڪٿيون ٻڌائيندا ھئا ۽ چوندا ھئا:

”هڪ نبي اچڻ وارو آهي. هن جي اچڻ جو وقت ٿي ويو آهي. هن کي اچڻ ڏيو ۽ پوءِ ڏسجو ته اسان توهان سان ڇا ٿا ڪيون. اسان هن سان گڏجي عاد ۽ ارم جي ياد تازي ڪنداسين.“

مديني وارن جي اها حالت ڪافي عرصي تائين هئي. ان وقت به صورتحال ساڳي هئي، جڏهن اوس جو وفد قريش کي پنهنجو اتحادي بنائڻ آيو هو. ان موقعي تي پاڻ ﷺ ساڻس ملاقات ڪئي. ۽ کيس اسلام جي دعوت ڏني. اياس بن معاذ فوراً ”ها“ چيو ۽ ٻين اطاعت ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، ڇاڪاڻ ته ان وقت هنن جي سر تي صرف جنگ جنون سوار هو ۽ هو ان ۾ مست هئا. پر اُن وقت اوس وارن اوهان ﷺ جي ڳالهين ۾ ڪا دلچسپي نه ڏيکاري ۽ وڏي بي رخي سان انڪار ڪيو پر گهر موٽيو ته دل تي ڪافي اثر ٿيو ۽ اهي لفظ بار بار هنن جي ذهن ۾ گونجندا رهيا.

وري...... اوس ۽ خزرج ۾ جنگ باهه جيان ڀڙڪي پئي. ائين پئي لڳو ته سڄي آبادي ان جي ور چڙهي ويندي، پر اتفاق سان يهودين اوس جو ساٿ ڏنو. اهڙيءَ طرح اوس وارن فتح حاصل ڪئي ۽ جنگ جو فيصلو ٿي ويو. هاڻي ٻنهي اوس ۽ خزرج جڏهن جنگ جي صورتحال جو تجزيو ڪيو ته حيران ٿي ويا. ان جنگ ۾ بيشمار جي جاني ۽ مالي نقصان ٿيو. سڄي طاقت ختم ٿي وئي. هنن جي شان ۽ شوڪت جو ڪوٽ ڊهي ڍير ٿي پيو. انهن محسوس ڪيو ته هاڻي اسان تي يهودي حاوي ٿي ويا آهن ۽ ڊنل ۽ ٻيڻل ٻئي انهن جي غلامي ۾ اچي ويا آهيون.

اهي خوفناڪ جنگيون آهن جن کي بعاث سڏيو وڃي ٿو. جن جي تباهي ۽ بربادي جا قصا اڄ به دنيا کي ياد آهن.

جنگ جو خوفناڪ انجام ڏسي ٻئي قبيلا حيران ٿي ويا ۽ ٻنهي گڏجي فيصلو ڪيو ته هاڻي اسان اتحاد ۽ محبت سان رهنداسين ۽ وقت اچڻ تي هڪ ٻئي جو ساٿ ڏينداسين.

مطلب ته سندن وچ ۾ ٺاهه ٿي ويو ۽ ٻنهي قبيلن فيصلو ڪيو ته اوس ۽ خزرج جو سردار هڪ ئي ٿيڻ گهرجي. ان لاءِ سندن نظرون عبدالله بن ابي تي ويون. جيڪو خزرج مان هو. ڏاهپ ، ذهانت ۽ تدبر ۾ مشهور هو. هو اثر رسوخ ۾ به اڳيرو هو. سيني ان ڳالهه تي حامي ڀري ۽ ڳالهه پڪي ٿي وئي. ان سان گڏ تاجپوشي جي تقريب جي تاريخ به مقرر ٿي وئي پر اوچتو صورتحال تبديل ٿي وئي. ۽ هي ڪم ٿيندي ٿيندي رهجي ويو. ڇو ته غيب کان عزت ۽ سربلندي لاءِ ڪجهه ٻيو منصوبو تيار ٿي رهيو هو. جيڪو هنن لاءِ نه رڳو سنو هو بلڪ حڪمت عملي کان به ڏاڍو ڪارائتو هو.



اهو نبوت جو ڏهون سال هو. جنگ بُعاث کان پوءِ مقدس مهينا آيا ته خزرج جا ڇهه ماڻهو حج جي نيت سان روانا ٿيا. انهن ۾ بنونجار قبيلي جا به به ماڻهو هئا. هي رشتي ۾ عبدالمطلب جو ماما هئا.

اهو ئي عبدالمطلب جيڪو پياري نبي ﷺ جو ڏاڏو هو. هي ماڻهو مڪي ڏانهن وڃي رهيا هئا. جڏهن عقبه نالي جاءِ تي پهتا ته پاڻﷺ جي ساڻس ملاقات ٿي. ڏسندين ئي پاڻﷺ پڇيو:

"اوهان ڪير آهيو."

انهن وراڻيو

"خزرج"

پاڻﷺ فرمايو

"يهودين جا پاڙيسري؟"

انهن جواب ڏنو

"ها"

پاڻﷺ فرمايو

" ٿورو ويهندؤ... ته ڪجھ ڳالهيون ڪيو؟"

انهن چيو

"جي، بلڪل."

سو هو پاڻﷺ سان گڏ ويهي رهيا. پوءِ پاڻﷺ انهن کي دين جي دعوت ڏني ۽ اسلام بابت ٻڌايو. ڪجهه قرآن شريف جي تلاوت به ڪيائون. ۽ ٻڌايائون ته مان الله جو رسول آهيان. پاڻﷺ جون ڳالهيون ٻڌي هو ڏاڍا حيران ٿيا ۽ دل تي تمام گهرو اثر ٿين. پاڻ ۾ چوڻ لڳا:

"الله جو قسم! هي اهو ئي نبيﷺ آهي، جنهن جون يهودي اسان کي ڌمڪيون ڏيندا آهن. الله جو قسم! هاڻي هو اسان کان ايمان ۾ ڪٿڻ نه گهرجن."

ان ڪري انهن ان وقت ئي ايمان آندو ۽ جيڪي ڪجھ پاڻﷺ فرمايو انهن ڪنن سان ٻڌو ۽ دل ۾ سانڍي ڇڏيائون. پوءِ انهن عرض ڪيو:

"رسول اللهﷺ اسان جي قوم جيتري بدي ۽ عداوت آهي اهڙي ٻي ڪنهن به قوم ۾ ناهي. ٿي سگهي ٿو ته الله اوهانﷺ جي برڪت سان اسان جي دلين ۾ محبت پيدا ڪري. اوهانﷺ جا طابع ٿي ويون ڇاڪاڻ اوهانﷺ جهڙي ٻي ڪا محبوب هستي هن دنيا ۾ ڪونهي."

اسلام آڻڻ کان پوءِ انهن ماڻهن خوشيءَ خوشي حج ڪيو. پوءِ اهي پنهنجي قوم ڏانهن ويا ته ڪين نئين نبيءَ جي خوشخبري ٻڌايون. اهو ئي نبي، ﷺ جنهن جي اچڻ جون يهودي ڌمڪيون ڏيندا هئا. پر جڏهن اهي اتي پهتا ته ڪين معلوم ٿيو ته اوس کي اڳ ۾ ئي خبر پئجي چڪي آهي هن اهو به

ڏنائون ته ڪيترائي دل نئين مذهب کي پلي ڪار ڪرڻ لاءِ بيچين هئا. ۽ ڪيترائي سينا سنيهو سهيڙڻ لاي تيار هئا.

ٻئي سال حج جي ڏينهن ۾ اوس ۽ خزرج جا ٻارهن ماڻهو مڪي لاءِ روانا ٿيا ۽ عقبہ وٽ پاڻ ﷺ سان مالاقات ڪيائون. انهن سڀني اسلام قبول ڪيو ۽ بيعت ڪيائون ۽ وچڻ ڪيائون تہ هاڻي شرڪ نه ڪندا، چوري ڪرڻ نہ ڪندا، ٻارن کي قتل نه ڪيو ويندو ۽ نه وري ڪنهن تي الزام هڻندا.

پاڻ ﷺ فرمايو

” جيڪڏهن اوهان هن واعدي کي نڀايو تہ الله اوهان کي جنت ۾ جاءِ ڏيندو ۽ جڪڏهن واعدي خلافي ڪئي تہ پوءِ الله جي مرضي چاهي تہ معاف ڪري چاهي تہ عذاب ڏيئي.“

هي عهد ”بيعت عقبہ اولىٰ“ جي نالي سان مشهور آهي ۽ هي نبوت جي يارهين سال ٿي. پوءِ واپس مديني هليا ويا. پاڻ ﷺ مصعبؓ بن عمير کي انهن سان گڏائي چڏيو تہ جيئن هو مديني وارن کي قرآن ۽ دين جا حڪم سيکاري.

اهڙي نموني مديني ۾ دين اسلام تيزي سان پکڙيو. ماڻهو حق جا اجايل هئا ۽ عرص کان ان جي تلاش ۾ هئا. اسلام انهن جي حق جي اڃ اجهائي ۽ بيچين دلين کي آرام مليو. حضرت مصعبؓ کي دين جي تبليغ ۾ ڪا گهڻي ڪوشش نہ ڪرڻي پئي. ماڻهو دين جي محبت وچان پاڻ ايندا رهيا. حضرت مصعبؓ بہ پرجوش ٿي دين سيکاريندو رهيو. ڪجهہ ماڻهو انڌي قبيلائي غيرت ۽ غرور جي ڪري اسلام کي عار سمجهڻ لڳا پر جيئن ئي دين جو برڪتون ڏٺيون ۽ قرآن جون ڪجهہ آيتون ٻڌيون، انهن جا پٿر جهڙا دل ميڻ جيان ڳري ويا. هنن نہ صرف اسلام کي قبول ڪيو بلڪ اسلام جا داعي ٿي پيا.

حضرت مصعبؓ مديني وارن کي دين جي تعليم ڏيندا رهيا ۽ نمازون پڙهائيندا. ايستائين جو گهر گهر دين جا ڏيئا ٻاري پيا ۽ گهٽي گهٽي ۾ اسلام جو آوازگونجڻ لڳو. فقط ٿورا بدبخت هئا شرڪ تي قائم رهيا. ۽ مقامي ماڻهو پنهنجو مذهب ڇڏڻ لاءِ تيار نه هئا.

الله سائين مديني وارن جو ڀلو ڪري! هڪ سال ۾ اتي ايترا مسلمان ٿيا جيترا مڪي ۾ سالن ۾ نہ ٿيا هئا.

انهن محمد ﷺ جي نالي جا جهندا لهرايا ۽ هر طرف اوهان ﷺ شهرت وڌڻ لڳي. هي سڀ ڪجهہ نيڪ ان وقت ٿي رهيو جڏهن اوهان ﷺ قوم اوهان ﷺ ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي! ان ۾ ڪا حيران ٿيڻ جي ڳالهہ ڪانهي جيڪڏهن مسلمانن جي دلين ۾مديني وارن جي محبت اپري رهي هئي.انهن سان ملڻ لاءِ بيتاب هئا ۽ انهن تائين پهچڻ لاءِ پنجري ۾ پيل پکي وانگر تڙپي رهيا هئا.

حضورﷺ به ان باري تمام گهڻا فڪرمند هئا. ڇو ته هاڻي اهڙا جوڌا ملي ويا جيڪي توهانﷺ جو ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار هئا! سهائڪ مليا جيڪي توهانﷺ جي حڪم جا منتظر هئا. ۽ اهڙا انصار مليا جيڪي پاڻﷺ تي پنهنجون جانيون قربان ڪرڻ لاءِ تيار وينا هئا!

پوءِ اهڙيون ڀ خبرون پهچڻ جو سلسلو شروع ٿيو، جنهن ۾ اوهانﷺ لاءِ ڏاڍي خوشي جو سبب هنيون. ۽ اسلام جي روشن مستقبل جي ضمانت هنيون.

مديني وارن سچي دل سان اوهانﷺ ڳالهيون مڃيون هنيون ۽ واعدو ڪيو هو ته اوهانﷺ جي حفاظت لاءِ پنهنجون جانيون ڀ قربان ڪرڻ کان ڪيئن ڪيٻائندا. ان لاءِ اها انهن جي شديد خواهش هئي ته ڪاش اسان کي هنﷺ جي خدمت جو شرف نصيب ٿئي. هڪ ڏينهن پاڻ ۾ ڳالهه ڪيائون:

” رسولﷺ مڪي ۾ پريشان ۽ مدد جو منتظر آهي. اتي ڪو ڀ هن جي ٻڌڻ لاءِ تيار ڪونهي. آخر ڪيستائين اسان هي برداشت ڪنداسين.“

انهن پاڻ ۾ فيصلو ڪيو ته هن ٻيري جڏهن حج تي ويندا‌سين ته سهڻي سائينﷺ کي پاڻ سان گڏ مديني وٺيو ايندا‌سين. ۽ هنﷺ کي يقين ڏيارينداسين ته اوهانﷺ جي حفاظت اسان جي ذميداري هوندي.

حضرت مصعبؓ ڀ مڪي موٽي آيو. اهڙي نموني جيڪي ڳالهيون پاڻﷺ ڄاڻڻ پئي چاهيون، اهي سڀ هن بيان ڪيون. پوءِ مقدس مهينس آيا ته مديني کان حج لاءِ هڪ وڏو قافلو روانو ٿيو. قافلي ۾ مسلمان به هئا ۽ غير مسلم به. مسلمانن جو ارادو هو ته اوهانﷺ سان ملي وفاداري ۽ سرصدقي ڪرڻ وچن ڪندا. هي هڪ راز جي ڳالهه هئي جنهن کان بت پرست بلڪل بي خبر هئا.

نبوت جي ٻارهون سال هو ڪعبي ۾ انهن جي ساڻس ملاقات ٿي. ۽ اتي بيعت ڪرڻ لاءِ مناسب جاءِ جو فيصلو ڀ ٿيو.

رات جو ٽيون حصو گذري چڪو هو. هر طرف اوندهي رات جو راڪاس رقص ڪري رهيو هو. سڀ گوڙ خاموشي جي سيني ۾ سمائجي چڪا هئا. قريش ننڊ جي نشي ۾ نهوڙ جي ويا هئا. ٻاهريان حاجي به آرامي هئا. ان وقت مديني جا مسلمان لڪي لڪي اتان روانا ٿيا، جن ۾ ٽيهتر مرد ۽ به عورتون هيون. مڪي کان ڪجھ پري عقبه وٽ پهچي ويا. اُتي اُهي چوٽين ۽ پٿرن جي پنيان لڪي اوهانﷺ جو انتظار ڪرڻ لڳا.

ٿوري دير ۾ پاڻﷺ ڀ اتي پهچي ويا. چاچو عباس ڀ گڏ هيس. چاچو اڃان مسلمان نہ ٿيو هو پر پاڻﷺ جو رازدار هو. چاچي هن موقعي اچڻ مناسب سمجهيو ته جيئن مديني وارن جا ارادا معلوم ڪري سگهي ۽ انهن جي حوصلن کي آزمائي ۽ اندازو لڳائي سگهي. ان ڪري هن ڪاروائي جو آغاز ڪيو ۽ چيائين:

”خزرج وارؤ! اسان وٽ محمد ﷺ جو جيڪو مقام آهي. ان جي توهان سيني کي خبر آهي. اسان هن جي دشمنن کان هميشہ حفاظت ڪئي آهي. ٻڌو! هي ﷺ هتي بلڪل محفوظ آهي، دشمنن کان ڪو بہ خطرو ناهي. پر هو اوهان وٽ اچڻ جو خواهشمند آهي ۽ توهان سان گڏ رهڻ چاهي ٿو، تنهنڪري جيڪڏهن توهان ۾ واعدو وفا ڪرڻ جي همت آهي ۽ دشمنن سان وڙهڻ جي سگهہ آهي ته پوءِ ڀلي هن ﷺ کي خوشيءَ سان وٺي وڃو. پر جيڪڏهن ڪو مسئلو ٿيو ته اسان ان جا ذميدار نه هونداسين. جيڪڏهن بيوفائي جو خيال اٿو تہ پوءِ ڀائرو هينئر ئي هن کان هٿ ڪڍو. هي ﷺ هتي عزت سان آهن ۽ هر خوف کان محفوظ آهن.“

چاچي عباس تقرير ختم ڪئي تہ مديني وارن چيو:

”اوهان جون ڳالهيون اسان ٻڌيون. يارسول الله ﷺ! هاڻي اوهان ﷺ فرمايو ۽ اسان کان ڪهڙي بہ قسم جي قسم ڏيو، اسان کڻڻ لاءِ تيار آهيون.“

پاڻ ﷺ ڪجھ قرآن جون آيتون پڙهيون. پوءِ فرمايائين:

”جن شين کان اوهان پنهنجي ٻارن کي بچائيندا آهيو، ڇا توهان مونکي بہ انهن شين کان بچائيندؤ؟ بس مون ان ڳالھ جو اطمنان کپي.“

مديني وارن مان براء اٿيو جيڪو معرور جو پٽ هو ۽ پنهنجي قوم جو وڏو سردار هو. سڀ هن جي تمام گهڻي عزت ڪندا. هن پاڻ ﷺ جي هٿ مبارڪ تي بيعت ڪئي.

”ها، قسم آهي ان ذات جي جنهن اوهان کي حق سان موڪليو آهي. اسان اوهان کي بچائينداسين. يارسول الله ﷺ! اسان کان اوهان بيعت (تابعداريءَ جو اقرار) وٺو. الله جو قسم اسان تہ جنگ جا جوڌا آهيون. اوهان ﷺ اسان کي ويڙھ ۾ وڙهندين وڙهندين ڪٽندين ڏسندؤ پڄندين نہ. اهيا ئي اسان جي ابن ڏاڏن ريت رهي آهي.“

اجان براء پنهنجي ڳالھ ئي پوري نہ ڪئي تہ تهان جو پٽ ابوالهيشم اٿيو. هي بہ مديني جي معززن مان هو. عرض ڪيائين:

”الله جا رسول ﷺ! اسان جا يهودين سان پراڻا ناتا آهن ۽ بيعت ڪانپوءِ اهي ختم ٿي ويندا. ايئن نہ ٿئي تہ الله اوهان ﷺ کي ڪاميابي نصيب ڪري تہ اوهان ﷺ اسان کي ڇڏي پنهنجي قوم ڏانهن هليا وڃو.“

اهيو ٻڌي پاڻ ﷺ جي منهن مبارڪ تي مرڪ تري آئي.

بلڪل نہ ويندس، منهنجي رت اوهان جي رت آهي، منهنجي عزت اوهانجي عزت آهي، منهنجي منهنجي حفاظت اوهان جي حفاظت آهي. جنهن کي توهان معاف ڪندؤ ان کي مان بہ معاف ڪندس.

جنهن سان اوهان جي ويڙهه هوندي ان سان منهنجي به ويڙهه هوندي. جنهن سان اوهان جو ناهه هوندو ان سان منهنجو ناهه هوندو.“

ان کان پوءِ بيعت ڪرڻ لاءِ ماڻهو وڌڻ لڳا. ته عابده جي پٽ عباس چيو:

”اوس ۽ خزرج جا پائرو! توهان کي خبر به آهي. توهان ڇا جي بيعت ڪري رهيا آهيو؟ (آوازون، ها، سڀني خبر آهي) ٻڌو، هنﷺ جي بيعت  يعني سڄي دنيا سان جنگ. پوءِ جيڪڏهن اهو خيال اٿو ته جي مال ۽ دولت کي خطرو ٿيو يا قوم جا سردار قتل ٿيا ته پوءِ هنﷺ کان الڳ ٿينداسين. پائرو! ان کان بهتر آهي ته هينئر ئي ڇڏي ڏيوس پر جيڪڏهن پوءِ ڇڏيندؤ ته نه دنيا جا رهندؤ ۽ نه وري آخرت جا. جيڪڏهن مالي نقصان ۽ سردارن جي سر وڃڻ تي صبر ڪري سگهو ٿا ته پوءِ پلي هنﷺ کي وٺي هلو. هي دنيا به توهان جي هوندي ۽ آخرت به.“

 سيني گڏجي چيو:

”مالي نقصان ۽ سردارن جو قتل اسان کي قبول آهي پر رسول اللهﷺ کي ڇڏڻ اسان منظور ناهي. اي الله جا رسول! جيڪڏهن اسان واعدي کي پورو ڪيو ته اسان جي اجر ڪهڙو هوندو؟“

پاڻﷺ فرمايو:

”جنت“

سيني چيو:

”پنهنجو هٿ مبارڪ ڏيو.“

پاڻﷺ پنهنجو هٿ مبارڪ اڳتي ڪيو ۽ سيني واري واري تي بيعت ڪئي.

هن بيعت کي ” بيعت عقبه ثانيه“ (عقبا جي ٻيئن بيعت) چوندا آهين.

ساڳئي وقت  هڪ زور جي رڙ تي جيڪا خاموشي کي چيرندين سڄي وايو منڊل ۾ ڦهلجي وئي.

قريشيو! اوس ۽ خزرج اوهان سان وڙهڻ لاءِ منصوبا ناهي رهيا آهن. ڏسو، هو محمدﷺ تي پنهنجون جانيون قربان ڪرڻ جون قسمون کائي رهيا آهن.

هي آوزا ڇا هو؟ خطري جي گهنٽي هئي پر اها رڙ به مسلمان جي حوصلن کي گهٽائي نه سگهي. فڪر ۽ پريشاني ته پري جي ڳالهه هئي، عباده جي پٽ عباس کي تمام گهڻو جوش اچي ويو. هن چيو:

”رسول الله! قسم ان ذات جو جنهن توهانﷺ حق ڏئي موڪليو آهي جي اجازت ڏيو ته اسان سڀاڻي ئي منىٰ تي حملو ڪيون.“

پاڻﷺ فرمايو:

”مون ان حڪم ناهي مليو. هاڻي توهان سڀ جلدي جلدي پنهنجي خيمن ۾ وڃو.“

مسلمان هڪدم پنهنجي جاين تائين پهچي ويا ۽ اکيون بند ڪري سمهي پيا.

جڏهن صبح ٿي قريش مديني وارن جي خيمن ۾ ويا ۽ ڪاوڙ مان اکيون ڳاڙهيون ڪري ڳالهايائون. چيائون:

”مديني وارائو! خدا شاهد آهي ته اسان هر قبيلي سان وڙهڻ پسند ڪنداسين، پر توهان سان وڙهڻ اسان کي سنو نٿو لڳي. توهان هي ڪهڙي رٿابندي ڪري رهيا آهيو؟ توهان ڇو محمد (ﷺ) کي پاڻ سان گڏ وٺي وڃڻ چاهيو ٿا؟ توهان اسان سان ڇو وڙهڻ چاهين ٿو؟“

مديني جي مشرڪن کي رات جي ڳالهه جي ڪا خبر ئي نه هئي. تنهن ڪري قريش جي سردارن ڳالهيون ٻڌي ڏاڍا پريشان ۽ وائڙا ٿي ويا ۽ قسمون کڻڻ لڳا ته محمد ﷺ سان اسان جي ڪابه ڳالهه ٻولهه ناهي ٿي.

مسلمان ان وقت خاموش رهيا ۽ ڪوشش ڪندا رهيا ته ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان موضوع مٽائجي ۽ ٻي ڪا ڳالهه ڪجي.

قريش هي صورت حال ڏسي ڏاڍا پريشان ۽ حيران ٿيا ته آخر ڇا ڳالهه آهي؟ هو وپس وريا پر انهن جي ذهنن ۾ اجان به مونجهارو هو. هو سوچي رهيا هئا:

”ڇا واقع رات جو ڪا اهڙي ڳالهه ٿي آهي؟ ڇا خابرو اسان کي صحيح خبر ڏني آهي؟ ۽ مديني وارا ڪوڙ ڳالهائي رهيا آهن؟ يا خبر ئي غلط آهي ۽ مديني وارا سچ ڳالهائي رهيا آهن؟“

قريش صورت حال جو جائزو وٺڻ لڳا ۽ حقيقت تائين پهچڻ لاءِ هنن جانچ جونچ شروع ڪئي.

هوڏانهن مديني وارن تڪڙ ۾ واپسي جي تياري ڪري واپس ورڻ لڳا ته متان ڪٿي قريشين کي سچي ڳالهه جي خبر نه پئجي وڃي ۽ پوءِ انهن ۾ جان ڇڏائڻ ڏکي ٿي پوي.

انصارين جو اندازو صحيح نڪتو. قريش کي جلد ئي سچي خبر پئجي وئي ته رات ڇا ٿيو هو. ڇڻ انهن جا اوساڻ خطا ٿي ويا. ڪروڌ ڪرڪڻ لڳا ۽ هڪدم انصارين جي پنيان ڀڳا ته جيئن انهن کي پڪڙي سگهن.

ان ۾ انهن کي ناڪامي ٿي ۽ انصاري هٿ نه اچي سگهيا سواءِ هڪ جي. اهو عباده جو پٽ سعد هو. هاڻي ڇا هو. ڪٽ ڪٽان شروع ٿي وئي. هن جو منهن ٻڌي ڪٽيندا ۽ گهليندا مڪي وٺي آيا. مڪي ۾ به هن کي تنگ ڪندا رهيا. ان وقت مڪي ۾ به سوداگر جبير ۽ حارث به موجود هئا. جيڪي واپار لاءِ شام ويندا هئا ۽ مديني مان انهن جو گذر ٿيندو هو. سعد انهن کي پناهه ڏيندو هو ۽ هن جي مال کي ڦوروئن کان بچائيندو هو. ان احسان جي بدلي ۾ هنن ٻنهي سعد کي سام ڏني. اهڙي نموني هن جي جان آجي ٿي.

قريش گڏجاڻين مٿان گڏجاڻيون ڪندا رهيا. ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي صلاحون ڪندا رهيا ته محمدﷺ جي باري ۾ ڇا ڪجي! هن کي ڪيئن ناڪام ڪجي.

اڳ ۾ رڳو محمدﷺ هو جنهن کان اسان عاجز هئاسين. هاڻي ته اوس ۽ خزرج به هن سان ملي ويا آهن!

ڇا محمدﷺ جو اسان تي غلبو ٿي ويندو؟ هنﷺ جو دين مديني ۾ ته پڪڙجي ويو آهي، ڇا ٻين قبيلن ۾ به ڦهلجي ويندو! اهڙي نموني ته هو اسان کي ختم ڪري ڇڏيندو، اسان جو پيارو شهر ويراني جي ور چڙهي ويندو. هوﷺ اسان جا سيئي بت ڊاهي ڍير ڪري ڇڏيندو جن کي اسان صدين کان سانڍي ويٺا آهيون، جنهن لاءِ اسان ميدانن ۾ مرندا رهيا آهيون.

قريش گڏجي گڏجاڻيون ڪندا رهيا پر حل جو ڪو هر نه هليو. اها ڳالهه انهن کي پريشان ڪندي رهي. نتيجو.... نامعلوم رهيو.

۽ مديني جا مسلمان؟ انهن جو ڇا حال هو؟ هاڻي انهن جو جهان ئي ٻيو هو. مڪي جي بيعت انهن جي نئين زندگي جو آغاز هو. سينن ۾ سڪون ۽ روح ۾ راحت هئي. دلين ۾ پڪو يقين. هنن جي روحانيت ۾ واڌ اچي رهي هئي. ارادن ۾ استحڪام هو. هاڻي هو اسلام جا جوشيلا مجاهد هئا. جتي به ويندا هئا اسلام جي نعرن جا نغارا وڄائيندا هئا. جنهن سان ملندا هئا اسلام جا ڳيچ ڳائيندا هئا.

جڏهن انهن جي سمجهه ۾ اضافو ٿيو ته انهن جي خلوص ۽ يقين ۾ به برڪت اچي وئي. جن گهرن باقي اڃان بت پرستي تي قائم هئا. رات جو مسلمان انهن جا بت ڪڍي وڃي گند ۾ اڇلائي ايندا هئا. صبح جو مشرڪ پنهنجي مورتين جو اهڙو حال ڏسي ڪاوڙجي پوندا هئا. هو پنهنجي بتن کي ڪڍي ڌوئي صاف ڪري وري پنهنجي جاءِ تي رکي ڇڏيندا هئا. مسلمان واري موقع ڏسي وري ساڳي وانگر انهن کي گند حوالي ڪري ڇڏيندا هئا. اهو تماشو هلندو رهيو ايتري تائين جو مشرڪن کي خيال اچي ويندو هو ۽ سوچيندا هئا:

” جن کي اسان ديوتا ناهيون ويٺا آهيون اهي ڪيتر بيوس ۽ خسيس آهن جو پنهنجي به حفاظت به نٿا ڪري سگهن! “ مشرڪن جي عقلن تان پردا پري ٿي ويندا هئا ۽ توبهه ڪري مسلمان ٿي ويندا هئا.

اهڙي نموني مديني ۾ اسلام جي ماحول تيار ٿي چڪو هو. مديني وارن وٽ جي

سهڻا سرڪارﷺ اچن ته پنبڻين پسائي اکين کي آرسيون ڪن

پاڪ ساٿي اچن، هٿ هٿ ۾ ڏئي سيني ۾ سانڍين.

۽ پوءِ؟

اتي هڪ نئين دور جي ابتدا ٿي سگهي.

الله جو حڪم اچي ويو ۽ سھڻيﷺ سيني کي هجرت جي اجازت ڏئي. فرمايو:

”توهان هوشياري سان مديني ڏانهن هجرت ڪيو. هڪ هڪ ٻه ٻه ٿي وڃو. قافلن جي صورت ۾ نه وڃو ته جيئن قريشين کي ڪو شڪ نه ٿئي.“

اهڙي نموني ڪيترائي مسلمان مڪي کان مديني پهتا. قريش ان ڳالھ کان بلڪل بيخبر هئا پر هي ڳالھ لڪڻ واري نه هئي. آخر قريش کي خبر پئجي وئي ۽ سڄي ڳالھ سمجھ ۾ اچي وئي. ان ڳالھ جي ڪري انهن جي ڪاوڙ ۾ اجا وڌيڪ اضافو ٿيو. هو هٿ ڌوئي مسلمانن جي پنيان پئجي ويا. جاسوس ڪرڻ لڳا ته ڪو به مڪي کان ٻاهر نه وڃي سگهي ۽ هجرت جو منصوبو ناڪام ٿي وڃي.

جڏهن حضرت عمرؓ هجرت ڪئي ته ٻه ساڳيون حالتون هيون.هن سان گڏ ٻه ٻيا ماڻهون هئا. هڪ ربيعه جو پٽ عياشؓ ۽ ٻيو عاص جو پٽ هشامؓ هو. ٽنهي ڄڻن فيصلو ڪيو ته جنهن کي جنهن به وقت موقعو ملندو مڪي کان نڪري ويندا. پوءِ هڪ جاءِ تي ٽئي گڏ ٿيندا ۽ جي ڪو نه پهتو ته سمجھ وڃي ته هو قريشن جي هٿ لڳي ويو. سو باقي ٻچيل اڳتي هليا وڃن.

حضرت عمرؓ ۽ عياشؓ مقرر جاءِ تي پهچي ويا پر هشامؓ نه پهتو. ان ڪري ٻئي سمجهي ويا ته هشامؓ مشرڪن جي ور چڙهي ويو ۽ ان ڪري هنن ٻنهي مديني ڏانهن رخ رکيو.

ٻئي پاسي هشامؓ جي زندگي خطري ۾ پئجي وئي. هن کي ايتريون سختيون ڏنائون جو دين تي قائم رهڻ مشڪل ٿي پيو.

قريش جو اهو طريقو هو. رات ڏينهن اهوئي وهنوار هو. بدقسمتي سان جيڪو هنن جي هٿ لڳندو هو، ان کي بي رحمي سان ڪٽيندا ۽ مختلف اذيتون ڏيندا هئا. ايتري تائين جو هو دم ڏٽي حوالي ڪري ڇڏيندو هو. اهڙي نموني ڪيتريون ئي عورتون بيوه ۽ ڪيترائي ٻار يتيم ٿيا!

ان ڳالھ ته به انهن کي آرام نه مليو. هو هر وقت محمدﷺ جي باري ۾ سوچيندا هئا. هڪ ٻئي ملندين ئي پهريون سوال اهو ڪندا هئا:

”محمدﷺ ساٿين کي ته مديني موڪلي ڇڏيو پر.... ڇا هو پاڻ(ﷺ) به..... اوڏانهن ويندو؟“

ته ڇا حبش جي هجرت وانگر ساٿين کي موڪلي هو(ﷺ) هتي ئي رهي پوندو. قريش جا ذهن سوالن جا سور سهڻ لڳا. هر وقت هر پل اهي ڳالهيون پيا ڪندا هئا. پر ٿيندو ڇا؟ ان کان بلڪل بيخبر هئا.

ڇا قريش رڳو ڳالهيون ڪندا رهجي ويا؟ نه ايئن نه هو. هر وقت پريشان ۽ لاڳيتو سوچيندار رهيا ته محمدﷺ کي روڪڻ لاءِ ڪهڙي حڪمت عملي ڪجي؟ جيڪا پنهنجي نشاني تي لڳي؟ ڪٿي ايئن نه ٿئي جو هو به پنهنجي ساٿين وانگر هجرت ڪري هليو وڃي. پوءِ ته ڏاڍي مصيبت ٿي ويندي. سڄو

مدينو تہ هن تي سر ۽ ساهہ صدقو ڪرڻ لاءِ تيار آهي. مکي جا سڀ مسلمان بہ اتي آهن. انهن سڀني کي ساڻ ڪري ڪٿي اسان تي نہ اچي ڪڙڪي.

قريش جي مسلمانن تي سخت نظر ۽ نگراني هئي. پر ان جي باوجود مکو خالي ٿيندو ويو. ۽ سڀئي مسلمان هڪ هڪ ڪري مديني هليا ويا. حمزهؓ عثمان، زبير بن عوام به هليا ويا. هاڻي رڳو پاڻﷺ سان علي ۽ ابوبکر صديق رضي الله عنهما ئي رهجي ويا ۽ هاڻي مکي فقط اهي ئي مسلمان رهجي ويا جيڪي بدقسمتيءَ سان قريشن جي ور چڙهي ويا هئا ۽ ڦتڪي ڦتڪي ظلم جا ڏکيا ڏينهن گذاري رهيا هئا.

آخر ۾ ابوبکرؓ پاڻﷺ وٽ حاضر ٿيا ۽ هجرت جي اجازت گهريائون. پاڻﷺ فرمايو:

”ٿورو ترس. شايد الله تنهنجي لاءِ ڪنهن ساٿي جو بندوبست ڪري.“

ابوبکرؓ سمجهي ويو تہ اوهانﷺ جي هجرت بہ ويجهو آهي. هاڻي فقط الله جي حڪم جو انتظار آهي. ان ڪري خوشي منجهان گهر موٽي آيا ۽ سفر جي تياري ڪرڻ لڳا.

رسول اللهﷺ کي هجرت جو حڪم.

سازشي گڏجاڻي.

پاڪ رت وهائڻ جي ناڪام رٿابندي.

گهر جو گهيرو.

قريش جي امين جي بيمثال ايمانداري.

غارِ ثور ۾ رهائش.

قريش جون وايون بتال.

پاڻﷺ کي پڪڙڻ جي ناڪام ڪوشش.

مديني ڏانهن منهن.

چاچي عباس جي تقرير.

مديني وارن جو جوش ۽ جذبو.

قريش جي مايوسي ۽ ملال.

سراقہ جون اکيون کلي ويون.

حضرت عليؓ جي بيچيني ۽ شوق.

قبا ۾ قيام.

مديني ۾ انتظار ۽ اوسيئڙو

مديني گهٽين ۽ گامن ڪڏهن اهڙو نظارو نہ ڏٺو.

انصار ۽ مهاجرن ۾ ڀائپي.

يهودين جي سازش

هجرت جو حڪم اچي ويو. ان موقع تي الله تعاليٰ حضورﷺ کي هڪ دعا سيکاري. تمام پياري ۽ مٺي دعا:

**وَقُل رَّبِّ أَدْخِلْنِى مُدْخَلَ صِدْقٍ وَأَخْرِجْنِى مُخْرَجَ صِدْقٍ وَٱجْعَل لِّى مِن لَّدُنكَ سُلْطَٰنًا نَّصِيرًا** (سورت اسرا آيت 80)

۽ (اي پيغمبر) چؤ ته اي منهنجا پالڻهار! مون کي (مديني ۾) سچائيءَ سان داخل ڪر ۽ (مڪي مان) مون کي سچائيءَ سان ٻاهر ڪڍ ۽ پاڻ وٽان هڪ حڪومت کي منهنجي مددگا ڪر.

مسلمان ظلم سهندي سهندي تنگ ٿي چڪا هئا ان لاءِ پاڻﷺ انهن کي مديني وڃڻ جي اجازت ڏني. اهي لڪي لڪي مديني پهتا.

مشرڪن جو اصل نشانو پاڻﷺ هئا. پنهنجي هجرت لاءِ الله جي حڪم جو انتظار ڪندا رهيا. مالڪ موڪل ڏيئي ته مڪي کان موڪلائجي ۽ مديني ۾ مهاجرن جون مرڪون ڏسي ۽ انصار سان ملاقات ڪجي. جنهن نه مال ملڪيت جي، نه اهل عيال جي پرواهه ڪئي. اوهانﷺ ميدين آڻ ۾. انصار اهي خوش نصيب آهن جنهن پاڻﷺ جي مدد ۽ حفاظت ڪئي. جنهن اوهانﷺ جي هٿ مبارڪ تي الله جي راهه ۾ سرن جي سودي جي وچن جو واپار ڪيو.

الله مهاجرن جو پلو ڪري. جنهن صرف الله جي خوشنودي خاطر دنياوي نعمتن کان منهن موڙيو. صبر سان هر ظلم برداشت ڪيو ۽ جس آهي انصارين کي جنهن رب جي رضا خاطر مهاجرن کي سيني سان لاءِ پنهنجي گهرن ۾ گنجائش پيدا ڪئي هنن جي رهڻ لاءِ.

آخرڪار هجرت جو حڪم اچي ويو ۽ اوهانﷺ مديني وڃڻ جو فيصلو ڪيو. ان وقت قريش جي سازش به مڪمل ٿي چڪي هئي ۽ سڄو پلان تيار هو. ڳالهه ڪهڙي هئي؟ مسلمانن جڏهن هجرت ڪئي ته ڪين دعوت لاءِ وسيع ميدان ملي ويو. اسلام جي برڪت کي ڏسي ماڻهو ڏاڍا متاثر ٿيا ۽ ان طرف تيزيءَ سان اچڻ لڳا. هر طرف اسلام جو هل هو. مسلمانن جي طاقت ۾ واڌارو ٿيڻ لڳو. قريش اهو ڏسي ڏاڍو پريشان ٿيا. انهن محسوس ڪري ورتو هو ته هاڻي هنن جي خير ناهي. هر پاسي کان مصيبت منهن ڪڍي رهي آهي. قريش ۽ انصار جي وچ ۾ جنگ جو خطرو پيدا ٿي رهيو هو. ان لاءِ انهن جون وايون بتال هيون. هو سوچي رهيا هئا ته هاڻي اسان جو شام سان واپاري سلسلي جو ڏڳ بند ٿي ويندو. اسان جو واپار بلڪل ختم ٿي ويندو ۽ اسان داڻي داڻي کان سڪنداسين. ان لاءِ سڀ دارالندوة ۾ گڏ ٿيا. اها نهن جي صلاح مشوري جي جاءِ هئي. هتي سيني گڏجي هڪ صلاح ڪئي ته اسلام جي ٻوڏ کي روڪجي نه ته هو اسان کي ٻوڙي ڇڏيندي. مختلف مشورا ڏنا ويا.

هڪ چيو:

”محمدﷺ کي زنجير سان جڪڙي ڪنهن گهر ۾ بند ڪري ڇڏجي.“

ٻئي مشورو ڏنو:

”خدا جو قسم! جي قيد ڪيوسين ته ڇئو طرف چوبول ٿي ويندو. مسلمان هڪدم حملو ڪري ڏيندا. جيستائين هو ڇڏائيندا نه تيستائين هو آرام سان نه وهندا.“

ٽيئن چيو:

”محمدﷺ جو هتي رهڻ اسان لاءِ سنو ناهي. هنﷺ کي ڪنهن ڏوراهين جاءِ تي ڇڏي اچجي. پوءِ هن جي مرضي جاڏي وڃي.“

چوٿين چيو:

”هي ته عجيب صلاح آهي. ڏسين نٿو، هو ڪهڙيون منٺيون منٺيون ڳالهيون ٿو ڪري. هن جي ڳالهه ٻولهه جو طريقو ڪهڙو نه پلو آهي جو منٽن ۾ موهي ٿو ڇڏي. ايئن ڪرڻ خطري کان خالي ڪونهي. هو يا ته ڪنهن ٻئي قبيلي ڏانهن هليو ويندو ۽ پنهنجي من موهيندڙ لفظن سان انهن کي پنهنجو ڪري ڇڏيندو يا وري اتان مديني پهچي ويندو. جيڪڏهن مديني پهتو ته اسان جي لاءِ وڏيڪ نقصانڪار ثابت ٿيندو. ويندي ئي پنهنجي ساٿين کي گڏ ڪري اسان کي پيهي ڇڏيندو.“

پوءِ ڇا ڪجي؟ سڀني گڏجي پڇيو. آوازن ۾ گهٻراهٽ ۽ مايوسي هئي.

ابوجهل چيو هڪ صورت آهي جيڪا هن مهل تائين ڪنهن به نه سوچي آهي.

سڀني پڇيو (ڏاڍي اتساهه مان):

”ٻڌا ٻڌا، اهو ڇا آهي ابوالحڪم؟“

هن وراڻيو:

”منهنجي صلاح اها آهي ته هر قبيلي مان هڪ بهادر نوجوان کي چونڊيو وڃي ۽ اهي تلوارن سان هٿيار بند هجن. سڀئي گڏجي محمد(ﷺ) تي حملو ڪن. اهڙي نموني هو ختم ٿي ويندو ۽ هميشه جي لاءِ اسان جي جان ڇٽي پوندي. هن جو خون تمام قبيلن ۾ ورهائجي ويندو ۽ بنوهاشم سڀني قبيلن سان وڙهي نه سگهندو ۽ مجبورن خون بها (يعني سئو اٺ) تي راضي ٿيندو.“

هي رٿ سڀني کي وڻي. سڀ خوشي ۾ نچڻ لڳا ۽ سڀ ابوجهل جي ساراهه ڪرڻ لڳا.

”ابوالحڪم! سچ ۾ ان کي ئي راءِ چوندا آهن.“

گڏجاڻي ختم ٿي. هر ڪو خوش ٿي رهيو جڻ محمدﷺ واقع ئي ختم ٿي چڪو هو ۽ پاڻﷺ جي دين جي دعوت هميشہ لاءِ ختم ٿي وئي. پاڻﷺ جي ياد ذهنن مان نڪري وئي. اوهانﷺ جي دعوت کان دنيا بيخبر رهجي وئي ۽ ان تي وقت جي واري جا تهن مٿان تہ چاڙهي ويا. هو جوڏن جي چونڊ ۾ لڳي ويا جيڪي محمدﷺ کي پورو ڪن ۽ انهن جي لاءِ تلوارون تيز ڪرڻ لڳا تہ جيئن هو پاڪ جسم تي هلائن.

**وَإِذْ يَمْكُرُ بِكَ ٱلَّذِينَ كَفَرُوا۟ لِيُثْبِتُوكَ أَوْ يَقْتُلُوكَ أَوْ يُخْرِجُوكَ ۚ وَيَمْكُرُونَ وَيَمْكُرُ ٱللَّهُ ۖ وَٱللَّهُ خَيْرُ ٱلْمَٰكِرِينَ** (سورت انفال آيت 30)

۽ (اي پيغمبر ياد ڪر) اهو وقت ياد ڪر جڏهن ڪافر تنهنجي باري ۾ منصوبا ٺاهي رهيا هئا تہ توکي قيد ڪن يا توکي قتل ڪن يا جلاوطن ڪن. هو پنهنجا منصوبا ٺاهي رهيا ۽ الله پنهنجو منصوبو ٺاهي رهيو ۽ الله سڀني کان بهترين منصوبا جوڙيندڙ آهي.

مشرڪن قتل ڪرڻ جي رٿ رٿي ۽ ان لاءِ هر ڪنهن سندرو ٻڌو چاڪاڻ هاڻي قتل هر هڪ قبيلي ۾ ورهائجي رهيو هو ۽ آلِ هشام پلاند بہ نہ وٺي سگهندو.

ٻئي طرف الله جو فيصلو ڪري چڪو هو تہ اوهانﷺ کي ڪا رهڙ بہ نہ اچي. ان ڪري قريش ڪامياب نہ ٿيا. الله اوهانﷺ جي مدد فرمائي ۽ ڪافر هڪ ٻئي جا منهن ڏسندا رهجي ويا.



آخر ڪار اها ڀوائتي رات اچي وئي، جنهن ۾ مشرڪ محمدﷺ کي مارڻ لاءِ پهچي ويا. اهي گهر جو گهيرو ڪري ويهي رهيا. ڪيڏو نہ ڊيڄاريندڙ منظر هو. انهن جون اکيون ڪاوڙ منجهان ٽانڊن جيان ٻئي ٻريون ۽ هٿن ۾ هٿيار هئا جيڪي محمدﷺ جي رت سان رڱا ٿيڻ لاءِ تيار هئا. عرب ۾ عورتن واري گهر ۾ گهڙڻ عيب سمجهيو ويندو هو. ان لاءِ هو سڀ ٻاهر لڪي ويهي رهيا ۽ موقع جو انتظار ڪرڻ لڳا تہ محمدﷺ جيئن ئي گهر کان ٻاهر نڪري هو هن کي ذبح ڪري ڇڏين.

ٻئي پاسي الله تعالىٰ پاڻﷺ کي ٻڌائي ڇڏيو.حضرت عليؓ بہ پاڻﷺ سان گڏ هئا. پاڻﷺ هن کي فرمايو:

”مون کي هجرت جو حڪم ٿيو آهي. دشمن گهر کي گهيري ويٺا آهن ۽ مون کي مارڻ لاءِ موجود آهن.“

وري فرمايائون:

”عليؓ! مان اڄ مديني ويندس. تون منهنجي بستري تي منهنجي سائي چادر ويڙهي سمهي پؤ. الله کندو توکي ڪا رُهندبہ نہ ايندي. صبح جو ماڻهن جون امانتون انهن کي واپس ڪجان. پوءِ تون بہ هليو اچجان.“

قريش پاڻ ﷺ جي جان جا دشمن هئا پر پوءِ پنهنجون امانتون حضور ﷺ وٽ رکندا هئا. انهن کي خبر هئي تہ اوهين ”امين“ آهيو. جنهن کي امانت رکڻي هوندي هئي اهو پاڻ ﷺ وٽ ئي امانت رکرائيندو هو. هجرت وقت بہ پاڻ ﷺ گهڻن ماڻهن جون امانتون پيل هنيون. ان جي ڪري پاڻ ﷺ حضرت عليؓ کي پاڻ سان گڏ نہ وٺي ويا ۽ امانتون واپس ڪرڻ لاءِ مڪي ۾ ڇڏي ويا.

الله !الله! زمين ۽ آسمانن وارن ڪڏهن بہ اهڙو منظر نہ ڏٺو هوندو. هڪ پاسي بيرحم دشمن هٿن ۾ تيز تلوارون ڪنيون مارڻ جا منصوبا ناهي رهيا آهن ۽ ٻئي ”قريش جي امين“ جي ايمانداري ۽ امانتن جا انبار آهن. هي امانتون ڪنهن جون آهن؟ انهن ئي مارڻ وارن جون. جي چاهن ها تہ سڀ امانتون پاڻ سان گڏ کڻي هليا وڃن ها. نہ اوهان کان ڪير پڇي ها ۽ نہ وري ڪير ڪجھ ڪري سگهي ها. ان وقت پاڻ ﷺ غريبي جي حالت ۾ هئا ۽ پئسن جي تمام گهڻي گهرج هئي. پر اهي سڀ ڳالهيون هڪ پاسي ۽ ”امين “ جي ايمانداري ٻئي پاسي. فقط اهوئي نہ پر پنهنجي پياري سئوٽ عليؓ کي بہ خطري ۾ڇڏي ويو. ڇو؟ صرف پراين امانتن جي لاءِ. جيڪي هنيون بہ دشمنن جون. (ڪيڏي نہ ويچار جهڙي ڳالھ آهي. ڪهڙي نہ اعلىٰ مثال اسان لاءِ قائم ڪيائين. ڇا اسان ڪڏهن ان مثال تي عمل ڪرڻ جو سچيو آهي؟؟؟)

حضرت عليؓ کان موڪلائي پاڻ ﷺ روانا ٿي ويا. ٻنهي هڪ ٻئي کي محبت وچان فرمايو:

”ان شاء الله! مديني ۾ ملنداسين.“

پوءِ حضرت علي موت جي بستري سائي چادر ويڙهي سمهي پيو. دشمنن کي اوهان ﷺ جو انتظار هو. انهن کي هڪ هڪ گهڙي سالن جي برابر پئي لڳي. جڏهن گهڻي دير ٿي وئي تہ هو سوراخن مان اندر ڏسڻ لڳا. بستري مبارڪ ڏسي هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا:

” هو ڏسو محمد(ﷺ) مٿان چادر وجهي ستو پيو آهي.“

هو سمهڻ واري جو انتظار ڪرڻ لڳا تہ جيئن هو ٻاهر اچي تہ هن کي ختم ڪري ڇڏيون. ان کان اڳ هيئن ٿيو جو اڌ رات ٿي تہ هنن تي ننڊ غالب ٿي وئي ۽ پاڻ ﷺ انهن کي ستل ڇڏي اتان نڪري ويو.

ان کان به ڏينهن اڳ حضرت ابوبڪر صديقؓ جي گهر آيا. ٻپهري جو وقت هو. دروازو کڙڪيو. حضرت ابوبڪرؓ ٻاهر آيو. پاڻ ﷺ نظرپوندي ئي چيائين:

”ڪا خاص ڳالهه آهي، جو هن وقت اوهانﷺ زحمت ڪئي آهي!“

اجازت ملڻ ڪان پوءِ روسول الله ﷺگهر داخل ٿيا. ۽ فرمايائون:

گهر ۾ ڪير ڪير آهي؟ انهن کي ٿورو پري ڪر، ڪجهه صلاح ڪرڻي آهي“.

حضرت ابوبڪرؓ فرمايو:

”اوهانﷺ جي گهر واري ڪانسواءِ ٻيو ڪير به ڪونهي (امان عائشہؓ سان اوهان جو نڪاح ٿي چڪو هو).

پاڻﷺ فرمايو:

”هجرت جي اجازت ملي وئي آهي.“

حضرت ابوبڪرؓ (ڏاڍي اتساهہ مان):

منهنجو پيءُ اوهانؐ تي قربان!.... ڇا مون کي اوهانﷺ جي ساٿ نصيب ٿيندي؟“

پاڻﷺ فرمايائون:

”ها.“

اهو ٻڌندين ئي حضرت ابوبڪرؓ جي اکين مان خوشي ڳوڙها ڳڙڻ لڳا. عرض ڪيائون:

” رسول الله! مون ڪجهہ سامان تيار ڪيو آهي جيڪي جهاد ۾ ڪم ايندو. سفر جي لاءِ ٻه اُٺ به تيار ڪيا آهن. ۽ عبدالله بن عريقط سان به ڳالهايو آهي. اهو سفر ۾اسان جو سهولتڪار هوندو.“

پاڻﷺ فرمايائون:

” هن وقت انن جي ضرورت ناهي. اسان ڏکڻ ڏانهن هلنداسين ۽ غار ثور ۾ ڪجهہ ڏينهن رهنداسين.“

حضرت ابوبڪرؓ سمجهي ويو ته ان ۾ ڪهڙو فائدو آهي؟ هن ڪان اڳ ڪيترائي ڀيرا ئي اوهانﷺ جي حيرت انگيز بصيرت جو تجربو ڪري چڪو هو خبر هيس ته پاڻﷺ اهڙا بهترين منصوبا ناهيندا آهن جو دشمن جو منهن ڪليل جو ڪليل رهجي ويندو آهي.

غار ثور مڪي ڪان ٽن ميلن جي مفاصلي تي ڏکڻ طرف يمن جي رستي تي آهي. پاڻﷺ سوچيو ته جيڪو به ٻڌندو ته حضرت محمد ﷺ مڪي ڪان هليا ويا آهن. هرڪو ايئن ئي سمجهندو تہ محمدﷺ مديني ڏانهن ويا آهي ۽ پڪڙڻ لاءِ اتر طرف ڊوڙ پائيندا ڇو ته مدينو مڪي جي اتر ۾ آهي. پاڻﷺ اهڙو منصوبو جوڙيو جو پڪڙڻ وارا ناڪام ٿي موٽي وجن ۽ اها بہ خبر نہ پوي تہ پاڻﷺ ڪنهن پاسي ۽ ڪاڏي ويا؟

مڪي جي آخري رات جڏهن دشمنن گهر جو گهيرو ڪيو هو ته پاڻﷺ ابوبڪرؓ جي گهر پهتا. هن کي ساڻ ڪري گهر جي پٺيان دري مان ٻاهر نڪري ، ٻاڻ اونداهي رات جي خاموشيءَ ۾ تيزيءَ سان هلڻ لڳا. مڪي مان نڪري ڏکڻ طرف رخ ڪيائين ۽ غار ثور ڏانهن تيزي سان وڌڻ لڳا.

هوڏانهن صبح جو سوير حضرت عليؓ جي اک کلي ۽ هنڌ تان اٿي آيو. جيئن ئي آواز ٿيو تہ دشمن بہ هوشيار ٿي ويا تہ هاڻي ڪم ڪرڻ جو وقت آهي.

پر..........محمدﷺ جي هنڌ مان ڪير اٿيو؟

ماڻهو هر هر سوراخ مان جهاتيون پائي ڏسي رهيا هئا ۽ حيران ٿي اتان پري ٿي پئي ويا. هي سمهي اٿڻ وارو تہ محمدﷺ ناهي! هي تہ ابوطالب جو پٽ عليؓ آهي.

اڙي!اڙي! هي ڇا آهي؟

اهي ئي لفظ هئا جيڪي هنن زبانن مان بي اختيار نڪتا. هو تہ حيران ۽ پريشان ٿي ويا.

ڇا اسان سڄي رات عليؓ جي لاءِ ويٺا هئاسين؟ ڇا اسان عليؓ کي محمدﷺ سمجهي ويٺا هئاسين؟

عليؓ اڄ محمدﷺ جي هنڌ ڇو ستو؟ ۽ محمدﷺ ڪٿي آهي؟

سڀ وائڙن وانگر هڪ ٻئي کان پڇڻ لڳا پر جواب ڏيڻ وارو ڪو بہ نہ هو. ٿوريءَ دير ۾ سندن ماڻهو بہ اچي پهتا ۽ هاڻي ڏسندين ئي ڏسندين ماڻهن جو ميڙ لڳي ويو، هر ماڻهو بيچينيءَ سان پڄندو ٿي آيو تہ ڏسون محمد ﷺ جو ڇا حال ٿيو؟ پر جڏهن هو اتي پهتا تہ خبر پين تہ محمدﷺ ڪٿي لڪي ويو آهي.

سڀ حيران ٿي ويا. ڪاوڙ ۽ ڪروڌ ۾ بيحال ٿي رهيا هئا. گهر گهڙي عليؓ کان پڇائون:

”محمد(ﷺ) ڪٿي آهي؟“

جواب مليو:

”مون ناهي خبر“

هاڻي عليؓ کي پڪڙي ٻاهر وٺي آيا ۽ هن کي تمام گهڻو مارڻ لڳا تہ جيئن محمدﷺ جي خبر پئجي سگهي پر هر هر اهو چئي رهيو:

”مون خبر ڪانهي “

جڏهن اهي بلڪل نااميد ٿي ويا تہ عليؓ کي ڪٽي ڪعبي ۾ بند ڪيائون. اتي بہ انهن کي هن تي رحم نہ آيو لاڳيتو ظلم ڪندا رهيا ايستائين جون حضرت عليؓ جا ڪجھ مائٽ وچ ۾ اچي هن کي ڇڏايائون.

جنهن ڏينهن مشرڪن مارڻ جو منصوبو ناهيو. ان ڏينهن ئي پاڻﷺ هنن جي هٿن مان نڪري ويو. ان ڳالھ جو مشرڪن کي دلي صدمو پهتو . تنهنڪري هو ڪاوڙ ۾ چرين وانگر هڪ ٻئي سان ڏند چڪيون ڏيڻ لڳا. ۽ پريشاني ۾ پاڻﷺ کي ڳولڻ لاءِ هنن جي پيچ پچان لڳڪي پئي هئي. ڪجھ مديني ڏانهن ڀڳا ۽ ڪجھ ابوبڪرؓ جي گھر ڏانهن ڇاڪاڻ تہ انهن کي خبر هئي تہ حضرت ابوبڪرؓ اوهانﷺ جو گهاٽو دوست آهي ۽ پاڻﷺ کي بہ ابوبڪرؓ سان گهڻي محبت هئي. انهن ماڻهن ۾ ابوجهل بہ هو. دروازو کڙڪايائون تہ ابوبڪرؓ جي وڏي ڌي اسماءؓ نڪتي. دشمنن پڇيو:

”پيءُ ڪٿي اٿئي؟“

اسماءؓ جواب ڏنو:

”ڪا خبر ڪانهي هو ڪٿي آهي.“

دشمن سمجهي ويا تہ ابوبڪرؓ بہ محمدﷺ سان گڏ ويو آهي. ابوجهل ڪاوڙ ۾ تپيو وينو هو. سو بدنصيب ڪان برداشت نہ ٿيو ۽ اهڙي زور سان چماٽ هنئين جو ڪن جي والي پري وڃي ڪري. پوءِ دشمن مو ٽي آيا ۽ اهڙو پيرو آڊي (واڊو) ڳولڻ لڳا جيڪو پيرا ڳولڻ ۾ انهن جي مدد ڪري.

ڳولڻ ڪانپوءِ هنن هڪ ماڻهو هٿ ڪيو جيڪو ماهر پيرو آڊي هو. هن جو نالو سراقا بن مالڪ هو. هو روسولﷺ ۽ عاشق رسولؓ جا پيرن جا نشان ڳوليندو هلڻ لڳو. پويان قريشين جا ٽولا هئا. هلندي هلندي هو مڪي ڪان ٻاهر اچي ويا. هاڻي سراقا ڏکڻ ڏانهن رخ رکيو ۽ ثور جبل ڏانهن وڌڻ لڳو. ماڻهون اچرج ۾ هئا ۽ هر ڪو تپرس ۾ هڪ ٻئي چئي رهيو:

” آخر محمد(ﷺ) ڪيڏانهن ويو؟ ڏکڻ ڏانهن يا اتر ڏانهن.“

دشمنن کي ڪجهه سمجهه ۾ نہ پئي آيو پر هو ساراقا جي پنيان هلندا رهيا متان ڪاميابي ملي. ساراقا واري تي پيرن جا نشان ڏسندو اڳتي وڌي رهيو هو. پوءِ.....پوءِ هو ثور جبل تي چڙهڻ لڳو.

الله!الله! الله پنهنجي رسولﷺ سان واعدو ڪيو هو تہ

”هو دشمنن جي سازش کي ناڪام ڪندو ۽ پاڻﷺ کي تر جيتري بہ تڪليف نہ ايندي.“

الله تعالىٰ ڪان وڌيڪ سچو ڪير ٿي سگهي ٿو؟

سراقا جبل تي چڙهي ويو. دشمنن جا ٽولا بہ ساڻ گڏ هئا. اوچتو هو بيهي رهيو. منهن منجهيل منجهيل هيس ۽ جنهن مان حيراني ۽ پريشاني اهجاڻ صاف نظر اچي رهيا هئا. هن کي سمجھ ۾ نہ پئي آيو تہ هاڻي هو ڪيڏانهن وڃي. دشمنن جڏهن هي حالت ڏٺي تہ پڇيائونس:

”چا ڳالم آهي؟“

سراقا سامهون پيل پٿر ڏانهن اشارو ڪندين چيو:

”هن پٽر تائين تہ ٻئي آيا پر پوءِ خبر ناهي ڪاڏي هليا ويا؟“

هن جي ايئن چوڻ سان ئي وڏن ٺهڪن جا آواز اڀريا:

”اڙي سراقا! اڄ توکي ڇا ٿيو آهي؟ قسم سان، اهڙي نموني تون ڪڏهن بہ نہ پليو آهين.“

ڪجھ پنڌ تي هنن کي هڪ ٻڪرار نظر آيو جيڪو پنهنجون ٻڪريون چاري رهيو هو. دشمنن هن کان پڇيو:

”ڇا تو هن جبل تي ٻن ماڻهن کي چڙهندي ڏٺو آهي؟“

جواب آيو:

”مون تہ ڪنهن کي بہ نہ ڏٺو آهي پر ڏسو متان هو هُن غار ۾ هجن.“

هاڻي قريش تيزيءَ سان جبل تي چڙهڻ لڳا ۽ غار ڏانهن رخ رکيائون. اهي سيئي تيرن، تلوارن ۽ لٺن سان هٿياربند هئا، ۽ هر هڪ محمد ﷺ کي قتل ڪرڻ پئي چاهيو.

واھ محمدﷺ ! ان وقت حضرت محمد ﷺ غار ۾ نماز پڙهڻ ۾ مصروف هئا. ۽ يار غار پرسان وينو ڏڪي رهيو هو. دل ڌڙ ڌڙ ڌڙڪي رهي هئي ته ڪٿي ظالمن جي اوهانﷺ تي نظر نه پئجي وڃي. دشمنن جا آواز به ڪنن تي پئجي رهيا هئا. سندن رخ جو به اندازو بہ ٿي ويو هو. هاڻي تہ پيرن جو آواز، لٺن جي ڪڙ ڪڙ ۽ رڙين جا پوائنتا آواز ويجهو اچي رهيا هئا. ابوبڪرؓ چپ چاپ اوهانﷺ کي ڏسي رهيو هو. ٻيهي ٻيهي خيال پئي آيا تہ ڪاش! مان محمدﷺ کي پنهنجي دل ۾ لڪائي سگهان ها. پاڻﷺ نماز ختم ڪئي. اوهانﷺ جي زندگي خطري ۾ ڏسي ابوبڪرؓ ڏاڍو پريشان هو. منهن لٿل هيس ۽ دل گهٻراهٽ جي ڪري تيز تيز ڌڙڪي رهي هئي. پاڻﷺ ڳالھ سمجهي ويو ۽ هن جلدي ۾ فرمايو:

**(لا تَحْزَنْ إِنَّ اللّٰهَ مَعَنَا )** - (سورت توب آيت 30)

ڊپ نہ ڪر، الله اسان سان گڏ آهي.

قريش جو هڪ نوجوان تڪڙو تڪڙو غار ڏانهن آيو. اڃان هو ڪجھ مفاصلي تي هو، اوچتو ٻيهي رهيو ۽ پوئتي موٽي ويو. پشيماني ۽ پڇتاءُ جي ڪري منهن تي مايوسي هئي. هن جا ساٿي جيڪي پٺيان اچي رهيا هئا. هن کي ڏسي اهي بہ ٻيهي رهيا ۽ پڇيائون:

”ڇا ڳالھ آهي؟ غار ۾ اندر ڏسڻ کانسواءِ موٽيو پيو اچين؟“

هن چيو................ ۽ نراسائي مان هن جو دل ويهندو پئي ويو.

”اجان محمدﷺ پيدا ٻہ نہ ٿيو ان وقت کان غار جي منهن تي ڪوريئڙي جو ڄارو ڄميل آهي. غار جي منهن تي ٻن جهنگلي  ڪبوترن جو آکيرو آهي. رستي وڻ ٻہ رستو روڪيو بيٺو آهي. ان مان اندازو ٿيو تہ اندر ڪو بہ ناهي.“

اندر هي آواز ابوبڪرؓ بہ ٻڌي ۽ سمجهي ويو تہ الله تعالىٰ پنهنجي روسولﷺ کي بچائڻ چاهي ٿو، ان جي لاءِ هي سڄو انتظام ڪيو آهي. دشمن غار جي منهن تي پهچي ويا هئا ۽ هيڏي هوڏي چڪر ڪاٽي رهيا. ابوبڪرؓ انهن جي پيرن کي بہ ڏسي رهيو هو. الله جو امر ايئن هو. ڪنهن بہ غار ۾ جهاتي پائي بہ نہ ڏٺو.  ابوبڪرؓ حضورﷺ جي ڪن ۾ آهستي چيو:

”انهن مان ڪو بہ پنهنجي پيرن ڏانهن بہ ڏسندو تہ اسان ان کي نظر اچي ويندا سين.“

پاڻﷺ فرمايو:

”انهن ٻن جي باري ۾ تنهنجو ڇا خيال آهي جنهن سان ٽيون الله آهي؟“

ٿوري دير ڪانپوءِ دشمن غار کان پري هليا ويا. هو جبل کان بہ  هيٺ لهڻ لڳا تہ وري ڪنهن ٻي جاءِ تي ڳوليون. ايتري ڊڪ ڊوڙ ۽ ڳولا ڦولا جو نتيجو ناڪامي هئي. ان باوجود هنن تلاش جو سلسلو جاري رکيو ڇاڪاڻ تہ قريشين اعلان ڪيو هو تہ جيڪو بہ محمدﷺ کي پڪڙي ايندو ان کي سئو اٺ انعام ڏنا ويندا. هر ڪو سئو اٺن جي لالچ ۾ ڳولا جي جستجو ۾ رڌل هو. لالچ انڌي هوندي آهي هو احسان ۽ ايمان کي ناهي ڏسندي.

پياري نبي ڪريمﷺ ۽ حضرت ابوبڪرؓ ٽي ڏينهن غار ۾ رهيا. ابوبڪرؓ جو پٽ عبداللهؓ سڄو ڏينهن اها خبر چار لهندو وتندو هو تہ مڪي ۾ ڇا پيو ٿئي. پوءِ جيڪا به خبر پوندي هئي، رات جو اچي ٻڌائيندا هئا. سندس ڀيڻ اسماءؓ گهر مان ماني پچائي ايندي هئي. ڪجھ اوندھ ٿيڻ وقت ابوبڪرؓ جو غلام عامر بن فهيره بہ ٻڪريون چاري موٽندو هو. اوهانﷺ ۽ حضرت ابوبڪرؓ انهن ٻڪرين جو کير پئندا هئا. پوءِ ٿئي گڏجي واپس مڪي ڏانهن موٽي ايندا هئا. عبدالله ۽ سندس ڀيڻ اڳيان اڳيان هلندا هئا ۽ عامر بن فهيرھ  سندس ٻڪريون پٺيان پٺيان هلنديون ته جيئن ٻنهي جي پيرن جا نشان ٻڪرين جي پيرن جي نشانن ۾ گم ٿي وڃن.

اهڙي نموني ٽي ڏينهن گذري ويا. پياري رسولﷺ ۽ ابوبڪرؓ جي هاٿي ڳولا بہ بند ٿي وئي ۽ جيڪي ماڻهو اوهانﷺ کي ڳولڻ لاءِ نڪتا هئا، اهي مايوس ٿي گهر موٽي آيا. انهن سوچيو تہ هاٿي محمدﷺ خبر ناهي ڪٿي پهتو هوندو. ان ڪري پيڇو ڪرڻ فضول آهي.

عبدالله هر روز پنهنجي مٺي محمدﷺ ۽ پياري پيءُ کي قريش جون سموريون خبرون ٻڌائيندو هو، قريشين جي مايوسي جو حال بہ ٻڌايو. حضرت ابوبڪرؓ اهو ٻڌي عبداللهؓ کي چيو:

مون جيڪي به اُٺيون تيار ڪيون آهن، انهن کي ٻہ ڪاهيون اچجان، پر ڏس، ڪنهن کي به خبر نه پوي. عبدالله بن اريقط کي پاڻ سان گڏ وٺيون اچجان.

هو ڪافر هو پر حضرت ابوبڪرؓ کي ان تي ڀروسو هو. ان ڪري هن ان کي محنتاڻي تي راضي ڪيو هو ته هو ڪنهن غير آباد رستي کان مديني پهچائيندو.

شام ٿيندي ئي عبدالله غارِ ثور ڏانهن روانو ٿيو. سندس ڀيڻ اسماء ۽ عامر بن فهيره به ساڻس گڏ هئا. سندس پنيان عبدالله بن اريقط هو. جيڪو حضرت ابوبڪر صديقؓ جا به اُٺيون ۽ هڪ پنهنجي ٻہ ڪاهيون پئي آيو.

ٿوري دير اهي ڏاچين سميت غار ۾ پهتا. ٻنهي ڏاچين مان جيڪا سٺي هئي، حضرت ابوبڪرؓ اها اوهان جيﷺ کي پيش ڪئي۽ عرض ڪيو:

”يا رسول اللهﷺ! هن تي سواري ڪريو.“

محسن عالمﷺ کي ڪنهن ٻئي جو احسان کڻڻ ڪيئن قبول هو؟ پاڻﷺ فرمايائون:

”مان ڪنهن ٻئي جي اُٺ تي نه ويهندس.“

حضرت ابوبڪرؓ عرض ڪيو:

هاڻي هي اوهانﷺ جي آهي. يا رسول اللهﷺ! منهنجا ماءُ پيءُ اوهانﷺ قربان ٿين.“

اوهانﷺ فرمايو:

” نه جيتري ۾ ورتي اٿئي، ان ساڳئي قيمت تي. “

ابوبڪرؓ کي مجبورن ڳالھ مڃڻي پئي. حضرت اسماءؓ مسافري جي لاءِ کاڌي جو بندوبست ڪيو. هو گهر مان صُبوحڙي (نيرن) جي ٿوڪريءَ ۾ ماني ۽ پاڻيءَ سان ڀريل هڪ ڪلي کڻي آئي. ٻنهي شين کي ڏاچين تي رکڻو هو پر ٻڌڻ لاءِ ڪا شي ڪو نہ هئي. ان لاءِ هو پريشان ٿي وئي؟

هن کي هڪ طريقو ياد آيو. هن پنهنجو نطاق (چيلھ بند) کولي ان جا به ٽڪرا ڪيا ۽ هڪ سان نيرن جي ٿوڪري ٻڌي ۽ ٻئي سان ڪلي ٻڌي. ان جي ڪري هو ”ذاتُ النِطاقين“ (ٻن چيلھ بندن واري) جي لقب سان مشهور ٿي.

پوءِ اوهانﷺ ۽ ابوبڪرؓ ٻنهي اُٺين چڙهيا. عبدالله بن اريقط به پنهنجي اُٺي تي ويهي رهيو. ابوبڪرؓ پنهنجي پنيان غلام کي ٻہ ويهاريو تہ متان رستي تي ڪا ضرورت نہ پئجي وڃي. پوءِ هي قافلو عبدالله بن اريقط جي رهنمائي هيٺ روانو ٿيو. ساموندِي رستي کان ٿيندو اڳتي وڌڻ لڳو. جيڪو بلڪل ويران ۽ اڻ وسايل زمين هئي.



قريشين جي خواهشن جو خون ٿي ويو. دل جا ارمان دل ۾ ئي رهجي ويا. ان ڳالھ جو هنن کي ڏاڍو ڏک ۽ صدمو هو. سو هو جتي بہ گڏ ٿيندا هئا اتي ان ڳالھ جو پڻڪو پٽيندا هئا تہ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم سندن هٿ مان نڪري ويو ۽ ان ڳالھ تي ويهي افسوس ڪندا هئا. قريش هڪ ڪچهري ۾ ويهي ان ڳالھ تي ڏک ۽ افسوس جو اظهار ڪري رهيا هئا ته هڪ شخص اندر داخل ٿيو. هو ڪنهن سفر تان موٽيو هو. هن چيو:

”مان سامونڊي رستي کان اچي رهيو هوس ته مون ٿي ماڻهو ڏٺا. منهنجي خيال ۾ تہ اهي محمدﷺ ۽ سندس ساٿي هئا.“

سراقا نالي هڪ ماڻهو بہ هو. جيڪو جعشم جو پٽ هو. هو ڏاهو ۽ سمجهدار ماڻهو هو. اها ڳالهه ٻڌڻ سان ئي هو سمجهي ويو ته هن ماڻهوءَ جو انداز بلڪل صحيح آهي. پر هن جي خواهش هئي ته محمد ﷺ کي پڪڙڻ جو اعزاز مونکي ملي ۽ انعام جا سؤ اٺ منهنجي دروازي تي ٻڌجن. تنهنڪري هن فورن ماڻهن کي گمراه ڪرڻ ان ڳالھ کي رد ڪيو ۽ چيو:

”بلڪل بہ نہ. هو اهي ناهن. هاڻي هاڻي منهنجي اڳيان ائي تہ اهي ماڻهون اوڏانهن ويا آهن. مان انهن کي چڪي طرح سڃاڻيان ٿو.“

سيني کي سراقا جي ڳالھ صحيح لڳي ۽ ڪنهن بہ ان ماڻهو جي ڳالھ تي ڌيان نہ ڏنو. ڪجھ دير تائين سراقا اتي وينو ۽ پوءِ گھر ڏانهن هليو ويو.

گھر پهچندي ئي پنهنجا هٿيار ڪٺي تيار ٿي ويو. پوءِ هن پنهنجي هڪ نوڪر کي چيو ۽ هن گهوڙي تي زين چاڙهي ان کي مڪي کان ٻاهر پهچايو. ٿوري ئي دير ۾ سراقا به مڪي وارن کان لڪي اتي اچي پهتو. چاڪاڻ ته هن چاهيو پئي مڪي کان ٻاهر نڪرڻ وقت کو به ڪيس نه ڏسي، پوءِ جڏهن هو مڪي کان ٻاهر پهتو ته گهوڙي تي چڙهي وينو ۽ گهوڙي جي لغام ڍري ڪري ڇڏيائين. هاڻي گهوڙي جون ٽاپون هنيون، ٽاپن جي اڏرندڙ مٽي هئي ۽ سمنڊ ڏانهن سفر هو.

ڇا اهو ممڪن هو ته سراقا محمد ﷺ کي پڪڙي سگهي، جڏهن ته الله تعاليٰ اوهانﷺ کي غار جي خطرن کان بچايو هجي؟ نہ بلڪل بہ نہ. الله تعاليٰ محمدﷺ کان پنهنجون نظرون ڪيئن پري ڪري سگهي ٿو، جڏهن تہ هن واعدو ڪيو هو ته سيني سازشن کي هو ناڪام ڪندو.

گهوڙو اجان ٿورو پري هو، ته گهوڙي ٽاٻو کاڌو ۽ سراقا ذري گهٽ زمين تي ڪرڻ وارو هو پر هن جلدي ۾ پاڻ کي سنڀالي ورتو. هاڻي گهوڙو هوا ۾ ترڻ لڳو. اجان ٿورو مس پڳو تہ وري هن ٽاٻو کاڌو هن پيري بہ سراقا پاڻ کي سنڀالي ورتو. سراقا همت نه هاري ۽ هن وري گهوڙي کي ڪڙي هنئين ۽ جيتوڻيڪ هو ڪجھ هيس جي ويو هو. ڪجهه ڊپ ۽ خوف بہ هو. ڪجهه نراسائي هن تي ڇانئجي وئي هئي. ٻئي پاسي گهوڙي وري ڊوڙڻ شروع ڪيو.

هي قافلو هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات لاڳيتو هلندو رهيو. رستي ۾ ڪو دشمن نہ مليو ۽ نہ وري ڪو پيڇو ڪندڙ نظر آيو. ان ڪري حضرت ابوبڪرؓ هاڻي بلڪل مطمئن هو ۽ هن جي دل مان پريشاني ۽ گهبراهٽ ختم ٿي چڪي هئي. پاڻ ﷺ کي ڪنهن به قسم جي خطري جو ڪو بہ خوف نه هو. جڏهن ٻيون ڏينهن ٿيو ۽ سج جي تپش سان جسم سڙڻ لڳو تہ حضرت ابوبڪرؓ جي خواهش ٿي ته حضور ﷺ ڪجهہ آرام ڪري وٺن سو هن چئوطرف نظر وڌي تہ هنن کي هڪ جبل جي هيٺان ڪجهہ ڇانو نظر آئي، هو تي سواري کان هيٺ لٿا. پجلدي جلدي ابوبڪرؓ اوهان ﷺ جي لاءِ هڪ جاءِ تي ٻڪري جي کل وڇائي ڪاڌو اڳيان رکيو. سيني گڏ جي ماني ڪاڌي ۽ پوءِ ٿوري دير لاءِ پاڻ ﷺ اکيون بند ڪري آرام فرمائڻ لڳا.

ٽپهري ٿي چڪي هئي ۽ ان وقت ڀرسان هڪ ٻڪرار پنهنجون ٻڪريون چاري رهيو هو. حضرت ابوبڪرؓ اُٿيو ۽ کيس کير ڏوهڻ لاءِ چيو. پوءِ حضرو ﷺ وٽ آيو ۽ کير ۾ ٿورو پاڻي ملائي پيئڻ لاءِ پيش ڪيو. اوهان ﷺ کير پيئڻ کان پوءِ پڇيو:

”ڇا اجان هلڻ جو وقت ناهي ٿيو؟“

پوءِ اتان هلڻ لڳا. اوچتو ابوبڪرؓ ڏکڻ پاسي ڏٺو تہ هڪ سوار تمام تيزيءَ هنن ڏانهن اچي رهيو هو. ابوبڪرؓ جي دل جي ڌڙڪن تيز ٿي وئي. هن عرض ڪيو:

”الله جا رسول ﷺ، هاڻي تہ پڪڙجي پياسين!“

پاڻ ﷺ جي سڪون جو ساڳيو حال هو. ڏاڍي آرام سان فرمايو:

”ابوبڪرؓ! ڊڄ نہ، الله اسان سان گڏ آهي.“

الله يقينن انهن سان گڏ هو. سراقا جو گهوڙو هاڻي بلڪل ويجهو اچي ويو ۽ بلڪل اکين جي اڳيان هو ۽ هن جي گهوڙي جي ٽاپن جو آواز ڪنن تائين پهچي رهيو. پر اوچتو گهوڙو ٿاٻڙيو ۽ هن پيري گهوڙي جا پير گوڏن تائين زمين جي اندر هليا ويا ۽ سوار جهٽڪي سان اچي زمين تي پيو. هن جو منهن مٽي سان ڌوڙ ٿي ويو. هن جي همت هاڻي جواب ڏئي ڇڏيو. سراقا پڪ ٿي وئي تہ هي ڪنهن وڏي مصيبت جا اهڃاڻ آهن. مون جيڪو ڪم هٿ ۾ ڪنيون آهين الله ان ڪم کان راضي ناهي. ان ڪري هو اتي بيهي رهيو ۽ وڏي آواز سان اوهان ﷺ ۽ سندس ساٿين کي سڏڻ لڳو:

”مان جعشم جو پٽ سراقا آهيان. ٿورو بيهو مون کي اوهان ﷺ سان ڳالهائڻو آهي. الله جو قسم مان اوهان ﷺ کي ڪو بہ نقصان نہ پهچائيندس. مون تي يقين ڪريو مان ڪجهہ بہ نہ ڪندس."

محمد ﷺ فرمايو:

”ابوبڪرؓ پڇينس ڇا ڪپيس؟“

ابوبڪرؓ پڇيو:

”ٻڌاءِ، تون ڇا ٿو چاهين؟“

سراقا وراڻيو:

”پناهه جو پروانو.“

رحمت عالمﷺ هن جي درخواست قبول ڪئي. ۽ حضرت ابوبڪرؓ کي لکڻ جو حڪم فرمايو. چمڙي جو هڪ ٽڪرو هو. ابوبڪرؓ ان تي لکيو. پوءِ سراقا کي اهوڏنائين. سراقا اهو وٺي گهوڙي تي چڙهي واپس مڪي موٽي آيو.

اهو سڀ ڪجهه ٿيو پر سراقا ڪنهن سان ڪا به ڳالهه نه ڪئي. بهرحال، هاڻي هن کي اوهانﷺ سان تمام گهڻي محبت ٿي وئي هئي ۽ بي انتها اُنس ۽همدردي به. سو هاڻي جڏهن هو ڏسندو هو ته ڪو اوهانﷺ کي ڳولڻ لاءِ نڪري رهيو آهي ته سراقا ان کي ابتي واٽ لائي ڇڏيندو هو ۽ جيترو ٿي سگهندو هو ان کي روڪڻ جي ڪوشش ڪندو هو.



جڏهن حضور صلي الله عليه وسلم هجرت ڪئي ته مڪي ۾ عليؓ لاءِ ڪجهه باقي نه رهيو. هڪ ته زندگي کي خطرو هو ٻيو پاڻﷺ جي جدائي جو ڏک. هاڻي مڪي جي مٽي ۾ محبوبﷺ بنان هن کي مزو ئي نه پئي آيو. هر وقت بس مٺي محبوبﷺ سان ملڻ جي خواهش هيس.امانتن مان اجو ٿيندي ئي مڪي کان موڪلايائين. سواري لاءِ نه ڪو اُٺ هو نه وري ڪو خچر. پر اوهانﷺ سان ملڻ جي شوق ۾ پيرين پنڌ تڪڙو تڪڙو نڪري پيو.

نَوَ نِيَرَ ڏَهَ ڏاوِڻيُون، پَنرَهَ(پندرنهن) پَئِندَ پَياسِ،

سَجَڻَ يادِ پِياسِ، چِرڪِ چِنائِين هِڪِڙي.

سبحان الله! اها هئي عليؓ جي عقيدت، وفادري ۽ محبت! ڪهڙو نه اعليٰ انسان هو ۽ ڪهڙي نه پلي طبيعت هيس!

ان زماني ۾ ايڏي ڏکي مسافري......... اها به اڪيلي ۽ بنان ڪنهن سامان جي....... ۽ اها به پنڌ! ايڏي همت ۽ ايڏو اڻ ٽر ۽ اٽل ارادو!

رستو به ڪهڙو؟ سنسان ۽ سڃو ريگستان، هر پاسي سڃ ۽ رڃ جا واڪا، نه چِپر نه وري ڇانوَ جو امڪان، مٿان سج جي گرمي جون گوهيون ۽ هيٺ تپيل ۽ تتل واري جا ڍير باهه جا ٻوچڻ ويڙهيو وينا هئا. اهي سڀ شيون هڪ پاسي، چاهت چري ٻئي پاسي. (اَکِيُون پيرَ ڪَري وَڃِجي پَرَ وَڃِجي). حضرت عليؓ بي اختيار خطرن جي ڪڌ ۾ ٽپو ڏنو. رستي جون سختيون سهندو رهيو. ڏونگر ڏاريندو، رات

ڏينهن پيرين پنڌ هلندو رهيو. هن جي بس هڪ ئي خواهش هئي. هڪ ئي تمنا هئي تہ پنهنجي پياري ياءُ، سچي دوست سان جلد کان جلد ملان.

هو هلندو رهيو هلندو رهيو ايتري تائين جون پير جون تريون رتوت ٿي پيس، پير سُن ٿي ويس، هلڻ کان هلاڪُ ٿي پيو پر همت نہ هاريائين، هڪ خواهش هئي جيڪا هن کي بي اختيار هلڻ تي مجبور ڪري رهي هئي. رت ۾ رڱيل پير....... تيزي سان هلي رهيا هئا. انهن کي بيهڻ بہ برداشت نہ هو. هن جو سور وارو سريرُ بہ آرام لاءِ آجهائي رهيو هو پر عليؓ کي آرام تڏهن ايندو جڏهن منزل ماڻيندو. سورن جي پيڙ ۽ ٿڪاوٽ جي تڪليف صبر سان برداشت ڪندو رهيو ۽ بيچيني سان ڪعبہ مقصود (پاڻﷺ) ڏانهن هلڻ لڳو.

مديني کان ٽي ميل جي پنڌ تي هڪ ننڍڙو ڳوٺ متانهين تي هو. عاليہ ۽ قبا جي نالي سان مشهور هو. هتي مسلمانن جا اعلىٰ قبيلا موجود هئا. پاڻﷺ انهن وٽ مهمان هو ۽ چوڏهن ڏينهن انهن وٽ رهيا. اتي هڪ مسجد جو بنياد وڌو جيڪا " مسجد قبا" جي نالي سان مشهور ٿي. عليؓ پاڻﷺ سان هتي اچي مليو. هاڻي ننڍو مجاهد وڏي مجاهد سان ساڻ ٿيو. عليؓ جي خوشي جو ڪو اندازوئي ڪو نہ هو. هڪ ئي وقت ۾ ٽي ٽي خوشيون هيس.

ٽي، ٽي خوشيون هڪ ئي وقت گڏ ٿي ويون. ملاقات جي خوشي، دشمنن کان ڇوٽڪاري جي خوشي، ۽ پنهنجي ساٿين سان ملڻ جي خوشي. چوڏهن ڏينهن گذري ويا، ان ڪانپوءِ اوهانﷺ پنهنجي ساٿين سميت شهر ڏانهن روانا ٿيا.

مديني اها خبر پهچي چڪي هئي. هاڻي ڇا هو! هر پاسي عجيب و غريب نظارو هو. مسلمان، مشرڪ ۽ يهودي سڀ خوشيءَ ۾ جهومريون پائي خوشيءَ جا گيت ڳائي رهيا هئا. سيئي ماڻهو پيار ۽ محبت سان منتظر هئا. هر جاءِ هڪ ئي ڏن هئي. اوهان جي اچڻ جي. هر ڪنهن انتظار ۽ اوسيئڙو هو. ننڍڙا ٻار بہ خوشيءَ وچان نچي رهيا هئا ۽ گهٽين ۾ چئي رهيا هئا:

"پياري نبيﷺ اچي رهيو آهي."

ماڻهو هر روز صبح جو شهر مان نڪري ايندا هئا ۽ بيتابيءَ سان اوهانﷺ جي راهہ ڏسندا هئا. ٻپهري تائين اوهانﷺ جو انتظار ڪندا رهندا هئا ۽ پوءِ مايوس ٿي موٽي ويندا هئا. هڪ ڏينهن انتظار ڪري واپس وريا تہ هڪ ٽڪريءَ تان آواز آئي ۽ هوا کي چيريندي ماڻهن جي ڪنن تي پئي.

"اي مدينو وارؤ! جنهن جو انتظار هو اهو اچي ويو".

هن ننڍي جملي سڄي مديني ۾ خوشين جي بهار آڻي ڇڏي. ۽ سيني جون دليون ٽپڻ لڳيون. مردن جون ڇاتيون خوشيءَ سان پرجي ويون ۽ ٻارن ۽ عورتن جا منهن گلن وانگر ٽڙي پيا. اهو آواز هڪ يهودي جو هو، جيڪو مسلمانن وانگر بي صبري سان محمد ﷺ جو انتظار ڪري رهيو هو. هن پنهنجي اکين سان ڏٺو تہ هر مسلمان حضرت محمد ﷺ جي اچڻ جي خوشي ۾ ماڻهون بي قابو ٿي

رهيا آهن. هر گهر ۾ عيد جو ڏيک آهي. هر پاسي خوشي ۽ اتساهہ جي لهر آهي. ڇو؟ محمد ﷺ اچي رهيو آهي. ان ڳالهہ هن کي ڏاڍو متاثر ڪيو ۽ هاڻي هو بہ انهن سان گڏ انتظار ڪرڻ لڳو. اڄ هن هڪ ننڍڙي قافلي کي ايندي ڏٺو. هو هڪدم سمجهي ويو تہ هي اهو ئي پيارو مهمان آهي ۽ خوشيءَ مان رڙ ڪري چيائين:

”اي مدينو وارؤ! جنهن جو انتظار هو اهو اچي ويو“.

سڀ پڪا، پوڙها ۽ جوان جوش مان استقبال لاءِ پنهنجن گهرن مان ٻاهر نڪري آيا، انهن مان گهٽا اوهان ﷺ کي نہ سڃاڻيندا ڇاڪاڻ تہ انهن اڄا تائين اوهان ﷺ کي نہ ڏٺو هو. پر انهن جي دلين ۾ اوهان ﷺ جي محبت جو عڪس موجود هو. هن جي سينن ۾ پيار ۽ جوش جي سمنڊ جون ڇوليون ڇوهيون هيون.

ڪجهيءَ جي وڻ هيٺان پياري نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي اصحابن سڳورن سان ملاقات ٿي. ماڻهو بيقرار هئا پر اوهان ﷺ کي سڃاڻي نہ سگهيا. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه سج کان بچائڻ لاءِ پاڻ ﷺ جي مٿان چادر جهلي بيٺو. تڏهن وڃي ماڻهن کي خبر پئي تہ هو الله جو محبوب رسول ﷺ آهي.

اهو جمعي جو ڏينهن هو. رستي تي نماز جو وقت ٿي ويو. ان وقت اوهان ﷺ بني سالم جي پاڙي ۾ هئا. ان ڪري اتي ئي جمعي جي نماز پڙهيائون. سيئي جان نثار جيڪي اوهان ﷺ کي ڏسڻ کان اڳ مسلمان ٿيا هئا، انهن بہ اوهان ﷺ سان گڏ نماز پڙهي.

ان ڪانپوءِ رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم مديني پاڪ ۾ داخل ٿيا... ان پاڪ سرزمين ۾ جنهن ان وقت هن ﷺ کي پنهنجي اکين تي ويهاريو جنهن وقت پنهنجي وطن وارن اوهان ﷺ مارڻ جي ڪوشش ڪئي. پاڻ ﷺ جا ناناڻان بہ هٿياربند ٿي اوهان ﷺ سان گڏ هلڻ لڳا. اهڙي طرح قباءَ کان مديني تائين اوهان ﷺ جي ٻنهي پاسي فدائين جون قطارون هيون.

عجيب منظر هو. سالن جا سال گذريا هئا، هزارين خوشين ۽ غمن جا واقعا ٿي چڪا هئا. وڏا وڏا ميلا ۽ جشن ملهايا ويا هئا، پر مديني جي گهٽين ڪڏهن بہ اهڙو نظارو نہ ڏٺو ويو هو.

مديني جي هر خاندان جي خواهش هئي تہ رسول الله ﷺ هن جو مهمان ٿئي. ان لاءِ اچي عرض ڪرڻ لڳا:

”رسول الله ﷺ! اسان جي گهر اچي رهو. ڏسو هي منهنجو گهر، هي مال ملڪيت آهي ۽ منهنجي حياتي بہ حاضر آهي.“

رسول الله ﷺ مسڪرائي هنن جي ٿورا مڃيا ۽ انهن جي لاءِ خير جي دعا ڪئي. ان وقت پاڻ ﷺ ڏاچي تي سوار هئا. پاڻ ﷺ هن جي مهار کي ڍرو ڪري ڇڏيو ۽ فرمايو:

”مان اتي رهندس جتي منهنجو مالڪ رهائيندو.“

ڏاچي مديني جي گهٽين هلي رهي هئي ۽ اصحاب سڳورا ؓ جي چئنهي پاسي هئا. ماڻهن جو ميڙ هو جيڪي جوش مان نعرا هڻي رهيا هئا:

”الله اڪبر، محمدﷺ اچي ويا، الله اڪبر رسول اللهﷺ اچي ويا.“

ننڍڙا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون دف وڄائي خوشي مان ڳائي رهيا هئا:

طَلَعَ ٱلْبَدْر عَلَيْنَا  مِنْ ثَنِيَّاتِ ٱلْوَدَاع

چوڏهين جو چنڊ اسان جي سامهون نڪتو آهي  وداع جي لَڪ مان

وَجَبَ ٱلشُكْرُ عَلَيْنَا    مَا دَعَا لِلّٰهِ دَاعَ

اسان تي واجب آهي تہ تنهنجو شڪريو ادا ڪيون

أَيُّهَا ٱلْمَبْعُوثَ فِينَا جِئْتَ بِالْأَمْرِ ٱلْمُطَاع

اي اسان جي وچ ۾ اچڻ وارا  هتي تنهنجون ڳالهيون ٻڌيون وينديون

جِئْتَ شَرَّفْتَ ٱلْمَدِينَة  مَرْحَبًا يَا خَيْرَ دَاع

تنهنجي اچڻ سان مديني جو مان وڌيو. ڀلي ڪري آئين او پيارا

مايون پنهنجي گهرن جي ڇتين تي چڙهي پنهنجي محترم مهمان کي ڏسڻ لڳيون. مرد به مٿاهين جاين تي چڙهي ديدار ڪرڻ لڳا.

پياري نبيءﷺ جو اُٺڻي هلندي رهي. پوءِ هڪ هنڌ اچي بيهي رهي ۽ اتي ئي ويهي رهي. اها جاءِ بنونجار جي ٻن يتيمن جي جاءِ هئي. ان جاءِ تي ڪجھ قبرون ڪجھ کجين جا وڻ هئا.

جڏهن اُٺڻي ويٺي تہ پيارو نبي ڪريم ﷺ هيٺ لٿو ۽ فرمايائين:

”هي زمين ڪنهنجي آهي؟“ (پاڻﷺ اتي مسجد نهرائڻ پئي چاهي)

عفراء  جو پٽ معاذؓ اڳتي وڌيو. عرض ڪيائين:

”رسول اللهﷺ ! سهل ۽ سهيل ٻہ ٻار آهن. هي انهن جي زمين آهي. هي ٻئي يتيم آهن ۽ مان انهن ٻنهي جي سنڀال ڪندو آهيان. اوهانﷺ خوشي سان هتي مسجد نهرايو. مان انهن کي راضي ڪندس.“

پر پاڻﷺ انهن ٻنهي کي گهرايو. جڏهن انهن ٻنهي ٻڌو ته هو زمين مفت ۾ ڏيڻ تي راضي ٿيا. پاڻﷺ اهو پسند نه فرمايو ۽ اها زمين پئسا ڏئي خريد ڪئي. ان زمين کي سڌو ڪيو ويو ۽ پوءِ مسجد نهڻ شروع ٿي.

پاڻﷺ حضرت ايوب انصاريؓ جي مهمان ٿيا. هو ته خوشي ۾ نه پئي ماپيو. حضرت ايوب انصاريؓ پاڻﷺ جو ڏاڍو خيال رکندا هئا. پاڻﷺ ست مهينا اتي رهيا.

ان عرصي ۾ مسجد نهي تيار ٿي، مسجد جي پرسان امهات المؤمنين جي لاءِ ڪوٺڙيون نهيون. جن کي حجرو چئبو آهي. ان کانپوءِ پاڻﷺ اتي رهڻ لڳو.

جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم قبيلي نجار ۾ رهيو ته قبيلي وارا ڪيترا خوش هئا ان جو ڪاٿو ڪير لڳائي نه ٿو سگهي. نجار جون ڇوڪريون خوشيءَ ڀهڪندي بيخود ٿي هي ڳيچ ڳائينديون هيون:

## نَحْنُ جَوَارٍ مِنْ بَنِي النَّجَّارِ

اسان نجار خاندان جو ڇوڪريون آهيون

## يَا حَبَّذَا مُحَمَّدٌ مِنْ جَارِ

ڪهڙو نه ڀلو، اسان جو پاڙيسري محمدﷺ آهي



حضور ﷺ مديني ۾ رهڻ لڳا. رهندي رهندي ڪافي ڏينهن گذريا ۽ ڏاڍي سڪون سان گذريا. هر قسم جو آرام هو. ڪو به خوف يا خطرو نه هو. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم کي امهات المومنين کي پاڻ وٽ گهرائي ورتو. پياريون ڌيئرون به اچي ويون. حضرت ابوبڪرؓ به پنهنجي پٽ عبدالله ڏانهن خط لکيو ته هو به پنهنجي ماءُ ۽ ڀينرن کي مديني وني اچي. ٻين ساٿين به پنهنجي گهروارن کي سڏايو. باقي جيڪي مسلمان مڪي ۾ رهجي ويا هئا سي به آهستي آهستي مديني ڏانهن پنهنجي زالن ۽ ٻارن سان گڏ هجرت ڪري آيا. جڏهن هو مديني پهتا ته بلڪل خالي هٿين هئا. هنن وٽ ڪجهه به نه هو. انصار انهن جي تمام گهڻي مدد ڪندا هئا ۽ انهن جو هر طرح سان خيال رکندا هئا پر تڏهن به انهن جي زندگي ڏاڍي غربت ۾ گذري رهي هئي.

الله اڪبر! حضورﷺ جي حڪمت جو ڇا چئجي! بس ٻڌندا وڃو ۽ شاباش ڏيندا وڃو! پاڻﷺ انصارن ۽ مهاجرن کي سڏايو ۽ انصارينؓ کي فرمايو:

”هي مهاجر توهان جا ڀائر آهن.“

ان کانپوءِ پاڻﷺ هڪ انصاري ۽ هڪ مهاجر کي سڏائيندو هو ۽ فرمائيندو:

”توهان هڪ ٻئي جا ڀائر آهيو.“

ان حڪم کانپوءِ هو سڀّن ڀائرن وانگر ڀائر ٿي ويا. انصاريؓ پنهنجي پنهنجي ڀائري کي پنهنجي گهرن ۾ وٺي ويا. انهن کي پنهنجي گهرن سان گڏ دلين ۾ به جاءِ ڏني. پنهنجي مال ملڪيت مان به حصو ڏنو. هر قسم جو انهن جو خيال رکيائون. هاڻي مدينو مهاجرن جو پنهنجو وطن ٿي ويو هو جتي انهن کي هر قسم جي آسائش ميسر هئي. ان ڀائيچاري جي ڪري انصارين ۽ مهاجرن جا تعلق تمام گهڻا مضبوط ٿيا. انهن جي وچ ۾ تمام گهڻي محبت ۽ پيار پيدا ٿيو. هڪ ٻئي کي دل سان پسند ڪرڻ لڳا. جيڪا شيءِ پاڻ لاءِ پسند ڪندا هئا ته اها هو پنهنجي ڀين ڀائرن لاءِ به پسند ڪندا هئا ۽ جيڪا پاڻ کي ناپسند هوندي هئي ته هو پنهنجي ڀين ڀائرن لاءِ به ناپسند ڪندا هئا. ايئن ڪٿي چئجي ته هاڻي هو به جسم هڪ جان هئا.

مهاجرن کي هٿ پير هلائڻ جي عادت هئي، موقعو ملندو ئي ڪم ۾ لڳي ويا. ڪن واپار شروع ڪيو ۽ ڪي انصارين جي زمين ۾ پوک ڪرڻ شروع ڪئي.

حرڪت ۾ برڪت هوندي آهي. الله تعالىٰ ڪين ڪاروبار ۾ برڪت ڏني. اهڙي نموني جلد هو پنهنجي پيرن تي بيهي رهيا ۽ وري پنهنجي گهرن کي آباد ڪيو.

ڪي مسلمان اهڙا به هئا، جيڪي ڏاڍا غريب هئا، جن کي رهڻ جي جاءِ نه هئي. هو ڪو به ڪاروبار ڪرڻ جي لائق نہ هئا. اهڙيءَ طرح ٻه، ٻه، ٽي، ٽي ڏينهن بکيو رهڻو پوندو هو. حضورﷺ انهن جو تمام گهڻو خيال رکندا هئا ۽ انهن کي بيت المال مان وظيفو به ڏيندا هئا. مسجد نبويﷺ جي هڪ پاسي هڪ مَنَهن نهيل هو، اهي مسڪين رات جو اتي ئي پيا هوندا هئا.

مديني ۾ يهودين جي وڏي آبادي هئي ۽ اهي عرب جا سود خور هئا. ان ڪري مديني تي سندن حڪومت هئي. اهڙي صورتحال ۾ امن جو هڪ ئي طريقو ٿي سگهيو ٿي ته هو خوش رهن ۽ انهن سان تعلق به سٺا هجن. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ جن سوچيو ته سندن سان معاهدو ڪجي ته جيئن مسلمان ۽ يهودي ٻئي آزاديءَ سان مديني ۾ رهن. ڪو به ڪنهن جي مذهب توهين نہ ڪري ۽ نہ وري ڪو ڪنهن جي مال کي هٿ لڳائي. جيڪڏهن ڪو دشمن شهر تي حملو ڪري ته ٻئي ڌريون هڪ ٻئي جي مدد ڪن. جيڪو غنيمت جو مال ملي ته ٻنهي ڌرين ۾ برابر تقسيم ٿئي. تنهنڪري پاڻﷺ يهودين سان ڳالهايو. هو خوشيءَ سان تيار ٿي ويا. ٻئي ڌريون هڪ هنڌ گڏ ٿيو ۽ معاهدو تحرير ٿيو. پر اهو معاهدو گهڻو هلي نہ سگهيو. ڇاڪاڻ ته يهودين جي دنياوي خواهشن جا بي بنياد قلعا زمين تي ڪرڻ لڳا. هنن کي پاڻﷺ کان جيڪي اميدون هنيون اهي پوريون ٿينديون نظر نہ آيون.

يھودي صدين کان ھڪ نبي جو انتظار ڪري رھيا ھئا. جتي جتي آخري نبي جي اچڻ جي اميد ھئي ھو اتي اتي وڃي رھڻ لڳا. انھن جو خيال ھو تہ اچڻ وارو نبي اسان جي مذھب جو پوئلڳ ھوندو ۽ جڏھن ايندو تہ اسان جو مذھب مظبوط ٿيندو. ھر پاسي اسان جي ھاھاڪار ھوندي ۽ عيسائي مذھب جو خاتمو ٿي ويندو. انھن جو ڪو نالي وٺڻ وارو بہ نہ ھوندو. ان لاءِ ھو اوھانﷺ جي مديني اچڻ تي پھريان ڏاڍا خوش ٿيا ۽ خوشي خوشي معاھدا ڪرڻ تي راضي ٿيا. پر پاڻﷺ بلڪل نئون دين آندو ۽ نئيون نئيون ڳالھيون ٻڌايون. جيڪي يھودين جي بلڪل ابتڙ ھيون. ھاڻي اھا ڳالھ ھو ڪٿي برادشت ڪري ٿي سگھيا؟ ھاڻي صبر ۽ سڪون جو تہ سوال ئي پيدا نٿي ٿيو؟

ھاڻي پاڻﷺ انھن جي نڙي ۾ ڦاٿل ڪنڊي وانگر ھو. انھن لاءِ معاھدي ڪا حيثيت ڪا نہ ھئي. الٽو سازشون ڪرڻ لڳا. ھو ويڙھائڻ ۾ تہ اڳ ۾ ئي ماھر ھئا. "ويڙھايو ۽ حڪومت ڪريو." اھو انھن جو اصول ھو. ساڳي حڪمت عملي ڪي ڪم ۾ آڻي مسلمان جي وچ ۾ ويڇو پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر منھن ير ڪريا. پوءِ بہ ھو نا اميد نہ ٿيا. ھاڻي ھنن ٻي سازش سٽي. ھاڻي ھو مديني جي مشرڪن جا ڪن ڀرڻ لڳا. ھو انھن جي ڳالھين ۾ اچي انھن سان گڏ ٿي ويا پر مسلمان تہ ھڪ ٻئي جان قربان ڪرڻ وارا ھئا. پاڻ تڪليف برداشت ڪندا ھئا پر پنھنجي مسلمان ڀاءُ ڪي آرام مھيا ڪندا ھئا. ڀالا ھو ڪٿي يھودين ڳالھين ۾ اچڻ وارا ھئا. مسلمان انھن کان منھن موڙي ڇڏيو ۽ اسلام جي تبليغ ۾ تن من سان جٽي ويا.



مسلمانن کي جنگ جي اجازت

مسلمانن جا دفاعي اپاءُ.

ابو سفيان جو شام جو سفر.

عاتڪا جو خواب.

ضمضم جو باھ کي پڙڪائڻ.

قريش جون وڙھڻ جون تياريون.

قريش جي لشڪر جو ڪوچ.

ابو سفيان جو ريباري (ايلچي).

ابوجهل جي هٺ ڌرمي.

ابو سفيان جو ڏک.

نبي ڪريم ﷺ جوصحابين سان مشورو.

صحابين جون جوشيليون تقريرون.

مديني کان اسلامي لشڪر جو ڪوچ.

جنگ جي ميدان ۾ حضورﷺ جو تاريخي خطبو.

قريشن جا جاسوس ۽ انهن جو اندازو.

ميدان بدر ۾ حق ۽ باطل آمهون سامهون.

باطل جي گهر ۾ ماتم.

حضورﷺ کي ٻيهر قتل ڪرڻ جي سازش ۽ ناڪامي.



# أُذِنَ لِلَّذِينَ يُقَٰتَلُونَ بِأَنَّهُمْ ظُلِمُواْ ۚ وَإِنَّ ٱللَّهَ عَلَىٰ نَصْرِهِمْ لَقَدِيرٌ

**جنهن (مسلمانن) سان وڙهيو پيو وڃي انهن (مسلمانن)کي بہ وڙهڻ جي اجازت ڏني پئي وڃي، ان ڪري تہ هو مظلوم آهن ۽ بيشڪ الله انهن جي مدد ڪرڻ تي قادر آهي.** (سورت الحج آيت 39)

مديني پهچي مسلمان طاقتور ٿيڻ لڳا. اهو ڏسي مشرڪن جي اندر باهہ ڀڙڪڻ لڳي. ان ڪري هنن مسلمانن جي طاقت کي ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ مديني تي حملي ڪرڻ جو منصوبو ٺاهڻ لڳا. ان وقت الله تعاليٰ مسلمانن کي به جنگ ڪرڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي ۽ حڪم ڏنو ته هاڻي طاقت جو جواب طاقت سان ڏيو ۽ ڪنورائي جو جواب سنگدلي سان ڏيو. جي دشمن توهان ڏانهن ميري اک سان ڏسي تہ اان جون اکيون ڪڍي ڇڏيو.

هوڏانهن مديني ۾ بہ هڪ نئون ٽولو پيدا ٿي چڪو هو. اهو منافقن جو ٽولو...... مسلمانن جو ڪٽر دشمن.... مسلمانن جي ايمان لاءِ حد کان وڌيڪ خطرو! هي ڪڏهن بہ پوري طرح سامهون نہ ايندو هو. اندر ئي اندر اسلام کان نفرت ڪندو هو ۽ دوست نما دشمن هو. الله تعالىٰ هن تي بہ سختي ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

مڪو پياري پيغمبرﷺ جو اباڻو وطن هو ۽ ڪيترن مسلمانن جو به اهو وطن هو. انهن کي پنهنجي سان وطن سان تمام گهڻو پيار هو. پر ان زمين تان انهن کي تڙي ڪڍيو ويو. اتي هنن جو جيئڻ جنجال ٿي ويو هو. آخر ڪار هنن کي سڀ ڪجھ اتي ڇڏي بي وطن ٿيڻو پيو. هنن کي ڪعبي ڦرجڻ جو گهڻو ڏک هو جتي هو حج ۽ طواف ڪندا هئا. هاڻي ان تي بہ پابندي هئي. پاڻ صلي الله عليه وآله وسلم کي ان ڳالھ جوڏاڍو ڏک هو. مسلمانن کي به سخت صدمو هو. ان ڪري هاڻي هنن جون نظرون هرهر اوڏانهن کڄڻ لڳيون.

ظالمن سان وڙهڻ جو حڪم تہ اچي چڪو هو. ان ڪري مسلمانن فيصلو ڪيو تہ هاڻي ظلم جي باهہ کي هميشہ لاءِ وسائڻ بهتر آهي. مشرڪن ۽ منافقن کان دين کي جيڪوخطرو هو.ان خطري کي ختم ڪرڻ ضروري آهي. ڪعبي کي آزاد ڪرائي، حج جون پابندي ختم ڪرائجن.

مڪي وارا ڇا سوچي رهيا آهن؟ انهن جا ڪهڙا اردا آهن؟ مسلمان اهو ڄاڻڻ جي لاءِ ڪوششون ڪرڻ شروع ڪيون. هو ٽوليون ٽوليون ٺاهي مديني مان نڪرندا هئا ۽ جتي به قريش جا قافلا ملندا هئا، انهن کي تنگ ڪندا هئا.

اهي پنجاھ پنجاھ ماڻهن جون ٽوليون هونديون هيون. جن مان پنج ٽوليون گهڻيون مشهور آهن. هڪ امير حمزؓ جي، ٻي حضرت عبيدةؓ بن جراح جي، ٽيئن حضرت سعدؓ بن ابي وقاص جي، چوٿين حضرت عبدالله بن حجسؓ جي ۽ پنجين پياري رسول اللهﷺ جي هئي.

انهن ٽولين جو ڪڏهن بہ قريش سان ڪو مقابلو نہ ٿيو. هميشہ بچاءُ تي ويندو هو يا هو بچي نڪري ويندا هئا. هنن ٽولين هڪ ٻيو ڪم ڪيو. هنن آس پاس جي قبيلن سان دوستي ڪري معاهدا ڪيا. ڇاڪاڻ تہ هنن قبيلن جي ناراض ٿيڻ سان مديني کي خطرو ٿي سگهيو ٿي. انهن قبيلن خوشي سان معاهدا ڪيا ۽ ضرورت پوڻ تي مدد ڪرڻ جا بہ واعدا ڪيا.

هجرت کان اڳ قريشين کي خبر پئي تہ انصارين عقبا وٽ پاڻ ﷺ جي هٿ تي بيعت ڪئي آهي ۽ پاڻ ﷺ لاءِ پنهنجون جانيون قربان ڪرڻ جو قسمون کاڌيون آهن. هي ٻڌي هو ڏڪي ويا ۽ سمجهي ويا تہ هاڻي اسان جو خير ڪونهي. تمام جلد خوفناڪ جنگ ٿيڻ واري آهي ۽ هو سمجهي ويا تہ اها ٿي رهندي.

پاڻ ﷺ جي هجرت ڪئي تہ قريشين جان ڪن ايا ٿي ويا ۽ سمجهي ويا هاڻي اسان جو خراب وقت اچڻ وارو آهي. اهو خراب وقت هاڻي سامهون هو.

هاڻِ قريشين شام ڏانهن تجارت ڪرڻ ۾ خطرو هو. اهو خطرو هاڻي وڌي چڪو هو.

قريش جو هڪ وڏو سردار هو! ابو سفيان. هي حرب جو پٽ هو. هجرت جي ٻئي سال هو واپار جي لاءِ شام ويو. قريش جا ٻيا ماڻهو به ساڻس گڏ هئا. پوءِ جڏهن موٽيو ته تمام گهڻو مال آندائين ۽ سودو بہ وٽس بيحد هو.

اسلامي جٿا قافلن سان هٿ چراند تہ ڪندا هئا؟ ابو سفيان کي فڪر لڳي تہ مال تمام گهڻو آهي ۽ ماڻهون تمام ٿورڙا آهيون. ڪٿي ڪو مسلمانن جو جٿو حملو نہ ڪري ڏيئي. ان لاءِ هن قريشين هڪ ماڻهو موڪليو تہ مال بچائڻ لاءِ مدد ڪن. هن قريشين ڏانهن هڪ ماڻهو موڪليو. اهو عمرو جو پٽ ضمضم هو. ابوسفيان جي خواهش هئي تہ قريشين کي ان خطري جي خبر پوي تہ جيئن هو مدد ڪن. ضمضم کي موڪليندي هن چيو:

مڪي پنهچندي ئي اٺ جا ٻئي ڪن وڍي ڇڏجان. پوءِ ڪچاوي جو منهن ٻئي پاسي ڪري ڇڏجان ۽ پنهنجي قميص کي اڳيان ۽ پنيان ڦاڙي ڇڏجان. پوءِ زور زور سان رڙيون ڪجان مدد، مدد!“

مڪي ۾ اهوئي رواج هو. جڏهن ڪا خطري جي ڳالھ هوندي هئي تہ ماڻهون ائين ڪندا هئا. اهڙي طرح پوري شهر ۾ ٿاڪوڙ پئجي ويندو هو ۽ ڏسندين ئي ڏسندين ماڻهن جو ميڙ گڏ ٿي ويندو هو.



هجرت جو ٻيو سال ۽ شعبان جو مهينو هو. عبدالمطلب جي ڌيءَ عاتڪاؓ مڪي ۾ هڪ خواب ڏٺو. اهو خواب ايترو تہ پوائتو هو جو عاتڪاؓ ڊڄي وئي ۽ خوف وچان جسم مان رت ڇڏائي ويس. هن ڏٺو ته هڪ ماڻهو اُٺ تي چڙهيو تيزيءَ سان اچي رهيو آهي. هو ابطح وٽ اچي بيهي رهيو ۽ وڏي رڙ ڪري چوڻ لڳو:

”قريشيو! ٽن ڏينهن جي اندر پنهنجي مقتل تي پهچي ويو.“

هي ٻڌي سڀ هن جي چوڌاري گڏ ٿي ويا. پوءِ اهو ماڻهو ڪعبي جي اندر ويو. ماڻهون به هن جي پٺيان ويا. سڀ ماڻهو هن جي چؤطرف بيٺا هئا ته اوچتو اُٺ هن کي کڻي ڪعبي جي ڇت تي پهتو. هن وري زور سان رڙ ڪئي:

”قريشيو! ٽن ڏينهن جي اندر پنهنجي مقتل تي پهچي ويو.“

ان ڪانپوءِ هن جو اُٺ هڪ جبل تي چڙهي ويو. ابوقيس جبل تي. اتي پهچي هن ماڻهو وري رڙ ڪري چيو:

”قريشيو! ٽن ڏينهن جي اندر پنهنجي مقتل تي پهچي ويو.“

پوءِ ان ماڻهو هڪ جبل جو ٽڪرو ڪنيو ۽ زور سان زمين تي اڇليو. اهو ٽڪرو زمين تي ڪرڻ سان ئي ذرا ذرا ٿي ويو ۽ ان جا ٽڪرا اڏري مڪي جي هر گهر ۾ ڪريا. ڪو به گهر ان کان بچي نه سگهيو.

صبح ٿيندي ئي عاتڪؓ پنهنجي ڀاءُ عباسؓ کي سڏايو ۽ پنهنجو خواب ٻڌايو. خواب ٻڌندي ئي هن چيو:

”ڀيڻ ڏس! هاڻي ڪنهن ٻئي کي هي نه ٻڌائجان. هي خواب ڪنهن کي ٻڌائڻ جهڙو ناهي.“

عباسؓ پاڻ ان خواب کي لڪائي نه سگهيو ۽ اهو پنهنجي هڪ دوست کي ٻڌايائين. دوست کي ڇا ٻڌايائين اها ڳالهه پوري مڪي ۾ باهه وانگر پکڙجي وئي. ابوجهل ۽ سندس ساٿين کي به خبر پئجي وئي. جڏهن انهن ٻڌو ته هن عاتڪؓ جو تمام گهڻو مذاق اڏايائون. ابوجهل ٺوڪ واري انداز ۾ عباسؓ کي چيو:

”ها ها! اڳ ۾ ته توهان ۾ فقط مرد ئي نبي ٿي رهيا هئا. هاڻي عورتون به نبي ٿيڻ لڳيون آهن.“

پر عاتڪؓ جو خواب سچو نڪتو. ضمضم ٽن ڏينهن ڪانپوءِ مڪي پهتو. مڪي پهچندي ئي هن اُٺ جا ٻئي ڪن وڍي ڇڏيا. پوءِ پنهنجي قميص ڦاڙيائين ۽ ڪچاوي جو رخ مٽي ڇڏيائين. پوءِ رڙيون ڪيائين:

”قريشيو! لوي بن غالب جي اولاد! توهان جو قافلو اچي رهيو آهي. مشڪ ، عطرون ۽ ٻيو گهڻو سامان کڻي اچي رهيو آهي. اڳتي وڌي ان کي بچايو. محمدﷺ ۽ ان جا ساٿي ان کي ڦري ڇڏيندا. ڀڄو! ڀڄو! مدد جي لاءِ! پنهنجي سامان کي بچايو.“



عربن جي غيرت ۽ عزت جي حال جي سيني کي خبر آهي. جيڪڏهن ڪنهن قبيلي جو ماڻهو ڪنهن ٻئي قبيلي جي ماڻهو هٿان قتل ٿي ويندو هو ته ان ڳالھ تان جهڳڙو شروع ٿي ويندو هو ۽ جلد ئي ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ جنگ شروع ٿي ويندي هئي. ٻنهي پاسن کان ماڻهن جا ميڙ گڏ ٿي ويندا هئا ۽ رت جون نديون وهڻ شروع ٿي ويندون هيون. پوءِ اهي جنگيون سالن تائين هلنديون هيون. قبيلن جا قبيلا ڪسجي ويندا هئا. ڪيترا ئي خاندان ختم ٿي ويندا هئا، پر جنگ بند نہ ٿيندي هئي. عربن ۾ لکڻ پڙهڻ جو رواج ڪونه هو. پر ڪاغذ تي مقتول جو نالو لکيو ويندو هو. نسل در نسل اهو نالو ٻارن کي ياد ڪرايو ويندو هو ته جيئن هو وڏا ٿين تہ ان جو وير  وٺن. واحس ۽ بسوس جون جنگيون تاريخ  جي ورقن ۾ رقم ٿيل آهن. اهي چاليھ سالن تائين جاري رهيون. انهن ويڙهن ۾ هزارين زندگيون ضايع ٿيون. اهي به ان ئي ڳالھ تان شروع ٿيون.

رجب 2 هجري جو واقعو آهي. حضورﷺ ٻارنهن ماڻهن کي نخلا جي ماٿري ڏانهن موڪليو تہ اتان قريشين جي منصوبن جي خبر چار لهي اچن. اتفاق سان اتان قريشين جي هڪ قافلي جو گذر ٿيو. هنن ان قافلي کي ڦريو ۽ مزاحمت ڪرڻ تي هڪ ماڻهو کي قتل ڪيو ۽ ٻن ڄڻن کي قيد ڪيائون. مرڻ وارو ماڻهو عمرو بن حضري هو جيڪو عامر بن حضري جو ڀاءُ هو. جڏهن پاڻﷺ کي اها خبر پئي تہ پاڻﷺ گهڻا ناراض ٿيا ۽ فرمايائون:

”مان توهان کي ان ڪري تہ نہ موڪليو هو.“

هوڏانهن قريشين کي جڏهن ان جي خبر پئي تہ حد کان وڌيڪ ڪاوڙيا ۽ بدلي وٺڻ جي باھ ۾ ٻرڻ لڳا. هر وقت ويڙھ جا منصوبا ناهن لڳا. مٿان وري ضمضم جي دانهن ۽ ڪوڪن هنن جي زخمن تي لوڻ ٻرڪڻ جو ڪم ڪيو. هاڻي تہ باھ ۾ تيل پئجي ويو. جنگ جون تياريون شروع ٿي ويون. ٽڪڙو ٽڪڙو هنن پنهنجي جوڌن کي گڏ ڪيو جيترا بہ ٿي سگهيا انن ۽ گهوڙن جو بندوبست ڪيائون. جنهن کي بہ ڏسو هو ڪاوڙ ۾ تپيو پيو هو ۽ محمدﷺ جي خلاف ٻين کي ڀڙڪائي رهيو هو. هر طرف جوش ۽ ولولو هو. هر هڪ وڃڻ لاءِ تيار هو ۽ جيڪو نہ ٿي وڃي سگهيو ان پنهنجي جاءِ تي ٻيو ڪو ماڻهو پئي موڪليو.

قريشين جا سڀ سردار هن رٿيوم تي وڃڻ لاءِ تيار ٿيا پر ابولهب کي همت نہ ٿي. ان ڪري هن چار هزار درهم ۽ هڪ ماڻهو پنهنجي جاءِ تي وڙهڻ لاءِ ڏنو. ماڻهن ۾ جوش جي اها ڪيفيت هئي جو جنهن وڃڻ کان انڪار پئي ڪيو تہ ٻيا ان تي ناراض پئي ٿيا ۽ ان کي بيعزت پئي ڪيائون:

”تون عورت آهين. توکي هميشہ گهر ۾ رهڻ جي عادت آهي.“

اهو چوڻ سان هن کي غيرت اچي ويندي هئي ۽ هو بہ وڃڻ لاءِ تيار ٿي ويندو هو.

ڪجھ ماڻهو جوش ڏيارڻ ۽ احساسن کي ڀڙڪائڻ ۾ سڀ کان اڳيرا هئا. انهن ۾ سهيل نالي سان هڪ همراھ هو. هن قريشين کي چيو:

”غالب جي اولادؤ! ڇا توهان کي اهو وڻي ٿو تہ مسلمان توهان جي قافلن کي ڦريندا وتن؟ ڇا توهان کي اهو قبول آهي تہ هو توهان جي سامان تي قبضو ڪن؟ ۽ سڀ اٺ ڪاهي وڃن؟ جنهن کي پئسي جي ضرورت آهي تہ پئسو حاضر آهي. ڪنهن هٿيار جي ضرورت آهي تہ انهن جي بہ ڪا کوٽ ڪانهي.“

اهڙي نموني قريش جا ساڍا نو سئو ماڻهو جنگ لاءِ نڪتا. ان سان گڏ سئو گهوڙا ۽ ست سئو اٺ هئا. پيادي فوج بہ لوھ سان ڍڪجي ڇڪي هئي. ان ڪانسواءِ سئو ڍالون بہ هيون. جوڌن کي جوش ڏيارڻ لاءِ ڳائڻيون بہ گڏ هيون. هي بدنصيب ويڙهاڪن کي جوش ڏيارڻ لاءِ رسول اللهﷺ جي شان ۾ بي ادبي وارا بيت اچاري رهيون هنيون.

ڪافرن جو هي لشڪر غرور ۾ غرق ٿي هلڻ لڳو. هر ڪو نبيﷺ تي ڪاوڙيل ۽ مچريل هو. هن لشڪر جو مقصد رڳو قافلي کي بچائڻ نہ پر انهن جو ارادو هو تہ مسلمانن جي هن خطري کي هميشہ لاءِ ختم ڪرڻو آهي. مديني ۾ جيڪا طاقت اڀري رهي آهي ان کي هميشہ لاءِ ختم ڪري ۽ واپاري رستي کي هميشہ لاءِ هٽيڪو ڪيو وڃي.

ٻئي پاسي ابوسفيان کي اڳواٽي ڪندو اڳتي اچي رهيو هو ۽ حجاز جي ويجهو اچي پهتو هو. هو ڊڄي رهيو. هو اڳتي جون خبرون ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيو تہ متان ڪٿي مسلمانن جي هٿ نہ اچي وڃي.

ان ڪانپوءِ هو ضمضم جو انتظار ڪرڻ لڳو. هن جو خيال هو تہ ضمضم قريشين جي مدد وٺي اچي رهيو هوندو. پر ڪير بہ نہ آيو. جڏهن بدر جي چشمي تي پهچڻ جي رات آئي تہ هنن جا اٺ تڪڙا پاڻي ڏانهن وڌڻ لڳا. جيتوڻيڪ انهن کي ان جي ضرورت نہ هئي. هڪ ڏينهن اڳ انهن ڍءُ تي پاڻي پيتو هو.

جڏهن قافلي وارن هي حالت ڏٺي تہ ڊڄي ويا. هنن سوچيو تہ اڳ ۾ ڪڏهن بہ ائن ايئن نہ ڪيو هو. هاڻي هنن کي ڇا ٿيو آهي. رات بہ ٻاٺ اونداهي هئي. ڪجھ بہ نظر نہ پئي آيو. ان ڪري هو ڏاڍا پريشان ٿيا ۽ تمام گهڻو ڊپ ٿيڻ لڳن.

ابوسفيان قافلي جي رخ موڙي ڇڏيو. هن کي خوف هو تہ مسلمان بدر وٽ لڪي هنن جو انتظار ڪندا هوندا. ان ڪري هن ٻيو رستو اختيار ڪيو. هاڻي هو بدر کان پري سمنڊ ڪناري هلڻ لڳو. اهڙي نموني بدر هاڻي کابي پاسي هو ۽ هو تڪڙو اڳتي وڌي رهيو هو.

ٻئي پاسي اڳتي وڌي رهيا هئا. رستي ۾ جتي بہ پاڻي ڏسندا هئا اتي پڙاء ڪندا هئا. اتي ويهي اٺ کهندا هئا. پاڻ بہ کائيندا هئا ۽ ٻين کي بہ کارائيندا هئا. شراب ۽ ڪباب جا دؤر هلندا هئا. وري اتان ڪوچ ڪندا هئا.

اهڙي نموني هو ڪائيندين پئندين، عيش ڪندين وڏائي سان اڳتي وڌندا رهيا تان جو مڪي مان هڪ ماڻهو آيو ۽ انهن کي چيائين:

پائرو! هاڻي مڪي موٽي هلو. قافلو بلڪل صحيح سلامت پهچي چڪو آهي. محمدﷺ ۽ انهن جي ساٿين کان بچي ويو آهي. پلائي ان ۾ آهي تہ هاڻي واپس هلو. مديني وارن سان وڙهڻ جو خيال ڇڏي ڏيو. هو اوهان کي ونگي وانگر وڍي ڇڏيندا. پائرو! هاڻي هن کان اڳتي نہ وڌو. قافلو واپس اچي چڪو آهي. ان کان وڌيڪ ڇا کپي؟ توهان تہ قافلي کي بچائڻ لاءِ ئي نڪتا هئا. الله ان کي پاڻ بچائي ڇڏيو."

ايلچي اهي ڳالهيون انهن جي پلائي لاءِ چيون پر هو ٻڌڻ لاءِ تيار نہ هئا. گهڻن تہ صاف صاف انڪار ڪري ڇڏيو.

بني هاشم کي ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي وئي. ان ڪري هو واپس ورڻ لڳا. پر ابوجهل مڇرجي پيو. آڪڙ ۾ چيائين:

"بلڪل بہ نہ، اسان هرگز واپس نہ ورنداسين. اسان تہ بدر تائين وينداسين."

بدر هڪ ننڍو ڳوٺ هو جتي هر سال ميلو لڳندو هو. مديني کان تقريبن 80 ميل پري هو.

ايلچي ابوسفيان ڏانهن واپس وريو. اچي سڄو قصو ٻڌايائينس ۽ جيڪي ڳالهيون ٿيون سي سڀ ورجايائين. ڳالهيون ٻڌڻ کانپوءِ ابوسفيان کي ڏاڍو ڏک ٿيو. ازخود هن جي زبان مان اهي لفظ نڪتا:

هائ ڙي منهنجي قوم! ضرور ان جي پنيان ابوجهل هوندو. هو واپسي لاءِ تيار نہ ٿيو هوندو. ڇاڪاڻ تہ اڄ هو لشڪر جو سردار ٿي ويو آهي! هن پاڻ ئي سوچيو هوندو ۽ پاڻ ئي فيصلو ڪيو هوندئين. هن وڏي غلطي ڪئي آهي. اسان پلائي جو سوچيو سين پر هن کي پلائي نہ وڻي. ٻين جي نہ ٻڌڻ وڏي غلطي آهي ۽ ان جو انجام تباهي ۽ بربادي هوندو آهي."



هوڏانهن حضور اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم کي ان ڳالهہ جي خبر پئي ته پاڻ محسوس ڪيائون ته فيصلي جي وقت اچي ويو آهي ۽ جيڪڏهن هن وقت همت نہ ڪئي سين تہ پوءِ اسلامي تحريڪ هميشہ جي لاءِ ختم ويندي. وري ان کي اسرڻ جو موقعو نه ملندو. مديني ۾ اجان به سال به نه گذريا هئا. مهاجر اجان بي سهارا هئا، انصاري ناتجربي ڪار هئا. يهودي مخالف هئا ۽ مديني جي مشرڪن ۽ منافقن کان الڳ خطرو هو. اهڙيءَ حالت ۾ جيڪڏهن قريشين مديني تي ڪاهہ ڪئي ته ٿي سگهي ٿو ته مسلمانن هميشہ لاءِ ختم ٿي وڃن. پر جي هو حملو نہ بہ ڪن ۽ پنهنجي قافلي کي بچاءِ وڃن ۽ مسلمان لڪي ويهي رهن تڏهن بہ هن جي لاءِ خطرو آهي. سڄو عرب هنن کي بزدل

سمجهندو ۽ پوءِ جيڪو چاهيندي هنن جي مٿان ڪاهه پيو ڪندو. سڄي عربستان جي زمين هن لاءِ سوڙهي ٿي پوي ها.. آس پاس جا سيئي قبيلا قريش جي اشارن تي نچن ها. مديني جا مشرڪ دلير ٿي وڃن ها ۽ يهودي ۽ منافق علی الاعلان ڪر ڪڻ ها. پوءِ مديني ۾ رهڻ مشڪل ٿي پوي ها. مسلمانن جو ڪو رعب ۽ اثر باقي نہ رهي ها. جيڪو چاهي ها ان کي ماري ها ۽ هنن جون عزتون ۽ مال بہ محفوظ نہ هجن ها. تنهن ڪري اوهان ﷺ ارادو ڪيو ته جيتري بہ سگهہ آهي ان سان ٻاهر نڪري مقابلو ڪجي ۽ فيصلو ميدان ۾ ٿيڻ گهرجي. پوءِ ڏسون جيئڻ جو حق ڪنهن ٿو حاصل ٿئي. (جيڏيون جيئڻ ڪاڻ مون وڏا وس ڪيا).

انهيءَ نيت سان اوهان ﷺ سيني کي گڏ ڪيو ۽ سڄي صورتحال انهن جي سامهون رکي ته اتر ڏانهن واپاري قافلو آهي ۽ ڏکڻ طرف قريش جو لشڪر اچي رهيو آهي. ٻڌايو ڪيڏانهن هلجي؟ اڪثريت چيو: "قافلي ڏانهن" پر ٿيٹو ڪجهہ ٻيو هو. ان ڪري اوهان ﷺ پنهنجو سوال ٻيهر ورجايو.

ان تي حضرت ابوبڪرؓ اُٿيو ۽ هڪ جوشيلي تقرير ڪئي. ان ڪانپوءِ حضرت عمرؓ اٿي بهترين تقرير ڪئي. ان ڪان پوءِ عمرو جو پٽ مقدادؓ اٿي بيٺو ۽ چيائين:

"يا رسول الله ﷺ! جيڏانهن رب جو حڪم هجي اوڏانهن هلو. اسان اوهان ﷺ سان گڏ آهيون. اسان بني اسرائيل وارا ناهيون جن پنهنجي پيغمبر کي چيو هو تہ تون ۽ تنهنجو خدا وڃي وڙهو. اسان تہ هت ئي ويٺا هونداسين. اسان اهو چونداسين تہ جيسين سسي ۾ ساهہ آهي. اوهان ﷺ سان گڏ ڪلهي ۾ ڪلهو ڏئي وڙهنداسين."

پاڻ ﷺ جڏهن هي تقرير ٻڌي تہ منهن مبارڪ خوشي مان ٻهڪڻ لڳو. پاڻ ﷺ حضرت مقدادؓ جي تعريف ڪئي ۽ دعا ڏني. پوءِ فرمايائون:

" پائرو! توهان بہ تہ ڪجهہ ڳالهايو."

انصاري سمجهي ويا پاڻ ﷺ جو اشارو انهن ڏانهن آهي. ان جو سبب هي هو تہ اهو انصارين جو پهريون پيرو. ان ڪان اڳ هو ڪنهن بہ مهم شامل نہ ٿيا هئا.

ان ڪري حضرت سعد بن معاذؓ جيڪو مديني جي چڱن مڙسن مان هو. عرض ڪيو:

"يا رسول الله ﷺ! شايد اوهان جي اشارو اسان ڏانهن آهي؟"

پاڻ ﷺ فرمايو:

"ها"

حضرت سعدؓ چيو:

”مان هن وقت سيني انصارين جي طرفان ڳالهائي رهيو آهيان. يا رسول اللهﷺ! اسان اوهانﷺ کي سچو سمجهيو آهي تڏهن تہ اوهانﷺ تي ايمان آندو آهي. اسان گواهي ڏني آهي ته اوهانﷺ جو ڳالهيون حق آهن. اسان اوهانﷺ جي فرمانبرداري جو عهد ڪيو آهي. الله جا نبيﷺ! اوهانﷺ جنهن بہ ڪم جو ارادو فرمايو آهي، بغير ڪنهن هٻڪ جي اڳتي وڌو. الله جو قسم! جيڪڏهن اوهانﷺ اسان کي وني سمنڊ ۾ بہ ٽپو ڏيندؤ، تڏهن بہ اسان خوشي خوشي سان تيار هونداسين. اسان مان ڪو به منهن موڙڻ وارن مان ناهي. اوهانﷺ بيشڪ جنهن سان چاهيوصلح ڪيو ۽ جنهن سان چاهيو جنگ ڪريو. اسان اوهانﷺ سان گڏ آهيون. اسان پنهنجي سڄي ملڪيت اوهانﷺ جي پيرن ۾ رکون ٿا.... جيتري چاهي ڪٽو چاڪاڻ تہ جيتري اوهانﷺ وڌيڪ ڪٽندؤ. اسان کي اوتري وڌيڪ خوشي ٿيندي. مان ان رستي ڪڏهن بہ نہ ويو آهيان ۽ نہ وري ان جي باري ڪا گهٽي جاڻ آهي پر اسان دشمنن کي پٺي ڏيکارڻ وارن مان ناهيون. اسان تہ جنگ جي ميدان جو جوڌا آهيون. ويڙهہ ۾ وڙهڻ وارا آهيون. اميد آهي تہ اسان دليري جا اهڙا اهڙا هنر ڏيکاريندسين جو اوهانﷺ خوش ٿي ويندؤ.“

هي پرخلوص ۽ محبت سان پريل لفظ هئا. حضور سائينﷺ هي ڳالهيون ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيا. پاڻﷺ حضرت سعدؓ جا ٿورا مڃيا ۽ هن جي لاءِ دعا ڪئي.

حضرت سعدؓ جي تقرير ڪانپوءِ پاڻﷺ فرمايو:

” الله جو نالو وٺي نڪري پئو. الله جو رحمتون اسان سان گڏ آهن. هن مون سان ”وڏي جماعت“ جو واعدو ڪيو آهي. الله جو قسم! مانﷺ تہ دشمنن جي قتل ٿيڻ جون جايون ڏسي رهيو آهيان.“

پوءِ پاڻﷺ اصحابينؓ کي دشمنن جي قتل ٿيڻ جون جايون ٻڌايون تہ فلاڻو ماڻهو هن جاءِ تي قتل ٿيندو ۽ فلاڻو هن جاءِ تي پنهنجو آخري ساهہ ڪڍندو.

هي ڳالهہ ٻڌي ماڻهون سمجهي ويا تہ هاڻي قافلو هٿ نہ ايندو پر جنگ ٿيندي.

هجرت جو ٻيو سال هو. رمضان جو مهينو هو. مديني کان هڪ ميل پري هڪ جاءِ آهي ”بئر ابي عنبہ“ (ابي عنبا جو کوهہ). پاڻﷺ اتي پهچي فوج پڙتال ڪئي ۽ جيڪي ڇوڪرا هئا انهن کي واپس موٽائي ڇڏيو. پوءِ اتان روانا ٿيا. اربع جي رات روحاء وٽ پهتا . اتي پهچي پاڻﷺ وضو ڪيو ۽ نماز پڙهڻ شروع ڪئي. جڏهن آخري رڪوع ختم ڪيائون تہ ڪافرن تي لعنت وڌائون ۽ فرمايائون:

”يا الله! ابوجهل هن امت جو فرعون آهي، ان کي جيئرو نہ ڇڏجان!“

ان ڏينهن پاڻﷺ جنگ جي اصولن مطابق فوج جي جوڙجڪ ڪئي. مهاجرن جو علم حضرت مصعب بن عميرؓ کي ڏنو. خزرج جو علم حضرت حبابؓ بن منذر کي عنايت فرمايو ۽ اوس جو علمبردار حضرت سعد بن معاذؓ کي مقرر ڪيو.

پوءِ پاڻﷺ پنهنجي ساٿين کي وٺي اڳتي وڌيو. انهن جو تعداد 313 هو. انهن سان گڏ ستر اٺ ۽ 3 گهوڙا هئا. بدر وٽ پهچي پاڻؐ ويهي رهيا. عليؓ، زبيرؓ ۽ سعد بن ابي وقاصؓ کي دشمنن جي خبرچار معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليائون. هڪ جبل ڏانهن اشارو ڪندي فرمايائون:

”هن جبل جي ڀرسان هڪ کوهه آهي. اتي وڃي ڏسو. شايد قريشين جي باري ۾ ڪا خبر ملي.“

هي جڏهن اتي پهتا ته قريشين جا ڪجهه ماڻهو کوهه مان پاڻي پي رهيا هئا. انهن ۾ ٻه غلام به هئا. هنن سمجهيو ته هي ابوسفيان جا غلام آهن. ان ڪري انهن کي پڪڙيائون ۽ باقي ڀڄي ويا.

ڇڄي ويل جڏهن پنهنجي فوج وٽ پهتا ته هڪ ماڻهو رڙ ڪري چوڻ لڳو:

”قريشيو! مسلمانن توهان جي پخالين کي پڪڙي ڇڏيو آهي ۽ پنهنجي فوج ڏانهن وٺي ويا آهن.“

اهو ٻڌندي ئي جڻ انهن تي وڄ ڪري پئي. ڪاوڙ ۾ سمجهه ۾ نه پئي آين ته ڇا ڪجي. سڄي فوج ۾ ٽرٽلو پئجي ويو.

ٻئي پاسي حضرت عليؓ ۽ ٻيا غلامن کي وٺي پنهنجي فوج ڏانهن آيا. اتي پهچي ٻنهن کان ابوسفيان جي باري ۾ پڇڻ لڳا. ٻئي چوڻ لڳا ته اسان کي ابوسفيان ڪا به خبر ڪانهي. اسان ته قريشين کي پاڻي پيارڻ وارا آهيون. ان تي هنن کي مار ڪٽ ڪندا هئا ۽ جڏهن هو ٻئي چوندا هئا ته ها اسان ابوسفيان جا غلام آهيون تڏهن هنن کي ڇڏيو ويندو هو.

پاڻﷺ ان وقت نماز پڙهي رهيا هئا. جڏهن پاڻﷺ نماز ختم ڪئي ته فرمايائون:

” هي ٻئي سچ چون ٿا ته توهان هنن کي ماريو ٿا ۽ جڏهن ڪوڙ ڳالهائن ٿا ته توهان هنن کي ڇڏي ٿا ڏيو. الله جو قسم هي ٻئي سچ چئي رهيا آهن. هي ٻئي قريش جي لشڪر جا پخالي آهن.“

پياري نبيﷺ فرمايو:

”ڪجهه ابوسفيان جي باري ۾ ٻڌايو.“

غلامن چيو:

” ابوسفيان کي اسان ناهي ڏٺو. ان جي باري ۾ اسان کي ڪا خبر ڪانهي.“

پياري نبيﷺ وري فرمايو:

” قريش ڪٿي آهن؟“

ٻنهي غلامن چيو:

” هتان ٿورو پري آهن.“

پاڻ ﷺ فرمايو:

”لشڪر ۾ ڪيترا سپاهي آهن؟“

”قسم سان هو تمام گهڻا آهن.“

پياري نبيﷺ فرمايو:

”روز ڪيترا اٺ ذبح ٿيندا آهن؟“

غلامن چيو:

”ڪڏهن نون ۽ ڪڏهن ڏهه.“

هي ٻڌي پاڻ ﷺ پنهنجي ساٿين کي فرمايو:

”دشمن جو تعداد نون سئو کان هڪ هزار جي وچ ۾ آهي.“

پوءِ فرمايائون:

”مڪي وارن پنهنجا ٻچا توهان جي سامهون اڇليا آهن.“



پاڻ ﷺ پنهنجي ساٿين کي فرمايو:

”ڪهڙي جاءِ تي بيهڻ مناسب ٿيندو؟“

حباب بن منذرؓ عرض ڪيو:

” رسول الله! اڳتي هلي پاڻي تي قبضو ڪيون. ان علائقي جي باري ۾ مون گهڻي ڄاڻ آهي. هر هڪ کوهه جي خبر آهي. هڪ کوهه ته اهڙو آهي جيڪو ڪڏهن به ناهي سڪندو ۽ پاڻي به ڏاڍو مٺو اٿس. اُتي هڪ حوض ناهي پاڻي ڀري ڇڏينداسين. ان مان پاڻي پيءُ سني نموني وڙهنداسين. آس پاس جي ٻين کوهن کي لٽي ڇڏينداسين.“

هن جي خواهش هئي ته پاڻي جو پهريان بندوبست ڪري ڇڏجي. ايئن نه ٿئي جو دشمن ان تي قبضو ڪري ڇڏي ۽ پوءِ پاڻي لاءِ پريشان ٿيڻو پوي.

حبابؓ جي تجويز ٻڌي پاڻ ﷺ فرمايو:

”حبابؓ! تنهنجي ڳالهه بلڪل ٺيڪ آهي.“

ان وقت ئي پاڻ ﷺ پنهنجي لشڪر سان وجي پاڻي تي قبضو ڪيو ۽ جيئن حبابؓ چيو هو تيئن ڪيو ويو.

ياڳ سان ان رات ئي برسات وسي. وارياسي زمين هئي. واري ڄمي وئي ۽ ان تي هلڻ ڦرڻ آسان ٿي ويو. جاءِ جاءِ تي پاڻي کي بيهاري حوض ٺاهيا ويا. جن مان مسلمان وهنجي وڙهڻ لاءِ تيار ٿيا.

قريشين واري پاسي زمين نرم ۽ لنهواري هئي. ان ڪري برسات جو پاڻي اتي بيهي رهيو ۽ چڪڻ ٿي پئي. ان ڪري هلڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو. برسات مسلمانن جي رحمت ثابت ٿي ۽ دشمنن لاءِ عذاب.

پاڻ ڪريم ﷺ جن عمار بن ياسرؓ ۽ عبدالله بن مسعودؓ کي دشمنن ڏانهن موڪليو ته وڃي هنن جي خبر چار لهي اچن. ٻئي اتي پهچي ۽ صورت حال جو جائزو ورتو ۽ پوءِ موٽي آيا. هنن اچي ٻڌايو ته دشمنن جي حالت خراب آهي ۽ برسات بہ لاڳيتو وسي رهي آهي.

سعد بن معاذؓ چيو:

حضورﷺ جي لاءِ مٿانهين جاءِ تي خيمو لڳايو وڃي تہ جيئن سڄي ميدان جنگ چڱين طرح ڏسي سگهي ۽ پاڻﷺ کي ڇانو بہ ملندي سگهي. جيڪڏهن آرام ڪرڻ چاهين تہ آرام بہ ڪري سگهن. دعا ۽ نماز جي خواهش هجي تہ ان جي لاءِ بہ اها جاءِ سني هوندي.“

پاڻﷺ ان ڳالھ کي پسند فرمايو ۽ هڪ ٽڪري تي خيمو هنيو ويو.

پاڻﷺ جنگ جي ميدان ڏانهن ويا. پاڻﷺ سان خاص خاص ساٿي بہ گڏ هئا. پاڻﷺ هر هڪ قريشين جي سردارن جو نالو ڪٺي فرمايو تہ فلاڻو هن جاءِ تي قتل ٿيندو ۽ فلاڻو هن جاءِ تي مرندو.

جنگ کانپوءِ ڏٺو ويو تہ انهن جا لاش بلڪل اتي ئي مليا جتي پاڻﷺ ٻڌايا هئا. ٿورو بہ اڳتي پوئتي نہ هئا.

پوءِ پاڻﷺ فوج وٺ پهتا ۽ انهن جي قطارن جي جوڙجڪ هڪ ماهر ويڙهاڪ جيان ڪئي. ان کانپوءِ پاڻﷺ تقرير ڪئي. تقرير ڏاڍي جوشيلي هئي. الله جي تعريف کانپوءِ فرمايو:

”پيار يائرو!

پيارا يائرو! مان توهان کي انهيءَ ڳالهين جي ترغيب ڏيان ٿو جنهن جو الله عَزَّوَجَلَّ حڪم ڏنو آهي ۽ انهن ڪمن کان منع ڪيان ٿو جن کان الله عَزَّوَجَلَّ منع ڪيو آهي.. الله پاڪ وڏي شان وارو آهي. حق جو حڪم ڏئي ٿو ۽ سچ کي پسند ڪري ٿو ۽ پرهيزگارن کي نيڪين جي ڪري اعليٰ مقام عطا ڪري ٿو. پلائي سان انهن کي ياد ڪيو وڃي ٿو انهن جا درجا وڌن ٿا، هن وقت اوهان حق جي منزل تي پهچي چڪا آهيو. هتي اهو ئي ڪم قبول ڪيو ويندو جيڪو رب جي رضا لاءِ هجي. هي جنگ جو موقعو آهي ان لاءِ صبر کان ڪم وٺجو. جنگ ۾ صبر سان اطمينان ۽ سڪون ملندو آهي.
پريشاني ۽ بيچيني ختم ٿي ويندي آهي. صبر آخرت ۾ ڇوٽڪاري جو ذريعو آهي... توهان جي وچ ۾ الله جو نبيﷺ موجود آهي. جيڪو توهان کي برائين کان بچڻ جي تلقين ڪري ٿو ۽ چڱن ڪمن

جو حڪم ڏئي ٿو. ڏسو، اڄ توهان ڪو اهڙو ڪم نہ ڪجو جو الله تعاليٰ ناراض ٿئي پوي. الله تعاليٰ پاڻ فرمائي ٿو:

لَمَقْتُ اللّٰهِ أَكْبَرُ مِنْ مَّقْتِكُمْ أَنفُسَكُمْ. (سورت الغافر آيت 10)

”اڄ جيڪا اوهان کي پنهنجو پاڻ تي ڪاوڙ آهي الله جي ڪاوڙ انهن کان وڌيڪ آهي.“

هن ڪتاب (قرآن)کي مضبوطيءَ سان پڪڙيو جيڪو الله تعالىٰ اوهان کي ڏنو آهي، الله تعالىٰ اوهان کي نشانيون ڏيکاريون آهن. انهن تي غور ڪيو. ذلت کان پوءِ جيڪا اوهان کي عزت عطا ٿي آهي ان کي نہ وسار جو. ان سان الله تعالىٰ راضي ٿيندو. الله تعالىٰ اڄ ڏسڻ ٿو چاهي تہ ڪير سچي دل سان بهادري جا جوهر ڏيکاري ٿو. اڄ اوهان تي الله تعالىٰ جو خاص ڪرم ٿيندو ۽ الله تعالىٰ جي رحمت جي اوهان تي چانو هوندي. سندس واعدو پورو ٿيڻ وارو آهي. هن جو چيل هر لفظ سچ آهي. سندس پڪڙ بہ ڏاڍي سخت آهي. اسان ۽ توهان سڀ هن جي ڪري آهيون. هو هميشه کان آهي ۽ هميشه رهندو. سڄي دنيا سندس حڪم سان قائم آهي. اهو ئي اسان جو سهارو آهي. هن کي ئي اسان مضبوطي سان پڪڙيو آهي. صرف هن تي ئي اسان کي ڀروسو آهي. هو ئي اسان جو اجهو آهي. الله تعاليٰ منهنجي ۽ توهان سڀني جي بخشش فرمائي“.

قريش عمير بن وهب کي مسلمانن جي تعداد جو اندازو لڳائڻ ۽ سندن حالتون معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليو. سو هو لڪي وڃي جائزو ورتو ۽ واپس اچي قريشين کي چيائينL

” اٽڪل ٽي سؤ مسلمان آهن، جن ۾ ستر اٺ ۽ ٽي گهوڙا آهن.“

وري هن چيو:

”قريشي ڀائرو! مصيبتون موت آٽيندڙيون آهن. مديني جا اٺ موت جون سواريون آهن. ٻڌو! توهان جي واسطو اهڙن انسانن سان پيو آهي جيڪي تلوارن جي هنج ۾ پليا آهن. ڏسو نٿا؟ هو خاموش آهن. ڪجھ ڳالهائن نٿا پر نانگن وانگر ڏنگيندا آهن. قسم سان مان سمجهان ٿو تہ انهن مان جيڪو بہ مرندو. اسان جي هڪ کي ماري مرندو. ٻڌايو! جيڪڏهن ايترا اسان جا ماڻهون مري ويا تہ باقي زندگي ۾ ڪهڙو مزو وڃي رهندو؟ ان لاءِ وقت اٿو سوچي وٺو.“

قريشين کي عمير جي ڳالهين تي يقين نہ آيو، ان ڪري هنن ٻيو ماڻهون موڪليو. هو لڪي اسلامي لشڪر جي ويجهو پهتو ۽ گهوڙي تي ويهي چئني پاسن جو چڪر لڳايو. پوءِ موٽي اچي چيائين:

” خدا جو قسم! هو اهڙا جوڌا ناهن ۽ ڳاٽيتي ۾ به گهٽ آهن. هنن وٽ اوزار به گهٽا ڪونهن پر هڪڙي ڳالهه آهي. هو مرڻ لاءِ آيا آهن. هاڻي هو واپس گهر وڃڻ نٿا چاهن. تلوارون ئي هنن جي طاقت آهن ۽ تلوارون ئي هنن جو بچاءُ آهن. هاڻي توهان پاڻ ئي سچيو.“

هي ڳالهيون ٻڌي گهڻا ڏجي ويا ۽ انهن جي همت جواب ڏئي ڇڏيو. ان ڪري انهن واپس ورڻ جو ارادو ڪيو. ڪجهه ٻين ماڻهن ڪي به سمجهاياڻون ۽ اهي به واپسي جي لاءِ تيار ٿي ويا. اهڙي طرح هڪ مڪي واپس موٽي آيا.

هاڻي قريش جي فوج سامهون آئي. هر هڪ سپاهي لوهه ۾ پوريل هو. اچرج جهڙو ڏيک هو. ان وقت پاڻﷺ تي عجب عاجزي جو عالم هو. ٻئي هٿ هوا ۾ پکيڙي فرمائي رهيا هئا:

”يااللّٰه! هي قريشي آهن. آڪڙ ۾ اڪڙجي توسان وڙهڻ آيا آهن. هي تنهنجي دين کي ختم ڪرڻ چاهن ٿا. تنهنجي رسولﷺ کي ناڪام ڪرڻ چاهن ٿا. يااللّٰه! اوهان واعدو فرمايو آهي. ان واعدي کي پورو ڪر. يااللّٰه! اوهان مون کي ارادي تي قائم رهڻ لاءِ چيو ۽ ”وڏي جماعت“ جو واعدو ڪيو آهي بيشڪ اوهان پنهنجو واعدي جا پڪا آيو.“

وجد جي اها حالت هئي جو ڪلهي تان ڪپڙو ڪري پئي پيو ۽ پاڻﷺ کي ان جي خبر به نه پي پئي. ڪڏهن سجدي ۾ وجي پئي فرماياڻون:

”يااللّٰه! جي اڄ هي مارجي ويا ته قيامت تائين تنهنجي عبادت نه ٿيندي.“

هڪ پاسي پياري نبيﷺ جو اهو انداز هو ته ٻئي طرف اللّٰه تعاليٰ اوهان جي مدد ڪرڻ ۾ مصروف هو. ۽ هو حڪمت سان اوهانﷺ جي همت افزائي ڪري رهيو هو اوهانﷺ اجا پنڌ ۾ هئا ۽ دشمن جي تعداد کان بلڪل بي خبر هئا . اللّٰه تعاليٰ خواب ۾ اوهانﷺ دشمن جو لشڪر ڏيکاريو. خواب ۾ احساس ٿيو ته دشمن گهٽ تعداد ۾ آهن. اوهانﷺ جو حوصلو وڌيو ۽ دل کي اطمينان مليو. جڏهن ساٿين اهو ٻڌو ته سندن جي به همت وڌي ۽ هو بي ڊپا ٿي اڳتي وڌندا رهيا. جڏهن ٻئي فوجون هڪ ٻئي جي سامهون آيون ته مسلمانن کي ڪافرن جو لشڪر گهٽ نظر آيو ۽ ڪافرن کي مسلمانن جو لشڪر گهٽ نظر آيو. اهڙي طرح ٻنهي فوجن جو دل لڙائي لاءِ وڌيو ۽ ٻئي جنگ جي ميدان ۾ لهي آيون. جڏهن جنگ شروع ٿي ته ڪافرن کي مسلمان گهڻا نظر اچڻ لڳا. اهو ڏسي ڪافر جي همت جواب ڏيڻ شروع ڪيو. ڊپ ۽ گهبراهٽ ۾ هنن جون متيون منجهي پيون. ان جي ڪري مسلمانن جي همت اجان وڌي وئي ۽ هو اڳتي وڌي وڌي ڪافرن کي قتل ڪرڻ لڳا. هيٺين آيتن ۾ ان ڳالهه ڏانهن اشارو آهي:

إِذْ يُرِيكَهُمُ ٱللَّهُ فِى مَنَامِكَ قَلِيلًا ۖ وَلَوْ أَرَىٰكَهُمْ كَثِيرًا لَّفَشِلْتُمْ وَلَتَنَٰزَعْتُمْ فِى ٱلْأَمْرِ وَلَٰكِنَّ ٱللَّهَ سَلَّمَ ۗ إِنَّهُۥ عَلِيمٌۢ بِذَاتِ ٱلصُّدُورِ(٤٣) وَإِذْ يُرِيكُمُوهُمْ إِذِ ٱلْتَقَيْتُمْ فِىٓ أَعْيُنِكُمْ قَلِيلًا وَيُقَلِّلُكُمْ فِىٓ أَعْيُنِهِمْ لِيَقْضِىَ ٱللَّهُ أَمْرًا كَانَ مَفْعُولًا ۗ وَإِلَى ٱللَّهِ تُرْجَعُ ٱلْأُمُورُ(٤٤) (سورت الانفال آيت 43-44)

”۽ اهو وقت ياد ڪر جڏهن اي نبيﷺ، تنهنجي خواب ۾ الله انهن کي گهٽ ڪري ڏيکاري رهيو هو، جيڪڏهن توکي انهن جي تعداد گهڻي ڏيکاري ها تہ ضرور توهان سڀ همت هاري ويهو ها ۽ هڪ ٻئي سان منهن ماري ڪيو ها، پر صرف الله ئي توهان کي ان (ڳالهہ) کان بچايو. بيشڪ هو دلين جي حال کان خوب واقف آهي (٤٣) ۽ ياد ڪريو ويڙهہ وقت الله اوهان کي انهن جو تعداد گهٽ ڪري ڏيکاريو ۽ انهن کي توهان جو تعداد گهٽ ڪري ڏيکاريو، چاڪاڻ تہ جيڪا ڳالهہ ٿيڻي هئي اها الله پوري ڪري ڏيکاري، ۽ سڀ معاملا الله ڏانهن ئي موٽي ايندا آهن(٤٤)“

قريشين ڪجهہ ماڻهو اڳتي آيا تہ جيئن مسلمانن جي حوض مان پاڻي پيئون. مسلمانن ڏنو تہ انهن کي پڇاڙڻ چاهيائون پر پاڻﷺ فرمايو:

”پيئڻ ڏيو نہ، جيڪو پيئندو اهو زندهہ واپس نہ ويندو.“

ويڙهہ هينئن شروع ٿي جو ابوجهل عامر بن حضرمي کي (جنهن پنهنجي ڀاءُ جي خون جي دعويٰ ڪئي هئي) پڙڪايو. هن چيو تنهنجي رت جو پلاند سامهون آهي. اٿ، قوم جي سامهون فرياد ڪر. عامر عرب جي رواج مطابق اگهاڙو ٿي فرياد ڪئي:

”وَاعْمْرَاهُ و وَاعْمْرَاهُ! هائي عمرو، هائي عمرو!“

ايئن ڪرڻ سان سڄي فوج ڪاوڙ ۾ ڀرجي وئي ۽ جنگ شروع ٿي. سڀ کان پهريان عامر بن حضرمي اڳتي وڌيو. هن جي مقابلي ۾ حضرت عمرؓ جو غلام مجمعؓ سامهون ٿيو. عامر بن حضرمي هن کي شهيد ڪري ڇڏيو. اهڙي طرح مجمعؓ بدر جي جنگ جو پهريون شهيد هو.

ان کان پوءِ عتبا سينو سپر ڪري لشڪر مان ٻاهر آيو. هو فوج جو اڳواڻ به هو. ان سان گڏ سندس ڀاءُ شيبا ۽ سندس پٽ وليد به اڳتي وڌيا. ٻئي پاسي مقابلي لاءِ ٽي انصاري نڪتا. جڏهن حضور ﷺ اهو ڏٺو تہ هنﷺ کي خيال آيو ته هيءَ ڪفر ۽ اسلام جي پهرين جنگ آهي. ان لاءِ انصاري پهريان وڙهن اهو مناسب ڪونهي. پهريان مهاجرن کي پنهنجي جان جي بازي لڳائڻ گهرجي. چاڪاڻ ته دشمن هنن جي قوم جا ماڻهون آهن. ان ڪري پاڻﷺ فرمايو:

”اي بني هاشم! هي ڪوڙ تي ڪنا ٿيا آهن. هي حق جي نور کي باطل سان ختم ڪرڻ چاهن ٿا. جيڪو حق توهان جو نبيﷺ آندو آهي ان حق جي حفاظت لاءِ پنهنجين حياتين کي ارپي ڇڏيو.“

اهو ٻڌي عليؓ حمزهؓ ۽ عبيدؓ ميدان ۾ نڪري آيا. عتبا پنهنجي پٽ کي چيو:

”وليد اڳتي وڌ.“

جيئن ئي وليد مقابلي ۾ آيو تہ حضرت عليؓ اڳتي وڌي هن کي ختم ڪري ڇڏيو. پوءِ عتبا پاڻ مقابلي لاءِ آيو. حضرت حمزهؓ اڳتي وڌي قتل ڪري ڇڏيو. وري شيبا اڳتي وڌيو هن جي مقابلي ۾ عبيدؓ هو. شيبا هن کي زخمي ڪري ڇڏيو ۽ جي ڀِني ڪٽجي پئي. حضرت عليؓ ۽ حضرت حمزهؓ جڏهن اها حالت ڏٺي ته جلدي ۾ اڳتي وڌي شيبا کي ٽڪرو ڪري ڇڏيائون. پوءِ حضرت عبيدهؓ کي ڪلهي تي کڻي پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ آيا. ڪجھ ڏينهن ڪانپوءِ حضرت عبيدهؓ بہ الله کي پيارو ٿي ويو. هاڻي عام حملو شروع ٿيو. پاڻﷺ پنهنجي ساٿين کي آواز ڏنو:

” جنت ڏانهن وڌو جنهن جي ويڪر زمين ۽ آسمان جيتري آهي.“

عمير بن حمامؓ جڏهن جنت جي خوشخبري ٻڌي تہ خوشي ۾ جهومڻ لڳو ۽ چيائين:

”هائي، هائي. جنت ۾ پهچڻ ۾ بس ايتري دير جو مان شهيد ٿي وڃان.“

ان وقت هو کجور کائي رهيو هو. جنت جي خوشبو اڳيان کجور ۾ ڪهڙو سرور ايندو. تڪڙ ۾ کجور اڇلي دشمنن جي قطارن ۾ ڪاهي پيو. ويرتا سان وڙهندي پاڻ کي امري ڪري ڇڏيائين.

ويڙھ پنهنجي جوڀن تي هئي. تلوارون ۽ ڍالون هڪ ٻئي چمي کي رهيون هنيون. ساھ سهڪي رهيا هئا ۽ آواز گوڙ ۾ تبديل ٿي رهيو. ان وقت پيار پيغمبرﷺ واري جي مٺ کڻي دشمنن ڏانهن اڇلي ۽ فرمايائون:

”شَاهَتَ الْوُجُوهُ................ شَاهَتَ الْوُجُوهُ.“

” منهن ڪارو ٿئين.................................................... منهن ڪارو ٿئين.“

نبي ڪريمﷺ جو هٿ هو ۽ الله جي قدرت هئي. واري لپ دشمنن جي لاءِ ٿي پئي ۽ دشمنن جي اکين اٽڪي پئي. دشمن پنهنجون اکيون مهٽڻ لڳا ۽ مسلمان پنهنجي پوري طاقت سان دشمنن جي سسين جو لابارو ڪرڻ لڳا. نيٺ دشمنن هارايو ۽ مسلمان کٽيو. حق سرخرو ۽ باطل ناڪام ٿيو.

اجا ويڙھ جاري ئي هئي ته عبدالاسود جي پٽ اسود، جيڪو مخزوم قبيلي مان هو، چيو:

”خدا جو قسم! مان تہ مسلمانن جي حوض مان پاڻي پيئندس يا ان کي ڊاهي ڇڏيندس نہ تہ منهنجو جيئڻ حرام آهي.“

سو هو تڪڙو تڪڙو حوض ڏانهن ڀڳو. حضرت حمزهؓ ان جي پرسان بيٺو هو. حضرت حمزهؓ تڪڙ ۾ هن تي حملو ڪيو، وار ڏاڍو ڳرو هو. اسود جي هڪ ٽنگ ڪٽجي پئي. هو رڙهندي وجي پاڻ کي حوض ۾ اڇليائين ۽ ٻئي پير سان حوض کي ڀجي ڇڏيائين ۽ ان جو پاڻي ٻه پيتائين. حضرت حمزهؓ هن تي ٻيو واري ڪري هن کي هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏيو.

جنگ ختم ٿي ته پاڻ ﷺ فرمايو:

"ڏسو، ابوجهل ڪٿي آهي. هو ڪٿي پيو هوندو."

عبدالله بن مسعودؓ ان جي ڳولا ۾ نڪتو. ڏٺائين هڪ جاءِ تي آخري پساهن ۾ پيو آهي. عبدالله بن مسعودؓ پنهنجو پير هن جي ڳچيءَ تي رکي هن جو سر ڌڙ کان ڌار ڪري حضور ﷺ جي خدمت ۾ پيش ڪيو.

اهڙيءَ نموني ڪفر ۽ شرڪ جا ڪيترائي جهنڊيدار مارجي ويا. ۽ قريشين جي ڪيترن ئي سردارن جون منڍيون وڍيون ويون ۽ قتل ٿيڻ وارا ستر هئا ۽ ستر قيد ٿيا.

مارجي ويل دشمنن جو انگ تمام گهڻو هو. تنهنڪري سيني کي الڳ الڳ دفن ڪرڻ ڏکيو هو. اتي هڪ ويڪرو کوهه هو. پاڻ ڪريم ﷺ سيني لاشن کي ان ۾ وجهرائي، ان کي مٽي سان پورائي ڇڏيائين. ان کان پوءِ پاڻ ﷺ انهن مان هر هڪ جو نالو وني سڏيو ۽ فرمايائين:

" ڪيڏا نه خراب مائٽ نڪتئو، مون پنهنجي رب جو واعدي کي سچو ڏٺو. ڇا توهان پنهنجي رب جي واعدي کي سچو ڏٺو؟"

توهان مونکي ڪوڙو سمجهيو. ٻين مون کي سچو سمجهيو. توهان مون کي ملڪ نيڪالي ڏني. ٻين مون کي اجهو ڏنو. توهان مون سان وڙهيؤ ۽ ڌارين منهنجي مدد ڪئي.

ساٿين عرض ڪيو:

"يا رسول الله! هي مري چڪا آهن. اوهان انهن سان ڇيا ڳالهايو؟"

پاڻ ﷺ فرمايو:

"انهن کي هاڻي خبر پئجي وئي ته رب جو واعدو سچو آهي."

پوءِ ابوجهل جي لاش ڏانهن منهن ڪري فرمايو:

"هي فرعون کان به وڌيڪ هنيلو ثابت ٿيو. فرعون کي جڏهن مرڻ جي پڪي ٿي ته هن الله کي ياد ڪيو. جڏهن کي موت جو يقين ٿيو ته هن لات ۽ عزيٰ سڏيو."

جڏهن جنگ ختم ٿي تہ پاڻﷺ زيدؓ بن حارث ۽ عبدالله بن رواحاؓ کي مديني ڏانهن موڪليو تہ ماڻهن کي سوڀ جي خوشخبري ڏين. ڪاميابي جو ٻڌي ماڻهن خوشي ۾ نچڻ لڳا. پر منافق ۽ يهودي ڪاوڙ ۽ ڪروڌ ۾ ڪارا ٿي ويا.



لڙائي مان هٿ آيل مال تي مسلمانن ۾ اختلاف ٿي پيو. انهن هڪ ٻئي سان ڳالهائڻ شروع ڪيو.

نوجوانن چيو:

”ويڙهہ جي مال جا اسان وڌيڪ حقدار آهيون ڇو تہ اسان ئي دشمنن کي شڪست ڏني آهي. اسان پنهنجو سر تري رکي دشمنن کي ڀڄايو آهي.“

پوڙها چوڻ لڳا:

”سچ پڇو تہ ان جا صحيح حقدار اسان آهيون ڇو تہ اسان ئي توهان جي حفاظت ڪئي آهي. اسان دشمن کي پنيان اچڻ کان روڪيو.“

سعد بن معاذؓ ف پڇيو:

”يا رسول الله! ڇا گهوڙي سوارن جو بہ ايترو حصو آهي جيترو ڪمزورن جو حصو آهي؟“

پاڻﷺ فرمايو:

”ساٿيو! ڪمزورن جي ڪري ئي تہ الله مدد ڪئي آهي.“

ايتري ۾ حضرت جبرائيلؑ پهچي ويو. پاڻ سان گڏ الله جو نياپو کڻي آيو:

يَسْـَٔلُونَكَ عَنِ ٱلْأَنفَالِ ۖ قُلِ ٱلْأَنفَالُ لِلَّهِ وَٱلرَّسُولِ ۖ فَٱتَّقُوا۟ ٱللَّهَ وَأَصْلِحُوا۟ ذَاتَ بَيْنِكُمْ ۖ وَأَطِيعُوا۟ ٱللَّهَ وَرَسُولَهُۥٓ إِن كُنتُم مُّؤْمِنِينَ(١) (سورت الانفال آيت 1)

”(اي پيغمبر) توکان غنيمت جي مال بابت پڇن ٿا، چؤ ته غنيمت جو مال الله ۽ (ان جي ) رسول جو آهي، الله کان ڊڄو ۽ پاڻ ۾ ٺهو ۽ جيڪڏهن مؤمن آهيو ته الله ۽ سندس رَسُول جي فرمانبرداري ڪريو.“

ان وقت پاڻﷺ اعلان فرمايو:

”جنهن جنهن کي ماريو آهي اهو مال ان جو آهي. جنهن جنهن کي پڪڙيو آهي اهو قيدي ان جو آهي ۽ جيڪو ميدان مان بغير وڙهڻ جي مليو آهي اهو سڀني جو آهي.“

اهو ٻڌي سڀني پنهنجا سر نمائي ڇڏيا ۽ ويڙهه جي مال جي وراثت نبي ڪريمﷺ جي حوالي ڪيائون تہ جيئن چاهي الله جي حڪم مطابق ورهائي.

” جنگي قيدين جو ڇا ڪجي؟“

پاڻﷺ پنهنجي ساٿين کان پڇيو.

حضرت عمرؓ چيو:

”ڪفر ۽ هٺ جي سزا ۾ هنن کي ماري ڇڏجي.“

حضرت ابوبڪرؓ چيو:

” رسول اللهﷺ ! هي سڀ اوهانﷺ جا پائر آهن. جن کي الله اڄ اوهانﷺ جي وس ڪري ڇڏيو آهي. مان سمجهان ٿو ته انهن کي مارڻ نه گهرجي. سِربَهَا وٺي ڇڏي ڏجي. ايئن ڪرڻ سان ايندڙ جنگ لاءِ بہ ڪجھ سامان ناهي وٺنداسين. پوءِ شايد الله هنن کي بہ هدايت ڏئي ۽ هي سڀاڻي اوهانﷺ جا ساٿي ۽ مددگار ٿي پون.“

رسول الله ﷺ کي حضرت ابوبڪرؓ جي اها راءِ پسند آئي. پوءِ جيڪي سِربَهَا ڏئي سگهيا ٿي. انهن کان وٺي انهن کي ڇڏيو ويو. جيڪي غريب ۽ مسڪين هئا پر پڙهيل لکيل هئا، انهن کي مديني جي ڏهن ٻارن کي پڙهائڻ جو ڪم سربها طور مقرر ڪيو ويو ۽ جيڪي غريب جاهل هئا. انهن کي ايئن ئي ڇڏيو ويو.

پاڻﷺ فاتح ٿي مديني موٽيو ۽ شهر ۾ وداع جي ماٿري مان داخل ٿيو. ان وقت پاڻﷺ جو سينو مبارڪ احسان (شُڪر) جي جذبي سان ڀريل هو.

جنگ بدر پنهنجي پڄاڻيءَ تي پهتي ته مشرڪن جي همت ختم ٿي وئي، منافق دٻجي ويا ۽ مديني جا يهودين مسلمانن کان خوف کائڻ لڳا. ڪيترن ئي پڪن دشمنن ايمان آندو. هن جنگ ۾ ڪيتريون عورتون بيوهه ٿيون ۽ ڪيتريون ئي مائرون ڏکاريون ٿيون. تنهن ڪري، ان ڏک ۾، انهن پنهنجا وار ڪٽيا ۽ هڪ مهيني تائين ماتم ڪيو.



قريشين جا ڪيترائي ماڻهو مري ويا. خبر ناهي ڪيتري دولت ضايع ٿي وئي. شڪست جي ڪري سندن عزت ۽ شان کي بہ ڏاڍو ڌڪ لڳو. اهو قريشين لاءِ وڏو صدمو هو.

عمير بن وهب اسلام جو سخت دشمن هو. هو ۽ صفوان بن اميه ٻئي هڪ ڏينهن حجر ۾ ويٺا هئا. بدر جو ماتم پئي ڪيائون. صفوان چيو:

”خدا جو قسم! هاڻي زندگي ۾ ڪو بہ مزو ناهي رهيو.“

عمير وراڻيو:

”سچ ٿو چوين. مان قرض ۾ ڦاٿل آهيان ۽ ٻارن جي ذمينداري الڳ آهي نہ تہ محمدﷺ کي جيئرو نہ ڇڏيان ها. منهنجو پٽ بہ انهن وٽ باندي آهي.“

صفوان چيو:

”تون قرض جي فڪر نہ ڪر. ٻارن جي طرفان بہ بي فڪر ٿي. انهن جي ذميداري مون تي آهي.“

تنهنڪري عمير مديني ڏانهن روانو ٿي ويو. تلوار کي ڳاٽي ۾ لڙڪائي ڇڏيائين. اتي پهچي هو مسجد ۾ داخل ٿيو تہ پنهنجو ڪم ڪري سگهي.

اتفاق سان حضرت عمرؓ جي نظر هن تي پئجي وئي. هن کي ڏسندي ئي هن جي نيت کي سمجهي ويو ۽ وجي ڳاٽي کان پڪڙي حضورﷺ جي خدمت ۾ وٺي آيو. پاڻﷺ فرمايو:

”عمير! ڇا ارادو اٿئي.“

عمير وراڻيو:

”پٽ کي ڇڏائڻ آيو آهيان.“

حضورﷺ فرمايو:

”ڇڏائڻ لاءِ تلوار جي ڪهڙي ضرورت آهي؟“

عمير چيو:

” خانو خراب ٿئي هنن تلوار جو بدر ۾ بہ نہ ڪم آئي؟ اچڻ لڳس تہ هن ڏانهن ڌيان ئي نہ ويو. جيتوڻيڪ هي منهنجي ڳاٽي ۾ هئي.“

پاڻﷺ فرمايو:

”عمير! سچ سچ ٻڌا.......ڇو آيو آهين.“

عمير جواب ۾ چيو:

”پٽ کي وٺڻ آيو آهيان.“

پاڻﷺ فرمايو:

”حجر ۾ صفوان سان ڇا ڳالهه طئي ٿي هئي؟“

عمير حيرت ۾ پئجي ويو:

”ڇا ڳالهه طئي ٿي هئي؟“

پاڻ ڪريمنﷺ فرمايو:

”تو منهنجي قتل جو واعدو ڪيو هو. ان شرط تي تہ هو تنهنجو سڀ قرض لاهيندو ۽ تنهنجي ٻارن جي ذميداري بہ کڻندو. ٻڌ! الله هي ٿيڻ نہ ڏيندو.“

عمير هڪدم وراڻيو:

”مان گواهي ڏيان ٿو تہ اوهانﷺ الله جا رسول آهيو. اوهانﷺ جي هجڻ ۾ ڪو بہ شڪ ڪونهي.“

هاڻي عميرؓ مسلمان هو. پيار نبيﷺ ساٿين کي فرمايو:

”پنهنجي ڀاءَ کي قرآن سيکاريو ۽ هن جي قيدي کي آزاد ڪريو.“

پوءِ عميرؓ مڪي موٽي آيو. جيڪي نبيﷺ جي قتل جي خبر ٻڌڻ جي انتظار ۾ بيچين هئا. انهن کي عميرؓ جي مسلمان ٿيڻ جي خبر پئي. مڪي پهچي هو اسلام جي تبليغ ۾ لڳي ويو. ڪيترائي ماڻهون هن جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو.



قريشين جون جنگي تياريون.

بني قينقاع جي بدمعاشي.

بني قينقاع جي جلاوطني.

قبيلن ۾ قريشين جو دورو.

قريشين جي لشڪر جي روانگي.

اصحابينؓ جو غير معمولي جذبو.

اسلامي فوج جي روانگي.

عبدالله بن ابي جي غداري.

ميدان احد ۾ فوجن جي ترتيب.

جنگ جا شعلا ٻرڻ لڳا.

دشمن جي ڀاڄ.

جنگ جو نقشو بدلجي ويو.

اصحابينؓ جي بهادري

جنگ جي پڄاڻي.

مشرڪن جي حيوانيت ۽ سنگدلي.

قريشي پورو مهينو روئيندا رهيا ۽ مارجي ويل سردارن جو ماتم ڪندا رهيا. پوءِ ماتم ختم ٿيو. ۽ روئڻ بند ٿي ويو. روئڻ ڇو بند ٿيو؟ ڇا انهن پنهنجي مائٽن ۽ سردارن جي موت تي صبري ڪري ڇڏيو؟ آخر روڄ ۽ راڙهو بند ٿيڻ جو ڇا سبب هو؟ ڇا انهن ان کي تقدير لکيو سمجهي چپ ٿي ويا؟

دراصل اها ڳالهه نه هئي. قريشي اهڙا نه هئا جو پنهنجي سردارن جي قتل تي چپ ٿي ويهي رهن. هاڻي نه ماتم هو نه ڳوڙها هئا. هاڻي رڳو پلاند جي پرچار هئي ۽ عيوضي ۽ انتقام جي ڏن هئي. قريشاڻين مٿا ڪوڙائي ڇڏيا ۽ اوستائين خوشبو پاڻ تي حرام ڪري ڇڏيائون جيستائين پلاند پورو نه ٿئي. قريشي مردن پاڻ تي سڪون ۽ آرام کي حرام قرار ڏئي ڇڏيو جيستائين بدلو نه وٺن. ابوسفيان اجان به هٿ اڳتي هليو ويو. هن پاڻ تي وهنجڻ حرام ڪري ڇڏيو اوستائين جيستائين هو محمدﷺ کي رسوا نه ڪري.

اهڙي نموني قريشين جا ڳوڙها رڪيا ۽ پٽن ۽ پاراتن جا آواز بند ٿيا. انهن پڪو پهه ڪري ڇڏيو ته محمدﷺ سان وري جنگ جوٽيندا سين. رت جي راند کيڏنداسين. هاڻي قريشي جنگ جي تيارين ۾ مشغول ٿي ويا ۽ جنگ کٽڻ لاءِ جن شين جي ضرورت هئي انهن جو انتظام ڪرڻ لڳا ته جلد کان جلد سيني ۾ لڳل باهه کي وسائجي جيئين بي آرام دل کي قرار ملي.

جنگ کان پهرين جيڪو واپاري قافلو شام مان آيو هو. ان جو پيسو دارالندوه ۾ روڪي ڇڏيائون. قريشين پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته واپار جي سيڙپ انهن جي مالڪن کي ڏني وڃي ۽ اپت فوج تي خرچ ڪجي ۽ جنگ جي تياري ۾ لڳائجي.

اها ڳالهه ته سيني جي دل جي ڳالهه هئي ان ڪري پيش ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي منظور ٿي وئي. جهٽ پٽ سامان وڪرو ٿي ويو. شيون ڏاڍيون قيمتي هيون ۽ ان لاءِ نفعو تمام گهڻو ٿيو. ان کانپوءِ پائيوارن جي سيڙپ واپس ڪئي وئي ۽ لاڀ کي جنگ جي کاتي ۾ وڌو ويو. اهڙي نموني جنگ جي تياري ۾ تيزي اچي وئي.

بدر ۾ ابوسفيان جو پٽ مارجي ويو هو جنهنجو هن کي ڏاڍو ڏک هو. ان جي بدلي وٺڻ لاءِ هو ڏاڍو بيتاب هو. پر قريشي بدر ۾ مسلمانن جي طاقت جو اندازو لڳائي چڪا هئا. سو هنن هن پيري وڏو لشڪر گڏ ڪري وڙهڻ جو ارادو ڪيو جنهن وٽ هر قسم جا هٿيار هجن. اهو ڪم جلدي ته ٿيڻ جهڙو هو ڪو نه ان ڪري ان ۾ ڪجهه وقت لڳي ويو. ٻئي پاسي ابو سفيان ڏک ۽ ڪاوڙ ۾ پريو وينو هو. هن کان صبر نه پئي ٿيو. ان ڪري هن پاڻ سان مڪي جا ٻه سؤ ماڻهو ڪنيان ۽ محمد ﷺ کان پلئہ وٺڻ نڪتو. مديني کان ڪجهه مفاصلي تي عريض نالي هڪ ماڳ آهي. هو جڏهن اتي پهتو ته هڪ انصاري پوک پوکي رهيو هو. هن سان گڏ هڪ مزدور به هو. هن انهن ٻنهي کي اتي ئي قتل

ڪري ڇڏيو ۽ ٻن گھرن کي ٻه ٻاهه ڏئي ڇڏي. ڪجھ ڪجين جا وڻ هئا. انهن کي به ساڙي ڇڏيائين. اهو ڪرڻ ڪانپوءِ هن سمجھيو ته هن قسم پوري وئي. ان ڪري هو اتان پڄي هليا آيا.

جڏهن ان ڳالھ جي خبر پاڻ ﷺ کي پئي ته پاڻ ﷺ ابوسفيان جو پيڇو ڪيو. پڇڻ وارن به هوشيار ڪان ڪم ورتو. جان جوکي ۾ ڏسي انن تي لڏيل بار هلڪو ڪيائون. هنن سان گڏ بيسڻ جون ٻوريون هيون. ان کي هو هيٺ اڇليندا ويا. اهڙي طرح انهن جي جان بچي ۽ صحيح سلامت واپس وريا. هو واقعو غزوه سويق جي نالي سان مشهور آهي ۽ ذوالحج ٻه هجري جو آهي.

مديني ۾ يهودين جو هڪ قبيلو بني قينقاع جي نالي سان مشهور هو ۽ جتي آباد هئا اها هڪ واپاري بازار هئي ۽ سوناري ڌنڌي ۾ هو ڪافي مشهور هئا. هن قبيلي کي يهودين جا ٻيا قبيلا مديني کان ٻاهر هئا. ڪجھ خيبر ۾ ۽ ڪجھ ٻين هنڌن تي هئا. اڄ ڪلھ نبي ڪريم ﷺ بني قينقاع جي مهم تي هئا.

ڳالھ اها هئي ته بني قينقاع جا يهودي نبي ڪريم ﷺ جي ڊر هئا. هنن سان امن ۽ دوستي جو ناهه ٽي چڪو هو. هو اسلام جو وڌارو ڏسي سڙندا هئا. سامهون منيون منيون ڳالهيون ڪندا هئا ۽ پنيان اسلام کي ختم ڪرڻ جون اٽڪلون ويڙهائيندا هئا. مشرڪن سان به انهن سلام دعا جاري هئي. جڏهن بدر ۾ مسلمانن کي فتح نصيب ٿي ته انهن جي ٻيائي ڏکي ٿي پئي. ان ڪري انهن جا دل ساڙ ۾ سڙڻ لڳا.

سندن عقل حيران هئا ته محمد ﷺ اسان سان امن ۽ دوستي جو معاهدو ڪري پوءِ پنهنجي دين جي ايتري تبليغ ڪئي جو اسلام جو ڏيئو هر گھر گھر ٻرڻ لڳو. رڳو اهو نه پر هو دشمنن سان وڙهن به ٿا ۽ الله انهن کي ڪامياب به ڪري ٿو. هاڻي عربن ۾ هنن جو دٻدٻو آهي ۽ سڀ هنن کان ڇرڪن ٿا.

يهودي ان کي ڪيئن برداشت ڪري ٿي سگھيا. هي انهن جي لاءِ خطري جي گھنٽي هئي. ان ڪري هنن پاڪنڊ ۽ رياڪاري جي چادر لاهي ڪليو ڪلايو سامهون آيا. هاڻي هو مسلمانن جي ظاهر ظهور مخالفت ڪرڻ لڳا. هو ماڻهن کي مسلمانن جي خلاف ڀڙڪائڻ لڳا. شاعري ۾ مسلمان جي توهين ڪرڻ لڳا ۽ دل چيرندڙ ڳالهايون ڪرڻ لڳا. هنن نه معاهدي جو خيال ڪيو نه امن جو احترام ڪيو. جوڏهن پاڻ ﷺ هنن جي اها روش ڏٺي ته انهن کي گڏ ڪيو ۽ گھٽگھري وانگر هنن کي فرمايو:

”يهودي ڀائرو! الله جو قسم، توهان کي پڪ آهي ته مان رسول الله ﷺ آهيان. ان لاءِ توهان کي دعوت ٿو ڏيان ته اسلام قبول ڪيو. ايئن نه ٿئي جو توهان جي پڇاڙي به بدر وارن وانگر ٿئي.“

هو سگھ جي مستي ۾ مست هئا. طاقت جو نشو هر نشي کان طاقتور هوندو آهي. هنن نه رڳو پاڻ ﷺ جي ڳالهين نه صرف ڪا پرواهه نه ڪئي پر تڪبر ۾ ڦوندڄي جواب ڏنو:

”محمد(ﷺ)! ڏوڪي ۾ نہ رهجان. هو اڻڄاڻ هئا. انهن کان کٽي تون فخر نہ ڪرين. ياد رکجان! اسان تلوارن جو ڪوڏيا آهيون. اسان جنگ جا جوڌا آهيون. جيڪڏهن اسان ويڙهين تہ اسان ڏيکاريندا سين تہ ويڙهہ ڇا ٿيندي آهي.“

هي واعدي خلافي ۽ دشمني جو کليو اعلان هو. ان ڪري هاڻي مسلمانن ۽ يهودين جا لاڳاپا خراب ٿي ويا. مسلمان هڪدم هنن جي گهرن جو گهيراؤ ڪيو. نيٺ هنن تنگ ٿي هٿيار ڦٽا ڪيا. جڏهن هنن تي پورو غلبو ٿي ويو تہ مسلمانن چيو:

”رسول الله ﷺ! هنن کي قتل ڪيو وڃي.“

پر عبدالله بن ابي جيڪو هنن جو دوست هو ۽ منافقن جو سردار هو. هنن جي سفارش ڪرڻ لڳو:

”رسول الله ﷺ! هنن کي جلاوطن ڪيو وڃي.“

آخر ڪار پاڻ ﷺ ان ڳالھ تي راضي ٿيا ۽ فرمايائون:

”ٽن ڏينهن جي اندر هي مدينو خالي ڪري وڃن.“

اهڙي نموني هي يهودي مديني مان نڪري ويا. پاڻ سان گڏ پنهنجا ٻار ٻچا ۽ جيترو مال کڻي سگهيا ٿي سو کڻي ويا. هو شام جي علائقي ۾ عات وٽ وڃي رهڻ لڳا. هي ڪل اٺ سئو ماڻهون هئا. جنهن ۾ ٽي سئو لوهي پوش هئا.

بني قينقاع جي جلاوطن سان اسلام کي تمام گهڻو فائدو ٿيو. ان جي ڪري ماڻهن جي دلين ۾ خوف ٿيو. هن سوچيو ته:

” مسلمانن جي حڪم سان ايڏو وڏو قبيلو جلاوطن ٿي ويو اهو بہ ايڏو بهادر قبيلو! لڳي ٿو تہ مسلمانن جو وڏو دٻدٻو آهي ۽ انهن جي ڏي جو ڪو اندازو ئي ڪونهي.“

بنو نضير ۽ بنو قريظه قبيلا بہ پرسان ئي رهندا هئا. اهي ٻئي قبيلا به يهودين جا هئا. اهي بہ مسلمانن کان ڊڄي ويا. عربن جا ٻيا قبيلا خوف کان خاموش ٿي ويا. جيتوڻيڪ ڪجھ قبيلن سوچيو تہ جي اهڙي حالت رهي ته ڪجھ ڏينهن ۾ ئي سڄي عربستان تي مسلمان جو قبضو ٿي ويندو. تنهن ڪري سندن طاقت کي ختم ڪرڻ ضروري آهي. ان لاءِ مديني تي حملي ڪرڻ جو تياريون ڪرڻ لڳا. حضور ﷺ کي جڏهن اها خبر پئي ته اوهان ﷺ به ان فتني کي دٻائڻ لاءِ لشڪر وٺي نڪتا. جڏهن انهن قبيلن اهو ٻڌو ته وائڙا ٿي ويا ۽ پڄڻ ۾ ئي خيرت سمجهائون. پنهنجي جان بچائڻ لاءِ ڪن ريگستانن جو منهن ڪيائون ۽ ۽ ڪن جبلن جي لنگهن ۽ غارن ۾ پناھ ورتي.

جيئن ته قريشين جو معاشي دارو مدار شام جي واپار تي هو ۽ هي واپار بند ڪرڻ انهن لاءِ نقصان ئي نقصان هو. ان ڪري واپار هر حال ۾ ڪرڻو هو پر شام ڪهڙي پاسي کان وڃن؟ مديني وارو رستو هو وني نٿي سگهيا ڇاڪاڻ ته اتان هنن کي مسلمانن جي حملي جو ڊپ هو. آخرڪار مجبور ٿي عراق جو رستو ورتائون. اهو پنڌ تمام ڊگهو ۽ گهڻو ڏکيو هو. رستي تي پاڻي به اڻ لڀ هو. پر انهن لاءِ ٻيو ڪو رستو به ڪو نه هو؟ پر الله جو ٿيڻو ايئن ٿيو جو اها ڳالھ به لڪي نه سگهي.
پياري پيغمبرﷺ ۽ اصحابينؓ کي ان ڳالھ جي خبر پئجي وئي. پاڻﷺ زيدؓ بن حارثہ کي ڇاپي هڻڻ لاءِ موڪليو ته هاڻي جنگ جو وقت آهي ۽ دشمن جي نقصان کان بچڻ لاءِ دشمن کي نقصان پهچائڻ ضروري آهي. اهڙيءَ طرح حضرت زيدؓ سؤ سوارن جي لشڪر سان روانو ٿيو. ۽ نجد ۾ هڪ هنڌ قروھ جي نالي سان آهي، اتي هنن کي قافلو نظر آيو. جيئن ئي قافلي وارن هنن کي ڏٺو ته هو سڀ ڪجھه ڇڏي ڀڄي ويا ۽ سڄو سامان هنن کي هٿ لڳي ويو. هو سامان کڻي ڪلندي مديني ڏانهن موٽي آيا. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم به خدا جو شڪر ادا ڪيو ۽ سڀ سامان مسلمانن ۾ ورهائي ڇڏيو.

پاڻ سڳورا ﷺ جيئن ئي مڪي کان آيا ته هر وقت جنگ ۽ جهاد ۾ رڌل رهيا. اسلام جي واڌاري لاءِ جنگيون به وڙهيون ۽ جان ۽ مال جون قربانيون به ڏنيون. ان وچ ۾ جيڪڏهن ڪو ٿورو آرام جي لاءِ وقت مليو ته اهو به فقط آرام ۾ نه گذريو. بلڪ پاڻﷺ هڪ ٻئي ڪم ۾ مشغول ٿي ويا. اهو ڪم هو هڪ ٻئي سان محبت ۽ همدردي جي لاڳاپن کي وڌيڪ مظبوط ڪرڻ. اوهانﷺ جا جيڪي مخلص دوست ، هر گهڙي اوهانﷺ سان ٻانهن ٻيلي هئا ۽ جيڪي سوچ ۽ سمجھ ۾ به پنهنجو مٽ پاڻ هئا. انهن سان لاڳاپا مضبوط ڪيا. انهن جي دلين کي پيار ۽ نرمي سان فتح ڪيو ۽ ان لاءِ ڪيترائي ڪم ڪيا. محبت پيدا ڪرڻ لاء هڪ ڪم مائٽي ڪرڻ به آهي. پاڻﷺ انهن سان مٽي مائٽي ڪئي. اوهانﷺ جا به سٺا دوست جيڪي اوهانﷺ جا هر وقت هر گهڙي اوهانﷺ ٻٽ هئا. اوهانﷺ انهن جي نياڻين سان شادي ڪئي. حضرت عائشهؓ حضرت ابوبڪر صديقؓ جي ڌيءَ هئي. هن جي شادي پاڻﷺ سان مڪي ۾ ٿي هئي پر ان وقت هو اجا ننڍي هئي، تنهنڪري پنهنجي والدين سان گڏ رهندي هئي . مديني پهچڻ کان پوءِ هو پاڻ سڳورنﷺ سان رهڻ لڳي. حضرت عمر فاروقؓ جي ڌيءَ حضرت حفصهؓ هئي. اوهانﷺ ان کي به پنهنجي نڪاح ۾ آندو ۽ پنهنجن نياڻين جون شاديون پنهنجي ساٿين سان ڪرايون. اهڙيءَ طرح ڪين راضي به ڪيائون. ڪيس ننڍي ڌيءَ فاطمهؓ جي شادي حضرت عليؓ سان ٿي. جيڪو اوهانﷺ جو تمام وفادار دوست ۽سئوٽ هو. ٻي ڌيءَ رقيهؓ جو نڪاح حضرت عثمانؓ سان ٿيو. جيڪو پاڻﷺ تي هر وقت ساھ صدقي ڪندو هو. جڏهن پاڻﷺ بدر لاءِ وڃي رهيا هئا ته ان وقت رقيہؓ ڏاڍي بيمار هئي. ان ڪري حضرت عثمانؓ کي ان جي تيمارداري جي لاءِ مديني ۾ ڇڏي ويا. جنهن ڪري هو بدر جي جنگ ۾ شرڪت نه ڪري سگهيو، ان

وچ ۾رقيهؓ وفات ڪري وئي. پاڻﷺ حضرت عثمانؓ جي شادي پنهنجي ٻي نياڻي ام ڪلثومؓ سان ڪرائي. ان ڪري حضرت عثمانؓ کي ذي النورين جو لقب سان سڏيو ويندو آهي.

اهڙي طرح پاڻ سڳورڻﷺ بيواهن تي به پنهنجي شفقت جو هٿ رکيو ۽ پنهنجن ساٿين کي به تاڪيد ڪيائون ته جيڪڏهن ڪا عورت بيوهه ٿي وڃي يا ان جو مڙس خدا جي راهه ۾ شهيد ٿي وڃي ۽ پنيان اولاد ڇڏي وڃي ته ان بيوهه جو خيال رکجو. ۽ هن سان همدردي ڪجو. جيڪڏهن ممڪن ٿي سگهي ته هن سان شادي ڪجو ۽ هن جي ٻارن جي پالنا ڪجو. ائين نه ٿئي جو بيوهه بيوس ٿي مشڪلاتن جو شڪار ٿي وڃي ۽ ٻار هن تي بار بڻجي پون. اهڙي طرح هڪ بيبي زينبؓ هئي. جيڪا خزيمه جي ڌيءَ هئي. هوءَ ڏاڍي شريف ۽ نيڪ عورت هئي ۽ خيرات ۾ هٿ کليل هيس. ان ڪري هو أم المساڪين (غريبن جي ماءُ) جي نالي سان مشهور هئي. بدر جي جنگ ۾ سندس مڙس شهيد ٿي ويو ۽ هو بيوهه ٿي وئي. ان ڪري پاڻ ڪريمن ﷺ هن سان شادي ڪئي.

بدر ۾ قريشين دشمنن ڪان شڪست کاڌي. ڇا هو ان ذلت کي هضم ڪري سگهيا ٿي؟ سندن عزت، شان ۽ شوڪت ڌوڙ ٿي وئي هئي. ڇا هو بيعزتي جي خواري ڪٽي باقي زندگي گذاري سگهيا ٿي؟ ان ڳالهه ڪان پيارو نبي ﷺ به غافل نه هو. اوهانﷺ کي پڪ هئي ته قريش ويهڻ وارا ناهن. اهي زخمي شينهن وانگر ڦتڪي رهيا آهين ۽ ڪروڌ جي باهه ۾ ٻري رهيا آهن. ۽ اها ڪاوڙ رت وهائڻ ڪانسواءِ ٿڌي نه ٿيندي. هو پنهنجي موئلن جي ماريندڙن کي ماري پوءِ ماٺ ٿيندا. مٿان مسلمانن وري سندن واپاري قافلو ڦري ڇڏيو. ان ڊپ ڪان هنن رستو به مٽايو هو. هاڻي ڇڻ ته هنن جي زخمن تي لوڻ ٻرڪجي چڪو هو. هنن جي عيوضو وٺڻ جي جذبي ۾ اجا وڌيڪ جوش پيدا ٿيو. انهن ڳالهين جي ڪري پاڻﷺ به سجاڳ هئا ۽ سمجهي رهيا هئا ته هڪ نه هڪ ڏينهن هو ضرور ڪام ڪندا.

مڪي ۾ جنگ جون تياريون پنهنجي عروج تي هنيون. پياري نبيﷺ جو چاچو عباسؓ مسلمان ٿي چڪو پر اجان مڪي ۾ ئي رهندو هو. هن حالتن جو اندازو لڳائيندي پنهنجي هڪ ماڻهو کي تڪڙو مديني ڏانهن نياپي سان موڪليائين:

”قريشي جنگ جي لاءِ مديني ڏانهن اچي رهيا آهن. هن جو لشڪر تمام وڏو آهي ۽ هٿيار به جام اٿن.“

ان سان گڏ پيغامبر کي هدايت ڪيائين ته ٽن راتين ڪان اڳ مديني ۾ پهچائين.

ان خبر سان پاڻﷺ کي ذري برابر به حيرت نه ٿي. ان ۾ حيرت جي ڪهڙي ڳالهه هئي؟ پاڻﷺ کي ته پهريائين ئي پڪ هئي ته قريشي بدلي وٺڻ لاءِ ضرور ايندا ۽ تمام وڏو لشڪري وني ايندا. پر پاڻﷺ کي اهو اندازو نه هو ته ايترو جلدي ايڏي تياري ڪري ايندا.

ٻئي طرف قريشي فوج جي تياري رات ڏينهن جاري هئي. هٿيار ۽ سامان تمام تيزيءَ سان گڏ ٿي رهيو هو ۽ سپاهي وڏي تعداد ۾ ڀرتي ڪيا پئي ويا. ان لاءِ قريشين تمام گهڻن قبيلن سان معاهدا ڪيا ۽ ڪيترن ئي قبيلن کي جنگ لاءِ تيار ڪيو. عربن کي جوش ڏيارڻ جو سڀ کان وڏو ذريعو شاعر يا خطيب هئا. قريشي شاعر ۽ خطيب مختلف قبيلن ۾ پکڙجي ويندا هئا ۽ جوشيلي شاعري ۽ تقريرون ڪندا هئا. اهڙي نموني هو ماڻهن کي جوش ڏياري جنگ ۾ حصو وٺڻ لاءِ اڀاريندا هئا. اهڙي طرح ڏسندين ئي ڏسندين تمام وڏو لشڪر تيار ٿي ويو ۽ هٿيارن ۽ ٻئي سامان جو ڍير لڳي ويو.

مڪي ۾ ڪيترين ئي اهڙيون عورتون هيون جن جا پيءُ ۽ پٽ بدر ۾ مارجي ويا. انهيءَ ڪري هو پاڻ ته ڪاوڙ ۾ ڀريل هيون پر پنهنجن مڙسن کي بدلي جي لاءِ تنگ ڪري ماريو هيون. انهن عورتن ۾ سڀ کان اڳيان هند هئي. هو عقبه جي ڌيءَ ۽ ابو سفيان جي گهر واري هئي. سندس پيءُ، ڀاءُ ۽ چاچو سڀ بدر ۾ مارجي ويا. ان ڪري هن جو هاڻ پئي سڙيو ۽ هن قسم کنيو هو ته جيستائين خون جو بدلو نه وٺنديس تيستائين خوشبوءِ نه لڳنديس.

جڏهن هلڻ جو وقت آيو ته هند ڪجهه عورتون کي تيار ڪيو ۽ فوج سان گڏ هلڻ لڳي. ماڻهن گهڻو سمجهايس پر ڪنهنجي به نه مڃيائين. طعيمه بن عدي جيڪو جبير بن مطعم جو چاچو هو ۽ بدر ۾ مارجي ويو. جبير کي ان جو ڏک هو. هن وٽ هڪ حبشي غلام هو. جنهن جو نالو وحشي هو. هو ننڍو ڀالو هلائڻ جو ماهر هو. ڀاڪاڻ ته حبشا وارن جو اهو خاص هٿيار هو. هن کي جبير چيو:

وحشي! جيڪڏهن تون منهنجي چاچي جي بدلي ۾ محمدﷺ ۽ حمزهؓ يا عليؓ کي قتل ڪندين ته مان تون کي آزاد ڪري ڇڏيندس."

پوءِ هند هن کي چيو:

"وحشي! منهنجي مئلن جي ٽڪر جو محمدﷺ آهي يا حمزهؓ ۽ يا عليؓ. انهن ٽنهي مان ڪنهن کي به مارينديـن ته مان توکي تمام وڏو انعام ڏينديس."

وحشي انهن ٻنهي سان واعدو ڪيو. پوءِ لشڪر مديني طرف روانو ٿيو. لشڪر ۾ ٽي هزار پيادل سپاهي، ٻه سئو گهوڙي سوار ۽ ٽي هزار اُٺن وارا هئا. ابو سفيان انهن جي اڳواڻي ڪري رهيو هو.

لشڪر سان گڏ پندرهن عورتون به هيون. جن خاص انداز ۾ دف وڄائي، بدر ۾ مارلين جا مرسيا ڳائي لشڪر کي جوش ڏياري رهيون هيون. لشڪر ۾ ابو عامر اوسي به شامل هو. هو قبيلي جو انتهائي معزز ماڻهو هو جنهن کي اسلام جي نالي تي سان ئي ساڙ هو. جڏهن پاڻ سڳوراﷺ هجرت ڪري مديني آيا ته هو مدينو ڇڏي مڪي ڏانهن هليو آيو ۽ پاڻﷺ جي دشمنن سان وڃي پنهنجي ساٿين سميت مليو. هن قريش جي ماڻهن کي چيو:

”هن پيري ڏاڍو مزو ايندو. محمدﷺ جي مقابلي ۾ مان نڪتو آهيان. اوس قبيلو مون کي ڏسي محمدﷺ جو ساٿ ڇڏي اچي مون سان ملندو.“

هلندين هلندين جڏهن لشڪر ابواء پهتو جتي پياري نبيﷺ جي والده ماجده جي قبر مبارڪ آهي ته هند ماڻهن کي چيو:

” سنو موقعو اٿو. محمد جي ماءُ جي قبر کي کوٽيو. جيڪڏهن اسان مان ڪو قيد ٿيو ته هن (ﷺ) جي ماءُ جي جسم جو هڪ هڪ ٽڪرو فديه طور ڏينداسين.“

ان ڳالھ جي ڪجھ ماڻهن مخالفت ڪئي ۽ چيائون:

”ايئن ڪڏهن به نه ڪجو نه ته بني خزاعا ۽ بني بڪر وارا اسان جي موئلن جو سڀ قبرون کوٽي ڇڏيندا.“

لشڪر اڳتي هليو ۽ هلندين هلندين عقيق پهچي ويو. اتي هنن پڙاء ڪيو. هي هڪ مشهور جاءِ آهي جيڪا مديني کان پنج ميل پري آهي.

ان وقت پائٹي کا چاچا جو خط مليو. ان وقت پاڻﷺ قبا ۾ هئا جتي ابي بن ڪعب به گڏ هو. هن پاڻﷺ کي خط پڙهي ٻڌايو. اهو ٻڌي پاڻﷺ فرمايو:

” ٻڌ! ٻئي ڪنهن سان ان ڳالھ جو ذڪر نه ڪجان.“

پوءِ پاڻﷺ مديني آيو ۽ سعدؓ بن ربيع جي گهر ويو ۽ هن خط جو ٻڌايائين ۽ فرمايائون.

اجان ڪجھ ٻين ساٿين سان به مشورو ڪرڻو آهي ان ڪري فلحال هي ڳالھ ڪنهن سان به نه ڪجان. سعدؓ جي گهر واري اهو ٻڌي ورتو. تنهنڪري هي ڳالھ لڪي نه سگهي. اجان پاڻﷺ پنهنجي ساٿين سان صلاح به نه ڪئي جو هن ڳالھ خبر پوري شهر کي پئجي وئي.

هجرت جو ٽيون سال ۽ شوال جي پنجين تاريخ هئي. اوهانﷺ انسؓ ۽ مونسؓ ٻن فدائين کي دشمنن جي فوج جي خبر معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليو. هنن اچي ٻڌايو ته قريش جو لشڪر مديني جي بلڪل ويجهو اچي چڪو آهي ۽ ٻنين کي هنن جي اُنن ۽ گهوڙن چري ڇڏيو آهي. مديني جي چاهَڪُن (چراگاهن) کي صفا چٽ ڪري ڇڏيو اٿن. پوءِ پاڻﷺ حباب بن منذرؓ کي موڪليو ته لشڪر جو انگ اکر ۽ هٿيارن جي خبر وٺي اچي. هن اتي وڃي ڏٺو ۽ پوري معلومات اچي پاڻﷺ کي ڏني.

مديني جي اها رات وڏي ڊپ ۽ ڊاء واري رات هئي هنن جو واسطو هڪ مَسَهُو (حاسد) ۽ ظالم دشمن هو. جيڪو ٻل ۾ به تمام گهڻو هو. شهر تي حملي جو به خطرو هو، ان ڪري ڪجھ بهادر سپاهين

جنگي لباس پهري مديني جي سرحدن جي سنڀال ڪرڻ شروع ڪئي . سعد بن معاذؓ به هٿيارن سان سڄي رات مسجد نبوي جي دروازي ٻيهي چوڪيداري ڪندو رهيو.

خير سان صبح ٿي ۽ جمعي جو ڏينهن هو. مديني وارا پاڻ ﷺ جي خدمت حاضر ٿيا. پاڻ ﷺ فرمايو:

”منهنجو خيال آهي ته اسان مديني شهر ۾ رهي انهن جو انتظار ڪيون ۽ انهن سان ڪا ڇيڙ ڇاڙ نه ڪيون. جيڪڏهن هو جتي آهن اتي ويٺا رهيا ته پاڻهي هٽ هٽندا ۽ جيڪڏهن هو اسان تي حملا ڪندا ته اسان شهر ۾ رهي انهن سان وڙهنداسين. انهن کي وڪوڙي ماري ڇڏينداسين ڇاڪاڻ ته اسان کي مديني جي گهٽين ۽ رستن جي ڄاڻ آهي هو انهن کان اڻ ڄاڻ آهن. ان بابت توهان جي ڇا صلاح آهي؟“

جيڪي سمجهدار هئا انهن سيني ان تجويز کي پسند ڪيو. عبدالله بن ابي به هن راءِ سان اتفاق ڪيو ۽ هن چيو:

”يا رسول الله! اوهان ﷺ جي راء تمام بهترين آهي. مديني ۾ رهجي. ٻاهر نه وڃجي. قسم سان! اسان جو اهو تجربو آهي ته جڏهن اسان شهر کان ٻاهر نڪري دشمن سان وڙهيا آهيون ته اسان کي خواري ڪٽڻي پئي آهي ۽ جڏهن ڪنهن دشمن شهر تي ڪاهه ڪئي آهي ته هميشه هو خوار ٿي موٽيو آهي. رسول الله ﷺ انهن کي اتي ئي رهڻ ڏجي. جيڪڏهن هو اتي ويٺا رهيا ته پاڻ ئي پشيمان ٿيندا ۽ جيڪڏهن شهر ۾ داخل ٿيندا ته اسان انهن کي گهٽين ۾ گهيري گهيري ماريندا سين ۽ انهن برو حال ڪري ڇڏينداسين. عورتون ۽ ٻار به انهن تي ڇتن تان پٿراءُ ڪندا.“

پر ڪجهه مسلمان اهڙا به هئا جن پوءِ اسلام قبول ڪيو هو ۽ بدر ۾ شرڪت نه ڪري سگهيا هئا. ۽ ڪجھ نوجوان اهڙا به هئا جن کي بدر ۾ وڃڻ جو موقعو نه مليو هو.انهن کي پڇتاءُ هو ته ڪاش هو به بدر واري ويڙهه ۾ شامل هجن ها ۽ بدر جي عظيم ڪاميابي کي پنهنجي اکين سان ڏسن ها. انهن ٻنهي قسمن جا ماڻهو جو اتساهه حد کان وڌيڪ هو ۽ شهر کان ٻاهر نڪري حملي ڪرڻ لاءِ زور ڀري رهيا هئا. ساڳي جماعت جي هڪ نوجوان چيو:

”رسول الله ﷺ! دشمن سان وڙهڻ لاءِ نڪرو. هو ڪٿي ايئن نه سمجهن ته اسان ڊڄي وياسين ۽ هو دلير ٿي وڃن. رسول الله ﷺ! بدر ۾ فقط ٽي سؤ ڇٽا هئاسين. ان جي باوجود به الله سائين اسان کي ڪامياب ڪيو. هاڻي ته اسان تعداد ۾ به گهڻا آهيون. رسول الله ﷺ! اسان کي ان ڏينهن جي اميد هئي ۽ اسان ان ڏينهن جو انتظار پئي ڪيو.“

ٻئي نوجوان چيو:

”رسول اللهﷺ! دشمن اسان جي علائقي ۾ گهڙي آيو آهي. اسان جي زمينن کي تباهه ڪري ڇڏيو اٿس. هن ڪانپوءِ ٻيو ڪهڙو ويڙهه جو وقت ايندو؟.

خيمهؓ چيو:

”مان بدر ۾ شريڪ ٿيڻ کان محروم رهجي ويس جيتوڻيڪ منهنجي ڏاڍي خواهش هئي. منهنجي پٽ شرڪت ڪئي ۽ هن کي شهادت نصيب ٿي. گذريل رات منهنجي خواب ۾ آيو هو ۽ چيائين ته بابا! توهان به هتي اچو ۽ٻئي جنت ۾گڏ جي رهنداسين. رب جيڪو واعدو ڪيو هو، اهو بلڪل سچو آهي.“

حضرت حمزةؓ عرض ڪيو:

”الله جا رسولﷺ! ان ذات جو قسم جنهن اوهانﷺ تي قرآن نازل ڪيو آهي مان ايستائين ماني ئي نه کائيندس جيستائين ٻاهر نڪري دشمنن سان نه وڙهان.“

مطلب ته نوان مسلمان جوش ۽ جذبي سان ڀرپور هئا، ۽ ٻاهر نڪري مقابلو ڪرڻ لاء تيار هئا. بدري جوڌا به انهن جي حمايت ۾ هئا. هر ڪنهن جي خواهش هئي ته اسلام جي رستي ۾ پنهنجو ساهه صدقي ڪري جيئن اسلام کي ڪو ڇيهو نه پهچي. هر ڪنهنجي خواهش ئي رب ان کا راضي ٿئي ۽ پنهنجو قرب نصيب فرمائي.

هاڻي ٻي کا به واهه کو نه هئي، تنهنکري پاڻﷺ گهڻائي جي ڳالهه مڃي ۽ اعلان فرمايائون ته دشمن سان ٻاهر نڪري مقابلو ڪبو. ان ڪانپوءِ پاڻﷺ جمعي جي نماز پڙهائي ۽ خطبي ۾ ماڻهن کي جهاد جوش ڏياريو.

خطبو ڏاڍو طاقترو ۽اثرائتو هو. پاڻﷺ فرمايو:

”ياد رکجو! جي توهان صبر ڪيو ته ميدان توهان جو آهي.“

عصر کان پوءِ پاڻﷺ گهر هليا ويا. حضرت ابوبڪرؓ ۽ عمرؓ به ساڻ هئا. انهن ٻنهي اوهانﷺ جنگي پوشاڪ پهرائي. پوءِ اوهانﷺ تلوار جسم سان ٻڌي جنگ لاءِ بلڪل تيار ويا. ٻاهر ڪجھ ماڻهو ڏاڍا خوش هئا ته هاڻي مقابلو شهر کان ٻاهر ٿيندو. پر ڪجهه ماڻهو ان ڳالهه تي خوش نه هئا ۽ ٻاهر وڃي وڙهڻ کي خطرو سمجهي رهيا هئا. جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ گهر ويا ته ٻاهر هو هڪ ٻئي سان ڳالهائڻ لڳا. جن ٻاهر وڃي وڙهڻ تي زور ڀريو هو انهن کي حضرت سعد بن معاذؓ ۽ حضرت اسيد بن حضيرؓ چيو:

” توهان حضور اڪرم ﷺ جي ڳالهه نه مڃي ۽ پاڻﷺ کي ٻاهر نڪري وڙهڻ تي مجبور ڪيو. جيتوڻيڪ توهان کي خبر آهي ته اوهانﷺ تي وحي نازل ٿيندي آهي. ڏسو، هن معاملي کي نبيﷺ تي ڇڏيو جيڪو هو فيصلو ڪري ان کي مڃو.“

اهي ڳالهيون ٿي رهيون هيون تہ پاڻﷺ جنگي پوشاڪ سان ٻاهر آيا. جنهن ٻاهر وڃي وڙهڻ تي زور ڀريو هو، هاڻي هو شرمسار هئا. انهن لاءِ اهي اڳتي وڌي عرض ڪيو:

”يا رسول اللهﷺ! اسان اوهانﷺ ڳالهہ نہ مڃي سنو ناهي ڪيو. هاڻي اوهانﷺ جيئن بهتر سمجهو تيئن ڪيو.“

پاڻﷺ فرمايو:

مون اوهان کي اڳ ۾ ئي چيو هو پر توهان نہ مڃيو. هڪ نبي کي اهو نٿو جڳائي تہ جنگي هٿيار پائي ۽ پوءِ ان کي لاهي ڇڏي. سو هاڻي وڃڻو پوندو. پر هاڻي ان ڳالهہ جو خاص خيال رکڻو پوندؤ تہ جيئن مان چوان تيئن ڪجو. الله جو نالو وٺي نڪرو. جيڪڏهن توهان صبر کان ڪم ورتو تہ فتح توهان جي ٿيندي.“

سڀ اصحاب جلدي جلدي تيار ٿي دشمن جي مقابلي لاءِ نڪتا. ڪل تعداد هڪ هزار هئي. لشڪر ۾ صرف ٻہ گهوڙا هئا جنهن مان هڪ حضورﷺ جو هو.

فوج ۾ ڪجهہ ننڍي عمر جا ڇوڪرا بہ هئا جن اسلام جي پوکي کي پنهنجي رت سان پوکڻ پئي چاهيو. پاڻﷺ فوج جو جائزو ورتو ۽ انهن سيني ڇوڪرن کي روڪي ڇڏيائين ۽ صرف ٻہ خوش نصيبن کي اجازت ملي. جنهن مان هڪ تير هلائڻ جو ماهر هو ۽ ٻيو طاقت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. پهرين جو نالو رافع هو ۽ ٻيو سمرهہ هو. ان وقت ٻنهي جي عمر لڳ ڀڳ پندرنهن سال هئي.

عبدالله بن ابي به لشڪر ۾ شامل هو. جيڪو منافقن جو سردار هو. ساڻس ٽي سؤ ساٿي هئا. هو ڪجهه فاصلي تائين هو گڏ هليو ويو ۽ پوءِ هو پنهنجن ساٿين سميت الڳ ٿي مديني موٽي آيو. حضرت عبدالله بن عمر بن حرام هن کي سمجهائڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي. پاڻ سڳورنﷺ سان ڪيل معاهدو بہ ياد ڏيارئيائينس پر نہ مڃيائين. الٽو ڪاوڙ ۾ چيائين:

”محمد ﷺ اسان جي ڳالهه نه مڃي ۽ انهن ڇورن جي ڳالهہ مڃي.“

هاڻي حضرت عبدالله بن عمر هن جي ساٿين کي سمجهائڻ لڳو. هن ڏاڍي ڏک وچان چيو: ”ڀائرو! مان اوهان کي الله جو قسم ڏيان تہ هن وقت دشمن سامهون آهي. توهان پنهنجي قوم ۽ نبيﷺ جو ساٿ نہ ڇڏيو.“

پر هو ايئن چئي هليا ويا تہ جيڪڏهن اسان کي پڪ هجي ها ته دشمن سان ويڙهه ٿيندي ته اسان ڪڏهن بہ نہ وڃون ها پر اسان جي خيال ۾ اهڙي ڪا بہ ڳالهہ ڪانهي ڪا.

آخرڪار پاڻﷺ باقي لشڪر وٺي اڳتي هليو. هاڻي رڳو ست سئو مسلمان ها جنهن جو مقابلو ٽن هزارن سان هو. دشمن بہ اهڙوجيڪو ساڻ ۾ سڙيل هو ۽ پلاند جي پوري تياري ڪري آيو هو.



**اُحد** (هڪ جبل جو نالو آهي. جيڪو مديني کان ڏيڍ بہ ميل پري آهي) وٽ ٻئي فوجون هڪ ٻئي جي آمهون سامهون ٿيون. هڪ پاسي الله جا مخلص ۽ وفادار ٻانها ۽ ٻئي پاسي الله جا مخالف ۽ هوڏي دشمن!

هاڻي ٻئي فوجون ويڙهه لاءِ سنبرڻ لڳيون. پياري نبيﷺ احد کي پٺيان ڪري صف بندي ڪئي علم حضرت مصعب بن عميرؓ کي عنايت ڪيو. جبل مان هڪ لنگهہ هو. اهو خوف هو تہ متان دشمن پٺيان اچي نہ حملو ڪري ان لاءِ پنجاهہ تيرانداز اتي مقرر ڪري چڙهايئين ۽ فرمايائون:

" توهان اسان جي پٺ جي حفاظت ڪجو. ايئن نہ ٿئي جو اسان تي پٺيان وار ٿئي. جيڪڏهن اسان کٽي وڃو ۽ دشمن کي مارڻ لاءِ ان جي فوج ۾ اندر هليا وڃون تڏهن بہ توهان پنهنجي جاءِ نہ ڇڏجو. جيڪڏهن اسان کي شڪست ٿئي تڏهن بہ مدد جي لاءِ نہ اچجو. باقي اتان ٻيهي تير هلائڻ شروع ڪجو ڇاڪاڻ تہ گهوڙا تيرن کان ڊڄندا آهن."

قريشين به تمام سٺي قطاربندي ڪئي. خالد بن وليد کي ميمنه (ڪابي پاسي وارو لشڪر) تي مقرر ڪيو ويو عڪرما ميسرهہ (ساڄي پاسي وارو لشڪر) تي مامور ڪيو ويو. علم عبدالدار خانداند جي هٿ ۾ هو ۽ ابو سفيان سپهہ سالار هو. ابو سفيان جهنڊن وارن کي جوش ڏيارڻ لاءِ چيو:

"جهنڊا ئي ڪاميابي ۽ ناڪامي جو اهڃاڻ آهن. هنن جو حق ادا ڪريو نہ انهن کي ڇڏي پاسي ٿي وڃو."

اهو ٻڌندي ئي عبدالدار جي نوجوانن کي جوش اچي ويو ۽ غيرت جي نشي ۾ مست ٿي ويا. هنن ڇاتي ٺوڪي چيو:

"مقابلو شروع ٿيڻ ڏي! پوءِ اسان جا هنر ڏسجان!"

عورتن جو جوش به ڏسڻ وٽان هو. هند انهن سڀني ۾ اڳيان اڳيان هئي. اهي عورتون فوج جي قطارن ۾ وڃي ۽ فوجين جا جذبات اڀاري رهيون هيون، انهن ۾ غيرت جي باهہ کي ڀڙڪائي رهيون هيون ۽ دف وڄائي وڄائي ڳائي رهيون هيون:

عبدالدار جا نوجوانو! اڳتي وڌو! ديش  جا محافظو! اڳتي وڌو ۽ بنان ٽڪي تلوارون هلايو.“

ان کانپوءِ هي شعر پڙهنديون رهيون:

نحن بنات طارق

اسان تارن جون ڌيئرون

نمشي على النمارق

قالينن تي هلڻ واريون

إن تقبلوا نعانق

جي وڌي وڙهيؤ تہ توهان کي  ڳل ڳراٽي پائينديونسين
أو تُدبروا نفارق

جي پٺتي هٽيؤ تہ توهان کان جدا ٿي وينديوسين
فراق غير وامق

دشمن جيان جدا ٿي وينديوسين

هند جڏهن وحشي وٽ پهتي تہ هن کي پنهنجو واعدو ياد ڏيارئين ۽ جوش ڏياريندي چيائين:

”ابود سما! منهنجو هانءُ ٺار. تون بہ سُکي ٿي.“

ان کانپوءِ ابو عامر اوسي صف کان ٻاهر نڪتو هن سان گڏ ڏيڍ سئو کن ساٿي هئا. هن جو خيال هو تہ انصاري هن کي ڏسي پاڻﷺ کان الڳ ٿي ويندا. ان ڪري هن رڙ ڪري چيو:

” مديني وارؤ! مان ابو عامر آهيان؟“

پر مسلمانن هن کي رکو جواب ڏنو:

”اڙي نياڳا! الله تنهنجو منهن ڪارو ڪري.“

اُهي لفظ ٻڌي هن چيو:

”مون کانپوءِ منهنجي قوم خراب ٿي وئي آهي.“

ٿوري دير تائين هڪ ٻئي تي پٿراؤ ڪندا رهيا. نيٺ ابو عامر ۽ هن جي ساٿين پڇڻ ڪي پلو سمجهيو.

ان کانپوءِ ابوسفيان رڙ ڪري چيو:

”اوس ۽ خزرج وارؤ توهان وچ ۾ نہ اچو. اسان ڪي پنهنجي يائرن سان وڙهڻ ڏيو. اسان توهان کي ڪجھ بہ نہ ڪنداسين.“

جڏهن اوس ۽ خزرج وارن اهو ٻڌو تہ هنن ابوسفيان کي گهٽ وڌ ڳالهايو. نپ جواب ڏنائونس.

ان کانپوءِ پاڻ ﷺ عام حملي جي اجازت ڏني. ڪجھ اصحابن کي ساڄي پاسي وارن ۽ ڪجھ کي کاٻي پاسي وارن ڏانهن موڪليائون ۽ ويڙهاڪ پلٽڻ کي دشمن  جي فوج جي مرڪز تي حملي جو حڪم ڏنو. اسلام جو شينهن حضرت حمزهؓ اڳتي وڌي شينهن جيان نعرو هنيو:

” ماريو نہ! تمام گهڻو ماريو نہ!“

ان کانپوءِ حضرت عليؓ دشمنن جي فوج جي وچين حصي (مرڪز) ۾ ڪاهي پيو. فوج جو جهنڊو طلحہ جي هٿ ۾ ان ڪري هو مقابلي لاءِ سامهون آيو. حضرت عليؓ کنوڻ جيان آيو ۽ پوري طاقت سان هن تي وار ڪيو. هو زمين تي ڍير ٿي ويو. هن جي ڪرڻ تي جهنڊو هن جي ڀاءُ عثمان سنڀاليو. حضرت امير حمزهؓ وڌي هن تي وار ڪيو ۽ هن جو جهنڊي وارو هٿ وڍجي وڃي پري پيو. عثمان جلدي ۾ جهنڊو ٻئي هٿ ۾ کنيو. حضرت امير حمزهؓ هن جو ٻيو هٿ بہ دڙ کان ڌار ڪري ڇڏيو. هاڻي جهنڊو ابوسعيد سنڀاليو جيڪو هنن ٻنهي جو ڀاءُ هو. حضرت سعد بن ابي وقاصؓ هن کي ڳاٽي ۾ تير هنيو ۽ هو اتي ئي ڍير ٿي پيو. اهڙي نموني جهنڊو طلحہ ۽ انهن جي يائرن جي هٿن ۾ ايندو رهيو. پوءِ جهنڊو هن جي ٻنهي پٽن مسافع ۽ طلحہ جي هٿن ۾ آيو. حضرت عاصم بن افلح ٻنهي کي تڪي تير هلايا ۽ ٻئي اتي ئي ڦتڪڻ لڳا. قريشي عورتن ۾ هنن ٻنهي جي ماءُ سلافہ بہ موجود هئي. هو ڀڄندي اتي پهتي. هڪ هڪ ڪري ٻنهي کي متي ڪري پنهنجي هنج ۾ ليٽايو. ان وقت ٻئي پنهنجي آخري پساهن ۾ هئا. سلافہ تڙپي پڇيو:

”منهنجي هانءُ جا ٺار، توهان کي ڪنهن ماريو آهي؟  زندگي جا آخري ساھ ڪٽندڙ پٽن وراڻيو. جنهن وقت اسان کي تير لڳا ان وقت اسان جي ڪنن هي آواز ٻڌو. هي وٺ ۽ مان آهيان ابوالافلح جو پٽ.

جڏهن سلافہ اهو ٻڌو تہ هن ان وقت باس باسي تہ جيڪڏهن مون کي ابوالافلح جي منڍي ملي وئي تہ مان ان ۾ شراب پيئنديس ۽ جيڪو بہ هن جو سر ڪٽي آڻي ڏيندو تہ ان کي سئو اٺ انعام ڏينديس.

پاڻ ﷺ تلوار هوا ۾ لهرائيندي پڇيو:

”هن جو حق ڪير ادا ڪندو؟“

اچرج ۾ پوڻ جو موقعو ئي نہ هو سو سيني اصحابن کٽي هٿ مٿي ڪيا. حضرت ابو دجانہؓ انصاري به اٿي بيٺو. هو عرب جو وڏو مشهور پهلوان هو. عرض ڪيائين:

”يارسول اللهﷺ! هن جو حق ڇا آهي؟“

پاڻﷺ فرمايو:

”دشمن سان وڙهندي وڙهندي جيستائين تلوار مڏي نہ ٿي وڃي.“

حضرت ابودجانہؓ اها تلوار هٿ ۾ کنئين، بهادر تہ اڳ ۾ ئي هو. هن وٽ هڪ ڳاڙهو رومال هوندو هو. جڏهن بہ وڙهڻندو هو تہ هو اهو ڳاڙهو رومال مٿي کي ويڙهي ڇڏيندو هو. اهو ڏسي سڀ ڪو سمجهي ويندو هو تہ هاڻي ابودجانہؓ وڙهندو. هن اهو موت جو ڳاڙهو رومال ڪڍي مٿي سان ويڙهي ڇڏيو ۽ وڏي فخر سان لشڪر کان ٻاهر آيو. هي ڪا نئين ڳالهہ ڪو نہ هئي. ابودجانہؓ ويڙهہ وقت هميشہ ايئن ئي ڪندو هو. جڏهن پياري پيغمبرﷺ ڏٺو تہ فرمايائون:

” ايئن هلڻ الله کي پسند ناهي پر هن وقت الله کي پسند آهي.“

حضرت ابودجانہؓ تلوار کٽي دشمن جي لشڪر ۾ ڪاهي پيو. موت جو علم مٿي تي هو. هو جنهن به مشرڪ وٽان لنگهيو ان جو سر ڌڙ کان ڌار ڪندو ويو. جيڪو به دشمن سندس سامهون ايندو هو، ان کي اتي ئي ڍير ڪري ڇڏيندو هو ۽ جنهن طرف هو قرندو هو ان طرف جي صفن (فوج جي قطارن) کي ختم ڪندو ويندو هو. جيئن هو تڪڙو اڳتي وڌي رهيو، تيئن هنن ڏٺو ته ڪو دشمنن کي جوش ڏياري رهيو آهي ۽ هنن جي جذبن کي اڀاري رهيو آهي. هن تلوار سڌي ڪئي تہ  پهريان ان جو ڪم تمام ڪريان. اها عتبہ جي هند هئي. جڏهن تلوار مائي جي سر مٿان آئي تہ مائي کان رڙ نڪري وئي. حضرت ابو دجانہؓ هڪدم تلوار کي روڪيو ۽ چيائين تہ عورت کي مارڻ هن تلوار جي توهين آهي.

جنگ پنهنجي جوڀن تي هئي. مسلمان ويڙهاڪ جو جذبو ڏسڻ وٽان هو ۽ هر پاسي کان دشمن کي سوڙهو ڪري رهيا هئا. دشمن جو صفون چيريندا اڳتي وڌي رهيا هئا ۽ جيئرن کي مئلن ۾ تبديل ڪري رهيا. تيرنداز تيرن جو مينهن وسائي رهيا هئا ۽ نشانو دشمنن جو جسم هو.

حضرت حمزہ جي بهادري جو عجيب منظر هو. ٻنهي هٿن ۾ تلوار هئي ۽ دشمنن جي قطارن جون قطارون چٽوچٽ ڪري رهيو هو پر وحشي جون نظرون هن تي کتل هيون ۽ هو مارڻ جو موقعو ڳولي رهيو هو. حمزہؓ جي موت وحشي جي آزادي هئي.

آخر ڪار اهو وقت بہ اچي ويو جنهنجو وحشي کي انتظار هو. اهو لمحو اچي ويو، جنهنجي کي هو شروع کان ڳولي رهيو.

حضرت حمزهؓ هڪ دشمن تي حملو ڪري رهيو هو. پرسان ئي هڪ پٿر هو. وحشي ان پٿر جي پنيان لڪو وينو ۽ مارڻ جي لاءِ پالو نيڪ ڪري رهيو هو. حضرت حمزهؓ ان ڳالھ کان بي خبر هو. جيئن ئي کيس موقعو مليو ته هن پنهنجو نيزو اڇلي هنيو جيڪو حضرت امير حمزهؓ کي پيٽ ۾ لڳو ۽ ٻئي پاسي نڪري آيو. حضرت حمزهؓ هيڏي هوڏي ڏٺو تہ هي پالو ڪٿان آيو آهي. هن ڏٺو ته وحشي سندس پرسان بيٺو، مسڪرائي رهيو هو. سندس اکيون ڪاميابيءَ جي خوشي ۾ چمڪي رهيون هيون.
حضرت حمزهؓ وڏي مٿس حملو ڪرڻ پئي چاهيو پر شير خدا ۽ (ضيغم اسلام) جي طاقت جواب ڏئي ڇڏيو ۽ هو ٿاٻڙجي زمين تي ڪري پيو ۽ هاڻي آخري زندگي جا آخري ساھ ڪٽي رهيو هو. الله جو دشمن الله جي محبوب کي ڏسي رهيو هو. پوءِ جڏهن روح جسم کي الوداع چيو ۽ جسم جي چرپر بند ٿي وئي تہ وحشي اڳتي وڌيي نيزي کي جسم کان الڳ ڪيو. پوءِ هو هڪ طرف وڃي ۽ آرام سان ويهي رهيو. هاڻي هن کي وڙهڻ جي ڪا به ضرورت نه هئي. هن جو ڪم پورو ٿيو.

جيتوڻيڪ حضرت حمزهؓ شهيد ٿي چڪو پر دشمن کي سخت شڪست ٿي رهي هئي ۽ مسلمان ميدان تي غالب ٿي رهيا هئا. قريش جو جهنڊو عبدالدار خاندان جي هٿ ۾ هو. انهن مان هڪ قتل ٿي ٿيو تہ ٻئي ٿي جهنڊو کنيو اهڙي نموني واري تي جهنڊو هڪ هٿ مان ٻئي هٿ ۾ ٿي آيو. آخرڪار اهي سڀئي مارجي ويا ۽ هاڻي جهنڊو زمين تي پيو هو. ان کي پيرن هيٺان لتاڙيو پيو وڃي. دشمنن کي هوش ئي ڪو نہ هو. ۽ سندن صفن ۾ افراتفري هئي. هاڻي هو ڀڄي رهيا هئا ۽ مسلمان انهن کي ڊوڙائي ڊوڙائي ماري رهيا هئا. ڪيترائي سر ڪٽجي زمين تي پيا هئا. ۽ روحون جسمن کان جدا ٿي رهيون هيون. عورتون جيڪي مردن کي همت ڏياري رهيون هيون. هاڻي هوءَ رڙيون ڪندي ڀڄي رهي هيون. ۽ جبلن جي پيچرن ۾ لڪي رهيو هيون.

مسلمانن سمجهيو تہ هاڻي فاتح ٿي چڪا آهيون. ان ڪري هنن پنهنجو ڌيان دشمنن کان هٽائي ڇڏيو ۽ مالِ غنيمت ميڙڻ لڳا.

لنگھ جي نگهباني ڪندڙ تير اندازان ڏٺو ته دشمنن ڀڄي رهيو آهي ۽ مسلمانن کي مڪمل فتح حاصل ٿي وئي آهي. هن اهو به ڏٺو ته مسلمان دشمن جي صفن ۾ داخل ٿي رهيا هئا. ۽ سندن مال ۽ ملڪيت ميڙي رهيا آهن. اهو ڏسي ڪجهه ماڻهن پنهنجن ساٿين کي چيو:

”هتي فضول بيهڻ مان ڪهڙو فائدو آهي؟ دشمن هاڻي شڪست کاڌي آهي. پنهنجن ساٿين کي ڏسو سامان ميڙي رهيا آهن. هلو تہ اسان بہ اوڏانهن هلون“.

ٻين چيو:

”ڇا توهان کي پياري نبي ﷺ جي ڳالھ ياد ڪونهي؟

پاڻﷺ فرمايو هو:

”پٺيان اسان جي حفاظت  كندا رهو، پنهنجي جاءِ كي نہ ڇڏجو!“

هنن چيو:

”پاڻﷺ جو اهو مقصد ٿورئي هو تہ جي دشمن  كي شكست ٿئي تڏهن بہ اتي بيٺا رهو.“

انهن جي سردار عبدالله بن جبيرؓ انهن كي گهڻو روكيو پر هو پنهنجون جايون ڇڏي هليا ويا ۽ ٻين مسلمانن سان گڏ مال گڏ كرڻ ۾ لڳي  ويا. فقط كجھ مسلمان  تير انداز پنهنجي جاين تي بيٺا رهيا. جنهن پيار پيغمبرﷺ جي ڳالھ مڃي ۽ پنهنجي جاين تي صبر سان بيٺا رهيا.

اتفاق سان خالد بن وليد جي نظر اوڏانهن پئجي وئي. ڏٺئين تہ لنگھ بلكل خالي آهي. اتي فقط كجھ تير انداز بيٺا آهن. هن كي وجھ  ملي ويو. هن هكدم گهوڙي سوارن جو لشكر پاڻ سان كنيو. ۽ ڏاڍي وحشياڻي انداز سان حملو كيو. ايتري ۾ ميسرھ( ساڄي پاسي وارو لشكر) جنهنجو سردار عكرمہ هو بہ اچي پهتو. حضرت عبدالله بن جبيرؓ ۽ سندس ساٿين سخت مقابلو كيو پر اهي شهيد ٿي ويا.

هاڻي رستو صاف هو. پوءِ گهوڙي سوار اڳتي وڌيا ۽ جتي مسلمان مالِ غنيمت ميڙڻ ۾ مصروف هئا ۽ مشرك سڀ كجھ ڇڏي ڀڄي رهيا هئا. جيئن ئي هو اتي پهتو ته هن وڏي آواز ۾ چيو:

عزا  جي فتح، هبل جي فتح“.

۽ مسلمان جي مٿان تلوارون وسنديون رهيون. مسلمان تہ آرام سان مال ميلڻ ۾ مشغول هئا. اوچتو هي مصيبت ڏسي حيران ٿي ويا ۽ انهن حوصلا خطا ٿي ويا. ان كري انهن سڀ كجھ ڇڏي تلوارون سنڀاليون ۽ وڙهڻ شروع  كيو. پر هاڻي ڳالھ ڳري ٿي چكي  هئي. شكست كاڌل دشمن كي ٻل ملي چكو هو ۽ هو مسلمانن تي زور سان حملا كري رهيو هو. مسلمان كي پريشاني ۾ دوست ۽ دشمنن ۾ بہ فرق وسري  ويو ۽ مسلمان مسلمانن كي قتل كري رهيا هئا. خوف جي اهڙي حالت هئي جو كين پنهنجو خاص نشان بہ ياد نہ رهيو. جنهن سان هو پنهنجن پائرن كي سڃاڻندا هئا. جنگ وري پنهنجي زورن پهچي چكي هئي. پر هن ڀيري مسلمانن تي دباءُ وڌيك هو ۽ ويڙھ ۾ دشمن جو هٿ مٿاهون هو: اوچتو هك كافر رڙ كري چيو:

”محمدﷺ مارجي ويو!“

اها ڳالھ باھ جي پوري ميدان ۾ پکڙجي وئي ۽ ان ڳالھ سيني تي جادو جيان اثر ڪيو. مسلمانن ٻڌي تہ منجهي پيا. گھڻن جا دل ئي ٽٽي پيا ۽ ڪيترن جي عقلن ئي جواب ڏئي ڇڏيو. پر جڏهن دشمنن ٻڌو تہ انهن جي ساھ ۾ ساھ پيو.

جيتوڻيڪ مسلمانن ۾ عام مايوسي ۽ بي دلي پکڙجي چڪي هئي ۽ وڏن وڏن بهادرن جا هٿ ۽ پير ٿڌا ٿي ويا هئا. ايستائين جو انهن مان ڪيترن پنهنجا هٿيار ڦٽا ڪري پاسي تي بيهي رهيا. ڪجھ ماڻهن ٻين کي ساڳيو مشورو ڏنو. پر ڪي اهڙا به هئا جن حوصلو اجا تائين بلند هو ۽ جيڪي جوشي ايماني سان ڀريل هئا. تنهن ڪري هو پنهنجي پوري سگھ سان وڙهي رهيا هئا ۽ جيڪي همت هاري چڪا هئا انهن کي بہ همٿائي رهيا هئا. ڪن ماڻهن چيو تہ:

”جيڪڏهن پيارو پيغمبرﷺ شهيد ٿي چڪو آهي تہ پوءِ اسان جي زندھ رهڻ جو ڪهڙو فائدو؟ جنهن مقصد لاءِ پاڻﷺ پنهنجي جان قربان ڪئي ان مقصد اسان بہ فنا ٿي وڃون.“

۽ ڪجھ چئي رهيا هئا:

”رسول اللهﷺ پنهنجي ذميواري پوري ڪئي ۽ رب جو پيغام اسان تائين پهچايائين. هاڻي اسان جي دين جي حفاظت اسان جي ذميداري آهي ۽ ان لاءِ وڙهو. الله هميشہ جيئرو آهي جيڪو موت کان پاڪ آهي.“

مسلمانن جي صفن ۾ انتشار پيدا ٿي چڪو هو ۽ جيڪي به جتي هو اهو اتي گهير جي چڪو هو. ٻئي طرف دشمنن جو سڄو زور حضورﷺ ڏانهن هو. هنن لاءِ رستو بلڪل صاف هو. ان ڪري دشمنن جي هڪ ٽولي اوهانﷺ جو گهيراءُ ڪيو ۽ پاڻﷺ کي مارڻ جو پڪو پہ ڪري ڇڏيائون. دشمن بي رحمي اوهانﷺ ڏانهن پٿر اڇلڻ لڳا ۽ تيرن مينهن وسائڻ لڳا. حضور ﷺ بہ مقابلي ۾ تير هلائي رهيو هو ۽ آس پاس ڪجھ جانثار بہ هئا. جيڪي اوهانﷺ کي پنهنجي پنيان لڪائي رهيا هئا ۽ تيرن ۽ تلوارون پنهنجي هٿن ۽ پنين سان روڪي رهيا هئا. ڪجھ جوڙا وري مقابلي ۾ مصروف هئا. ۽ بي ترتيب تير هلائي رهيا هئا. حضرت سعد بن ابي وقاصؓ هڪ ماهر تير انداز هو ۽ هو به ان وقت اتي موجود هو. هو مسلسل تير هڻي رهيو هو. حضورﷺ پاڻ هن کي تير ميڙي ڏئي رهيو فرمائي رهيو:

”تو تي منهنجا ماءُ پيءُ قربان تير هلائيندو رھ!“

حضرت ابو طلحہؓ به مشهور تير انداز هو. هو به اتي موجود هو. هنن ايترا تہ تير هلايا جو بہ ٽي ڪماڻون ڀڃي پيون. حضرت ابودجانہؓ پاڻﷺ جي ڍال بڻجي ويو ۽ هر تير هن جي پني تي پئي لڳو. حضرت طلحہؓ بہ تلوارن جا وار پنهنجي هٿن تي پئي روڪيا. ان ڪري هن جو هڪ هٿ ڪٽجي الڳ

تي ويو. ان حال ۾ هڪ بدبخت دشمن گهيرو ٽوڙي اڳتي آيو منهن مبارڪ تي تلوار جو وار ڪيائين. ڍڪ ايڏو ڳرو هو جو حفاظتي ٽوپي جون ٻه ڪڙيون منهن مبارڪ ۾ چنبڙي پيون. هڪ ٻئي دشمن پري کان زور سان پٿر هنيون. جيڪو پاڻﷺ جي منهن مبارڪ تي لڳو. ان جي نتيجي ۾ اڳيان ٻه ڏند مبارڪ شهيد ٿي پيا ۽ منهن مبارڪ مان رت وهڻ لڳو. هڪ پاسي ظالمن جو اهڙو رويو ۽ ٻئي پاسي رحمت عالمﷺ جي زبان تي هي اکر هئا:

اللَّهُمَّ اغْفِرْ لِقَوْمِي فإنَّهُمْ لا يَعْلَمُونَ

"يا الله! منهنجي قوم کي معاف فرما، هو اڻ ڄاڻ آهن!"

هڪ پاسي پياري نبيﷺ جي اها حالت هئي. ٻئي طرف مسلمانن مايوس هئا ته پاڻﷺ شهيد ٿي ويا آهن. دشمن خوش ٿي رهيا هئا ته سندن سالن جو خواب پورو ٿيو. اصل ۾ ڇا ٿيو جو حضرت مصعب بن عميرؓ شهيد ٿي ويو ۽ جنهن دشمن کيس شهيد ڪيو ان جو نالو ابن قميه هو. جيئن ته حضرت مصعبؓ جي شڪل نبيﷺ سان ملندڙ هئي، تنهن ڪري ابن قميه سمجهيو ته هي محمدﷺ آهي. هاڻي ڇا هو، هر پاسي گوڙ ٿي ويو.

جانثار جيڪي اوهانﷺ سان گڏ هئا انهن چاهيو ته ان ڳالهه جي ترديد ڪجي پر پياري نبيﷺ ان کي روڪيو. ان ڪري هو چپ رهيا. دشمنن کي پڪ هئي ته محمدﷺ واقعي قتل ٿي چڪو آهي. ان ڪري قريشي پاڻﷺ جي لاش کي ڳولڻ لاءِ ميدان ۾ پکڙجي ويا ۽ لاشن ۾ ڳولڻ لڳا. هر ڪنهنجي خواهش هئي ته سڀ کان پهريان هو ڳولي ۽ پاڻﷺ جي لاش جي بيحرمتي ڪري پنهنجو هانءُ ٺڏو ڪري. ابو سفيان ڳولڻ ۾ مشغول هو. هو ڊوڙي ڊوڙي وڃي لاشن کي ڏسي رهيو ۽ حيرت تي چوندو هو:

"محمدﷺ جي لاش ته ڪٿي به نظر نٿي اچي."

ابو سفيان لاشن ۾ پاڻﷺ کي ڳولي رهيو هو ته هن جي نظر حضرت حمزهؓ جي لاش تي پئي. ان کي ڏسندي ئي ڪاوڙ ۾ پرجي ويو. هاڻي هن بي رحم جو نيزو هو ۽ حضرت امير حمزهؓ جو پاڪ جسم هو، هو هاڻي ڪاوڙ ۾ چپ چباڙي زور زور سان نيزو جسم تي لاڳيتو هڻي رهيو. ان سان گڏ چئي رهيو:

"اڙي غدار! بدر ۾ تو جيڪي ڪيو، هاڻي ان جو مزو چک!"

حليس بن زيان هڪ ڪافر هو جيڪو پرسان بيٺو هو. هن کان اهو ظلم برداشت نه ٿيو. هن ابو سفيان کي پڪڙي پري ڪيو ۽ رڙ ڪري چيائين:

”هيڏي ڏسو! هي قريش جو سردار آهي. پنهنجي پاءُ سان ڪهڙو سلوڪ ڪري رهيو آهي.“

ابوسفيان چرڪي پيو:

”مون کان غلطي ٿي وئي. بس هاڻي چپ ڪر. ڪنهن کي به نه ٻڌا.“

ان ڪانپوءِ ابوسفيان جي خالد سان ملاقات ٿي. ابوسفيان پڇيو:

”محمدﷺ قتل ٿيو؟ ڪا ڄاڻ اٿئي؟“

خالد وراڻيو:

”مون هاڻي ئي ته هن کي ڏٺو آهي. هو پنهنجي ساٿين سان جبل تي چڙهي رهيو هو؟“

جيتوڻيڪ عام مسلمانن کي يقين ٿي ويو هو ته رسول اللهﷺ واقعي شهيد ٿي ويا آهن. پر پريشاني ۽ مايوسي انهن جون نظرون اوهانﷺ کي ڳولي رهيون هيون. اداسيءَ اوچتو حضرت ڪعب بن مالڪؓ جي نظر پاڻﷺ تي پئجي وئي. منهن مبارڪ تي رت هو. پر اکيون چمڪي رهيون هيون. هاڻي ڇا هو. هن بي اختيار رڙ ڪئي:

”مسلمانو! رسول اللهﷺ هتي آهي.“

خبر ناهي هن آواز ۾ ڇا هو؟ ڄڻ مسلمان هڪدم زنده ٿي پيا. وسايل حوصلا ٻري پيا، ٿڪل جسمن ۾ نئين جان اچي وئي. هر پاسي کان جانثارن جا جٿا پتنگن وانگر پاڻﷺ جي چوڌاري گڏ ٿيڻ لڳا. حضرت ابوبڪر ۽ عمر رضي الله عنهما سڀ کان اڳيان هئا. صورتحال گهڻي خراب ٿي چڪي هئي. ۽ خطرو وڌي رهيو هو تنهن ڪري اصحابين پاڻﷺ جي چوڌاري گڏ ٿي هڪ حفاظتي دائرو ناهيو ۽ جبل تي چڙهڻ لڳا اتي دشمن لاءِ پهچڻ آسان نه هو. ابو عامر اوسي جبل جي تري ۾ کڏون کوٽيون هيون ته جيئين مسلمان ترڪي ان ۾ ڊهن. اتفاق سان هڪ کڏي جي پرسان اوهانﷺ جو گذر ٿيو ته پاڻﷺ جو پير ترڪي پيو پر حضرت عليؓ ۽ حضرت طلحہؓ هٿ مبارڪ کي پڪڙي ورتو. ۽ مٿي جبل تي چاڙهيو. اهڙي نموني سڀ جبل جي چوٽيءَ تي چڙهي ويا. ابو سفيان به پاڻﷺ کي چڙهندي ڏسي ورتو. سو لشڪر وٺي ٽڪريءَ تي چڙهڻ لڳو. جڏهن حضرت عمر رضي الله عنه ۽ ڪجهه اصحابن ڪيس ڏٺو ته هنن تي مٿان کان پٿراءُ ڪيو. جنهنڪري هو اڳتي وڌي نه سگهيا.

مديني ۾ به سندس وفات جي ڪوڙي خبر پکڙجي وئي. ڪير ٿو ڄاڻي ته ان وقت مسلمانن جو ڇا حال ٿيو هوندو. حضرت فاطمهؓ جڏهن اهو ٻڌو ته هو پريشان ٿي وئي ۽ بدحواسي ۾ وٺي ڀڳي ۽ خبر ناهي ڪيئن هو پاڻﷺ جي پيرن تائين پهتي. منهن مبارڪ مان اڃا رت وهي رهيو هو. بي اختيار دل ڀرجي آيس ۽ اکين مان نير وهڻ لڳا. حضرت علي عليه السلام ڍال ۾ پاڻي ڀري آيو ۽ پياري ڌيءَ

پنهنجي پيﷺ جي زخم کي ڌوئڻ لڳي. گهڻو ڌوئيائين پر رت نه بيٺو. آخرڪارانهن تڏي جو هڪ ٽڪرو ساڙيو ۽ ان جي خاڪ کي زخم تي رکيو. ۽ اهڙيءَ طرح رت وهڻ بند ٿي وئي.

پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم جو هڪ ڪٽر دشمن ابي بن خلف هو. جڏهن ان کي خبر پئي ته محمد صلي الله عليه وسلم اجا جيئرو آهي. اهو ٻڌي کيس ڪاوڙ لڳي. سو هڪدم اگاڙي تلوار هٿ ۾ کڻي ۽ ڪجھ ساٿين کي ساڻ ڪري پاڻﷺ ڏانهن ڊوڙندو آيو. ان وقت هو ڏاڍي ڪاوڙ ۾ رڙيون ڪري چئي رهيو هو:

”محمد ڪٿي آهي؟ جيڪڏهن هو بچي ويو ته منهنجو جيئڻ حرام آهي!

جڏهن هو اوهانﷺ جي ويجهو پهتو ته پاڻﷺ هڪ ساٿي کان نيزو وٺي هن جي ڳلي ۾ نيزي سان هلڪي رهڙ ڏني. هو هڪدم رڙيون ڪندو واپس وريو ۽ سورن ۾ ڦتڪي ڦتڪي مري ويو.

هن جنگ ۾ ستر مسلمان شهيد ٿيا. انهن شهيدن ۾ ڪيترائي عظيم شهيد به هئا. جن ۾ شير خدا حضرت حمزهؓ هو. وحشي خوشيءَ ۾ جهومريون پائي رهيو هو، اهو ئي اوهان جو قاتل آهي. هن هند وٽ اچي پنهنجو ڪارنامو ٻڌائي انعام گهريو. هند چيو:

”مان توکي پنهنجو قيمتي هار ڏينديس. بس اهو ٻڌا ته هو ڪٿي آهي؟“

وحشي هند کي پاڻ سان وٺي ويو ۽ حضرت حمزهؓ جو لاش ڏيکاريائينس. هند جو جيرو اڳي ئي سڙي رهيو. لاش کي ڏسندي ئي هو ڪاوڙ مان بي قابو ٿي وئي. هڪدم جهڪي ۽ حضرت حمزهؓ جي پيٽ کي چيريائين. جيرو ڪڍي ڪائڻ لڳي ته جيئن هن جي هاڻ جي باھ ٺڏي ٿئي پر هو ڳهي نه سهگي ۽ ڪڍي اڇليائين. هن پنهنجي ڳچي مان هار لاهي وحشي کي ڏنو. پوءِ قريش جي ٻين عورتن کي ساڻ ڪري وچي مسلمان شهيدن جا نڪ ۽ ڪن ڪٽيائين ۽ انهن جو هار ناهي هن پاتو.

دشمن پنهنجي لاشن کي دفن ڪري چڪو هو. ان لاءِ هنن واپس مڪي وڃڻ جو ارادو ڪيو. ابوسفيان اڄ ڏاڍو خوش هو. ان ڪري هو ٽڪرو اچي جبل جي هيٺان بيهي زور سان چوڻ لڳو:

”مسلمانو! اڄ جو ڏينهن بدر جي ڏينهن جواب آهي. ايندڙ سال وري توهان جو ۽ اسان جو مقابلو ٿيندو.“ پوءِ هوايئن چوندي واپس موٽي آيو.

”فوجين توهان جي مئلن جا نڪ ۽ ڪن ڪٽي ڇڏيا آهن. نه مون ان جو حڪم ڏنو هو ۽ نه وري ان کان روڪيو هو. ان سان مون کي ڪا خوشي ڪانهي تي پر ڪو ڏک به ڪونهي.“

پوءِ مسلمان جبل تان هيٺ لهي لاشون دفنائڻ لڳا. پياري نبي ﷺ جي نظر جڏهن حضرت حمزهؓ تي پئي. ڏٺائين ته سندس جسم مبارڪ ٽڪرا ٽڪرا ٿيل هو. بي اختيار اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳا. ايترا

ڳوڙها وهيا جو ڏاڙهي مبارڪ پجي وئي. ان وقت اوهانﷺ جي زبان مبارڪ مان هي ڏک پريا لفظ نڪتا:

”هاءِ! منهنجي اکين اڳ اهڙو ڏکائيندڙ منظر ڪڏهن به نه ڏٺو آهي!“

پوءِ فرمايائون:

”جيڪڏهن صفيہ(حضرت حمزهؓ جي ڀيڻ) کي ڏک نہ ٿئي ها ۽ اها ڳڻتي نہ هجي ها تہ اها شيءِ پوءِ سنت ٿي ويندي، تہ مان هن (حمزهؓ) کي ايئن ئي ڇڏي ڏيان ها تہ هن کي ڳجهون ۽ جانور کائن. قسم سان جي منهنجو انهن تي ڪڏهن وس هليو تہ مان انهن جي ٽيهن ماڻهن جي اهڙي حالت ڪندس.“

ان کانپوءِ هڪدم ذهن مبارڪ ۾ هي آيت ياد آئي:

وَإِنْ عَاقَبْتُمْ فَعَاقِبُوا۟ بِمِثْلِ مَا عُوقِبْتُم بِهِۦ ۖ وَلَئِن صَبَرْتُمْ لَهُوَ خَيْرٌ لِّلصَّـٰبِرِينَ (126)

۽ جيڪڏهن (ڪافرن کان) بدلو وٺو ته جيترو ايذايا ويا هجو اوترو انهن کي ايذايو، ۽ جيڪڏهن اوهين صبر ڪريو ته اُهو صبر وارن لاءِ ڀلو آهي.

وَٱصْبِرْ وَمَا صَبْرُكَ إِلَّا بِٱللَّهِ ۚ وَلَا تَحْزَنْ عَلَيْهِمْ وَلَا تَكُ فِى ضَيْقٍ مِّمَّا يَمْكُرُونَ (127)

۽ (اي پيغمبر) صبر ڪر ۽ تنهنجو صبر الله ئي جي توفيق سان آهي ۽ جيڪي فريب ڪندا آهن تنهن بابت نہ ڏکي ٿي ۽ نڪي خفا ٿي.

إِنَّ ٱللَّهَ مَعَ ٱلَّذِينَ ٱتَّقَوا۟ وَّٱلَّذِينَ هُم مُّحْسِنُونَ (128)

الله انهن سان گڏ آهي جيڪي پرهيزگاري ڪندا آهن ۽ ڀلائي ڪندا آهن.

بني نضير جي جلاوطني

قريش وات تائين موٽي ويا!

بني نظير جون حرڪتون.

دينِ حق جي خلاف سيني عربن جو اتحاد.

نبي ڪريم ﷺ جو اصحابين سان صلاح مشورو.

کڏ (خندق) جي کوٽائي.

مديني جي سرحد تي دشمن جي فوج.

اسلامي فوج پنهنجي چوڪين تي.

کڏ ٽپڻ جي ناڪام ڪوشش.

دشمن جي فوج ۾ بي دلي.

بني قريظ جي غداري.

حضرت صفيهؓ جي عجيب بهادري.

حضرت عليؓ جي بهادري جو مثال

طوفاني حملا.

حضرت سعدؓ جي شهادت.

دشمنن ۾ اختلاف.

مينهن ۽ طوفان جو عذاب.

دشمن فوج ۾ ڀاڄ.

بني قريظه جو عبرت ناڪ انجام



وَلَا تَحْسَبَنَّ ٱلَّذِينَ قُتِلُواْ فِى سَبِيلِ ٱللَّهِ أَمْوَٰتًۢا ۚ بَلْ أَحْيَآءٌ عِندَ رَبِّهِمْ يُرْزَقُونَ (١٦٩) فَرِحِينَ بِمَآ ءَاتَىٰهُمُ ٱللَّهُ مِن فَضْلِهِۦ وَيَسْتَبْشِرُونَ بِٱلَّذِينَ لَمْ يَلْحَقُواْ بِهِم مِّنْ خَلْفِهِمْ أَلَّا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُونَ (١٧٠) (سورت آلِ عمران)

۽ جيڪي الله جي رستي ۾ قتل ٿيا آهن تن کي مئل نه سمجهو، بلڪ (اُهي) تہ اصل جيئرا آهن (۽) پنهنجي پالڻهار وٽ رزق حاصل ڪري رهيا آهن (سورت آلِ عمران آيت 169)

جيڪي الله اُنهن کي پنهنجي فضل سان ڏنو آهي تنهن تي (هو) خوش آهن ۽ جيڪي ايمان وارا دنيا ۾ پوئتي رهجي ويا آهن ۽ (شهيد ٿي) اجان اتي نہ پهتا آهن (قيامت جي ڏينهن) انهن کي بہ نه خوف هوندو ۽ نڪي هو غمگين هوندا. (سورت آلِ عمران آيت 170)



اُحد جو ڏينهن مسلمانن لاءِ ڏاڍو ڏکيو ڏينهن هو. جڏهن جنگ بند ٿي ته سندن جسم زخمن سان چُور هئا. دشمنن کي بيو ڇا کپي ها؟ هو خوشي مان پئي نچيا. يهودين وٽ عيد جو ڏيک هو. منافقن جي خوشي جي ته ڪا انتها ئي نه هئي. ان هوندي به مسلمانن جا ارادا ۽ حوصلا اڳي جيان مظبوط هئا. هن ويڙهه ۾ مسلمانن جو گهڻو جاني نقصان ٿيو. پر ڪامياب دشمن به ڪو نه ٿيا هئا. رستي ۾ اوهانﷺ خيال آيو ته ڪٿي دشمن هي نه سمجهي ته اسان ٿڪجي پيا آهيون ۽ هو وري موٽي اچي حملو نه ڪري. تنهن ڪري پاڻﷺ پنهنجي ساٿين کي چيو:

" دشمن جو پيڇو ڪير ڪندو؟"

جيتوڻيڪ ان وقت مسلمان زخمي هئا. پر ايماني جوش جي جذبي سان پريل هئا. هڪدم ستر اصحابين پنهنجا نالا پيش ڪيا ۽ هڪ چڱو خاصو جٿو نهي ويو. جنهن ۾ ابوبڪرؓ ۽زبيرؓ به هئا.

اوهانﷺ جو گمان صحيح ثابت ٿيو. جڏهن ابو سفيان ڪجهه سفر طئي ڪيو. هن کي واقعي احساس ٿيو ته ڪم ته اڌورو ڇڏي آيا آهيون. واپس هلي مديني تي حملو تا ڪيون. هاڻي مديني کي فتح ڪرڻ ۾ ڪهڙي دير لڳندي؟ مسلمان ٿڪل ٽٽل آهن. هاڻي انهن ۾ وڙهڻ جي طاقت ئي ڪانهي؟ جڏهن هن کي خبر پئي ته مسلمانن جي همت ۾ ڪو فرق ناهي آيو ۽ هو پاڻ هن سان وڙهڻ لاءِ پويان پيا اچن. ان ڪري هن مڪي وڃڻ ۾ ئي خيريت سمجهي. جي مقابلو ٿي پوي ۽ ڪٿي شڪست ڪائي وجون ته ماڻيل ڪاميابي تي به افسوس ڪرڻو پوندو. پاڻﷺحمراء اسد تائين انهن جو پيڇو ڪيو. پوءِ واپس موٽي آيا. حمراء اسد مديني کان اٺ ميل پري آهي.

الله!الله! هي سياڻپ! هي ڏاهپ! ڪهڙي وقت؟ جڏهن اوهانﷺ ٿڪجي چور ٿي چڪا هئا. زخمن کان بيحال هئا. ناڪاميءَ جو به ڏک هو مٿان "مُثلہ" (لاشن جي بيحرمتي) جو هانءُ ڏاريندڙ منظر به سامهون هو!

اُحد جي جنگ کانپوءِ پاڻﷺ کي ڪجهه آرام نصيب ٿيو. جنگ دوران ڪيترن ئي قبيلن اوهانﷺ سان ويساگهاتي ڪئي هئي. مجبورن اوهانﷺ کي انهن کي به نيڪ ڪرڻو هو. ان سلسلي ۾ ڪجهه جهڙپون به ٿيون.ڪٿي فتح نصيب ٿي ۽ گهڻو مال غنيمت هٿ آيو. پر ڪٿي ڪٿي گهڻو جاني نقصان به ٿيو. انهن مان هڪ واقعو تمام گهڻو مشهور آهي. اهو نتيجي جي لحاظ کان به تمام اهم آهي. اهو بني نضير قبيلي جي جلاوطني جو واقعو آهي. اهو يهودين جو هڪ قبيلو هو. پياري نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم سان هنن معاهدو ڪيو هو. پر هن ڇَلُ ڪيو ۽ نڱي سان اوهانﷺ کي مارڻ جي سازش ڪئي. آخرڪار اوهانﷺ کي ان ڳالهه جي خبر پئجي وئي ۽ ڪين مديني مان بي

دخل ٿيڻو پيو. نڪرڻ کان تہ هو نڪري ويا پر هو پاڻﷺ سان حد کان وڌيڪ بغض ڪرڻ لڳا. هاڻي هو هٿ ڌوئي پاڻﷺ جي ڪڍ لڳي پيا. پاڻﷺ کي ناڪام ڪرڻ لاءِ هر حد اورانگڻ لڳا. هو مختلف قبيلن ۾ وڃي اوهانﷺ جي خلاف ڳالهائڻ لڳا ۽ انهن قبيلن کي مسلمانن خلاف وڙهڻ تي راضي ۽ گڏ ڪرڻ لڳا.

احد کان موٽڻ وقت قريشين مسلمانن کي ڌمڪي ڏني هئي. ترڙائپ ۾ هنن ۽ چيوهو:

”اڙي مسلمانو! ايندڙ سال بدر ۾ ٻيهر توهان سان مقابلو ڪنداسين“.

هاڻي اهو وقت مٿان اچي چڪو هو. هنن ۾ همت هئي ڪو نہ. ان ڪري هو پنهنجي ڳالهہ تي پڇتائڻ لڳا. بغير وڙهڻ جي ايئن ويهي بہ نٿي سگهيا ان ۾ بدنامي جو خطرو هو. هڪ تہ عزت گهٽبي ۽ ٻيو ماڻهون بزدل سمجهندا. ان ڪري هنن هڪ ترڪيب اختيار ڪئي. هنن مسلمانن ڏانهن ماڻهو موڪلڻ شروع ڪيا جيڪي انهن کي قريشين جي طاقت ،سندن لشڪر ۽ ساز و سامان کي وڌائي ٻڌائڻ لڳا تہ جيئن مسلمان ڊڄي وڃن ۽ جنگ جو ارادو ڇڏي ڏين. انهن ڳالهين جو پاڻﷺ تي ڪو اثر نہ ٿيو ۽اوهانﷺ جو ارادو ۽ همت هميشہ جيان اٽل هئي. پاڻﷺ ان ڏينهن تي ميدان تي پهچڻ جو پڪو پہ ڪري ڇڏيو چاهي سڀ ساٿ ڇڏي ڇو نہ وڃن.

پوءِ اهو ڏينهن بہ اچي ويو ۽ پاڻﷺ پنهنجي ساٿين سميت بدر ڏانهن روانا ٿيا. اتي هر سال هن موسم ۾ بازار به لڳندي هئي. ان ڪري ساٿين واپار لاءِ بہ ڪجھ سامان پاڻ کنيو. مسلمان جڏهن اتي پهتا ته قريشي اتي ڪو نہ هئا. سو بهادر مسلمانن اتي ويهي انهن جو انتظار ڪرڻ لڳا.

قريشين لاءِ نہ نڪرن بي شرميء ۽ بيعزتي جي ڳالهه هئي. قريشين کي هر حال ۾ پنهنجو عزت بچائڻي هئي. هنن لاءِ وڙهڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪو به رستو نه هو. پر ڪين شڪست جو خطرو هو. هنن جو دل ڪهڙي نموني بہ ويڙھ تي راضي نہ هو. تڏهن به هنن همت ڪئي ۽ ٻن ڏينهن تائين اڳتي وڌندا رهيا. پر ڊپ کان هنن جي جنگهون ٽڙڪڻ لڳيون ۽ اڳتي وڌڻ ڏکيو ٿي پيو. ابوسفيان فوج جو سپہ سالار هو. هن چيو:

” يائرو! هي ڏڪار جو سال آهي. جنگ خوشحالي ۾ ٿيندي آهي. يلائي ان ۾ ئي آهي ته اسين مڪي ڏانهن موٽي هلون. مان تہ واپس وڃان پيو.“

سردار ڪانسواءِ فوج اڳتي ڪيئن وڌي. اهڙي نموني سڄي فوج موٽي وڃ مڪي پهتي. رسول الله ﷺ اٺ ڏينهن بدر ۾ هنن جو انتظار ڪيو. بدر ۾ بازار تہ لڳل هو ۽ سامان به هو. ان لاءِ مسلمانن واپار شروع ڪيو. الله تعالىٰ ان ۾ هنن کي برڪت ڏني. اٺ ڏينهن گذري ويا پر قريشين جو ڪٿي به ڪو نالو نشان نه هو. ان ڪانپوءِ اوهانﷺ ساٿين سميت مديني ڏانهن موٽي آيا. رستي ۾ دشمن

جي بزدلي بابت ڳالهايو ٿيون. اهڙيءَ طرح مسلمانن جا دل رب تعالىٰ جي شڪر سان ڀرجي آيا ۽ زبان تي بي اختيار الله تعالىٰ واڪاڻ جاري هئي.

پاڻ سڳورا صلي الله عليه وآله وسلم مديني ۾ پهتا ۽ وڏي اتساهه سان تبليغ ۾ لڳي ويا. هن راهه ۾ رنڊڪون به وڏيون ويون پر پاڻ ﷺ ڪنهنجي به ڪاڻ ڪا نه ڪيي. پوري طاقت سان هن ڪم لڳي ويا. آهستي آهستي سڄي حجاز ۾ اسلام مشهور ٿي ويو. نه فقط حجاز پر شام تائين اوهان ﷺ جي آواز پهتو.



قريشي هاڻي مسلمانن جي طاقت کي مڃي چڪا هئا. مسلمانن جي سگهه ۽ همت کان ڏڄي چڪا هئا. هنن سمجهي ورتو هو ته هنن سان وڙهڻ ڪا آسان ڳالهه ڪانهي. پر بنونضير قبيلي جا سردار قريشين وٽ آيا. انهن سردارن ۾ حُي بن اَخطب به هو ۽ سلام بن ابي الحقيق به. انهن اتي پهچي قريشين کي غيرت ڏياري ۽ ڪين پاڻ ﷺ سان وڙهڻ لاءِ تيار ڪيو. چيائون:

ڏڄڻ ڇا جو؟ اسان توهان سان گڏ آهيون. اسان ته محمد ﷺ کي ماري ئي ساهه کڻنداسين. ان ڳالهه جو ته اسان توهان سان معاهدو ڪرڻ آيا آهيون."

اهو ٻڌي قريشين ۾ هڪ نئون ولولو ۽ جذبو پيدا ٿيو ۽ سٽل همتون ۽ جذبا وري آرس ڀڃي اٿيا. هن يهودين تمام گهڻي مهمانوازي ڪئي. پوءِ خوشي مان ڦوندڙ جي چيائون:

ڀلو جو توهان آيو! اسان کي اهي ماڻهو پسند آهن جيڪي محمد ﷺ جا دشمن آهن ۽ ان کي مارڻ جي ڪِڏ آهن."

وري قريشين چيو:

"يائرو! توهان وٽ الله تعالىٰ جو ڪتاب اڳي ئي آهي ۽ محمد ﷺ سان اسان جو جيڪو اختلاف ان جي به اوهان کي خبر آهي. مهرباني ڪري ٻڌايو ته اسان جو دين سٺو آهي يا محمد ﷺ جو؟"

انهن بدنصيب ڪوڙن وراڻيو:

"توبه ڪريو! توهان جي ڀلوڙ مذهب سان هن ﷺ جي مذهب جو ڪهڙو مقابلو! ڪٿي سچ، ڪٿي ڪوڙ، ڪٿي حق ۽ ڪٿي باطل!

اهڙي نموني يهودي منيون منيون ڳالهائيون ڪري قريشين کي گمراهه ڪندا رهيا. نتيجتن قريشي خوشي ۾ پٽي بغلون وڄائڻ لڳا ۽ جلدي ۾ انهن جي نڳي جي ٺاهن اچي ويا ۽ جوش ۾ اچي چيائون: "جيستائين جيئرا آهيون، اسان جي محمد ﷺ سان جنگ جاري رهندي. محمد صلي الله عليه وآله

وسلم جو دين وڏي ايئن ڪڏهن به نه ٿيندو. اسان دنيا کي محمد ﷺ کان پاڪ ڪري ڇڏينداسين ۽ هن جي دين جو نالو نشان باقي نه رهندو“.

سو هاڻي جنگ جو فيصلو ٿي ويو ۽ تاريخ به مقرر ڪئي وئي آهي. پوءِ يهودي فقط قريشين تائين محدود نه رهيا پر هو ٻين عرب قبيلن ڏانهن به ويا ۽ اتي به هن فتني جو ٻيجاو پوکيو. ڏاڍيون جوشيليون تقريرون ڪياون ۽ ماڻهن کي محمدﷺ جي خطري کان آگاهه ڪيو. غطفان قبيلي

ويا ۽ اتي ماڻهن جي لاءِ خيالي پلاءُ پچايائون. انهن کي لالچ ڏياريندي چيائون:

”خيبر جي پيداوار جو اڌ حصو اوهان کي ڏينداسين. توهان اسان جي هن جنگ ۾ مدد ڪيو.“

اهڙي نموني هو ٻين قبيلن ڏانهن به ويا. جن ۾ بني سليم، بني اسد ۽ بني فزاره شامل هئا. يهودي بني اشجع ۽ بني مُرگ ڏانهن به ويا. ۽ انهن سڀني کي نئين دين جي باري ۾ ڊيجاريائون ۽ پنهنجي دين بچائڻ لاءِ جانن جي قرباني لاءِ تيار ڪيائون ۽ ان سان گڏ انهن کي به ساڳي طرح لالچون ڏنائون.

هاڻي سڄو عربستان رسول الله ﷺ جي خلاف گڏ ٿي چڪو هو. ڇا مشرڪ ۽ ڇا يهودي! سڀ پاڻﷺ کي مارڻ جي چڪر ۾ لڳي ويا. جڻ سڀئي شيطاني قوتون پنهنجي ناپاڪ ارادان اسلام جي ڏيئي کي وسائڻ جي ڪِد لڳي ويون. هڪ وڏو لشڪر پاڻﷺ ڏانهن اچي. لشڪر ڇا هو انسانن جو سمنڊ هو. ڏهه هزار جاني دشمن هئا، جيڪي پاڻ کي هٿيارن ۾ سجائي اچي رهيا هئا.

”اي محمدﷺ ! الله تعالىٰ اوهانﷺ سان گڏ آهي. هو اوهانﷺ جي مدد به ڪري سگهي ٿو ۽ دشمنن کي ٻيڙو به ڪري سگهي ٿو!“

جڏهن پاڻﷺ کي خبر پئي ته سڄو عرب ڪاوڙيو پيو اچي ۽ هر پاسي کان ٻوڏ جيان مديني کي ٻوڙڻ پيا اچن. انهن جو ارادو مسلمانن کي هميشه لاءِ ختم ڪرڻو آهي. االله جي پناهه! جنهن لشڪر جي پٺيان سڄي عربستان جي طاقت هجي، پيارو پيغمبرﷺ ان جو مقابلو ڪيئن ڪندو؟ هن کان بچاءُ لاءِ ڪهڙا اپاءُ وٺي؟ ۽ ان جي تباهه ڪارين کي ڪيئن روڪي!

پاڻﷺ اصحابين کي گڏ ڪري انهن سان مشاورت ڪئي. سڀني چيو:

”مديني ۾ رهي وڙهجي.“

حضرت سلمان فارسي ايران جو رهاڪو هو ۽ اتان جي ڪجهه جنگي طريقان کان واقف هو.

هن صلاح ڏني ته:

” ٻاهر نڪري ڪليل ميدان ۾ وڙهڻ سنو ناهي. ڪنهن محفوظ جاءِ تي لشڪر گڏ ٿئي ۽ ان جي چوڌاري ڪڏ (خندق) کوٽجي.“

پياري نبيﷺ کي اها صلاح ڏاڍي وڻي. حڪم ڏنائون ته اهو ڪم جلد کان جلد شروع ڪيو وڃي. ان ڪري ڪوڏرن ۽ بيلچن جو بندوبست ڪيو ويو. بني قريظه جا يهودي مسلمانن جا اتحادي هئا. انهيءَ ڪري کوٽائي جو گهڻو سامان اتان بہ مليو. اهڙيءَ طرح مسلمان ان ڪم ۾ لڳي ويا.

مدينو فقط هڪ طرف کان ڪليل هو ۽ باقي ٽن طرفن کان گهرن ۽ کجين جي وڻن سان گهيريل هو. پاڻ سڳورا صلي الله عليه وآله وسلم پنهنجي ساٿين سميت شهر کان ٻاهر آيا ۽ کاهي کوٽڻ جي تياري ڪرڻ لڳا. ان کاهي جو نقشو پاڻﷺ پاڻ تيار ڪيو. پوءِ ڏهن ڏهن ماڻهن جي ٽولي کي ڏه گز زمين کوٽڻ ڏنائون. هن ڪم ۾ پاڻ ﷺ بہ شرڪت ڪئي. اصحابين سان گڏجي کوٽائي ڪرڻ لڳا. اهو ڏسي اصحابين ۾ وڏيڪ جوش پيدا ٿيو ۽ کوٽائي ۾ دل و جان سان لڳي ويا. سياري جون ٿڌيون راتيون ۽ ٽن ٽن ڏينهن جي بُک ۾ هي کوٽائي پئي هلي. اصحابي کوٽيل مٽي کي پنهنجي پني تي کڻي جبل سلع جي پاڙ ۾ پئي اڇلايون ۽ اتان پٿر کڻي کڏ جي پرسان پئي رکيائون. جيڪڏهن ضرورت پئي ته انهن پٿرن سان دشمن جو مقابلو ڪبو.

ٽي هزار برڪت وارا هٿ کڏ کوٽڻ ۾ رُڌل هئا. هو ايترو ته جوش ۾ هئا جو بک ۽ اڃ وسري بہ انهن کان وسري وئي هئي. اهڙي طرح ڪجھ ڏينهن اندر اهو ڪم پورو ٿي ويو. مدينو هاڻي محفوظ هو. مديني جي پرسان هڪ جبل آهي جيڪو سلع جبل جي نالي سان مشهور آهي. کوٽيل کاهي ۽ ان جي وچ ۾ رڳو ڇهن ميلن جو مفاصلو آهي ۽ ٻنهي جي وچ ۾ هڪ ڊگهو ۽ وسيع ميدان آهي. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم پنهنجو لشڪر ان ميدان ۾ بيهاريو.

مديني جو ٻار ٻار پرجوش هو. جڏهن لشڪر روانو ٿيو تہ پيءُ ۽ پيئرن سان گڏ ننڍا ٻار بہ گڏجي پيا. جڏهن فوج ميدان تي پهتي ته پاڻﷺ ان جو جائزو ورتو. پندرهن سالن کان مٿي عمر وارن کي شريڪ ٿيڻ جي اجازت ڏنائون. جيڪي ان کان گهٽ هئا. انهن جي همت جي واکاڻ ڪيائون ۽ انهن کي شاباشي ڏئي واپس موڪلي ڇڏيائون.

هجرت جو پنجون سال ۽ ذي القعد جو مهينو هو. دشمن جو مقدم الجيش (فوج جي اڳيان موڪليل ٿورو لشڪر) هاڻي مديني جي ويجهو ظاهر ٿيو. ابو سفيان کي اميد هئي تہ محمدﷺ سان احد وٽ ملاقات ٿيندي پر پاڻﷺ اتي نہ مليا ته هن پنهنجي لشڪر کي مديني ڏانهن هلڻ لاءِ جو حڪم ڏنو ۽ مديني جي ويجهو پهچي هنن پڙاءُ ڪيو. پر غطفان ۽ ڪجھ ٻين قبيلن احد وٽ پنهنجا خيما کوڙيا.

هاڻي دشمن جي لشڪر جا ٽولا مديني ڏانهن روانا ٿيا ته جيئن مسلمانن جوڪجهه حال احوال معلوم ٿي سگهي. جڏهن هو اتي پهتا ته هنن هڪ بلڪل نئين شيءِ ڏٺي. اهڙي شيءَ جيڪا هنن جي وهم ۽ گمان ۾ به نه هئي...... هو سڀ حيران ٿي ويا ته هي ڇا آهي! هي ڪڏ آهي. مديني جي حفاظت لاءِ ڪاهي کوٽي وئي آهي! ڇا اسان جو لشڪر هن پاسي وڃي نہ سنگهندو؟ جنهن ڪم لاءِ هيڏيون ڪوششون ڪيون سين. ايتري جدوجهد ڪئي. ڇا اهو ڪم نه ٿيندو؟ ڇا سڄو ڪم خراب ٿي ويو؟ ۽ محمدﷺ جيئرو بچي ويندو؟

ٽولا لشڪر ۾ موٽي موٽي اچي انهن کي هي خبرون ٻڌائڻ لڳا. جنهن به ٻڌو اهو حيران ٿي ويو. قسم سان! هي تہ بلڪل نئين اٽڪل آهي. جنهن جو عرب ۾ ڪو رواج نه هو.

مسلمانن کي خبر پئي ته دشمن اچي ويا آهن. تنهن ڪري پنهنجي چوڪين تي هوشيار ٿي ويهي رهيا. سلع جبل جي پاڙ ۾ هڪ ڳاڙهو تنبو لاڳايو ويو. جنهن ۾ پاڻ سڳوراﷺ اچي وينا ۽ اتي جنگ جو نقشو تيار ڪيائون. اسلامي فوج ٽي هزار هئي. ان کي پاڻﷺ ڪيترن ئي حصن ۾ ورهايو آهي. ڪجهه ٽولا ڪڏ جي سار سنڀال لاءِ مقرر ڪيا ويا. ڪڏ جي انهن حصن ۾ جتي دشمن جي ٽپڻ جو وڌيڪ خوف هو، اتي ڪجهه ماڻهو کي پهري لاءِ مقرر ڪيائون. باقي لشڪر دشمن کي منهن ڏيڻ لاءِ ترتيب سان بيهاريائون.

هاڻي ٻئي لشڪر آمهون سامهون هئا. قريشين ڪڏ ٽپڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي ٽپي نہ سگهيا. مسلمانن تير اندازن اهڙيءَ طرح تير اڇلايا جو هو ڪجهه بہ نہ ڪري سگهيا. مجبورن انهن کي پوئتي هٽڻون پيو. هاڻي ڪڏ جي ٻئي پاسي کان دشمنن تيرن جو مينهن وسائڻ شروع ڪيو. اهڙي نموني ويڙهه هلندي رهي تان جو شام ٿي وئي ۽ پوءِ دشمن پنهنجي ماڳ ڏانهن موٽي آيو. جڏهن صبح ٿي ته قريشين وري ڪاهي ٽپڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ان ڏينهن به ناڪام ٿيا. هو ڪاوڙ ۾ چپن کي چباڙيندا واپس وريا. هاڻي انهن کي پڪ ٿي وئي تہ اسان جي سڄي محنت بيڪار ٿي وئي. ٻئي پاسي طوفان بہ تيز ٿي رهيو ۽ ٿڌ بہ تمام گهڻي ڇڻ جسم تي ٿڌ جون آريون پئي هليون ۽ رڳن ۾ رت پئي ڄميو. جنهن ڪري هو ڪاوڙ ۾ چرايا لڳا پيا هئا.

مسلسل ناڪامي ۽ خراب موسم فوج ۾ مايوسي پکڙي ڇڏي. جنهن کي ڏس تہ اهو ئي چئي چوي پيو:

”هاڻي محمدﷺ کي ڪيئن پڪڙجي؟

جڏهن حي بن اخطب اهو حال ڏٺو تہ ڏاڍو ڊڄي ويو. هن هيڏي فوج جي تعداد کي گڏ ڪرڻ ۾ ڏاڍي محنت ڪئي هئي ۽ نہ ڄاڻ ڪيتريون تڪليفون سهٽيون پيون هيس. سو هو گهڻو پريشان ٿي ويو ۽

سوچڻ لڳو: جيڪڏهن فوج ۾ مايوسي پکڙجي وئي ۽ سپاهي حوصلا هاري وينا ته پوءِ ڇا ٿيندو؟ سڀي ڪوشش ۽ ڊڪ ڊوڙ خاڪ ۾ ملي ويندي. ان لاءِ جلد ڪجهه ڪرڻ گهرجي. ان ڪري ڊڪندو ابوسفيان وٽ آيو ۽ چيائين

"منهنجي قوم قريظه به توهان سان گڏ آهي ۽ انهن جي طاقت جي ته توکي خبر آهي."

ابوسفيان چيو:

" پوءِ دير نہ ڪر انهن کي وڃي چئو تہ محمدﷺ سان ڪيل عهد ختم ڪن."

حُي تکڙو بني قريظہ ڏانهن ويو تہ ڪنهن بہ طريقي سان انهن کي غداري ڪرڻ تي راضي ڪري ۽ پاڻ سان ملائي.

بني قريظہ جي وڏيري کي ان ڳالهہ جي خبر پئجي وئي. هن جلدي قلعي جا دروازا بند ڪري ڇڏيا ۽ حُي سان ملڻ بہ پسند نہ ڪيائين. ڇاڪاڻ تہ هن کي خبر پئجي وئي هئي حيي ڇو ٿو ملڻ چاهي.

جڏهن حُي هوڏانهن پهتو ته هن سڏ ڪيو ۽ قسم ڏئي ڏئي هن کيِ دروازو کولڻ جي درخواست ڪئي. غيرت ڏيارڻ لاءِ هن چيو:

"مون کي خبر آهي تو دروازو ڇو بند ڪيو آهي. توکي کي ڊپ آهي ته ڪٿي مان پيالي مان حصو نه وٺان."

اهو ٻڌي ڪعب کي غيرت اچي وئي ۽ هن دروازو کوليو. حُي چيو:

واهہ ڙي ڪعب! ڏس، مان تنهنجي لاءِ ڪيڏي وڏي عزت ۽ شهرت ڪٺي آيو آهيان. لشڪر جو هڪ سمنڊ وٺي آيو آهيان. اهو بہ موجن وارو سمنڊ. سڄو عربستان گڏ ٿيو آهي. قريش ۽ غطفان جا اڳواڻ به آيا آهن. سڀ محمدﷺ کي مارڻ جا خواهشمند آهن. سيني واعدو ڪيو آهي ته ڪم مڪمل ڪرڻ کان سواءِ هتان نه ويندا سين.

ڪعب چيو:

قسم سان! تون منهنجي نڪ وڍائڻ ٿو چاهين. مان محمدﷺ سان معاهدو ڪري چڪو آهيان. معاهدي جي خلاف ورزي مان نہ ڪندس. محمدﷺ هميشہ مون سان وفادار رهيو آهي."

پر حُي اجا به مايوس نه ٿيو ۽ هر هر ڪعب کي غيرت ڏياريندو رهيو:

"اڄ سڄي قوم جي عزت جي حفظات تنهنجي هٿ ۾آهي ۽ ان جي ذلت به تنهنجي جي هٿ ۾ آهي. هن موقعو کي هٿ مان وڃڻ نہ ڏي. محمد صلي الله عليه وآله وسلم سان ڪيل معاهدو ٽوڙي ڇڏ ۽

لشڪر کي رستو ڏي. لشڪر ٻوڏ جيان وڌندو ۽ منٿن ۾ محمدﷺ ۽ سندس لشڪر کي ختم ڪري ڇڏيندو. پوءِ سڄي عربستان تي اسان جو احسان ۽ اثر هوندو. پنهنجي دين لاءِ پڻ رستو صاف ٿي ويندو ۽ سڄي مديني جو سمورو مال ۽ ملڪيت ﺑﻪ اسان جي قبضي ۾ اچي ويندي.“

هن ييري جو وار بيڪار نه ويو. هن تي حُي جي منين ڳالهين اثر ڪيو. ڪعب پاڻ تي ڪيل مهربانين ڪي ڪهڻ تي راضي ٿي ويو. پر اجان تائين هو ڪجه گهٻرائجي رهيو هو ۽ غداري جي بڇڙي نتيجي جو هن ڪي احساس ٿي رهيو. هو سوچڻ لڳو:

جيڪڏهن قريش ۽ غطفان ڪي شڪست ملي ته پوءِ ڇا ٿيندو؟ هو ﺗﻪ پڇي هليا ويندا ۽ مان اڪيلو رهجي ويندس. پوءِ ﺗﻪ مان ﺑﻪ بنونضير ۽ بنوقنقاع وانگر ذليل ٿي ويندس.“

پر جلد ئي اهو شڪ به ختم ٿي ويو. ڇاڪاڻ ته حُي چيو:

”الله ﻧﻪ ڪري پر جي اسان کي شڪست ٿي ۽ قريش ميدان ڇڏي پڇي ويا ته مان خيبر ڇڏي اچي هتي توسان گڏ رهندس ۽ پوءِ جيڪو ٿيندو ان کي توسان گڏجي منهن ڏيندس. “

اهي ڳالهيون ٻڌڻ کان پوءِ ڪعب هاڻي بلڪل مطمئن ٿي ويو هو ۽ غداري ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو هو. هاڻي ڇا هو، حُي خوش ٿيندو اچي فوج وٽ پهتو ۽ اتي سيني کي خوشخبري ٻڌائي. هن کي هاڻي فتح جو يقين ٿي ويو هو. ان فتح ۾ بس بني قريظہ جي تياري ٿيڻ تائين جي دير هئي.

قريظه جي غداري جي خبر هڪدم پکڙجي وئي. اها خبر مسلمانن تي وڄ وانگر ڪري. مسلمانن لاءِ هڪ نئين خطري جي گهنٽي هئي. ڇاڪاڻ هاڻي فوج کي ٻه خطرو هو. ڪاڏ خوراڪ جو ﺑﻪ ڪو ذريعو ڪو ﻧﻪ هو. دشمن جو دٻپ به وڌي ويو هو ڇاڪاڻ ته حملي لاءِ هڪ نئون رستو کولي ويو هو ۽ دشمن ان رستي کان شهر ۾ آرام سان داخل ٿي سگهيوٿي.

پياري نبيءَ هڪ شخص کي تحقيق لاءِ موڪليو. هو جڏهن اتي وڌو هُل هنگامو لڳو پيو. عجيب قسم جو جوش هو ۽ هر ڪو جنگ جي تياري ۾ مصروف هو. پاڻﷺ سعد بن عبادهؓ ۽ سعد بن معاذؓ کي قريظه جي سردار کي راضي ڪرڻ لاءِ موڪليو. سعد بن عبادهؓ خزرج جو سردار هو ۽ سعد بن معاذؓ اوس جو سردار هو. هي ٻئي قبيلا بنوقريظه جا به ساٿي هئا. پاڻﷺ ٻنهي کي فرمايو:

” جيڪڏهن خبر صحيح هجي ﺗﻪ آهستي صرف مون کي اچي ٻڌائجو. متان مسلمانن ۾ بيچيني ﻧﻪ پکڙجي وڃي. وڏي واڪي اچي ﻧﻪ ٻڌائجو.“

اهي ماڻهو جڏهن اتي پهتا ته هنن ڏاڍي ڏکوئيندڙ صورتحال ڏٺي. ڇاڪاڻ ته هو بي وفائي ۽ غداري جو فيصلو ڪري چڪا هئا. سڀ کان وڌيڪ سردار جي حالت ڏاڍي شرمناڪ هئي. هو وڏي واڪي پاڻ ﷺ جي توهين ڪري رهيو هو. هن نياڳي ڇيو:

"ڪير آهي الله جو رسول! اسان جو محمد ﷺ سان ڪو معاهدو ڪونهي؟"

اهي ڳالهيون ٻڌي اصحابين کي ڪاوڙ لڳي ۽ صورتحال ڏاڍي نازڪ ٿي وئي. ڳالهه وڃي جهڳڙي تائين پهتي پر سعد بن معاذؓ پنهنجي ساٿي کي روڪي ورتو ۽ چوڻ لڳو:

هي ڇا آهي؟ اسان جا هنن سان تعلقات ته ان کان به وڌيڪ خراب ٿي چڪا آهن!"

پوءِ ٻئي موٽي اچي پاڻ ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ ڳجهي طرح حال اوريو. اها ڳالهه لڪڻ جي ڪٿي هئي؟ سڄي فوج کي اها خبر پئجي وئي. پوري مديني ۾ ڳالهه مشهور ٿي وئي. اهڙيءَ طرح هر هڪ تي مايوسي ڇانئجي وئي. جنهن کي ڏس ته اهو چئي رهيو:

"ڪڏ ته سني تياري ٿي پر ڪڏ مان ڪهڙو فائدو؟ هاڻي حملو ته قريظه جي قلعي مان ٿيندو. هاڻي ڇا ٿيندو؟"

هاڻي گهيرو تنگ ٿي رهيو هو. دشمن مديني کي گهيرو ڪيون وينا هئا جنهنڪري مسلمانن ڪئي ڪئي ڏينهن بک ڪاٽيندا هئا. هاڻي ته بک هنن کي گهڻو تنگ ڪيو ۽ بک وچان پريشان ٿي ويا. پاڻ ﷺ کي خوف ٿيو ته ڪٿي مسلمان همت نه هاري ويهن. تنهن ڪري پاڻ ﷺ غطفان قبيلا ڏانهن هڪ ماڻهو هٿان نياپو موڪليو:

" جيڪڏهن توهان وڙهڻ کان انڪار ڪيو ۽ واپس موٽي وڃو ته توهان کي مديني جي پيداوار جو ٽيون حصو اسان توهان کي ڏينداسين."

غطفان وارا خوشي سان ان ڳالهه تي راضي ٿي ويا ۽ پنهنجا ماڻهو موڪليائون ته معاملو طئي ڪجي. انهن ٽيئن حصي جي بجاءِ اڌ جو مطالبو ڪيو. هي سڀ ڪجهه ٿي رهيو هو پر ابو سفيان ان ڳالهه کان بلڪل بي خبر هو. جڏهن غطفان جي طرفان اڌ پيداوار جو مطالبو ٿيو ته پاڻ ﷺ سعد بن معاذؓ ۽ سعد بن عبادهؓ کي سڏايائون انهن سان مشورو ڪيائون. سعد بن معاذؓ عرض ڪيو:

"الله جا رسول ﷺ! جي اهو الله جو حڪم آهي ته پوءِ ان ۾ انڪار جي گنجائش ئي ڪونهي پر جي اها اوهان ﷺ جي خواهش آهي تڏهن به اسان راضي آهيون. پر جيڪڏهن اوهان ﷺ اسان کي پريشاني کان بچائڻ لاءِ اهو سڀ ڪجهه ڪرڻ چاهيو ٿا ته پوءِ اجازت ڏيو ته مان ڪجهه عرض ڪيان."

پاڻ ﷺ فرمايو:

”هي مان توهان جي لاءِ ڪري رهيو آهيان. منهنجو خيال هو تہ ايئن ڪرڻ سان دشمن جو دٻاء ڪجھ گھٽجي ويندو.“

سعد بن معاذؓ عرض ڪيو:

” رسول اللهﷺ! جڏهن اسان ڪافر هئاسين تڏهن ڪو به اسان کان ڪجهه کسي نه سگهيو ۽ هاڻي اوهانﷺ مهرباني سان اسان جو مرتبو وڏي ويو آهي. رسول اللهﷺ! انهن ڪافرن جي لاءِ هاڻي اسان وٽ فقط تلوار آهي.“

پاڻﷺ اهڙي همت ڏٺي تہ اوهانﷺ اطمنان ٿيو. تنهن ڪري پاڻﷺ غطفان سان معاهدي جو ارادو ترڪ ڪري ڇڏيو. جنهنڪري هو واپس هليا ويا.

غطفان قبيلي جو هڪ سردار نعيم بن مسعود هو. هو اندر ۾ مسلمان ٿي چڪو هو پر قبيلن وارن کي ان جي ڪا بہ ڄاڻ ڪو نہ هئي. هو لڪي پاڻﷺ وٽ حاضر ٿيو ۽ پنهنجي مسلمان ٿيڻ جي خوشخبري ٻڌايائين ۽ پوءِ عرض ڪيائين:

”رسول اللهﷺ! منهنجي اسلام قبول ڪرڻ جي ڪنهن کي به خبر ڪانهي. اوهانﷺ مون کان جيڪو بہ ڪم وٺڻ چاهيو مان حاضر آهيان“.

پاڻﷺ فرمايو:

”نعيم! تون ئي اهو ماڻهو آهين جيڪو هن مصيبت کي ٽاري سگهين ٿو. هن لاءِ تون جيڪو ڪرڻ چاهين ٿو ڪر. توکي ان جي اجازت آهي.“

نعيم واپس موٽي آيو ۽ سوچڻ لڳو تہ ڇا ڪيان؟ ڪهڙي نموني دشمنن جي وچ ۾ ڏار وجهان؟ ڪهڙي طرح انهن جي ناپاڪ ارادن ناڪام ڪيان؟

هاڻي دشمنن ۾ هڪ نئون جوش پيدا ٿي چڪو هو. سندن حوصلا اڳي کان وڌيڪ پختا هئا. هاڻي هنن کي نہ تڏ جي ڪا پرواھ هئي ۽ نہ وري کڌ جي ڪا ڳڻتي هئي. ڇو ته هاڻي قريظه ساڻن گڏ هو. هاڻي دل جا ارمان پورا ٿيڻ وارا هئا. پيادل فوج ٽن حصن ۾ ورهايل هئي. جنهن اسلامي لشڪر کي چئني پاسن کان گھيري ڇڏيو هو ته جيئن هو ڪاڏي چر پر نہ ڪري سگھن ۽ بيوس ٿي پون. دشمنن جي گھوڙي سوار فوج هيڏي هوڏي ڦري رهي هئي ۽ مسلمانن تي تيرن جي برسات وسائي رهي هئي.

مسلمان ڏاڍا پريشان هئا. چاڪاڻ تہ اهي مڪمل طور تي گھيري ۾ هئا. خوف ۽ بيچيني الڳ هئي. چاڪاڻ تہ ڏينهن ۽ رات يهودين جو خطرو هو ۽ اهو خطرو ڪاهي جي خطري کان وڌيڪ هو. عورتون ۽ ٻار شهر جي هڪ قلعي ۾ هئا. تنهن ڪري بنو قريظه کان خطرو هو ته متان رات جو ڪٿي انهن

تي حملو نه ڪري ڏين. ان ڪري پاڻﷺ ڪجھ ماڻھو مقرر ڪيا جيڪي سڄي مديني ۾ پھرو ڏيندا ھئا.

يھودين غداري ڪئي، تنھنڪري انھن کي مسلمانن جي باري ۾ معلومات حاصل ڪرڻ جي به فڪر ٿي. ھنن جي خواھش ھئي ته ڪمزور جايون تلاش ڪجن ته جيئن حملي ۾ آساني ٿئي. ناڪامي به نه ٿئي. ان مقصد لاءِ يھودين جي ھڪ ٽولي نڪتي. جڏھن مسلمانن کي خبر پيئي ته ھنن انھن جو پيڇو ڪيو ۽ پر ھو ڀڄي ويا.

اھو قلعو جنھن ۾ عورتون ۽ ٻار ھئا، سو بني قريظه جي قلعي جي پرسان ھو. بني قريظه سوچيو: ”مسلمان ته ويڙھ ۾ مصروف آھن. تنھنڪري موقعو سٺو آھي، قلعي تي قبضو ڪجي.“

سو ھڪ يھودي قلعي تائين پھچي ويو ۽ چئني پاسن کان چڪر ھڻي قلعي جو جائزو وٺي رھيو ھو. حضرت صفيہؓ به قلعي ۾ موجود ھئي. ھي پاڻﷺ جي ڦڦي ھئي. اوچتو ھن جي نظر ان يھودي تي پئجي ويون. حضرت حسانؓ کي عورتن جي حفاظت لاءِ مقرر ڪيو ويو. اھو ئي حضرت حسانؓ جيڪو پلوڙ شاعر ھو ۽ پياري نبيﷺ جي پاران دشمنن کي جواب ڏيندو ھو. يھودي کي ڏسي حضرت صفيہؓ گھٻرائجي وئي ۽ حضرت حسانؓ کي چيائين:

” ڏس ھو يھودي ھتي گھمي رھيو آھي. جلدي ھيٺ لھي وڃ ۽ کيس مارينس، نه ته ھو وڃي دشمنن کي ٻڌائيندو ته مسلمان جنگ ۾ڦاٿل آھن. جيڪڏھن بچي ھليو ويو ته وڏي مصيبت ٿي ويندي.“

حضرت حسانؓ ڪمزور ھمت وارو ھو. چيائين:

”عبدالمطلب جي ڌيءَ! الله تو تي رحم فرمائي! تو کي ته خبر آھي ته مان ان ڪم جو انسان نه آھيان.“

حضرت صفيہؓ شاميانې مان بانس جو ڏنڊو ڪڍيو ۽ لڪي لڪي وڃي يھودي جي مٿي تي زور سان وھائي ڪڍيو. يھودي جو مٿو ڦاٽي پيو ۽ ھو اتي ڦٿڪي ڦٿڪي مري ويو. ھو قلعي ۾ واپس موٽي آئي ۽ حضرت حسانؓ کي چيائين:

”ھو مرد آھي، تنھن ڪري مون ھن کي ھٿ لائڻ مناسب نه سمجھيو. تون وڃ ۽ وڃي ھن جا ھٿيار ۽ ڪپڙا لاھي اچ.“

حضرت حسانؓ فرمايو:

”عبدالمطلب جي ڌيءَ! ڇڏينس. مون کي انھن شين جي ڪا ضرورت ڪانھي.“

چڱو وڃ اُن جو سر وڍي ميدان ۾ اُڇلي اچ ته جيئن يھودي ڊڄي وڃن.

حضرت حسانؓ ان ڪم لاءِ بہ تيار نه ٿيو. مجبورن اهو ڪم بہ حضرت صفيہؓ کي ڪرڻو پيو.

اهڙي طرح يهودين جو سمجهيو ته قلعي ۾ بہ ڪجھ لشڪر موجود آهي. انهن ڪري هن جي قلعي تي حملو ڪرڻ جي همت نہ ٿي.

جيئن جيئن ڏينهن گذري رهيا هئا تيئن تيئن حالتون خراب ٿي رهيون. ٿورو تصور تہ ڪريو. بک جي مٿان بک! وري راتين جو اوجاڳو! مٿان وري هر پل زندگي کي خطرو! اسلامي لشڪر ۾ منافق بہ هئا. اهڙي صورتحال ۾ اهي ڪٿي ٽا چپ ويهن؟ پاڻﷺ وٽ اچي ۽ وڃڻ جي اجازت گهرڻ لڳا تہ اسان جي گهرن ۽ ٻارن کي دشمنن کان خطرو آهي ان ڪري اسان کي شهر ڏانهن وڃڻ ڏيو. هو پاڻ تہ وڃڻ چاهن پيا پر ان سان گڏ عام مسلمان فوجين کي بہ گمراهہ ڪرڻ ۽ موت کان ڊيڄارڻ لڳا. ماڻهن ۾ پياري نبيﷺ جي باري ۾ بدگماني ڦهلائڻ لڳا. چئي رهيا هئا تہ:

"اسان کي محمد ﷺ بہ ڏاڍو بيوقوف بڻايو. اسان کي لالچائيندو رهيو ۽ چوندو هو تہ قيصر ۽ کسرا جا خزانا ملندا. اڄ هي حالت آهي جو ضرورت لاءِ به ڪاڏي وڃجي ٿو تہ ساهہ مٺ ۾ لڳو پيو!"

بني قريظه جي غداري کي ڪيترائي ڏينهن گذري ويا هئا. دشمنن جو لشڪر بي صبري سان انهن جي تيارٿيڻ جو انتظار ڪري رهيو ته جيئن ئي قلعي مان حملي لاءِ رستو ملي ۽ هو پنهنجا هانءُ ٺڏا ڪن. پر تيستائين هو ڇا ڪن؟ ڪڏ ٽپڻ سندن وس کان ٻاهر هئي. ان ڪري مجبورن هو پري کان تير ۽ پٿر اڇليندا رهيا.

هڪ جڳهہ کان کڏ جي ويڪر ڪجھ گهٽ هئي. اتي پهرو بہ نہ هجڻ جي برابر هو. دشمن ان موقعي کي غنيمت سمجهيو اتان حملي ڪرڻ جو سچيو. انڪري پاسي کان اڳتي وڌيا ۽ گهوڙن کي ٽپو ڏياري وجي پار پهتا. سندس سينا غرور مجهان تاڻيل هئا. انهن ٽپندڙن ۾ ابوجهل جو پٽ عڪرمہ ۽ ضرار بہ هئا ۽ عرب جو مشهور ويڙهو عمرو بن عبدود بہ هو. جنهن کي هڪ هزار ويڙهن جي برابر سمجهيو ويندو هو. اهو سڀ کان پهرين اڳتي وڌيو.

۽ رڙ ڪري چيائين:

"مقابلي لاءِ ڪير ايندو؟"

حضرت علي اٿيو چيائين:

"مان"

پر پياري نبي ﷺ کيس روڪيو. پاڻﷺ جي روڪڻ سان حضرت عليؓ ويهي تہ رهيو. پر ٻئي ڪنهن جي همت نه ٿي جو مقابلي لاءِ نڪري. عمر وري رڙ ڪري پڇيو.

حضرت عليؓ چيو:

”مان“

ٽيون ڀيرو بہ ائين ئي ٿيو. تنهن تي پياري نبيﷺ حضرت علي کي فرمايو:

”توکي ڪا خبر آهي، هي عمر آهي؟“

حضرت عليؓ عرض ڪيو:

”جي، ما چڱي طرح ڄاڻان ٿو ته هي عمرو آهي.“

ان ڪانپوءِ پاڻﷺ هنؓ کي اجازت ڏني. پنهنجي مبارڪ هٿن سان حضرت عليؓ کي تلوار عنايت فرمائي ۽ مٿي تي پٽڪو ٻڌو. هاڻي حضرت عليؓ عمرو جي سامهون هو. عمرو ڪلي چيو:

”ڀائٽيا! مان توکي مارڻ نٿو چاهيان!“

حضرت عليؓ وراڻيو:

”پر مان چاهيان ٿو.“

اهو ٻڌندين ئي عمرو کي ڪاوڙ اچي وئي ۽ پنهنجي پوري طاقت سان حضرت عليؓ تي تلوار جو وار ڪيائين. حضرت عليؓ ڍال سان ان وار کي روڪيو ۽ ان سان گڏ هنؓ بہ زور سان جوابي وار ڪيو. ماڻهن ڏٺو تہ عمرو زمين تي رتو رت ٿيو ڪريو پيو هو. مسلمان خوشي ۾ الله اڪبر جان نعرا هڻڻ لڳا. ڪاميابي جو اعلان ٿي ويو. ٿوري دير تائين عمرو جي ساٿين بہ مقابلو ڪيو پر پوءِ سڀ ڀڄي ويا.

هن حملي ۾ دشمنن کي شڪست تہ ٿي پر هنن لاءِ ڪڏ ٽپڻ وڏي خوشي جي ڳالھ هئي. هاڻي ٻيا بہ ڪاهي ٽپڻ واري عمل کان متاثر ٿيا ۽ ڪجھ ٻين جوڌن پنهنجي حياتي تري تي رکڻ جو ارادو ڪيو. ڪڏ ٽپي مسلمانن سان وڙهڻ جو فيصلو ڪيو. سج لهي رهيو ۽ رات پنهنجا وار کولي رهي هئي. ان وقت دشمنن جي هڪ جماعت ڪڏ ڏانهن وڌڻ لڳي. سڀ کان اڳيان هڪ نوفل نالي سورمو هو. ڪڏ وٽ پهچڻ ڪانپوءِ هن گهوڙي کي ڪڙي هڻي ٽپائڻ جي ڪوشش ڪئي پر گهوڙو ٽپي نہ سگهيو ۽ وڃي ڪڏ ۾ ڪريو ۽ نوفل جو مٿو ڦاٽي پيو. اهو ڏيڄاريندڙ نتيجو ڏسي ٻيا ساٿي ڊڄي ويا ۽ واپس موٽي ويا.

جڏهن ابو سفيان کي ان ڳالھ جي خبر پئي ته هن مسلمانن کي چورايو ته نوفل جو لاش ڏيو ۽ خون بها ۾ سؤ اٺ ڏينداسين. حضور ﷺ جن جواب ۾ فرمايو:

” ڪٽي وڃو! اسان کي هن جو خون بها نہ کپي. هن جي لاش بہ ناپاڪ آهي هن جو خون بها بہ ناپاڪ آهي.“

مشرڪ سندس لاش ڪٽي واپس هليا ويا. ان جي باوجود بہ هو پنهنجي حرڪتن کان نہ مڙيا ۽ رات ڏينهن ڪاهي ٽپڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا. ان لاءِ باقاعدي هنن جماعتون ناهيون جيڪي ڪاهي جي پرسان ڦرنديون رهيون ۽ هڪ جماعت واپس ويندي هئي تہ ٻي پهچي ويندي هئي.

مسلمانن جون ڪيتريون ئي راتيون اهڙيءَ طرح گذريون جو الله تعالىٰ جي پناهہ! گهرن ۾ عورتون بيوس ۽ ٻار ڊپ ۾ ڏڪي رهيا هئا. ٿورو غور تہ ڪيو اصحابن تي ڇا گذري رهي هوندي، جيڪي هر پل خطري کي منهن ڏئي رهيا هئا. هر وقت تيرن جو مينهن وسي رهيو موت سان مهاڏو اٽڪائي بيٺا هئا!

ڏاڍو نازڪ وقت هو. سڀ عرب طاقتون هڪ ٿي ويون هيون. ۽ حق کي مٽائڻ لاءِ پنهنجو پورو زور لڳائي رهيون هيون. ان وقت فقط الله تعالىٰ جو آسرو هو. پاڻ ﷺ هيڪانت ۾ الله تعالىٰ جي حضور حاضر ٿي هٿ ٻڌي دعائون ڪندو هو صبر ۽ همت جي توفيق جون، اسلام جي غلبي جي درخواست ڪندو هو.

مٿان موت جو رقص جاري هو. دشمن ان انتظار ۾ هو ته مسلمان ٿوري لاپرواهي ڪن تہ هو انهن جي مٿان ٽٽي پوي. اهڙي خراب صورتحال ۾ پيارو نبي ﷺ به جنگ ۾ ڀرپور حصو وٺي رهيو هو. اوهان ﷺ لشڪر کي مختلف حصن ۾ ورهائي ڪاهي جي حفاظت لاءِ مقرر ڪيو هو. جيڪي دشمنن جي حملن جو مقابلو ڪري رهيا هئا. انهن مان هڪ حصو اوهان ﷺ جي نگراني هيٺ هو. پاڻ ﷺ دشمنن کي تيرن سان روڪي رهيا هئا ۽ ٿورو بہ آرام نہ فرمايائون. جيڪڏهن ڪاڏي وڃڻ جي ڪا ضرورت پئجي ويندي هئي يا اتان وڃڻو پوندو هو تہ پنهنجي جاءِ تي ڪنهن ٻئي کي بيهاريندا هئا. پوءِ جيئن ئي ڪم ختم ٿيندو هو جلدي اچي پنهنجي جاءِ وٺندا هئا. اهڙي طرح هڪ پاسي پاڻ ﷺ پنهنجي ساٿين جي همت وڌائي رهيا هئا ته ٻئي طرف اعليٰ انسانيت جو مثال پڻ پيش ڪري رهيا هئا.

ويڙهہ جو آخري ڏينهن ڏاڍو ڏکيو هو. سڄو ڏينهن سخت مقابلو ٿيندو رهيو. دشمن جا ماهر تيرنداز ڪاهي کي گهيرو ڪيو بيٺا هئا. مسلسل تيرن ۽ پٿرن جي برسات پئي ڪيائون. مسلمان تمام گهڻو ٿڪجي چڪا هئا. بک ۽ اڄ کان بيحال هئا. ان جي باوجود جبل جيان اٽل هئا. ٿورو بہ پوئتي نہ هٽيا.

هن جنگ ۾ مسلمانن جو جاني نقصان تمام گهٽ ٿيو. تنهن هوندي به انصار جو سڀ کان وڏو ساٿ ڇڏائجي ويو. حضرت سعد بن معاذؓ جيڪو اوس جو سردار هو ۽ وڏي بهادريءَسان وڙهي رهيو هو. اوچتو هڪ دشمن جو تير هن جي هٿ تي لڳو. تير اهڙي ريت لڳو جو هٿ جي هڪ رڳ ڪٽجي وئي ۽ رت جو ڦوهارو جاري ٿي ويو. ان وقت حضرت سعدؓآسمان ڏانهن نهاريو الله تعالىٰ کي عرض ڪيو. الله الله! اها التجا ڪيڏي مٺي هئي.

”اي منهنجا پالڻهار! جيڪڏهن اجا قريشين سان جنگ جاري آهي ته مون کي زنده رک. جن ماڻهن تنهنجي رسولﷺ جو انڪار ڪيو ۽ هنﷺ کي پنهنجي گهرن کان بي گهر ڪيو. مون کي ان قوم سان وڙهن جي خواهش بي ڪنهن قوم سان وڙهن کان وڌيڪ آهي. پر جي هاڻي هنن سان وڌيڪ جنگ نہ ٿيندي تہ پوءِ مون کي هن (زخم) ۾ شهادت عطا ڪر. مون کي ايستائين نہ مارجان جيستائين بني قريظہ جي شڪست سان مان پنهنجون اکيون نه ٺاريان.“

الله جون رحمتون هجن سعدؓ تي! ۽ برو ٿئي بني قريظه جي يهودين جو، جنهن پاڻﷺ سان خيانت ۽ بي وفائي ڪئي......! جيڪڏهن هو بيوفائي نہ ڪن ها ۽ وقت تي غداري نہ ڪن ها تہ ڳالھ ايتري .تائين نہ پهچي ها.

مسلمان گهڻو بي چين هئا. خوف جي ڳل ۾ بلڪل وڪوڙجي چڪا هئا. اڪيون خوف مان ڪليل جون ڪليل هيون ۽ هانءُ ڦاٽي رهيو هو. انهيءَ وچ ۾ منافق ڪاوڙ ۾ چريا ٿي رهيا هئا. ۽ چئي رهيا هئا تہ: ” الله ۽ ان جي رسولﷺ اسان کي مارائي وڌو.“

هر طرف مايوسي پکڙيل هئي ۽ سڄي ماحول تي جڻ موت جو راڪاس گهمي ويو. ان وقت پاڻﷺ جو منهن مبارڪ خوشي مان ٻهڪي رهيو هو ۽ اکين ۾ عجيب چمڪ آهي. جن مان يقين جون شعاعون ظاهر ٿي رهيون هيون ۽ لڳي رهيو هو فتح جو ڪو فرشتو اوهانﷺ جي اڳيان بيٺو آهي.

مسلمانن جڏهن اهو ڏٺو ته انهن جا سڀ غم غائب ٿي ويا ۽ جڻ خوشيءَ جي ڪاڻ هٿ آئي هجن. سو هاڻي اهي نہ پريشان هئا ۽ نہ وري غمگين هئا. پر مطمئن ۽ سڪون هنن جي چهرن مان چمڪي رهيو هو. چپن تي مٺي مرڪ جي مهڪ هئي. هو سمجهي چڪا هئا تہ الله جي رحمت کي جوش اچي ويو آهي ۽ سندن مدد جو وقت اچي ويو آهي.



جڏهن حضرت نعيم بن مسعودؓ نبيﷺ کان ٿي واپس موٽيو ته هو لاڳيتو سوچيندو رهيو ته ڇا ڪجي؟. ڪهڙي نموني دشمن جي طاقت کي گهٽائجي؟ ۽ ڪيئن انهن جي ناپاڪ ارادن کي ناڪام ڪجي؟ هو سوچيندو ۽ سوچيندو رهيو. تان جو هن جي ذهن ۾ هڪ ترڪيب آئي!

”جيڪڏهن دشمن کي ناڪام ڪرڻو آهي تہ انهن ۾ اختلاف پيدا ڪيو. ان کان وڌيڪ ٻيو ڪو بہ سگهارو طريقو ٿي نٿو سگهي.“

پوءِ نعيمؓ هڪدم اٿيو ۽ تڪڙو تڪڙو بني قريظه ڏانهن هلڻ لڳو. بني قريظه وارا هن کي چڱي طرح سڃاڻيندا هئا. يهودي ڪيس وڏي عزت ڏيندا هئا ۽ هن جون ڳالهيون وڏي دلچسپي سان ٻڌندا هئا. هن جي صحبت کي پنهنجي لاءِ نعمت سمجهندا هئا، نعيمؓ جڏهن اتي پهتو تہ ماڻهون ساڻس ڏاڍي گرمجوشي سان مليا ۽ وڏي عزت ڪيائونس. پوءِ سڀئي يهودي سردار نعيمؓ وٽ گڏ ٿي سندس ڳالهين مان مسرور ٿيڻ لڳا. نعيمؓ ڪجهه دير هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهايون ڪندو رهيو. ان کانپوءِ هو پنهنجي ڳالهہ تي آيو ۽ چيائين:

”منهنجا دوستو! توهان کي تہ خبر آهي مان هن قبيلي سان ڪيترو اُنس رکان ٿو ۽ خاص ڪري توهان سان ڪيتري محبت آهي.“

”ها، ها، بلڪل اسان کي خبر آهي.“

نعيمؓ وري چيو:

توهان محمد ﷺ سان ڪيل معاهدو ٽوڙيو آهي ۽ قريش ۽ غطفان ۾ گڏجي ويا. ڪجهہ انجام جي باري ۾ بہ سوچيو اٿو! جي فتح ٿي تہ تمام ڀلو پر جيڪڏهن شڪس ٿي تہ؟ ان وقت ڇا ٿيندو؟ هو شڪست کانپوءِ پنهنجو رستو وٺي هليا ويندا. ۽ توهان هتي اڪيلا رهجي ويندؤ. پوءِ محمدﷺ کي اڪيلي توهان سان وڙهڻو پوندو. هاڻي توهان پاڻ سوچيو ڪهڙا نہ خراب ڦاٿل هوندؤ. توهان جي حالت بنو قينقاع ۽ بنو نضير کان وڌيڪ خراب ٿيندي.

ماڻهن بيچيني مان پڇيو:

”ياءُ نعيمؓ پوءِ ڇا ڪجي؟“

نعيمؓ چيو:

” يائرو! منهنجو خيال آهي ته توهان پهريان انهن جا ڪجهہ سردار پاڻ وٽ ضمانت طور رکو. ان کانپوءِ انهن جي مدد ڪريو. اهڙيءَ طرح توهان بہ مطمئن ٿي ويندؤ. پوءِ هو جيستائين محمدﷺ کي قتل نه ڪندا تيستائين واپس بہ نہ ويندا.“

اهو ٻڌندي هئي هو سڀ خوشي ٽپا ڏيڻ لڳا. واهہ نعيمؓ تنهنجي تجويز بهترين آهي. اسان ايئن ئي ڪنداسين.

نعيمؓ چيو:

” نيڪ آ! هاڻي مان هلان ٿو. پر هي ڳالهيون ڪنهن ٻڌائجو نہ.“

ماڻهن چيو:

” نہ، نہ بلڪل بہ نہ! تون اطمينان رک. اسان اها ڳالھ ڪنهن سان بہ نہ ڪنداسين.“

ان کان پوءِ نعيم اتان روانو ٿي ويو. پر يهودي گهڻي دير تائين نعيمؓ جي تعريف ڪندا رهيا. نعيمؓ ڪيڏو نہ پلو ۾ ڪهڙي نہ پلي تجويزي ڏئي ويو آهي. هو اسان جو ڪيڏو نہ همدرد آهي!

ان کان پوءِ نعيمؓ ابو سفيان وٽ پهتو. اتي قريش جا ٻيا سردار به موجود هئا.

نعيمؓ چيو:

”پائرو! توهان کي تہ خبر آهي مون کي اوهان سان تمام گهڻي محبت ۽ چاھ آهي. مون سوچيو تہ توهان کي ٻڌائڻ بهتر آهي. تہ جيئن توهان هوشيار ٿيو.“

اهو ٻڌندي ئي سيني تجسس مان پڇيو:

ياءُ نعيمؓ! ڪهڙي ڳالھ آهي؟“

نعيمؓ چيو:

”مون خبر پئي آهي تہ بني قريظه وارا حضرت محمد ﷺ سان ڪيل معاهدو ٽوڙڻ کانپوءِ پڇتائي رهيا آهن. ان ڪري هنن محمدﷺ کي درخواست ڪئي آهي ته اسان کي معاف ڪر. ان جي بدلي ۾ اسان ڪجھ قريش ۽ غطفان جا ماڻهون توﷺ کي ڏيندا. اهي ماڻهو بہ اعليٰ خاندانن جا مان هوندا. انهن کي قتل ڪري ڇڏي. ڏسو پائرو! خيال رکجو. جيڪڏهن اهو ڪنهن بہ بهاني سان ماڻهون گهرن تہ هرگز نہ ڏجو.“

ايئن چئي نعيمؓ هليو ويو. وجڻ وقت قريشي سردارن به سندس تمام گهڻا ٿورا مڃيا.

ان کانپوءِ نعيمؓ غطفان وٽ ويو ۽ اتي به اها ئي ڳالھ ڪئي، جيڪا هو قريشين ڪري آيو هو.

نعيمؓ جي ڳالهين سان قريشي ۽ غطفان وارا ڏاڍا پريشان ٿيا. ان ڪري سيني سردارن گڏجاڻي ڪئي ۽ سوچڻ لڳا تہ:

”هاڻي بنو قريظہ سان ڇا ڪجي؟“

هن موقعي تي مختلف ماڻهن مختلف تجويزون ڏنيون. آخر اهو فيصلو ٿيو تہ ٻن قبيلن جا سردار وڃي انهن کي چون :

”پائڙو! گھڻا ڏينهن گذري چڪا آهن، ان کان وڌيڪ انتظار نٿا ڪري سگھون. اوهان جو ڇا خيال آهي. جيترو جلدي ٿي سگھي اچي اسان سان گڏ جو تہ جيئن گڏ جي حملو ڪيون.“

اهڙي طرح قريش ۽ غطفان جا وفد قريظه پهچي ويا ۽ هنن سان ڳالهيون ڪيون. قريظه چيو:

”سڀاڻي ڇنڇر آهي ۽ ڇنڇر تي اسان ناهيون وڙهندا. سو بيو ڏينهن رکو، ها هڪ ٻي ڳالھ آتہ اسان توهان جي ان وقت مدد ڪنداسين، جڏهن توهان پنهنجا ڪجھ سردار اسان کي ضمانت طور ڏيندؤ. جيڪڏهن سڀاڻي محمد ﷺ ڪامياب ٿي وجي ته توهان اسان کي ڇڏي ڀڄي نه ويندؤ.“

قريشين ۽ غطفان کي هاڻي نعيمؓ جيل ڳالھ تي يقين اچي ويو. هنن کي يقين ٿي ويو تہ قريظہ جي نيت نيڪ ناهي. هنن ضمانت طور ماڻهون ڏيڻ کان انڪار ڪيو. هاڻي قريظہ کي بہ نعيمؓ جي ڳالھ تي بلڪل يقين ٿي ويو. اهڙي نموني  ٻنهي ۾اختلاف پيدا ٿي ويو ۽ دشمن ايڏي وڏي طاقت کان محروم ٿي ويو.



جيئن جيئن ڏينهن گذري رهيا هئا تيئن تيئن دشمن بد دل ٿي رهيو هو. ڏهه هزار سپاهين کي کارائڻ کو سولو ڪم نه هو. ان کان علاوه انهن ۾ اختلاف بہ وڌي رهيا هئا. تيزيءَ سان انهن جو هڪ ٻئي سان اٽڻ ويھڻ ختم ٿي رهيو هو. سيارو به سخت هو. کُليل ميدان ۾ ٿڌ وچان هنن جا جسم ڄمي رهيا هئا. الله جي حڪم سان! انهن ڏينهن ۾ هڪ رات طوفان سان گڏ تيز برسات شروع ٿي وئي. اهڙي طرح ٿوري ئي وقت ۾ سڄو موسم مٽجي ويو. ڪڪرن جي گجگوڙ، وڄن جا وسڪارا ۽ تيز هوائن جي زون زون  سان  دشمنن جا هانءَ ڦاٽي رهيا هئا. هو خوف مجهان خيمن ڏانهن ڀڄا ، پر هوا کي انهن تي ڪو بہ رحم نہ آيو. اجان تيز. ۽ خوفناڪ ٿيندي وئي، ايتري تائين جو انهن جي تنبوئن جا رسا پاڙان پٽي ڇڏيائين. ڪاٺ خوراڪ جو سامان ۽ ٽانو سڀ هوا جي زور تي ڇڙوڇڙ ٿي ويا. پڪل ڪاڏي جون ديڳون چلهن تان ڪري اونڌيون ٿي پيون. هوائون به اڪيلو نه هيون. واري ۽ پٿرن جو عذاب بہ گڏ ڪٽي آيون هيون. اهڙي طرح دشمنن جا دوڏا ٻاهر نڪري آيا اڪيون بند ٿي ويون. ۽ سندن دلين جو ڌڙڪڻون وڌي ويون. آخرڪار واٺڙا ٿي رڙيون ڪرڻ لڳا:

”گھوڙا ڙي تباهي.... هائي بربادي!!“

ايتري ۾ ابوسفيان جي آواز ٻڌڻ ۾ آيو:

”قريشي پائرو! الله جو قسم، هاڻي هي جاءِ رهڻ جي قابل ناهي. سڀ اٺ گھوڙا تباھ ٿي ويا. قريظہ وارن بہ ٺڳي ڪئي. موسم بہ خراب آهي. هلو، هتان ڀڄي هلو، مان وڃان ٿو.“

ابوسفيان تڪڙ ۾ پنهنجي اٺ تي وينو ۽ هليو ويو. سردار جي وڃڻ ڪانپوءِ باقي ڪير بيهي ها. سڀ قريشي روانا ٿي ويا. اهو حال ڏسي غطفان وارا بہ مجبورن واپس ٿيا. اهڙي نموني مديني جو آسمان ويھ پاويھ ڏينهن لڙائيل رهي صاف ٿي ويو.

چنچر جو ڏينهن هو. شايد اهو ڏينهن دشمنن جي سخت حملي جو هجي ها، پر ڏٺائون تہ اها جاءِ بلڪل خالي ۽ سنسان هئي. هوائن انهن جا نشان بہ مٽائي ڇڏيا هئا.

وَرَدَّ ٱللَّهُ ٱلَّذِينَ كَفَرُواْ بِغَيْظِهِمْ لَمْ يَنَالُواْ خَيْرًا ۚ وَكَفَى ٱللَّهُ ٱلْمُؤْمِنِينَ ٱلْقِتَالَ ۚ (الاحزاب آيت 25)

۽ الله(تعالىٰ) ڪافرن کي ڪاوڙيل موٽائي ڇڏيو. انهن کي ڪجھ بہ نہ مليو ۽ مسلمان کي وڙهڻ جي ضرورت ئي نہ پئي.

رسول الله ﷺ مديني موٽي آيو. ان موقعي پاڻ ﷺ پنهنجي ساٿين کي فرمايو:

”هاڻي قريش ڪڏهن بہ توهان سان وڙهڻ نہ ايندا. هاڻي توهان قريشين سان وڙهڻ ويندؤ.“

ٻئي ڏينهن تي پاڻ ﷺ جي طرفان اعلان ٿيو:

” عصر (ٽپهري) جي نماز سڀ ماڻهو بني قريظہ ۾ هلي پڙهو.“

مسلمان ٿڪل ٽٽل هئا. پر ٿڪاوٽ جي ڪا پرواهہ نہ ڪئي. حڪم تي لبيڪ چئي بني قريظه ڏانهن روانا ٿيا. هو ڏاڍي خوش هئا تہ هو بنو قريظه کان بدلو وٺڻ وڃي رهيا آهن. بنو قريظه وارن دشمنن جي مدد ڪئي ۽ مسلمانن کي ختم ڪرڻ جو تياريون ڪري رهيا هئا.

جڏهن مسلمان اتي پهتا ته هو قلعي بند ٿي ويا. مسلمان به هڪ مهيني تائين گهيراؤ ڪيون وينا رهيا. آخرڪار بنو قريظ وارا تنگ ٿي پيا. هو لاچار ٿي صلاح ڪرڻ لڳا ته هاڻي ڇا ڪجي. ڪعب جيڪو سندن اڳواڻ هو. چيائين:

”چوٽڪاري جو بس هڪ رستو آهي. اسان مسلمان ٿيون ۽ محمد ﷺ جي اطاعت قبول ڪريون. اهڙي نموني جان ۽ مال کي ڪو بہ خطرو نہ هوندو ۽ اسان امن ۾ هونداسين.“

ماڻهن ان ڳالھ جي سخت مخالفت ڪئي ۽ چيائون:

”تورات کي اسان ڪڏهن بہ نہ ڇڏينداسين. ٻي هر شيءِ ڪري سگهون ٿا پر هن کي نہ ڇڏينداسين.“

ڪعب چيو:

”پوءِ اڇو ته زالن ۽ ٻارن کي ماري ۽ پوءِ مسلمانن سان مقابلو ڪريون. جيڪڏهن اسان سڀ مارجي وياسين تہ خير آهي ۽ جيڪڏهن اسان ڪٽي وياسين ته وري شاديون ڪنداسين ۽ ڪجھ ئي سالن ۾ وري اولاد ٿيندو.“

يهودي ان ڳالھ تي بہ راضي نہ ٿيا. سيني چيو:

”ٻارن کي ماري ڇڏيون! پوءِ جيئڻ جو ڪهڙو فائدو.“

اهڙي نموني مختلف تجويزون آيون ۽ رد ٿيون. آخر ۾ ان ڳالھ تي اتفاق ٿيو تہ:

” محمدﷺ کي چئون تہ اسان کي شام ڏانهن وڃڻ جي اجازت ڏني وڃي. بني قينقاع ۽ بني نضير سان ايئن ٿيو هو.

رسول الله ﷺ ان ڳالھ تي راضي نه ٿيا. پاڻﷺ فرمايو:

” اوس قبيلو جيڪو توهان جو اتحادي آهي. ان مان هڪ ماڻهو کي چونڊيو جيڪو توهان جو فيصلو ڪري. هن جي فيصلي کي اسان بہ مڃينداسين ۽ توهان کي بہ مڃڻو پوندو.“

يهودي ان ڳالھ تي تيار ٿي ويا ۽ بد قسمتي سان انهن جي نظر سعد بن معاذؓ تي پئي.

اهڙي نموني سعد بن معاذؓ انهن جو فيصلو ڪيو.... اهو هي هو:

”جيڪي وڙهڻ جهڙا آهن انهن کي قتل ڪيو وڃي. عورتن ۽ ٻارن کي قيد ڪيو وڃي ۽ مال ملڪيت مسلمانن ۾ ورهائي وڃي.“

جڏهن پاڻﷺ اهو فيصلو ٻڌو تہ فرمايائون:

”سعدؓ! الله تعالىٰ جو بہ اهو ئي فيصلو آهي.“

اهڙي نموني مديني ۾ کڏون کوٽيون ويون. ٽورن ٽورن يهودين کي اوڏانهن وٺي وڃي انهن جا سر قلم ڪيا ويا. پوءِ انهن کي اُن کاهين ۾ وڌو ويو. سڀ کان پهريان جنهنجو سر وڍيو ويو اهو حي هو.

اهڙي نموني حضرت سعد بن معاذؓ جون هانءُ ٺريو ۽ بنو قريظ جو خراب انجام هن ڏٺو. ان کانپوءِ ان زخم جي ڪري ئي هن کي شهادت نصيب ٿي.



نبي ﷺ جو خواب.

اسلامي قافلو مکي ڏانهن.

قريشين ۾ جوش ۽ ڪاوڙ.

مسلمان حديبيه جي ميدان ۾.

رسول الله ﷺ جي دربار ۾ قريشين جو وفد

قبيلي جي سردار روئي ڏنو.

مسلمانن تي حملي جي سازش.

عثمان جي قتل جي افواھ

بيعت رضوان

حديبيہ جو ناھ (صلحِ حديبيہ)

قريش جو ڪماندر ان چيف (خالد بن وليد) ۽ عرب جو دماغ (عمرو بن العاص) اسلام جي جھولي ۾

اسلام جو پکڙجڻ

قريشين جي عهد جي ڀڃڪڙي.

اسلام جو لشڪر اسلامي گھر ۾!



مکو پاڻ ڪريمنﷺ جو آبائي وطن هو. سڄو خاندان اتي آباد هو ۽ ان شهر جي هر شيءِ اوهانﷺ کي محبوب هئي. جڏهن مکو ڇڏڻو پيو تہ پاڻﷺ کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ اکيون آليون ٿي پيون. جلد ئي وقت ڦيرو کاڌو ۽ دنيا ڏٺو تہ اوهانﷺ وري ساڳئي شهر ۾ داخل ٿيا. فرق صرف ايترو هو تہ پهريان اوهانﷺ مظلوم ۽ لاچار هئا ۽ اڄ فاتح. الله کي ايئن منظور هو ته اوهانﷺ وري موٽي اچو ۽ ٻتن کي پيچو. ايمان جي مرڪز کي ايمان جي نور سان روشن ڪيو. پنهنجي پياري وطن پهچڻ تي پاڻﷺ کي ڪيتري خوشي ٿي؟ ان جو ڪاٿو ڪير بہ نہ ٿو لڳائي سگهي؟

لڏپلاڻ کي ڪيترائي سال گذري چڪا هئا. پاڻﷺ مديني ۾ رهي رهيا هئا. مسلمانن سان گڏ جي پنهنجو ڪم ڪندا رهيا ۽ ماڻهن کي اسلام جي دعوت ڏيندا رهيا. ان دوران قريشين سان جنگيون به ٿينديون رهيون. هڪ رات خواب ۾ ڏٺائون ته پاڻﷺ مڪي ۾ داخل ٿي رهيا آهن ۽ اصحابي سڳوراؓ بہ پاڻﷺ سان گڏ آهن. پاڻ ﷺ جڏهن سجاڳ ٿيا تہ ڏاڍا خوش هئا. فجر جو وقت ٿي رهيو هو. پاڻﷺ مسجد ۾ ويا ۽ پنهنجن ساٿين سان گڏ نماز ادا ڪئي. اهو معمول هيو ته فجر کان پوءِ رسول اللهﷺ ڪجھ دير ويهي اصحابنؓ سان ڪچهري ڪندا هئا. سو اڄ به پاڻﷺ وينا ۽ انهن کي پنهنجو خواب ٻڌايائون. پوءِ فرمايائون:

”انشاء الله، ٻنان ڪنهن خطري جي ڪعبة الله ۾ توهان ضرور داخل ٿيندؤ.“

مکو مسلمان جو محبوب وطن هو. جتان هو زبردستي جلاوطن ڪيا ويا هئا. جنهنجو هنن کي ڏاڍو ڏک هو. ان جي ياد هميشہ دل ۾ دڪندي رهندي هئي. حضرت بلالؓ کي مکي ۾ ڏاڍو ايذايو ويو هو ان جي باوجود جڏهن بہ هن کي مکو ياد ايندو هو تہ هو روئي ڏيندو هو. ڪيترائي اصحابيؓ پاڻ تہ جان بچائي مکي مان ڀڄي آيا هئا پر سندن ٻار مکي ۾ هئا.

جڏهن نبي ڪريمﷺ جي واتان اها خوشخبري ٻڌائون تہ مهاجرن کي ڏاڍي خوشي ٿي. هو گهرن ڏانهن واپس موٽيا ۽ سفر جي تياري شروع ڪري ڏنائون. انهن جي ڪعبة الله سان ڏاڍي عقيدت ۽ محبت هئي. ان لاءِ انهن ڪعبة الله ۾ قرباني ڪرڻ جو بہ بندوبست ڪيو.

اهو هجرت جو ڇهون سال ۽ ذي القعد جو مهينو هو. مسلمان جهٽ پٽ تيار ٿي مديني مان نڪتا ۽ ڪعبة الله ڏانهن شوق مان اڳتي وڌڻ لڳا. باقي جيڪي منافق هئا انهن بهاني بازي ڪئي ۽ چيائون:

”اسان ڪاروبار ۾ ڦاٿل آهيون. اسان ڪيئن وڃي سگهون ٿا؟“

رسول اللهﷺ بہ انهن تي ڪو زور نہ ڀريو. ان ڪري هاڻي انهن کي ڪمزور مسلمانن کي ڀنيلائڻ جو موقعو ملي ويو. انهن کي چيائون:

”قريشي سردارن جي هوندي توهان مڪي ۾ ڪيئن داخل ٿي سگهو ٿا؟“

مسلمانن چيو:

”رسول اللهﷺ قريشين کان وڏيڪ سگهارو آهي.“

منافقن چيو:

”توهان جو دماغ ته ٺيڪ آهي. هاٺي ڏسون ٿا توهان ڪيئن بچي ٿا اچو؟“

منافقن جون اهي ڳالهيون سڻي مسلمانن ۾ پڪڙجي ويون. جڏهن حضرت عمرؓ اهو ٻڌو ته ڪاوڙ ۾ اچي ويو ۽ عرض ڪيائين:

”رسول اللهﷺ! اجازت ڏيو ته انهن ڪم ظرفن جا ڪنڌ ڪٽيان.“

پاڻﷺ ان ڳالهه تي راضي نه ٿيا ۽ انهن کي ايئن ئي ڇڏي ڏنائون. ان کانپوءِ پاڻﷺ اصحابنؓ کي هلڻ جو حڪم ڏنو. سڀ مسلمان مڪي ڏانهن روانا ٿيا. هلڻ وقت انهن جي ڪل تعداد چوڏهن سئو هئي.

مسلمان هلندي هلندي عسفان وٽ پهتا ۽ اتي پهچي پڙاءُ ڪيائون ۽ پنهنجا خيما لڳايائون. جانورن کي ٻڌائون ۽ باهه ٻاري ماني پچايائون. هنن کي پري کان مٽي اڏرندي نظر آئي.ڪو سوار هو جيڪو تيزيءَ سان گهوڙي کي ڊوڙائيندو پئي آيو.. سڀني جون نظرون ان کي ڏسي رهيون هيون ڇاڪاڻ ته هو مڪي کان اچي رهيو هو. سڀني مسلمانن کي مڪي جي خبرن جو بي صبري سان انتظار هو. ٿوري دير ۾ اهو سوار مسلمانن وٽ اچي پهتو. هو بني خزاعه جو ماڻهو هو. جنهن جو نالو بشر بن سفيان هو. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائون:

”قريشين کي اوهانﷺ جي سفر جي خبر پئجي وئي آهي . هو تمام گهڻا ڪاوڙيل آهن. ۽ ڪاوڙ ۾ بي قابو ٿي رهيا آهن. ان ڪري خالد بن وليد گهوڙي سوارن جو هڪ ٽولو وٺي اوهانﷺ جو مڪي جي ويجهو انتظار ڪري رهيو آهي. جيئن ئي اوهانﷺ اتي پهچندؤ هو اوهانﷺ تي حملو ڪري ڏيندو.“

نبي ڪريمﷺ ان شخص جي ڳالهه تي يقين اچي ويو. اوهانﷺ هن جي ڳالهه ته ڪو شڪ به نه ٿيو. ڇاڪاڻ ته هو بنو خزاعه جي سردارن مان هو. جيڪي قريشين جا دشمن هئا. هنن جا مسلمانن سان سٺا واسطا هئا. خير! بشر جون ڳالهيون ٻڌي پاڻﷺ کي ڏاڍي تڪليف ٿي ۽ ڏاڍي ڏک مان فرمايائون:

” قريشين تي افسوس آ! هر روز جي جنگ هنن کي ختم ڪري ڇڏيو آهي. جيڪڏهن هو مون کي عرب ۾ رهڻ ڏين ها تہ هنن جو ڪهڙو نقصان ٿي پوي ها. جيڪڏهن هو مون تي غالب اچي وڃن ها تہ انهن جو مقصد پوري ٿي وڃي ها. جيڪڏهن مان هنن تي سوڀارو ٿيان ها تہ هو سڀ مسلمان ٿي وڃن ها.“

الله جو قسم! جيڪا شيءِ مون آندي آهي، ان جي لاءِ تہ مان وڙهندو رهندس. ايستائين جو الله ان کي غالب ڪري ڇڏي.

”اي منهنجي قوم! قريشي توهان سان وڙهڻ لاءِ نڪتا آهن. جيڪڏهن اسان هن ساڄي رستي سان هلنداسين تہ ضرور انهن سان ويڙهہ ٿيندي ۽ گهڻي رتوڇاڻ ٿيندي. جيڪا ڳالهہ اسان کي پسند ناهي. آهي ڪوئي جيڪو اسان کي ڪنهن ٻئي رستي کان وٺي هلي؟“

اسلم قبيلي جو هڪ شخص اٿيو. جيڪي ريگستاني رستن جو ڄاڻو هو. هن عرض ڪيو:

”مان، رسول اللهﷺ !“

”تون اڳيان هل. اسان تنهنجي پٺيان اچون ٿا.“

هن شخص اوهانﷺ جي ڏاچي جي مهار پڪڙيو ۽ قريشين رستي کان هٽي هلڻ لڳو. هي رستو جبلن جي لنگهن مان گذري رهيو هو. ان ڪري سفر ڏاڍو ڏکيو هو. خبر ناهي ڪيترين تڪليفن ڪانپوءِ پاڻﷺ حديبيہ (مڪي کان هڪ ميل جي پنڌ تي هڪ کوهہ آهي. جنهن کي حديبيہ چوندا آهن. ڳوٺ بہ ان لاءِ سان مشهور آهي) پهتا. هتي اچي پاڻﷺ جي ڏاچي پاڻهي ويهي رهي.

ماڻهن هن کي اٿارڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي پوءِ هن اٿڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ائين لڳي رهيو هو ته ڄڻ هن کي ڪا تڪليف هجي يا ڪنهن ان کي ٻڌي ڇڏيو هجي.

خير، پاڻﷺ جي چاهين ها ته ٻئي اُٺ تي ويهي سگهيا پئي. مڪو هاڻي تمام ويجهو هو. اوهانﷺ اتي پنڌ بہ وڃي پئي سگهيا. پر اوهانﷺ سمجهي ويا ته ڏاچي جي هتي ويهڻ ۾ بہ ڪو اسرار آهي. جنهن جي مونﷺ کي بہ خبر ڪانهي. تنهنڪري رسول اللهﷺ اتي بيهي وحي جو انتظار ڪرڻ لڳا.

هاڻي اوهانﷺ وحي جو انتظار ڪري رهيا هئا، تنهنڪري پاڻ سڳورنﷺ حديبيه جي ميدان ۾ ئي خيما لڳائڻ جو حڪم ڏنو. جيئن ئي حڪم مليو ته ماڻهن اتي خيما کوڙيا. خوشي ۾ ڪلنڊڙ منهن هاڻي ڪومايل هئا.. سڀ حيران هئا تہ آخر ڳالهہ ڇا آهي؟ هر ڪو هڪ ٻئي کان پڇي رهيو:

”چو هتي بيهي رهيا آهيون؟ هاڻي تہ مڪي جي در تي پهچي چڪا آهيون. حضورﷺ مڪي ۾ داخل ٿيڻ جو واعدو ڪيو هو ۽ ڪعبي جي زيارت جي خوشخبري ڏني هئي. هاڻي ڇا ٿيو آهي؟“

مطلب تہ ان وقت مسلمانن کي سخت صدمو ٿيو. ان باوجود هو الله تعالىٰ جي رحمت کان مايوس نہ ٿيا هئا.



ٻئي پاسي مڪي ۾ ڪافر گهٻرايل هئا. هنن جي پريشاني جي ڪا انتها نہ هئي. هنن کي هاڻي خالد مان ئي اميد هئي. هنن جو خيال هو ته جيڪڏهن خالد حملي ۾ ڪامياب ٿي وڃي ته پوءِ ئي جان بچي سگهي ٿي. عزت بہ باقي رهندي. ٻي صورت ۾تباهي آهي. هميشہ لاءِ بيعزت ۽ خوار ٿي ويندا سين. هي ڏسو! خالد موٽي آيو. ڇئي رهيو آهي تہ محمدﷺ حديبيه ۾ پڙاءُ ڪيو اٿس. حملي جو پورو منصوبو ناڪام ٿي ويو. سڄي رٿ اڌوري رهجي وئي . هاڻي هو ڇا ڪن؟

حضرت محمد ﷺ..... جن کي انهن مڪي مان ڪڍي ڇڏيو هو، اڄ وري موٽي آيو هو. اڳ ۾ هوﷺ اڪيلو ۽ بيوس هو پر هاڻي هن سان وفادارن جي هڪ فوج آهي. جيڪا هنﷺ تي ساھ صدقي ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار آهي. اُحد ۾ هنن ظاهري طور تي مسلمانن کي شڪست ڏني هئي پر سندن بهادري کي بہ مڃيو هو. هنن کي اندازو ٿي ويو هو تہ مسلمان جان قربان ڪري سگهن ٿا پر پنهنجي دين کي نه ٿا ڇڏي سگهن. دين هنن کي زندگي کان وڌيڪ پيارو آهي.

تنهنڪري قريشي سردار دارالندوه ۾ گڏ ٿيا. هرڪو اداس هو ۽ هرڪو هن جي منهن تي پريشاني جا آثار واضح نظر اچي رهيا هئا.

جيڪڏهن مسلمان مڪي ۾ داخل ٿيا ته قريشين جو جيڪو رعب اهو خاڪ ٿي ويندو. ٻين جي نظرن هنن جي عزت گهٽجي ويندي. اهو سوچي هنن جي غيرت ڪجھ غيرت ڪاڏي ۽ انهن قسم کنيو تہ: ”جيستائين ساھ ۾ ساھ آهي. محمدﷺ کي مڪي ۾ داخل ٿيڻ نہ ڏينداسين.“

پر پوءِ سڀ ويهي سوچ ويچار ڪرڻ لڳا ۽ پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪرڻ لڳا ته هاڻي ڇا ڪجي؟ محمدﷺ مڪي جي ٻاهران ڌمڪيون ڏئي رهيو آهي. قريشين ۾ سندسﷺ جا ڪيترائي دوست ۽ مددگار موجود آهن. جيڪي هنﷺ کي سچو نبي سمجهن ٿا. اهي اسان جا دوست نما دشمن آهن. جيڪڏهن مسلمانن سان جنگ ٿي تہ هي پٺي تي وار ڪندا.

هڪڙي چيو:

”محمدﷺ چوي ٿو تہ اسان وڙهڻ ناهيون آيا. جي اها ڳالھ آهي تہ پوءِ هن سان نرم رويو اختيار ڪجي ۽ ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان سمجهائي ڪري هن کي واپس موڪلجي. پر جي انهن جي نيت خراب آهي ۽ ويڙھ شروع ڪئي تہ اسان بہ پوئتي هٽڻ وارا ناهيون. اسان جو اصل ميدان جنگ جو ميدان آهي. ويڙھ ۾ اسان وِيرَ آهيون. اُحد ۾ جيڪو هنن کي سبق ڏنوسين اهو تہ انهن کي ضرور ياد هوندو.

ٻئي قريشي چيو:

”يائرو! توهان جو ڇا خيال آهي؟“

ساڳئي ماڻهو وري چيو:

” منهنجي خيال ۾ بنو خزاعہ جا ڪجھ ماڻهن کي موڪلجي. هو وڃي خبر لهي اچن تہ محمدﷺ ڇا ٿو چاهي؟ ڪيئن بہ ڪري هنﷺ کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪن.“

قريشي سردارن چيو:

”بنو خزاعہ کي موڪلڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟ اسان کي هنن مان غداري جو خطرو آهي. هو تہ محمدﷺ جا دوست ۽ حمايتي آهي.“

ساڳئي ماڻهو چيو:

”غداري جي فڪر نہ ڪريو. انهن جون زمينون ۽ ملڪيتون مڪي ۾ آهن. ٻار ٻچا بہ هتي اٿن. هو اسان سان غداري نٿا ڪري سگهن.“

ڳالھ جو اهيو رُخ جڏهن انهن جي سامهون آيو تہ سيني اُن صلاح کي پسند ڪيو ۽ بنو خزاعہ جا ڪجھ ماڻهو ايلچي طور چونديائون. بديل خزاعي کي انهن جو اڳواڻ منتخب ڪيو ويو. اهي سڀ نبي ڪريمﷺ سان ملاقات لاءِ روانا ٿيا.

جڏهن وفد پاڻﷺ وٽ پهتو تہ حضورﷺ هنن جو وڏي گرمجوشي سان آڌرڀاءُ ڪيو. ان ڪانپوءِ بديل اچڻ جو سبب ٻڌايو.

پاڻ ڪريمﷺ جن فرمايو:

”مسلمان ڪعبي جي زيارت لاءِ آيا آهن. هنن جي دلين ۾ ڪعبي لاءِ عزت ۽ احترام آهي. جي قريشي اسان کي تنگ نہ ڪن تہ اسان خاموشي سان طواف ۽ زيارت ڪري موٽي وينداسين.“

ان ڪانپوءِ وفد موٽي مڪي آيو. قريشين ڪي نبيﷺ جو پيغام پهچايو ۽ انهن ڪي مشورو ڏنائون تہ محمدﷺ جي ڳالهہ ڪي مڃن. ان ڳالهہ تي قريشين وچ ۾ اَٽڪَت تي پئي. ڪجهہ جي راءِ هئي تہ:

"محمدﷺ وارن سان ناهہ ڪجي ۽ انهن ڪي طواف ۽ زيارت جي اجازت ڏني وڃي."

۽ ڪجهہ ان ڳالهہ جي شديد مخالفت ڪئي.

قريشي سردار چيو:

" چا توهان اهو برداشت ڪندؤ تہ دشمن توهان جي زمين تي بي ڌڙڪ تي گهمندو وتي. ان ڳالهہ جي ڪري توهان جي نرڙ تي هميشہ جي لاءِ بدنامي جو ٽڪو لڳي ويندو."

"پوءِ چا ڪجي؟" سيني گڏجي پڇيو.

قريشي سردار چيو:

"مان اُن راءِ جو آهيان ته حليس بن علقه کي موڪليو وڃي. هو قبائلين جو سردار آهي ۽ قبائلين جي دهشت ۽ رعب جي تہ سيني ڪي خبر آهي. هر ڪو هن کان ڊڄندو آهي ۽ هن جي ڪاوڙ کان خوف کائيندو آهي. جي هن جي ڳالهہ مڃي وئي ۽ محمدﷺ واپس هليو ويو تہ اسان سڪ جو ساهہ کڻداسين. هن مصيبت کان بہ جان ڇٽي پوندي. پر جي محمدﷺ هن جي ڳالهہ نہ مڃي تہ هو ڪاوڙ جي پوندو ۽ هو اسان جو ساٿ ڏيندو. ۽ اسان سان گڏجي وڙهندو."

ان ڪري حليس پنهنجي خاص ماڻهن سان گڏ جي مسلمانن ڏانهن ويو. پاڻﷺ جڏهن هن کي ايندي ڏٺو تہ فرمايائون:

" هو ڏسو حليس اچي رهيو آهي. هن جي قوم قرباني جي ڏاڍي شوقين آهي. جانورن کي هن ڏانهن هڪليو تہ جيئن هو انهن کي پنهنجي اکين سان ڏسي. هن کي يقين ٿي وڃي تہ اسان طواف ۽ زيارت ڪرڻ آيا آهيون. لڙائي جهڳڙو ناهيون ڪرڻ آيا."

مسلمان هن کي پليڪار چوندي هن جو آڌرڀاءُ ڪيو ۽ قرباني جي جانورن کي هن ڏانهن هڪليائون. هن ڏٺو تہ انن جا ولر اچي رهيا آهن. هنن جي ڳچين ۾ لوها نعل بہ لڳا پيا آهن. نعلن کي گهٽا ڏينهن گذرڻ جي ڪري انهن جي ڳچي جي اُن ڇٽي وئي آهي. هن جڏهن ظلم ۽ ناانصافي جو هي ڏکوئيندڙ منظر ڏٺو تہ بي اختيار سندس اکين مان ڳوڙها ڳڙڻ لڳا. هن کي ايتري ڪاوڙ آئي جو پاڻ ﷺ سان بہ نہ مليو. مڪي واپس موٽي آيو ۽ قريشين کي چيائين:

الله جو قسم! اسان توهان سان ان جي ڪري معاهدو نه ڪيو هو. توهان محمدﷺ کي الله جي گهر ڏانهن اچڻ کان روڪيو. جيڪو هن کي مان ڏيڻ لاءِ آيو آهي.

عرب جا سڀ قبيلا ته ڪعبي جو حج ڪن ۽ عبدالمطلب جو پٽ ان محروم رهي. خانداني وڏائي ۾ به هو ڪنهن کان گهٽ ڪونهي!

جيڪڏهن توهان محمدﷺ کي ڪعبي ڏانهن اچڻ کان روڪيو ته مان سيني قبائلين کي وٺي الڳ ٿي ويندس. پوءِ مان محمدﷺ سان گڏجي توهان سان جنگ ڪندس.“

قريشي سردارن جو منصوبو ناڪام ٿي ويو. هنن جيڪي سوچيو ايئن نه ٿي سگهيو. هنن حليس کي پرچائڻ لاءِ چيو:

”ياءُ حليس! هي اسان جو ذاتي مسئلو آهي. ان ڳالھ کي تون اسان تي ڇڏي ڏي. اسان کو نه کو اهڙو حل ڳوليندا سين جنهن ۾ ٻنهي ڌرين جي ڀلائي هوندي.“

ان ڳالھ تي حليس راضي ٿي ويو. ۽ هن واعدو ڪيو ته هو ان معاملي ۾ ڪا داخل اندازي نه ڪندو. اهڙيءَ طرح قريشين کي جيڪو قبائلين طرفان ڊپ هو اهو لهي ويو. هاڻي هنن پنجاھ ويڙهاڪ مسلمانن ڏانهن موڪليا ته جيئن رات جو هو مسلمانن تي حملو ڪن ۽ انهن کي اتان ڀڄائي ڪڍن.

اهي رات جي اونداهي ۾ حديبيه ڏانهن ويا. اجان هو مسلمانن جي تنبوئن تائين پهتا به نه هئا ته مسلمانن جي گهيري ۾ اچي ويا. هاڻي هو قيدين جي شڪل ۾ پياري نبي ﷺ ڏانهن وجي رهيا هئا.

پيارا نبي ڪريمص پهنجي خيمي مان ٻاهر آيا. جڏهن ڏٺائون ته قريشي ڊپ مان ڏڪي رهيا هئا.

فرمايائون:

هاڻي مونﷺ کي ڪهڙي شيءِ روڪي سگهي ٿي؟ جڏهن ته ويڙھ جي اڳيرائي به توهان ڪئي آهي؟

دشمنن چيو:

"اوهانﷺ جو صبر، مهرباني ۽ رحمدلي."

پاڻﷺ فرمايو:

مونﷺ توهان کي معاف ڪيو. هاڻي پنهنجي قوم ڏانهن موٽي وجو ۽ کين ٻڌايو ته محمدﷺ رت وهائڻ ناهي آيو. شايد انهن کي عقل اچي.“

سو هو پنهنجي قوم ڏانهن موٽي آيا. پاڻ ﷺ هنن کي جيڪو يقين ڏياريو هو تنهن تي هنن کي اجان به يقين نہ آيو. هنن کي اها پڪ ٿي وئي هئي تہ اسان جي هن عمل جي ڪري پوري ٿي ڏمر ايندو. پلا ايڏو وڏو ڏوھ بہ معاف ٿي سگهي ٿو.

ان ڪانپوءِ پاڻ ﷺ حضرت عثمانؓ کي قريشي سردارن ڏانهن موڪليو تہ هنن سان ملي ڪنهن تي راضي نامو ڪري.

مڪي ۾ حضرت عثمانؓ جو سئوٽ هو، جنهن جو نالو ابان بن سعيد هو. حضرت عثمان ان جي ذريعي مڪي ويو. اتي هن قريشين کي پياري پيغمبر ﷺ جو پيغام پهچايو ۽ فرمايائون:

”هاڻي به صورتون آهن يا ته طواف ڪرڻ ڏيو يا جنگ لاءِ تيار ٿيو.“

قريشين چيو:

” تون طواف ڪري سگهين ٿو. صرف توکي ان جي اجازت ڏئي سگهون ٿا. باقي ٻين مسلمانن کي بغير طواف جي واپس وڃڻو پوندو.“

حضرت عثمانؓ ان لاءِ ڪيئن تيار ٿي سگهيو ٿي؟ چيائين:

ايئن تہ قيامت تائين نٿو ٿي سگهي. سيني مسلمانن کي طواف ڪرڻ جي اجازت ڏيڻي پوندي.“

هنن چيو:

”خير تنهنجي مرضي. ها، هي بہ توکي ٻڌايون تہ هاڻي تون اسان جو قيدي آهين. هاڻي تون هتان نٿو وڃي سگهين.“

ان ڪانپوءِ حضرت عثمانؓ نظر بند ٿي ويو.

نظر بندي ٿيو تہ سڄي مڪي ڳالهہ پکڙجي وئي:. عثمانؓ قتل ٿي ويو.“ اها افواھ مسلمانن جي ڪنن تائين به پهتي. ان ڪري مسلمان کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي. پاڻ ﷺ فرمايو:

”عثمان جو انتقام اسان تي فرض آهي.“

پاڻ ﷺ اهو چئي ٻبر جي وڻ هيٺان ويهي رهيا. سيئي مسلمان پاڻ ﷺ جي چئوڦير ڳڏ ٿي ويا ۽ بدلي وٺڻ جو عهد ڪيائون. سڀ کان پهريان ابوسنان اسديؓ اڳتي وڌيو ۽ پاڻ ﷺ جي هٿ مبارڪ تي بيعت ڪئي. ان ڪانپوءِ سيني مسلمانن بيعت ڪئي. هاڻي تلوارون نيامن کان نڪري چڪيون هيون ۽ اعلان ٿي ويو تہ سڀ مسلمان جنگ جي تياري ڪن.

جانثاري جي هي بيعت الله تعالىٰ کي ايتري وڻي جو هن جو قرآن ۾ هن جو ذڪر فرمايائون. ان ڪري هي بيعتِ رضوان جي نالي سان مشهور ٿي.



جڏهن مڪي ۾ ڪافرن کي ان ڳالھ جي خبر پئي ته هو گهبرائجي ويا ۽ صلاح ڪيائون هاڻي ناھ ڪجي نه ته وڏي رتو ڇاڻ ٿيندي. ان ڪري ڪافرن ان ڪم لاءِ سهيل بن عمرو کي موڪليو. جيڪو سوچ سمجھ ۾ ڏاڍو هوشيار مشهور هو تمام بهترين خطيب هو. قريشين هن کي "خطيبِ قريش" جو لقب ڏنو هو. قريشين جلدي هن کي ناھ لاءِ موڪليو.

جڏهن سهيل آيو ته هن ڏنو ته مسلمان وڏي جوش ۽ جذبي سان جنگ جي تيارن ۾ مشغول آهن. هي ڏسي هو ڏاڍو پريشان ٿيو. تنهنڪري هو جلدي ۾ حضورﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين:

"عثمانؓ حيات آهي. مان اوهانﷺ وٽ ناھ جي سلسلي ۾ آيو آهيان."

پاڻﷺ جا ساٿي جنگ جون تياريون ڪري رهيا هئا ۽ ٻئي پاسي قريشين قسم کنئي هئي ته هن سال هو پاڻﷺ مڪي ۾ نه اچڻ ڏيندا. مان ڪجھ شرطون کڻي آيو آهيان. جنهن ۾ اسان ٻنهي جي ڀلائي آهي. جيڪڏهن اوهانﷺ اهي مڃو ته هڪ خوفناڪ جنگ کان بچي سگهون ٿا. ان جي ٽرڻ جي ڪري ڪيترن ئي انسانن جون زندگيون بچي وينديون. ان ڀلائي جي عزت به اوهان کي ملندي.

رسول اللهﷺ فرمايو:

"ڪهڙيون شرطون آهن؟"

:سهيل چيو

هن سال توهان بغير طواف ڪرڻ جي واپس هليا وڃو.ايندڙ سال اچو ۽ صرف ٽه ڏينهن رهي هليا وڃجو. تلوارن کان سواءِ ٻيو ڪو به هٿيار نه کڻڻ اچجو ۽ تلوارون به مياڻن ۾ هجن.

رسول الله ﷺ فرمايو: "ٻيو"؟

سهيل چيو:

"قريشين مان جيڪو به مسلمان ٿي مديني ڏانهن اچي.ان کي واپس ڪيو ويندو ۽ جيڪڏهن ڪوئي مسلمان مدينو ڇڏي مڪي ۾ ايندو ته اسان ان کي واپس نه ڪنداسين."

اهو ٻڌي پاڻ ﷺ اکيون بند ڪري ڇڏيون. ڪجھ دير لاءِ بلڪل سانت ٿي ويو. جيئن وحي جي وقت پاڻ ﷺ جي حالت ٿيندي هئي. هوڏانهن مسلمان اهڙيون ناانصافي واريون شرطون ٻڌي ڪاوڙ ۾ ڪڙهي رهيا هئا پر برداشت ڪيون بيٺا هئا. ان ڪانپوءِ پاڻ ﷺ اکيون کوليون ۽ فرمايائون:

”ٻيو“

سهيل چيو:

”ڏهن سالن تائين امن رهندو.(جنگ بندي هوندي). هر فريق کي امن حاصل هوندو. ڪو بہ ڪنهن سان هٿ چراند نہ ڪندو.“

رسول الله فرمايو:

”ٻيو“

سهيل وري چيو:

”عرب جو جيڪو بہ قبيلو جنهن فريق سان معاهدو ڪرڻ چاهي ڪري سگهي ٿو.“

اهي آهن قريشين جون شرطون. ان کان اڳ جو ڳالهہ خراب ٿئي توهان ان باري ۾ سوچي وٺو. ماڻهون اوهان ﷺ جي دورانديشي ۽ حڪمت ساب اميدون لڳائي وينا آهن.

پاڻ ﷺ اهي شرطون منظور ڪري ورتيون ۽ حضرت عليؓ کي ناهہ لکڻ جو حڪم ڏنو.

مسلمانن کي اها ڳالهہ نہ وڻي. هن معاهدي جي تڪليف سڀ کان وڌيڪ حضرت عمرؓ کي ٿي.

سو هو اٿيو ۽ پاڻ ﷺ وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين.

”ڇا اوهان ﷺ الله جا رسول ناهيو؟“

رسول الله ﷺ فرمايو:

”ها ،آئون آهيان.“

عمرؓ چيو:

”ڇا اسان مسلمان ناهيون؟“

رسول الله ﷺ فرمايو:

”ها، اسان مسلمان آهيون.“

عمرؓ چيو:

”ڇا هو مشرڪ ناهن؟“

رسول الله ﷺ فرمايو:

”ها، ان ڪو شڪ ڪونهي.“

عمرؓ چيو:

”تہ پوءِ اسان هي ذلت ڇو برداشت ڪيون؟ ايئن دٻجي ڇو معاهدو ڪيون؟“

رسول الله ﷺ فرمايو:

”عمرؓ! مان الله جو رسول ۽ عبد آهيان. هي ان جو فيصلو آهي. هو ڪڏهن بہ مون کي ضايع نہ ڪندو.“

اهو ٻڌي حضرت عمرؓ جي اکين ڳوڙها تري آيا. هو اتان اٿي حضرت ابوبڪرؓ وٽ پهتو ۽ هن سان بہ ڳالھ ڪيائين. حضرت ابوبڪرؓ چيو:

”پاڻ ﷺ الله جا رسول آهن. پاڻ ﷺ جيڪو بہ ڪندا الله تعالىٰ جي حڪم سان ڪندا آهن.“

هاڻي معاهدو لکجي رهيو هو. حضرت عليؓ قلم کنيو ۽ لکڻ شروع ڪيائين.

پاڻ ﷺ فرمايو:

”لک بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ.“

سهيل چيو:

”اسان ۾ بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ لکڻ جو رواج ناهي. اسان ان جي خبر بہ ڪانهي.

اسان بِسْمِ اللهِ اَللّٰهُمَّ لکندا آهيون.

پاڻ ﷺ ان ڳالھ کي منظور ڪيو ۽ حضرت عليؓ لکڻ جو حڪم ڏنو.

پوءِ پاڻ ﷺ فرمايو:

”لک، هي اهي شرط آهن جن تي رسول الله ﷺ ۽ سهيل بن عمرو سان صلح ڪيو.“

سهيل هڪدم حضرت عليءَ جو هٿ پڪڙي چيو:

”ايئين نہ ڪيو. جيڪڏهن قريش اوهانﷺ کي الله جو رسول مڃن ها ته پوءِ هي جهڳڙو ڇا جو.
اوهانﷺ رڳو پنهنجو نالو پنهنجي پيءُ جو نالو لکرايو.“

حضورﷺ فرمايو:

”جيتوڻيڪ توهان نٿا مڃو پر الله جو قسم! مان رسول اللهﷺ آهيان.“

پوءِ حضرت عليؓ کي فرمايائون:

”لک، هي اهي شرط آهن جن تي محمد بن عبدالله ۽ سهيل بن عمرو ٺاهه ڪيو آهي.“

ٺاهه جون شرطون لکجي ويون. ان تي ڪجهه مسلمانن ۽ ڪجهه قريشين جي ماڻهن به صحيحون ڪيون.(معاهدو حديبيہ ۾ ٿيو ان ڪري هن کي صلح حديبيہ چوندا آهن.)

بلڪل ان وقت جنهن وقت ٺاهه لکجي رهيو هو. لوهين زنجيرن جڪڙيل هڪ ماڻهو رڙهندو اچي مسلمانن جي سامهون بيهي رهيو. هن جي حالت تمام خراب هئي. هن جو سڄو وجود ظلم جي هڪ داستان هئي. اهو مظلوم قريشين جو ماڻهو ۽ سهيل بن عمرو جو پٽ هو. هن جو نالو ابوجندلؓ هو. مڪو هن جي لاءِ عذاب گهر بڻجي چڪو. ڏوهه مسلمان ٿيڻ ۽ پنهنجي سچي پالڻهار جو عبد ٿيڻ هو. نہ ڄاڻ ڪيئن هو گهلجي گهلجي هو هتي پهتو تہ جيئن قريشين جي قهر آزادي ملي.

سهيل جيئن ئي ابوجندالؓ کي ڏٺو تہ هو ڪاوڙ ۾ ڪڙهجي ويو. هن پاڻﷺ کي چيو:

” هي منهنجو ڇوڪرو آهي. مان هن جو سرپرست آهيان. جي هن کي پناهه ڏني وئي تہ هي معادي جي خلاف ورزي ٿيندي.“

پاڻﷺ فرمايو:

”اجا معاهدو ڪٿي لکيو ويو آهي؟“

سهيل وراڻيو:

” تہ پوءِ اسان کي ٺاهه کپي بہ نہ.“

پاڻﷺ فرمايو:

”نيڪ، هن کي هتي ڇڏي وڃينس.“

سهيل چيو:

”ايئن تہ ڪڏهن بہ نہ ٿيندو.“

پاڻ ﷺ کيترائي ڀيرا سهيل کي چيو پر هو تيار نہ ٿيو ۽ پنهنجي هوڏ تي اڙيو رهيو. جنهن تي پاڻ ﷺ کي ڏاڍو ڏک ٿيو. ٿوري دير تائين پاڻ ﷺ منهن مبارڪ جهڪيل رهيو. پوءِ پاڻ ﷺ ابوجندالؓ ڏانهن ڏٺو ۽ تمام ڏکاري لهجي سان فرمايائون:

”ابوجندالؓ صبر کان ڪم وٺ. الله تعالىٰ تو لاءِ ۽ تو جهڙن ٻين مظلومن لاءِ ضرور ڪو نہ ڪو واهہ پيدا ڪندو. هاڻي ناهہ تي چڪو آهي. اسان جا هٿ معاهدي جي سڱن ۾ جڪڙيل آهن.“

هاڻي سهيل پٽ کي ڳاٽي مان پڪڙي گهليندو هلڻ لڳو. ابوجندالؓ مسلمانن کي سڏيندو رهيو ، وري وري سڏيندو رهيو ۽ روئي روئي چئي رهيو هو:

”مسلمان ڀائرو! ڇا توهان مونکي هن حالت ۾ ڏسڻ چاهيو ٿا. مان تہ مسلمان ٿي چڪو آهيان. ڇا توهان وري مونکي ڪافرن جي حوالي ڪري رهيا آهيو؟“

مسلمان هي هانءُ ڏاريندڙ منظر ڏسي تڙپي رهيا هئا. حضرت عمرؓ پاڻ تي ٻي قابو ٿي پنهنجي تلوار ڪنئين ۽ ابوجندالؓ کي ڏني تہ هن سان پنهنجو بچاءُ ڪر. ابوجندالؓ ان همت نہ ساري سگهيو. اهڙي نموني هن کي زوري مڪي ڏانهن وٺي ويا ۽ مسلمان ڏک ۽ ڪاوڙ ۾ تڙپندا رهيا.



مسلمان مديني ڏانهن موٽي آيا. پر سندن دل وساميل هئا ته قريشي شرطون رکن ۽ مسلمان انهن ظالماڻا شرطن تي سرجهڪائي ڇڏين. حضرت ابوجندلؓ جو ڏکوئيندڙ واقعو بہ اکين اڳيان اچي رهيو هو ۽ دل جو سڪون ۽ ننڊ حرام ٿي رهي هئي. ايتري ۾ قريشين جو هڪ ٻيو ماڻهو ڀڄي مديني پهتو. هن مسلمان ٿيڻ جو اعلان ڪيو ۽ اوهان ﷺ کي پناهہ جي درخواست ڪئي. هي حضرت ابوبصيرؓ هو. ڏاڍا مخلص ۽ نيڪ دل مسلمان هو ڪافرن جي ظلمن کان تنگ اچي مديني ۾ پناهہ وٺڻ لاءِ آيو. پر هن جي پٺيان مڪي مان بہ ماڻهو آيا جنهن هن جي واپسي جو مطالبو ڪيو. پاڻ سڳورن ﷺ کي مجبورن مطالبو مڃڻو پيو. هن غريب کي انهن جي حوالي ڪيائون. انهن ٻنهي هن کي مسلمانن جي سامهون پڪڙيو ۽ مڪي گڏ وٺي ويا. مسلمان ارمان ۽ افسوس منجهان فقط ڏسندا رهيا. ۽ هن جي مظلوميت ۽ بيوسي تي ڳوڙها ڳاڙيندا رهيا.

ٻئي ڄڻا حضرت ابو بصير کي وٺي جڏهن ذوالحليفه تائين پهتا. اتي موقعي جو فائدو وٺندين حضرت ابوبصيرؓ هڪ کي قتل ڪري ڇڏيو. ٻيو اتان وٺي ڀڳو ۽ اچي مديني ساهي پٽيائين. هو پاڻ ﷺ دانهن ڏيڻ لڳو. ٿوري دير ۾ ابوبصيرؓ بہ اچي پهتو. عرض ڪيائين:

”حضورﷺ ! اوهانﷺ تہ مون کي واپس ڪري ڇڏيو هو. هاڻي اوهانﷺ جي ڪا بہ ذميواري ڪانهي.“

ائين ڇئي هو مديني مان هليو ويو ۽ ريگستان ۾ رلندو رهيو. ان ڪانپوءِ هو سمنڊ ڪناري تي پهتو ۽ اتي ئي پنهنجو آستانو ٺاهيائين. هن سان اهڙا ٻيا بہ مسلمان گڏ جي ويا. هاڻي جڏهن بہ قريشين جي قافلي جو اتان گذر ٿيندو هو تہ هي ان تي حملو ڪري ڏيندا هئا ۽ جيڪا بہ شيءِ هٿ لڳندي هئي سا کڻي ڀڄي ويندا هئا. ڪيترائي مسلمان مڪي ۾ موجود هئا جيڪي قريشين جي ظلمن کان تنگ هئا. هو معاهدي جي ڪري مديني به نه پئي وڃي سگهيا. جڏهن هنن کي خبر پئي ته هڪ نئون ٺڪاڻو ٺهي چڪو آهي تہ انهن بہ ڀڄي وڃي اتي پناهہ ورتي. اهڙي نموني هڪ طاقتور ٽولو تيار ٿي وئي. جن قريشين جي قافلن جي نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيو. هو انهن جو سڄو سامان ڦري جبلن جي لنگهن ۾ لڪي ويندا هئا.

انهن تي قابو پائڻ جي قريشين گهڻي ڪوشش ڪئي پر نہ پائي سگهيا. آخرڪار مجبور ٿي هنن رسول اللهﷺ ڏانهن پيغام موڪليو تہ:

”مسلمانن کي مديني مان واپس ڪرڻ واري شرط تان اسان هٿ کنيوسين. هاڻي اوهانﷺ انهن کي مديني گهرائي وٺن ۽ اتي رهائن.“

پاڻﷺ سيني مسلمانن کي مديني گهرائي ورتو.

مسلمانن کي ڏاڍي حيرت ٿي ته جيڪا شرط هنن لاءِ ڏاڍي سخت ۽ قريش جي حق ۾ هئي. تنهن شرط کان قريشين ڪيئن هٿ کنيو. جڏهن ان جو سبب معلوم ٿيو ته هو ڏاڍا حيران ٿيا. هنن محسوس ڪيو ته حديبيه جوناهہ جنهن کي هو پنهنجي شڪست سمجهي رهيا هئا حقيقت ۾ وڏي ڪاميابي هئي. ان وقت هنن کي حديبيه جي ناهہ جي ڏاهپ سمجهہ ۾ آئي جيڪا پهريان نظرن کان لڪل هئي.

ٻئي سال مسلمان مڪي ويا ۽ ٽي ڏينهن اتي رهي طواف ۽ زيارت ڪيائون. ان ڪانپوءِ هو مديني موٽي آيا. قريشين پنهنجو واعدو پورو ڪيو ۽ مسلمانن سان ڪا هٿ چراند نہ ڪيائون.

هجرت جو اٺون سال شروع ٿي چڪو هو. هن سال ڪيترائي ماڻهو مسلمان ٿيا. قريش جي صفن مان ڪيترائي ناماچاري سورما اچي اسلام جي هنج ۾ حاضر ٿيا. انهن ۾ خالد بن وليدؓ ۽ عمر بن العاصؓ جو اسلام قبول ڪرڻ ان ئي دور جي يادگار آهي. حضرت خالدؓ قريشين جو سڀ کان وڏو سپهہ سالار هو ۽ حضرت عمرو بن العاصؓ کي ”عرب جو دماغ“سمجهيو ويندو هو. اڳتي هلي اهي ٻئي اسلامي لشڪر جا مشهور سپهہ سالار ٿيا. هڪڙي شام ۾ اسلام جو جهنڊو ڦڙڪايو ۽ ٻيو مصر جو فاتح ٿيو.

خزاعه ۽ بڪر عربن جا ٻہ مشهور قبيلا هئا. سندن وچ ۾ ڪافي عرصي کان دشمني هلي رهي هئي. پر جڏهن اسلام انهن لاءِ خطرو ثابت ٿيو تہ انهن پنهنجي دشمني وساري اسلام کي ختم ڪرڻ ۾ لڳي ويا. جڏهہ حديبيه جي صلح ٿي تڏهن بڪر سوچيو ته هاڻي اسلام جو خطرو ختم ٿي ويو آهي چو نہ پنهنجي اصلي دشمن کان بدلو ونجي. تنهنڪري هن خزاعہ تي حملو ڪيو. حديبيه جي ناهہ وقت ڪجهہ قبيلن قريشين جو ساٿ ڏنو ڪي مسلمانن سان گڏ هئا. خزاعہ جي قبيلي جون همدريون مسلمانن سان هيون ان ڪري هنن مسلمانن جو ساٿ ڏنو. هنن جا دشمن بڪر وارا قريشين سان گڏ هئا. مسلمانن جي ڪنهن بہ ساٿي قبيلي تي قريش جي ڪنهن بہ ساٿي قبيلي جو حملو دراصل معاهدي جي ڀڃڪڙي هئي. بڪر خزاعہ تي حملو ڪيو هو. اها ڳالهہ معاهدو ٽوڙڻ لاء ڪافي هئي پر ان کان بہ وڏي ڳالهہ تہ حملي ۾ قريشي بہ هنن سان گڏ هئا. هنن جا ماڻهون خزاعہ تي تلوارون هلائي رهيا هئا. خزاعہ وارن مجبورن حرم ۾ پناهہ ورتي پر ظالمن حرم جي حُرمت جو بہ خيال نہ ڪيو ۽ حرم ۾ گهڙي انهن کي قتل ڪيو. ڪنهن نہ ڪنهن طرح خزاعہ جا ڪجهہ ماڻهون اتان ڀڄڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. هو ڀڄي مديني پهتا ۽ پاڻﷺ کان مدد گهريائون. خزاعہ جي مظلوميت جي داستان ٻڌي پاڻﷺ کي گهڻو رنج پهتو. معاهدي مطابق مدد ڪرڻ فرض هو. ان ڪري پاڻﷺ تڪڙو قريشين ڏانهن پنهنجو ايلچي موڪليو ۽ ٽي شرطون رکيائين تہ انهن مان ڪا بہ منظور ڪيو.

١. خزاعہ جا جيڪي بہ ماڻهون قتل ٿيا آهن. انهن جو رت عيوضو ڏيو.

٢. بڪر کي الڳ ٿي وڃو.

٣. يا قبول ڪريو تہ حيديبہ جو ناهہ ختم ٿي ويو.

قريشين ج هڪ سردار سيني طرفان چيو:

"ٽيئن شرط قبول آهي. اڄ کان هي ناهہ ختم."

چوڻ لاءِ تہ اهو چيو ويو پر جڏهن ايلچي هليو ويو تہ پوءِ قريشي ڏاڍو پشيمان ٿيا. تڪڙ ۾ ابو سفيان کي مديني ڏانهن سفير ڪري موڪليائون ته ساڳي معاهدي جي تجديد ڪري اچي ۽ پاڻﷺ کان ٿوري وڌيڪ مهلت گهري.

ابو سفيان جي ڌيءَ ام حبيبہؓ جيڪا پياري نبيﷺ جي گهر واري هئي. مديني ۾ ئي رهندي هئي. ابو سفيان پهرين پنهنجي ڌيءَ جي گهر پهتو. گهڻي عرصي کانپوءِ پنهنجي پيءُ کي ڏسي شايد هن جو دل نرم ٿي پوي ۽ پراڻيون يادون تازيون ٿي وڃن. پر هتي اسلام جي محبت دل ۾ سمايل هئي، سيني ۾ ڪفر سان نفرت جي باهہ ڀڙڪي رهي هئي. ڌيءُ پيءُ کي ڪو رخ نہ ڏنو. آخرڪار ابو سفيان مايوس ٿي اتان هليو ويو. هو سمجهي ويو تہ ڌيءَ ڪا بہ مدد نہ ڪندي. پوءِ اوهانﷺ جي خدمت ۾

آيوءِ قريشين جو پيغام پهچايو. پاڻﷺ خاموش رهيا ۽ ڪا بہ ورندي نہ ڏنائون. هاڻي هو حضرت ابوبڪرؓ وٽ آيو ۽ ڪيس وچ ۾ پوڻ لاءِ چيائين. حضرت ابوبڪرؓ هن کي ٻڌڻ کان انڪار ڪيو ۽ هن تي ڪاوڙيو.

اتان مايوس ٿي هو حضرت عمرؓ وٽ پهتو. جيڪو سيني کان وڌيڪ ڪاوڙيل هو. هن جي ڳالھ ٻڌڻ لاءِ تيار ئي نہ هو. هو هاڻي حضرت بي بي فاطمہؓ وٽ پهتو. ان وقت حضرت حسنؓ ننڍا هئا ۽ ان وقت هو حضرت بي بي فاطمہؓ جي هنج ۾ ڪيڏي رهيو هو. ابو سفيان چيو:

”هن ٻار کان رڳو ايترو چئورا تہ مان ٻنهي ڌرين ۾ صلح ڪرائي آهي.“

”جي اڄ هي فقط ايترو چئي تہ هي سڄي عرب جو سردار ٿي ويندو. ٻڌا! هي ايترو چئي سگهي ٿو؟“

حضرت بي بي فاطمہؓ فرمايو:

”ابوسفيان! توکي تہ خبر آهي. ٻار انهن ڳالهين ۾ ڪجھ بہ نٿا ڪري سگهن؟ پاڻﷺ جي اجازت کانسواءِ ڪير پناھ ڏئي سگهي ٿو؟“

جڏهن هتان بہ ڪجھ نہ وريو تہ هن حضرت عليؓ جي سامهون اهو مسئلو رکيو. حضرت عليؓ فرمايو: ”حضورﷺ فيصلو ڪري چڪو آهي. ان باري ۾ ڪير بہ ڪجھ نٿو ڪري سگهي. هڪڙو طريقو آهي. تون مسجد ۾ وڃ ۽ اعلان ڪر تہ مان حديبيه جي ناھ کي بحال ڪيان ٿو“.

سو ائين ئي ڪيائين ۽ پوءِ هو هڪدم مڪي موٽي ويو. جڏهن مڪي پهتو ۽ ماڻهن کي پنهنجو ڪارنامو ٻڌايائين ته سيني مٿس ملامت ڪئي ۽ چوڻ لڳا ته اها تہ ڪا ڳالهه نٿي. حضرت عليؓ توسان مذاق ڪيو هو ۽ تون اهو به نه سمجهي سگهين. ايئن امن بحال ٿيندو آهي؟ ان ڪري هڪ دفعو وري قريشين جا سردار پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيا. انهن فيصلو ڪيو تہ خزاعہ سان ناھ ڪجي. انهن جا جيڪي ماڻهو مارجي ويا آهن انهن جي رت جو عيوضو ڏجي. جي محمدﷺ مڪي تي حملو ڪري ته هو مسلمانن جو ساٿ نہ ڏين.

معاملو طئي ٿي ويو بديل مڪي ۾ ئي رهندوهو جيڪو خزاعہ وارن رئيس ۽ معزز ماڻهو هو. تنهن ڪري ابو سفيان ساڻن معاهدو ڪيو ۽ جيڪي قتل ٿيا تن جو خون بها موڪليو ويو. ان کانپوءِ بديل ۽ ابوسفيان گڏجي خزاعہ وارن وٽ پهتا ته جيئن ناھ جو معاملو پڪو ٿي وڃي ۽ ان بابت اطمينان ٿي وڃي.



ٻئي پاسي حضورﷺ مسلمانن کي جنگ لاءِ تياري جو حڪم ڏنو ۽ اسلامي قبيلن ڏانهن پيغام موڪليائين:

” جيڪو الله ۽ آخرت تي ايمان رکي ٿو ان کي گهرجي ته رمضان کان اڳ مديني اچي.“

سڀني مسلمانن اوهانﷺ جي آواز تي لبيڪ چيو ۽ مختلف قبيلا پوري تياري سان مديني پهتا. ان کان پوءِ 8 هجري جي 10 رمضان المبارڪ تي پاڻ سڳورنﷺ 10 هزار جي لشڪر سان مڪي ڏانهن روانا ٿيا. رستي ۾ چاچي عباسؓ سان ملاقات ٿي. جيڪو مسلمانن ته اڳ ۾ تي چڪو هو پر هاڻي پنهنجي ٻارن سميت مڪي کان اچي رهيو هو. پاڻﷺ هن کي ڏسندي ئي پلي ڪار ڪيائين ۽ هن سان ڏاڍي پيار ۽ پاٻوهه سان مليو. هن ٻارن کي آرام ۽ عزت سان مديني موڪليائون.

هلندي هلندي اسلامي لشڪر خزاعه جي چشمي وٽ پهتو ۽ اتي پهچي هڪ وڏي ميدان ۾ پڙاءُ ڪيائون. ماڻهن آرام ڪرڻ لاءِ خيما کوڙيا. سج لهي چڪو هو تنهن ڪري پاڻﷺ حڪم ڏنو ته هر قبيلو الڳ الڳ باهه ٻاري. جنهن جو مقصد هو ته ڏسڻ واري تي اسلام جي شان ۽ شوڪت جو رعب پوي. سو ماڻهن به ائين ئي ڪيو.

ڪجهه ماڻهو پهري تي مقرر ٿيا جن ۾ حضرت عباسؓ به شامل هو. هو هڪ مٿانهي ٽڪريءَ تي بيٺو هو ۽ چوڌاري ڏسي رهيو هو ته هن کي ٻه شڪلون نظر آيون. هنؓ جي ڪنن ٻنهي جي ڳالهه ٻولهه ٻڌڻ شروع ڪئي.

بديل چيو:

”ابو سفيان! قسم سان هي ته خزاعه وارن جي باهه آهي. لڳي ٿو ته جنگ جي تياري شروع ٿي رهي آهي.“

ابو سفيان وراڻيو:

”خزاعه جي قيامت تائين هي شان نه ٿي سگهي. هي باهين جو ٻيلو ۽ ماڻهن جو موجون هڻندڙ سمنڊ“

هن حضرت عباسؓ پاڻ کي روڪي نه سگهيو. بي اختيار چيائين:

”ابوسفيان! مان عباس بن عبدالمطلب آهيان ۽ حضرت محمدﷺ جي باهه آهي.“

ابوسفيان ڇرڪجي ويو. حيرت مان پڇيائين:

”مڪي کان اڪيلو هتي ڪيئن اچڻ ٿيو؟“

عباسؓ چيو:

”الله تعالىٰ مون کي هدايت نصيب ڪئي ۽ هاڻي مان اسلام جو سپاهي آهيان.“

پوءِ ٻئي ويجهو ٿيا ۽ عباسؓ چيائون:

”خزاعہ ۽ قريش ۾ تہ ناهہ ٿي ويو آهي. هاڻي محمدﷺ وٽ اسان جي سفارش ڪر.“

عباسؓ چيو :

”پهريان توهان ٻئي اسلام قبول ڪيو.“

بديل پڙهيو:

"أَشْهَدُ أَنّ لّا إِلَہَ إِلَّاِ اللہ وأَشْهَدُ أَنّ محمداً رسول اللہ"

بديل هڪدم مسلمان ٿي ويو. ابوسفيان گهٻرائڻ لڳو. هوڏانهن عباسؓ هر هر زور ڀريندو رهيو. نيٺ الله تعالىٰ هن کي توفيق ڏني ۽ هن جي سيني کي بہ اسلام جي لاءِ کوليائين. هن جي زبان چري:

"أَشْهَدُ أَنّ لّا إِلَہَ إِلَّاِ اللہ وأَشْهَدُ أَنّ محمداً رسول اللہ"

هاڻي حضرت عباس انهن ٻنهي کي وٺي اقدسﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ کين خوشخبري ٻڌائي. پاڻﷺ ٻنهي جي مسلمان ٿيڻ جي خبر ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ٻنهي کي مبارڪون ڏنائين.

مڪو هاڻي بلڪل سامهون هو. پاڻﷺ فوج کي ڪيترن ئي حصن ۾ ورهايو ۽ هر حصي جو الڳ الڳ سپہ سالار مقرر ڪيو. هن سيني کي اهو به حڪم ڏنو ته شهر ۾ الڳ الڳ دروازن کان داخل ٿجو.جيستائين ڪوئي اڳڀرائي نه ڪري تيستائين مٿس هٿ نه کڻجو.

حضورﷺ ڏنو ته ابو سفيانؓ جو مٿو جهڪو پيو آهي ۽ منهن لٿل اٿس. پاڻﷺ فرمايو:

”ڇا ڳالھ آهي ابو حنظله! تون اسان سان صلاح مشوري ۾ شريڪ نٿو ٿين؟“

ابوسفيان وراڻيو:

”رسول اللهﷺ! هاڻي قريشين اوهانﷺ جُلم آهي ۽ اوهانﷺ جي لشڪر ۾ ڪجھ اهڙا بہ آهن جيڪي بدلي وٺڻ لاءِ ڀريا وينا آهن. اوهانﷺ کان عرض آهي تہ نرمي کان ڪم وٺجو ۽ دشمنن کي اسان تي کلڻ جو موقعو نہ ڏجو.“

حضورﷺ فرمايو:

”بلڪل بہ نہ، ابوسفيانؓ! تون بي فڪر ٿي. مڪي تہ مسلمانن جي پيئر ۽ يار دوست بہ آهن. مهاجرين جا والدين ۽ چاچا رهن ٿا. اتي پاڪ گهر بہ آهي. ابراهيمؑ ۽ اسماعيلؑ جو گهر. ابوسفيانؓ پنهنجي قوم ۾ وڃ ۽ چوين:

” محمد هڪ پلي پاءُ وانگر مڪي ۾ داخل ٿيندو. اڄ نہ ڪو فاتح ۽ نہ وري ڪو محڪوم هوندو. اڄ محبت ۽ ايڪتا جو ڏينهن آهي. اڄ امن ۽ سڪون جو ڏينهن آهي.

جيڪو به ابو سفيانؓ+ جي گهر ۾ داخل ٿيو سو محفوظ آهي.

جيڪو پنهنجي گهر جو دروازو بند رکندو سو محفوظ آهي.

جنهن ڪعبي ۾ پناه ورتي سو محفوظ آهي.

ابو سفيانؓ جڏهن اهي محبت ۽ پيار جون ڳالهيون ٻڌيون ته ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ماڻهن کي اها خوشخبري ٻڌائڻ لاءِ مڪي ڏانهن روانو ٿيو. خوشخبري سڄي شهر ۾ پکڙجي وئي ۽ ڌڪندڙ دلين کي سڪون جو ساهہ نصيب ٿيو. امن ۽ سلامتيءَ جي ٽٽڪاري هر طرف ڦهلجي وئي.

جڏهن اسلامي لشڪر مڪي ۾ داخل ٿيو ته مشرڪن پنهنجا هٿيار ڦٽا ڪري گهرن جا دروازا بند ڪري ڇڏيا. ڇتن ۽ درين مان ليا پائڻ لڳا. اڄ اسلام جو لشڪر اسلام جي گهر ۾ داخل ٿي رهيو هو. مسلمان ڏاڍي عقلمنديءَ سان شهر ۾ داخل ٿيا. پوري شهر ۾ نہ تلوار هلي نہ وري ڪٿي ڪو رت وهيو.

جڏهن پورو امن بحال ٿي ويو ۽ حالتون معمول تي اچي ويون ته پاڻ ﷺ ڪعبي شريف ڏانهن ويو. الله پاڪ جو اهو گهر جيڪو خليل اللهؑ جو نهيل هو ۽ اهو ئي ڪعبو جيڪو بت پڇيندڙ رسولؑ جي يادگار هو. اڄ اهو ٽي سؤ سٺ بتن سان ڀريل هو. رسول الله ﷺ جنهن جي هٿ ۾ هڪ ڏنُش هو. ان جي چنهب سان بتن کي ڪيرائيندو پئي ويو ۽ زبان مبارڪ مان هي هي آيت پڙهندو پئي ويو.

جَاءَ الْحَقُّ وَزَهَقَ الْبَاطِلُ ۚ إِنَّ الْبَاطِلَ كَانَ زَهُوقًا (سورت الاسراء آيت 81)

”حق اچي ويو ۽ باطل مٽجي ويو، بيشڪ باطل کي تہ ختم ٿيڻو هو“

پاڻ ﷺ ڪعبي جي چابي گهرائي ۽ دروازو کوليو. ڏٺائين تہ اندر تصويرن جي دشمن...۽ بت پڇيندڙ جي تصوير هئي ۽ ان سان گڏ سندس پٽ حضرت اسماعيلؓ جي تصوير بہ هئي. هنن جي هٿن ۾ فال جا تير هئا. پاڻ ﷺ انهن کي مٽائڻ جو حڪم ڏنو ۽ فرمايائون:

”الله خانو خراب ڪري ڪافرن جو. هي تہ الله جا پيارا پيغمبر هئا. هنن جو جُوا سان پري پري جو ڪو تعلق ڪو نہ هو.“

حضرت عمرؓ اندر داخل ٿيو ۽ جيڪي تصويرون هيون سڀ ڊاهي ڪعبي کي بلڪل صاف ڪري ڇڏيائين. ان ڪانپوءِ پاڻ ﷺ وري ڪعبي جي اندر داخل ٿيا حضرت بلالؓ ۽ حضرت طلحهؓ به ساڻس گڏ هئا. اُتي پاڻ ﷺ نماز پڙهي يا ڪجھ تڪبيرون چيون.

ڪعبي جي سامهون مڪي وارا جا انبوهہ هئا. ماڻهون پنهنجي قسمت جو فيصلو ٻڌڻ لاءِ بيٺا هئا. ان وقت پاڻ ﷺ جي زبان مبارڪ مان هي لفظ نڪتا:

ان وقت پاڻ ﷺ جي زبان مبارڪ مان هي يادگار جملا ٻڌڻ نڪتا:

إِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهُ لَا شَرِيكَ لَهُ، صَدَقَ وَعْدَهُ وَنَصْرَ عَبْدَهُ وَهَزَمَ الْأَحْزَابَ وَحْدَهُ آلَا كُلُّ مَاثَرَةٍ اَوْدَمٍ اَوْ مَالٍ يُدعى فَهُوَ تَحْتَ قَدَمَيَّ هَاتَيْنِ إِلَّا سِدَانَةَ الْبَيْتِ وَسِقَايَةَ الْحُجَّاج

”الله تعاليٰ ڪانسواءِ ڪو بہ عباد ت جي لائق ڪونهي هن جو ڪو بہ شريڪ ڪونهي. هن پنهنجو واعدو سچو ڪري ڏيکاريو. هن پنهنجي ٻانهي جي مدد ڪئي ۽ سيني فوجن کي اڪيلي جهڪائي ڇڏيو. ٻڌو، سڀ وڏايون، رت جا سڀ عيوضا ۽ مال جا سڀ مطالبا منهنجي پيرن هيٺان آهن. ها فقط ڪعبي جون ڪنجيون ڪڻڻ ۽ حاجين کي پاڻي پهچائڻ ان ڪان مستثنيٰ (آزاد، ڇٽل) آهن.

يَا مَعْشَرَ قُرَيش إِنَّ اللّٰهَ قَدْ اذْهَبَ عَنكُم نخوةَ الجاهلية وتعظمها بالآباء، النَّاسَ مِن ادم وادم من تراب

”قريشيو! هاڻي جهالتي تڪبر ۽ خانداني وڏائي جو الله تعاليٰ خاتمو ڪري ڇڏيو آهي. سڀ انسان آدم جو اولاد آهن ۽ آدم مٽيءَ جو ٺهيل هو.“

يَٰٓأَيُّهَا ٱلنَّاسُ إِنَّا خَلَقْنَٰكُم مِّن ذَكَرٍ وَأُنثَىٰ وَجَعَلْنَٰكُمْ شُعُوبًا وَقَبَآئِلَ لِتَعَارَفُوٓاْ ۚ إِنَّ أَكْرَمَكُمْ عِندَ ٱللَّهِ أَتْقَىٰكُمْ ۚ إِنَّ ٱللَّهَ عَلِيمٌ خَبِيرٌ (سورت الحجرات آيت 13)

اي انسانو! اسان توهان کي هڪ مرد ۽ هڪ عورت مان پيدا ڪيو ۽ پوءِ توهان جون قومون ۽ قبيلا ٺاهيا تہ جيئن توهان هڪ ٻئي سڃاڻو. بيشڪ الله تعاليٰ وٽ توهان مان وڌيڪ عزت وارو اهو آهي جيڪو گهڻو پرهيزگار آهي. بيشڪ الله تعاليٰ سڀ ڪجھ ڄاڻيندڙ ۽ هر خبر رکندڙ آهي.

إِنَّ اللهَ وَرَسُولَهُ حَرَّمَ بَيْعَ الْخَمْرِ (البخاري (2236)، ومسلم(1581) )

"الله تعالىٰ ۽ ان جي رسول ﷺ شراب وڻڻ ۽ وڪڻڻ کي حرام ڪري ڇڏيو آهي."

ان کانپوءِ رحمتِ عالم ﷺ مڪي وارن ڏانهن ڪهري نظر سان نهاريو ۽ سخت لهجي سان پڇيو:

"قريشيو! توهان کي خبر آهي تہ مان توهان سان ڇا ڪرڻ وارو آهيان؟"

سڀني گڏ جي چيو:

خَيْرًا، أَخٌ كَرِيمٌ، وَابْنُ أَخٍ كَرِيمٍ "سيرة ابن هشام(2/ 412) "

"سٺو ورتاءُ، اوهان ﷺ سنا ڀائر آهيو ۽ سٺي ڀاءُ جي فرزند آهيو."

پاڻ ﷺ فرمايو:

قَالَ لَا تَثْرِيبَ عَلَيْكُمُ الْيَوْمَ – (سورت يوسف آيت 92) اذْهَبُوا فَأَنْتُمُ الطُّلَقَاءُ "سيرة ابن هشام(2/ 412) "

"اڄ توهان تي ڪا بہ ميار ڪانهي. وڃو توهان سڀ آزاد آهيو."

اهي ماڻهو ڪير هئا......! ڇا توهان ان ڳالھ تي ڌيان ڏنو آهي؟ اهي محسن عالم ﷺ جا باغي ۽ باجهاري رسول الله ﷺ جا دشمن هئا. انهن ۾ ڪي اهڙا به هئا جيڪي اسلام کي ناس ڪرڻ لاءِ هر حد اورانگهي چڪا هئا. ڪي اهڙا به هئا جن جي تلوارن نبي ڪريم ﷺ جي شان ۾ گستاخيون ڪيون هيون ۽ ڪي اهڙا بہ هئا جيڪي پاڻ ﷺ جي لنگھ تي ڪنڊا اڇليندا هئا. انهن ۾ اُهي بہ هئا جن بي رحمي سان اوهان ﷺ کي پٿر هنيا هئا. اهڙا به هئا جن پنين مبارڪن کي رتو رت ڪري ڇڏيو هو. انهن ۾ اهڙا به هئا جيڪي اصحابنؓ کي گرم واري تي ليٽائي مٿان پٿر رکي ڇڏيندا هئا ۽ اهي بہ هئا جيڪي انهن جي ڏبريل ۽ ڪمزور جسمن کي لوھ جي گرم سيخن سان ڏنڀ ڏيندا هئا.

هن ظلم جي تاريخ کي سامهون رکي پوءِ رحمت عالم ﷺ جي مهربانين جو اندازو ڪريو.



حضور ﷺ جو آخري حج.

عرفات جو تاريخي خطبو.

سچي دين جي تڪميل.

رسول الله ﷺ بيماري جي بستري تي.

بيماري ڏينهون ڏينهن وڌي رهي هئي.

انتهائي نازڪ صورتحال!

محسن انسانيت ﷺ جو آخري خطاب!

رحمت عالم جا آخري لفظ!

روح الله تعالىٰ سان وڃي مليو.

پرهيزگارن جي بدحواسي.

حضرت ابوبڪرؓ جي عقلندانا تقرير.

خليفي جي چونڊ.

حضور ﷺ جو آخري زيارت.

تدفين جو انتظام.

هجرت جو ڏهون سال هو. نبي ڪريمﷺ حج جي نيت سان مڪي ڏانهن روانا ٿيا. اوهانﷺ سان گڏ هڪ لک ڪان وڌيڪ ماڻهون هئا.

هن حج کي ماڻهو "حجة الوداع" يعني موڪلاڻي وارو حج چوندا آهن.

ڇاڪاڻ تہ هي حج اوهانﷺ جو آخري حج هو. ان کان پوءِ اوهانﷺ کي مڪي، ڪعبي ۽ عرفات جي زيارت جو موقعو نہ ملي سگهيو.

ڪجھ ماڻهو هن حج کي "حجة البلاغ" (پيغام وارو حج) بہ سڏين ٿا.

ڇاڪاڻ تہ رب جو پيغام جيڪو اوهانﷺ دنيا ۾ پهچائڻ لاءِ آيا هئا. اهو هن حج جي موقعي تي پورو ٿيو.

اهو پيغام هو. دينِ اسلام.

حج جي موقعي تي حضور ﷺ مسلمانن کي خطاب ڪيو. اها تقرير دراصل اسلام جو آئين هئي.

تقرير شروع ڪندي پاڻﷺ فرمايو:

" پيارا پائرو! آءٌ(ﷺ) جيڪي ڪجھ چوان، سو غور سان ٻڌو، ڇاڪاڻ تہ مون(ﷺ) کي خبر ناهي! هن سال کان پوءِ مانﷺ هتي توهان سان وري ملي سگهندس يا نہ!"

ان کان پوءِ سيني مسلمانن کي آخري وصيتون ڪيائين. جنهن جو خلاصو هي آهي:

"الله جي ڪتاب ۽ ان جي رسولﷺ جي سنت تي عمل ڪجو.

ماڻهن جي جان، مال ۽ عزت جو خيال رکجو ڪو امانت رکرائي تہ ان ۾ خيانت نہ ڪجو، خونريزي ۽ سود جي ويجهو بہ نہ وڃجو."

پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم پنهنجي تقرير ۾ فرمايو تہ:

مسلمان ڪيئن گڏ رهن؟ ۽ عام انسانن سان هنن جو ورتاءُ ڪهڙو هجي."

ان سان گڏ سمتا (مساوات) ۽ برابري تي تمام گهڻو زور ڏنو. وڏ ننڍائي ۽ ذات جي زنجيرن کي

ٽوڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيائين.

اوهانﷺ فرمايو:

”اوهان جو رب هڪ آهي، اوهان جو پيءُ هڪ آهي. سڀ آدمؑ جي اولاد آهيو ۽ آدمؑ کي مٽي مان پيدا ڪيو ويو هو.“

الله تعالىٰ وٽ توهان مان پلو اهو آهي جيڪو وڌيڪ پرهيزگار آهي.

ٻڌو! ڪنهن عربي کي عجمي (غير عرب) تي ۽ ڪنهن عجمي کي عربي تي ڪا فوقيت نه آهي. وڏائي جو معيار صرف پرهيزگاري آهي.

جڏهن پاڻﷺ تقرير ڪري بس ڪئي ته پاڻ ﷺ فرمايائون: اي انسانو! ڇا مون ﷺ اوهان کي الله تعالىٰ جو پيغام پهچايو؟

هڪ لک زبانن هڪ آواز ۾ وراڻيو:

ها يا رسول اللهﷺ!“

پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم ٽي ڀيرا ساڳيا لفظ ورجايا ۽ فرمايائون: ” اي الله (تعالىٰ)! تون گواهه رهجان“.

تقرير ڪانپوءِ حضرت بلالؓ اذان ڏني ۽ پاڻﷺ ظهر ۽ عصر جي نماز گڏ پڙهائي.

نيڪ ان وقت جڏهن پاڻﷺ نبوت جو آخري فرض ادا ڪري رهيا هئا. الله تعالىٰ وٽان هي بشارت نازل ٿي.

ٱلْيَوْمَ أَكْمَلْتُ لَكُمْ دِينَكُمْ وَأَتْمَمْتُ عَلَيْكُمْ نِعْمَتِى وَرَضِيتُ لَكُمُ ٱلْإِسْلَـٰمَ دِينًا ۚ (سورت مائدة آيت 3)

اڄ اوهان جو دين اوهان لاءِ ڪامل ڪيم ۽ اوهان تي پنهنجي نعمت پوري ڪيم ۽ اوهان لاءِ دين اسلام پسند ڪيم.

جڏهن حضورﷺ جن هي آيت پڙهي ته حضرت ابوبڪرؓ روئي ڏنو. ڇاڪاڻ ته هو سمجهي چڪو هو ته هاڻي اوهانﷺ هن دنيا کان وڃڻ وارا آهيو. اهڙيءَ طرح جڏهن پاڻﷺ تي هي سورت نازل ٿي ته ماڻهن ڏٺو ته حضرت ابوبڪر رضي الله روئي رهيو هو ۽ سندس اکين مان ڳوڙهن جا نار وهي رهيا هئا.

إِذَا جَآءَ نَصْرُ ٱللَّهِ وَٱلْفَتْحُ(١) وَرَأَيْتَ ٱلنَّاسَ يَدْخُلُونَ فِى دِينِ ٱللَّهِ أَفْوَاجًا(٢) فَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ وَٱسْتَغْفِرْهُ ۚ إِنَّهُۥ كَانَ تَوَّابًۢا(٣) (سورت النصر)

جڏهن الله جي مدد پهچي ۽ سوڀ ٿئي(1) ۽ ماڻهن کي الله جي دين ۾ ٽوليون ٽوليون ٿي گهڙندو ڏسين(2) تڏهن (تون) پنهنجي پالڻهار جي ساراهه سان ڳڻ پاڪائي بيان ڪر ۽ ڪانئس بخشش گهر. بيشڪ اُهو ته حد کان وڌيڪ توبهه قبول ڪرڻ وارو آهي(3)

حضرت ابوبڪر رضه جڏهن هي آيتون ٻڌيون ته سمجهي ويو ته جنهن ڪم لاءِ پاڻﷺ دنيا ۾ آيا هئا. اهو ڪم پورو ٿي ويو. سو هاڻي اوهانﷺ ڪجهه ڏينهن جا مهمان آهن. اهيو سوچيندي ئي دل بي قابو ٿي پئي ۽ اکين مان گرم ڳوڙها وهڻ لڳا.

ابوبڪر ڪيئن نه روئي؟ چو ته نبي ڪريمﷺ هن کي سڀ کان وڌيڪ پيارو هو. هو ته ڇا پر هر هڪ مسلمان کي اوهانﷺ پنهنجي جان کان به وڌيڪ پيارا هئا. اوهانﷺ سامهون نه جان جي قيمت هئي، نه وري ڪا مال جي اهميت هئي ۽ نه ڪي اولاد جي پرواهه هئي.



حجة الوداع کي اڃا ٽي مهينا به نه گذريا هئا ته حضور اڪرمﷺ تي بيماري جو حملو ٿيو. حملو ايترو ته تيز هو جو اڳ ڪڏهن به نه ٿيو هو.

بخار ايترو تيز هو جو ننڊ اکين مان ختم ٿي وئي. رات جو وقت هو. اوهانﷺ بستري مان اٿي گهر کان ٻاهر نڪري آيا ۽ مسلمانن جي قبرستان ڏانهن وڃڻ لڳا. جڏهن اتي پهتا ته فرمايائون:

”توهان تي سلامتي هجي، قبر وارؤ!“

ان ڪانپوءِ پاڻﷺ انهن جي لاءِ مغفرت جي دعا ڪئي ۽ پوءِ گهر موٽي آيا.

جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم بيمار ٿي پيا ته اوهانﷺ کي پهرين قبرن جي زيارت جو خيال آيو. قبرستان وڃڻ ۾ اهو احساس به شامل هو ته هاڻي اوهانﷺ جي وڃڻ جا ڏينهن ويجهو آهن.

جڏهن صبح ٿي ته پاڻﷺ جو پنهنجي پاڪ زال حضرت عائشهؓ وٽان گذر ٿيو. ڏٺائون ته هن کي به مٿي ۾ سور آهي ۽ تڪليف مان بي اختيار چئي رهيو هئي:

”هائي، منهنجو مٿو!“

پياري نبي ﷺ فرمايو:

”عائشهؓ! الله (تعالیٰ) جو قسم! منهنجي مٿي جو سور تنهنجي سور کان وڌيڪ آهي. هائي، منهنجو مٿو!“

حضرت عائشه رضه وري سور وچان رڙ ڪئي.

”هائي، منهنجو مٿو!“

پياري نبي ﷺ فرمايو:

عائشهؓ؟ ان ۾ ڪهڙو نقصان آهي جو تون مون کان پهرين مري وڃي ۽ مان پاڻﷺ توکي ڪفن پارايان، تنهنجي جنازي جي نماز پڙهايان ۽ توکي مان پاڻﷺ دفن ڪيان؟“

امان عائشهؓ وراڻيو:

”ٻي ڪا گهرواري هن ڪم لاءِ بهتر رهندي.“

امان عائشهؓ جي ڳالهه ٻڌي، پاڻﷺ جي چپن تي مبارڪ مرڪ تري آئي. پر بيماري جي تڪليف گهٽي هئي ان ڪري وڌيڪ ڪل ڀوڳ ڪري نه سگهيو.

حضور اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جو دستور هو ته هر گهرواري جو هڪ هڪ ڏينهن مقرر ڪري ڇڏيو هيائون. بيمار جي حالت ۾ به اهو معمول نه بدليو. اوهانﷺ واري واري تي هر گهرواري وٽ ويندا رهيا. پنجن ڏينهن تائين ائين ئي هلندو رهيو پر پوءِ جڏهن طبعيت تمام گهٽي خراب ٿي پئي. ايتري تائين جو هلڻ جي به طاقت نه رهي.

مجبور ٿي سيني گهروارين کي گهرائي انهن کان حضرت عائشه رضه وٽ رهڻ جي اجازت گهري. ڇو ته حضرت عائشه رضي الله عنها اوهانﷺ جي سڀ کان وڌيڪ محبوب گهرواري هئي. سو سڀ گهرواريون خوشي خوشي ان ڳالهه تي راضي ٿي ويون.

ڪمزوري تمام گهٽي هئي ۽ اوهانﷺ لاءِ بغير مدد جي هلڻ ممڪن نه هو. ان ڪري حضرت عليؓ ۽ حضرت عباس رضه اوهانﷺ کي سهارو ڏئي وڏي مشڪل سان حضرت عائشه رضه وٽ وٺي آيا. سور جي سختي سبب سندس مٿي کي رومال ٻڌل هو.

مسلمان غمگين ، بيقرار ۽ بي آرامي هئا. ڇاڪاڻ ته هن جو محبوب سخت بيمار هو ۽ بيماري ڏينهون ڏينهن وڌي رهي هئي. پاڻﷺ ان کان اڳ ڪڏهن به اهڙا بيمار نه ٿيا هئا. تنهنڪري سڀ اجا به وڌيڪ مايوس ۽ پريشان هئا.

هجرت جي ڇهين سال ٿورو بخار ٿيو هو. اوهانﷺ به ٿي ڏينهن کائڻ ۾ پرهيز ڪيو ۽ تنهن کان پوءِ ان جو اثر ختم ٿي ويو.

هجرت جي ستين سالن هڪ يهودي عورت اوهانﷺ کي زهر وارو گوشت کارايو زهر جي اثر جي ڪري ڪجھ ڏينهن بيچين رهيا پر ڪجھ دوائن جي استعمال کانپوءِ ٺيڪ ٿي ويا.

زندگيءَ ۾ بيماري جا فقط هي ٻه واقعا ٿيا. باقي سڄي زندگي اوهانﷺ هميشه صحتمند ۽ تندرست رهيا. ان ۾ ڪا حيرت جي ڳالھ ڪانهي.اوهانﷺ جي زندگي گذارڻ جا ڪجھ اصول هئا. جيڪو به انهن اصولن تي عمل ڪندو بيماري ان جي ويجھو به نه ايندي.

ماني ان وقت کائيندو هو جڏهن بک لڳندي هئي. پيٽ ڀري ڪڏهن به نه کائيندا.

اهو ئي سبب هو جو مصر جي بادشاھ پاڻﷺ کي تحفي طور هڪ حڪيم، ٻه ٻانهيون (ماريه ۽ سيرين) ۽ ڪجھ ماکي موڪلي.

پاڻﷺ ماکي ۽ ٻانهيون قبول ڪيون پر حڪيم کي اهو چئي واپس ڪري ڇڏيو ته اسان بک کانسواءِ ماني ناهيون کائيندا ۽ جڏهن کائيندا آهيون ته پيٽ ڀري ناهيون کائيندا. ان ڪري بيماري هتي ڪيئن ايندي؟

ان کان علاوه پاڻﷺ هميشه پاڪ صاف رهندا هئا. ڏينهن ۾ پنج ڀيرا وضو ڪندا هئا. ڪپڙن کي پاڪ رکندا هئا. پاڻﷺ گندگي ناپسند فرمائيندا هئا ۽ ٻين کي به صفائي جي تلقين ڪندا. فرمائيندا هئا ته: ”صاف صفائي ايمان جو حصو آهي.“

اوهانﷺ ڪڏهن به سستي کي ويجھو اچڻ نه ڏنو. بلڪ هر وقت ڪجھ نه ڪجھ ڪندا رهندا هئا. ڪڏهن عبادت ۾ مشغول ٿي ويندا هئا ته ڪڏهن مسلمانن جي ڀلائي لاءِ ڊڪ ڊوڙ ڪندا رهندا هئا ۽ جنهنڪري رات جو ننڊ به گهٽ ڪندا هئا.

اوهانﷺ عيش و عشرت جا ٻانها يا خواهشن جا پڄاري نه هئا. اوهانﷺ جونخواهشون به مسلمان هيون. دنيا جون جيتريون به غير ضروري آسودگيون ۽ لذتون هيون. اوهانﷺ انهن کان تمام پري هئا.

هي اهي ڳالهيون آهن جن جو جيڪو به خيال رکندو صحت ۽ تندرستي ان جا پير چمندي.

اهو ئي سبب آهي جو جڏهن پاڻﷺ بيمار ٿيا ۽ صحت ۾ سڌارو نظر نه آيو ته سڀ گهرواريون پريشان ٿي ويون ۽ اصحابيؓ بيقرار ٿي ويا.



حضور ﷺ جي حالت مسلسل خراب ٿيندي وئي. ڪڏهن گهٽجي ۽ ڪڏهن وڌي ويندي هئي. جيستائين پيرن ۾ سگهه هئي ۽ هلڻ ڦرڻ جي طاقت هئي. پاڻ مسجد ۾ وڃي مسلمانن جي امامت ڪندا رهيا. اوهانﷺ جيڪا آخري نماز پڙهائي اها مغرب جي نماز هئي.

پوءِ جڏهن عشاء جو وقت ٿيو ته پڇيائون:

نماز ٿي چڪي آهي؟

اصحابن عرض ڪيو:

"حضورﷺ جو انتظار آهي."

پاڻﷺ پاڻ ۾ پاڻي گهرايو ۽ غسل ڪيائين، جيئن ئي اٿڻ چاهيو ڪمزوري سبب بيهوش ٿي ويا. ڪجھ وقت ڪانپوءِ هوش ۾ آيو تہ پوءِ پڇيائون:

"نماز ٿي وئي؟"

اصحابن عرض ڪيو:

"حضورﷺ جو انتظار آهي."

اوهان وري غسل ڪيو ۽ اٿڻ چاهيو. پر هن ڀيري به بيهوش ٿي ويا. ٿوري دير ڪان پوءِ هوش ۾ آيا ۽ وري پڇيائون:

"نماز ٿي وئي؟"

اصحابن ساڳيو جواب ڏنو:

"حضورﷺ جو انتظار آهي."

وري جسم مبارڪ تي پاڻي واڌائون ۽ اٿڻ جو ارادو ڪيائون ته وري بيهوش ٿي پيا.

هن ڀيري جڏهن هوش ۾ آيا تہ فرمايائون:

"ابوبڪرؓ کي چئو تہ نماز پڙهائي."

حضرت عائشہؓ فرمايو:

"رسول اللهﷺ! هن جي آواز تمام جهيڻي آهي. قرآن پڙهڻ وقت تمام گهڻو روئندو بہ آهن. ماڻهو سندس آواز ٻڌي نه سگهندا."

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو:

”هنؓ کي ئي چئو ته نماز پڙهائن“.

حضرت عائشهؓ وري پنهنجي ڳالهه دهرائي.

حُضورﷺ تمام گهڻي تڪليف ۾ هئا پر ڪاوڙ سبب آواز تيز ٿي ويو. پاڻﷺ فرمايو:

”ابوبڪرؓ کي چئو، هو ئي نماز پڙهائي.“

حضرت ابوبڪر رضه ان حڪم جي تعميل ڪئي. ۽ ڪيترائي ڏينهن نماز پڙهائيندو رهيو.

وصال کان چار ڏينهن پهريان ڪجهه آرام مليو. منجهند جو وقت هو. پاڻﷺ ست پاٽيءَ جي اوئِين (ڪلي) سان غسل ڪيائون. ان کانپوءِ ڪپڙا تبيل ڪيائون. مٿي تي رومال ٻڌي عليؓ ۽ عباسؓ جي سهاري مسجد آيا. نماز ٿي رهي هئي ۽ حضرت ابوبڪر رضه جو امامت ڪري رهيو هو. هن ڪڙڪو ٻڌي پوئتي هٽڻ چاهيو پر اوهانﷺ هن کي روڪي ڇڏيو ۽ هن جي پرسان ويهي نماز پڙهي. نماز کان پوءِ پاڻﷺ مختصر تقرير ڪئي. جنهن ۾ فرمايائون:

”مسلمانو! مون کي خبر پئي آهي ته توهان پنهنجي نبيﷺ جي وفات کان ڊڄو ٿا. مون کان اڳي جيڪي به نبيؑ آيا سي سڀ هليا ويا. مانﷺ به تہ انهن جهڙو نبيﷺ آهيان.

ٻڌي ڇڏيو! جنهن پهريان هجرت ڪئي انهن سان هميشه سٺو ورتاءُ ڪجو.

مهاجر بہ هڪ ٻئي سان ڀليو رويو رکن.

هاڻ انصارين سان بہ هميشہ سٺو سلوڪ ڪجو.

جيڪي انصاري ڀائر ڀلائي ڪن ان سان ڀلائي ڪجو. جيڪي غلطي ڪن، ان کي معاف ڪري ڇڏجو.“

وري پاڻﷺ فرمايو: ”عام مسلمان وڌندا ويندا ۽ انصاري گهٽبا ويندا، اتي ۾ لوڻ وانگر. مسلمانو! هنن پنهنجو ڪم پورو ڪري ڇڏيو. انصاري منهنجي جسم ۾ معدي وانگر آهن. مون کانپوءِ مسلمانن جيڪو بہ خليفو ٿئي. مان ان کي وصيت ٿو ڪيان تہ هو انصارين سان ڀلو ورتاءُ ڪري.“

پاڻﷺ فرمايو: ”مسلمانو!

مون اها شيءِ حلال ڪئي آهي جيڪا الله تعالىٰ حلا ڪئي ۽ ان شيءِ کي حرام قرار ڏنو جنهن کي الله تعالىٰ حرام ڪيو آهي.

مسلمانو! جي ڪنهن کي مون ﷺ ايذا پهچايو آهي تہ هي پنني حاضر آهي. پنهنجو بدلو وٺي ڇڏيو.

جي ڪنهن کي مون ﷺ ڪجھ چيو آهي تہ هو اچ چئي ڇڏي. جي ڪنهن کان مون اڌار ڪنيو آهي تہ وٺي ڇڏي.“

هڪ اصحابي اٿي عرض ڪيو:

”رسول اللهﷺ! منهنجا اوهان ﷺ وٽ ٽي درهم آهن.“

پاڻ ﷺ هن کي ٽي درهم واپس ڪري ڇڏيا ۽ فرمايائون:

”رسول اللهﷺ جي ڌي فاطمہؓ!....... رسول اللهﷺ جي ڦڦي صفيہؓ! الله تعالىٰ وٽ پهچڻ کان اڳ پنهنجي لاءِ ڪجھ ڪري وٺو. مان ﷺ اوهان کي الله تعالىٰ کان بچائي نٿو سگهان.“

پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم وٽ بيت المال جون ست اشرفيون هيون. جڏهن بيمار ٿي پيا ته ڪيس انديشو ٿيو ته متان موت اچي وڃي ۽ هي مون ﷺ وٽ نہ رهجي وڃن. تنهن ڪري پاڻ ﷺ حڪم ڏنو ته اهي غريبن کي ڏئي ڇڏيو. پر سڀ ماڻهو اوهان ﷺ جي ٽهل ٽڪور ۾ مصروف هئا. تنهن ڪري ڪنهن کي اهو حڪم ي ياد نہ رهيو.

وفات کان هڪ ڏينهن اڳ وري پاڻ ﷺ کي خيال آيو ۽ پڇيائون:

”انهن اشرفين جو ڇا ٿيو؟“

حضرت عائشہؓ فرمايو:

”رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم اجا گهر ۾ پيون آهن.“

پاڻ ﷺ انهن کي ڪٺي اچڻ جو حڪم ڏنو.

پوءِ پاڻ ﷺ انهن کي پنهنجي هٿن تي رکيو ۽ فرمايائون:

”جيڪڏهن محمدﷺ کي موت اچي وئي ۽ هي هن ﷺ وٽ رهجي ويون ته هو ﷺ پنهنجي رب کي ڇا جواب ڏيندو؟“

پوءِ پاڻ ﷺ انهن کي ڪجھ غريب مسلمانن ۾ ورهائي ڇڏيو.

تڪليف تمام گهٽي هئي. بخار ايترو تہ تيز هو جو سڄو جسم ٻري رهيو هو. پياري نياڻي حضرت فاطمه سلام الله عليها هر روز پنهنجي والد جي خدمت ۾ حاضر ٿيندي هئي. هنؓ کي ڏسي پاڻ ﷺ شفقت مان اٿي ويهندا هئا ۽ انهن کي چمي ڏئي پنهنجي پرسان ويهاريندا هئا. اج تمام گهٽي

ڪمزوري جي ڪري پاڻ ﷺ اٿي نہ سگهيا. انهيءَ ڪري حضرت فاطمه سلام الله عليها آئي ۽ هنؓ پاڻ پنهنجي والد ﷺ کي چميو ۽ پوءِ پرسان ويهي رهي.

بخار تمام تيز هو جنهنجي ڪري هر هر بيهوش پئي ٿيا. پرسان هڪ ٿانو ۾ ٿڌو پاڻي هو. پاڻ ﷺ ان ۾ هٿ پجائي پنهنجي منهن مبارڪ کي پئي ڌوتائون. تمام گهڻي بيچيني هئي. ان وقت پاڻ ﷺ جا چپ مبارڪ چريا ۽ ڪنن تي هي لفظ پيا:

"يهودين ۽ عيسائين تي الله تعالیٰ جي لعنت هجي جو انهن پنهنجي نبين جي قبرن تي سجدا ڪرڻ شروع ڪيا."

سومر جي رات بخار تمام گهڻو گهٽجي ويو. ائين پئي لڳو ڄڻ بخار ختم ٿي ويو آهي. بيچيني جو نالو نشان نہ هو. طبيعت بلڪل نيڪ هئي، جنهن به ڏٺو، ان هو سمجهيو پاڻ ﷺ هاڻي بلڪل نيڪ ٿي ويا آهن. مايوس منهن چمڪي پيا ۽ مرجهايل دليون کڙي پيون.

حجرو مبارڪ مسجد سان گڏ هو. جڏهن صبح ٿي ته پاڻ ﷺ پردو پري ڪري مسجد ڏانهن ڏٺو. سندس مخلص ساٿي فجر جي نماز ۾ مشغول هئا. اهو ڏسي اوهان ﷺ جي چپن مبارڪن تي مرڪ تري آئي تہ الله تعالیٰ جي زمين تي اها جماعت پيدا ٿي چڪي آهي جيڪا اوهان ﷺ جي تعليم جو نمونو بڻجي الله جي ياد ۾ مشغول آهي. ٿورو ڪڙڪو ٿيو تہ ساٿين سمجهيو تہ پاڻ ﷺ باهر اچڻ چاهين ٿا. هو سڀ خوشيءَ ۾ ڀڪڻ لڳا ۽ ممڪن هو تہ نماز ٽوڙي وجهن. حضرت ابوبڪر رضه جيڪو امام هو پوئتي هٽڻ چاهيو پر اوهان ﷺ اشاري سان هنؓ کي ائين ڪرڻ کان روڪيو. پوءِ حجري مبارڪ جي اندر ٿي پردو بند ڪري ڇڏيائون. ڪمزوري ايتري هئي جو پردو چڱيءَ طرح بند نه ٿي سگهيو. پيرن تي بيهڻ به مشڪل هو. پر پنهنجن ساٿين کي خوش ڏسي پاڻ ﷺ بہ ڏاڍا خوش هئا.

ڪمزوري وڌي رهي هئي ۽ موت ويجهو اچي رهي هئي. پاڻ ﷺ ٿانو ۾ ٿڌو پاڻي گهريو. پاڻي جلدي حاضر ڪيو ويو. اوهان ﷺ بار بار پنهنجو هٿ ان ۾ وجهي پنهنجي منهن مبارڪ تي ڦيري رهيا هئا. چادر ڪڏهن منهن مبارڪ مٿان پئي وڌائون ته ڪڏهن ان کي پري ڪري پئي ڇڏينديائون. ان وقت هر هر اهي لفظ اوهان ﷺ جي زبان مبارڪ مان پئي نڪتا هئا.

اللهم أعِنّی عَلَی تَحمل سَکَرَاتِ الْمَوْتِ

"ياالله منهنجي لاءِ موت جي تڪليف برداشت ڪرڻ آسان فرما."

حضرت فاطمهؓ پنهنجي پياري والدؐ جي پريشاني ڏسي پريشان ٿي وئي ۽ بيوسيءَ مان فرمايائين:

هائي منهنجي بابا جي بيچيني!

جڏهن پاڻ ٻڌو ته فرمايائون:

”اڄ کان پوءِ تنهنجو پيءُ وري بيچين نه ٿيندو.“

منجهند جو وقت هو. سيني ۾ ساهه گهرڪي رهيو هو. اُن وقت چپ مُبارڪ چريا ۽ ڪنن تي هي آواز پئي:

”نمازءِ ٻانهن سان سنو سلوڪ.“

پوءِ هٿ مبارڪ مٿي ٿيا. پاڻ ﷺ پنهنجي آڱر مبارڪ سان اشارو ڪندي فرمايو:

بَلِ الرَّفِيقَ الأَعْلَى

”هاڻي ٻيو ڪو به ناهي. بس اهو اعلىٰ دوست.“

ائين چوندي چوند هٿ هيٺ ٿي ويا. اکيون ڇت ڏانهن کڄيل هيون ۽ روح پنهنجي رب تعالىٰ سان وڃي مليو. اهو سومر جو ڏينهن هو، ربيع الاول جي ٻارهين تاريخ ۽ هجرت جو يارهون سال هو. اصحابن جي لاءِ ڄڻ دنيا ئي ختم ٿي وئي ۽ هنن جي دل دنيا هميشه جي لاءِ ويران ٿي وئي.

إِنَّا لِلَّهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُونَ اللَّهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلَيْهِ وَعَلَى اللَّهِ وَاصْحَابِهِ أَجْمَعِينَ

وفات وقت پاڻ ﷺ جي عمر مبارڪ 63 سال هئي. ( صلى الله عليه وسلم )



ڇا سچ ٻچ رسول الله ﷺ وفات ڪري ويو آهي؟

جنهن به مسلمان هي هانءُ ڏاريندڙ خبر ٻڌي تنهنجي زبان تي اهو ئي سوال هو:

هائي! هائي!!"

اسان رسول الله ﷺ کي ڪجھ ڪلاڪ اڳ ۾ ته ڏٺو هو. اوهان ﷺ اسان سان ڳالهايو هو. اوهان ﷺ ته الله تعالىٰ کي ڏاڍو پيارا آهن. الله تعاليٰ اوهان ﷺ کي پيغمبر ڪيو ۽ ڪيترن ئي ماڻهن اوهان ﷺ تي ايمان به آندو آهي.

ان ڪانسواءِ اوهان ﷺ الله جي طاقت آهن. اوهان ﷺ سڄي دنيا کي لوڏي ڇڏيو. اهڙو عظيم انقلاب آندو جنهن کي وقت وساري نٿو سگهي.

۽ .. ۽ اوهانﷺ ئي انسان کي اونده مان ڪڍي روشني ڏانهن آندو آهي. گمراهي مان ڪڍي سڌي رستي لاتو.

نه.... نه ! اهو ڪيئن ممڪن آهي؟

اوهانﷺ جي موت سان نہ وحي بند ٿي ويندي، جيڪا اڄ تائين ڪنهن بہ نبيؑ جي موت سان بند نہ ٿي هئي. حضرت عمر رضي الله عنه اها خبر ٻڌي ته هن جي پيرن هيٺان زمين نڪري وئي. هڪدم امان عائشہؓ جي گهر ڏانهن ڊوڙ پاتي. هن کي يقين نہ پئي آيو تہ پاڻﷺ جي وفات ٿي وئي آهي.

جسم مبارڪ تي چادر پيل هئي. حضرت عمر رضه اوهانﷺ جي منهن مبارڪ تان چادر پري ڪئي. ڏنائين تہ پاڻﷺ جو جسم مانار ۾ هو. خيال ڪيائين تہ بيچيني گهٽي آهي. ان ڪري بيهوشي ڇانيل آهي. ٿوري دير ڪان پوءِ هوش ۾ اچي ويندو.

ان ڪان پوءِ هو مسجد ڏانهن ويو. ڏنائين ماڻهون روئي رهيا آهن. هن هڪدم کِپ مان ترار ڪڍي ۽ رڙ ڪري چيائين:

”جيڪو چوندو ته محمد مري ويو آهي تہ مان هن سان ان جي ڳچي کي ڪٽي ڇڏيندس.“

پوءِ وڏي آواز سان چيائين:

”ڪجھ ماڻهون چون ٿا رسول اللهﷺ وفات ڪري ويو آهي. الله جوقسم! هوﷺ ناهي مئو. حضرت موسيٰ عليه السلام وانگر اوهانﷺ به چاليھ ڏينهن غير حاضر رهي پوءِ موٽي ايندا ۽ جنهن بہ چيو اوهانﷺ وفات ڪري ويا آهن، ان کي ڏاڍي سخت سزا ڏنيدو.“

حضرت ابوبڪر رضي الله عنه کي به سندسﷺ جي وفات جي افسوسناڪ خبر پيئي. هو اهو ٻڌي فوراً مسجد ۾ پهتا ۽ ڏنائون ته حضرت عمر رضي الله عنه تقرير ڪري رهيو آهي. پر هنؓ ڪنهن کي ڪجھ به نه چيو. سڌو حضرت عائشه رضي الله عنها جي گهر ويو. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم جي بدن مبارڪ تان ڪپڙو پري ڪيو ۽ پيشاني مبارڪ کي چميو. پوءِ فرمايائون:

يا رسول اللهﷺ ! منهنجا ماءُ پيءُ اوهانﷺ تي قربان! اوهانﷺ زندگيءَ ۾ به سٺي هئا ۽ مرڻ ڪانپوءِ به سٺا رهندا.“

پوءِ مسجد ۾ ويو ۽ ڏنائين ته حضرت عمر رضي الله عنه تقرير ڪري رهيو آهي. هوؓ ماڻهن کي سمجهائي رهيو هو ته رسول الله ﷺ جيئرو آهي.“

حضرت ابوبڪر رضه حضرت عمر کي آواز ڏنو.

”عمرؓ تورو ترس، مون کي ڪجهه چوڻو آهي“.

پر حضرت عمرؓ تہ ڪنهن جي قابو ۾ نہ پئي آيو. تنهن ڪري حضرت عمرؓ کي به ڌيان نه ڏنو ۽ لاڳيتو ڳالهائيندو رهيو.

هاڻي حضرت ابوبڪر رضه مسلمانن ڏانهن رخ ڪيو ۽ انهن کي اشارو ڪيائون. سڀ مسلمان سندسؓ جي چوڌاري گڏ ٿي ويا ۽ حضرت عمر رضه اڪيلو رهجي ويو. اهڙي طرح حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جماعت تي ڇانئجي ويو ۽ هي مشهور تقرير ڪئي:

”اي مسلمانو! جيڪڏهن ڪو محمدﷺ جي عبادت ڪندو هو ته محمدﷺ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو آهي ۽ جيڪڏهن ڪو الله تعاليٰ جي عبادت ڪندو هو ته الله جيئرو آهي. هن لاءِ ڪڏهن به موت ناهي“.

پوءِ هي آيت پڙهيائون:

وَمَا مُحَمَّدٌ إِلَّا رَسُولٌ قَدْ خَلَتْ مِن قَبْلِهِ ٱلرُّسُلُ ۚ أَفَإِيْن مَّاتَ أَوْ قُتِلَ ٱنقَلَبْتُمْ عَلَىٰٓ أَعْقَٰبِكُمْ ۚ وَمَن يَنقَلِبْ عَلَىٰ عَقِبَيْهِ فَلَن يَضُرَّ ٱللَّهَ شَيْـًٔا ۗ وَسَيَجْزِى ٱللَّهُ ٱلشَّٰكِرِينَ (سورت آلِعمران آيت 144)

۽ مُحَمَّد (ﷺ الله جو) پيغمبر آهي، بيشڪ اُن کان اڳ ڪيترا پيغمبر گذري ويا، پوءِ جيڪڏهن (اُهو) مري وڃي يا قتل ٿئي ته (اوهين) پنهنجين ڪڙين (ڀَر پوءِ) تي ڦرندؤ ڇا؟ ۽ جيڪو پنهنجين ڪڙين (ڀَرپوءِ) تي ڦرندو سو الله کي ڪجھ نقصان ڪڏهن نه لائيندو، ۽ الله شاڪرن (احسان مڃيندڙن) کي ستت ثواب ڏيندو.

اِها هئي بصيرت واري تقرير جيڪا ان وقت حضرت ابوبڪر رضه ڪئي. جڏهن مسلمانن اها تقرير ٻڌي هنن جون اکيون کلي ويون. هنن کي ان تلخ سچائي کي مڃڻو پيو. سيني کي ايئن محسوس ٿيو تہ هي مقدس آيت اڄ ئي نازل ٿي آهي. ان ڪري اها آيت ان ڏينهن هر مسلمان جي زبان تي هئي ۽ هر طرف ان آيت جو چرچو هو.

مسلمانن جون دليون اوهانﷺ جي محبت ۽ عقيدت سان ڀريل هيون. انهيءَ ڪري سندس موت جي خبر وڄ وانگر هنن جي مٿان ڪري ۽ اهو ٻڌندي ئي بدحواس ٿي ويا. بدحواسي ۾موت جو انڪار ڪيو. پوءِ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه قرآن شريف جي آيت پڙهي جنهن سندن اکيون کوليون ۽ انهن کي هوش آيو.

حضرت عمر رضه جڏهن اها تقرير ٻڌي ته زمين تي ڪري پيو. هاڻي موت جي خبر ۾ شڪ جي ڪا گنجائش نہ رهي هئي.

هنؓ چيو:

”ايئن محسوس ٿي رهيو آهي تہ هن ڪان اڳ هي آيت ٻڌي ئي نہ هئي.“

حضرت عثمان جي حالت ڪهڙي هئي؟ اهي به غم سبب بي حس ۽ گنگ ٿي ويو هو.

حضرت عبدالله بن عمر رضه فرمائي ٿو:

”ايئن سمجهڻ گهرجي ته اسان جي اکين تي پردا پيل هئا ۽ اهي پردا هٽي ويا آهن.“

فقط انهن جو نہ پر سيني مسلمانن جو حال ساڳيو هو. پر جڏهن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه تقرير ڪئي ته سيني جون اکيون کلي ويون ۽ ڪين يقين ٿي ويو ته حضور ﷺ جن واقعي الله ڪي پيارا ٿي ويا آهن.

ان موقعي تي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي ڪهڙي حالت هئي؟ هو صبر ۽ وقار جو اٽل پهاڙ هو. هو نازڪ موڙ تي صحيح رهنمائي جو ڀرپور مثال هو.

حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه کي پنهنجي پياري نبيءَ سان ڪنهن کا گهڻ محبت نه هئي. اڳ ۾ لکي چڪو آهيان تہ جڏهن حضورﷺ تي هي آيت نازل ٿي:

ٱلْيَوْمَ أَكْمَلْتُ لَكُمْ دِينَكُمْ وَأَتْمَمْتُ عَلَيْكُمْ نِعْمَتِى وَرَضِيتُ لَكُمُ ٱلْإِسْلَٰمَ دِينًا ۚ (سورت مائدة آيت 3)

اڄ اوهان جو دين اوهان لاءِ ڪامل ڪيم ۽ اوهان تي پنهنجي نعمت پوري ڪيم ۽ اوهان لاءِ دين اسلام پسند ڪيم.

تہ حضرت ابوبڪرؓ روئڻ شروع ڪيو ۽ جڏهن هي سورت نازل ٿي:

إِذَا جَآءَ نَصْرُ ٱللَّهِ وَٱلْفَتْحُ(١) وَرَأَيْتَ ٱلنَّاسَ يَدْخُلُونَ فِى دِينِ ٱللَّهِ أَفْوَاجًا(٢) فَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ وَٱسْتَغْفِرْهُ ۚ إِنَّهُۥ كَانَ تَوَّابًۢا(٣) (سورت النصر)

جڏهن الله جي مدد پهچي ۽ سوپ ٿئي(1) ۽ ماڻهن کي الله جي دين ۾ ٽوليون ٽوليون ٿي گهڙندو ڏسين(2) تڏهن (تون) پنهنجي پالڻهار جي ساراه سان گڏ پاڪائي بيان ڪر ۽ کانئس بخشش گهر. بيشڪ اُهو تہ حد کان وڌيڪ توبه قبول ڪرڻ وارو آهي(3)

تڏهن بہ حضرت ابوبڪرؓ پنهنجي جذبات تي قابو رکي نہ سگهيو ۽ اکين مان ڳوڙهن جو لارون وهڻ لڳس. ڇو تہ هو سمجهي ويو تہ هاڻي جدائي جو وقت اچي چڪو آهي. هي خراب ڏينهن ڏسڻ لاءِ هو پهريان ئي تيار ٿي چڪو هو.

اهو ئي سبب آهي جو جڏهن حضور ﷺ جن جي وفات تي ته هر طرف افراتفري مچي وئي. مسلمانن هانءُ تي هٿ رکي روئڻ لڳا. ڪيترا ته بلڪل بي هوش ۽ بدحواس ٿي ويا پر حضرت ابوبڪر صديق رضه صبر ۽ بردباريءَ جو نمونو رهيو ۽ هن نازڪ وقت تي مسلمانن جي صحيح رهنمائي ڪئي.

جيڪڏهن غور ڪيو وڃي ته اهو الله تعاليٰ جو مسلمانن تي وڏو احسان آهي. ته حضرت ابوبڪر صديق رضه اهڙي خطرناڪ وقت ۾ انهن کي صحيح رستو ڏيکاريو. مسلمانن کي ڀٽڪڻ ۽ جدا ٿيڻ کان بچايو.



مبارڪ جو جسم ڍڪيل هو. حضرت عمر رضي الله عنه ڪنهنجي قابو ۾ نہ پئي آيو. سڀ مسلمان بيچين ۽ بدحواس هئا. ۽ حضرت ابوبڪر رضه انهن کي سمجهائي رهيا هئا ته اها الله جي مرضي آهي. اهو مومن جي شان آهي ته الله تعالیٰ جي مرضي کي خوشي خوشي قبول ڪري. هن جي هر فيصلي کي پنهنجي لاءِ ڀلو سمجهي ٿو ۽ هميشه الله تعاليٰ جي رضا تي راضي رهي ٿو. ان وچ ۾ هڪ ماڻهون ڀڄندو آيو ۽ چيائين:

”ابوبڪرؓ! عمرؓ!

سڀ انصار گڏ هئا. پاڻ مان هڪ خليفي جي چونڊ ڪري رهيا آهن ۽ جلدي وڃو نہ تہ هڪ نئون فتنو پيدا ٿي پوندو ۽ مسلمانن ۾ جهيڙي جو آتش فشان ڦاٽي پوندو.“

حضرت ابوبڪرؓ ۽ حضرت عمرؓ تڪڙ ۾ ڊوڙنڊا ويا. حضرت ابو عبيده رضه به ساڻس گڏ هئا. هنن ڏٺو ته سڀ انصار گڏ هئا ۽ ڪجھ مهاجر بہ موجود هئا. تکيون بحثون ٿي رهيون هيون ۽ وڏي آواز سان هڪ ٻئي سان ڳالهائي رهيا هئا. هڪ ٻئي کي ٽوڪي بہ رهيا هئا.

پر هنن اتي پهچي صورتحال تي ضابطو آندو. ۽ حڪمت سان ماڻهن کي سمجهايو. پوءِ سڀني جي گڏيل صلاح سان حضرت ابوبڪرؓ کي خليفو چونڊيو ويو. اهڙيءَ طرح سڄو جهڳڙو ختم ٿي ويو. پاڻﷺ جو جسم مُبارڪ ساڳيءَ ريت رکيل هو. گهر ۾ خاندان وارن ڪيس گهيري رکيو هو ۽ ڳوڙهن جا نذرانا پيش ڪري رهيا هئا.

**خليفي جي چونڊ کان پوءِ پاڻﷺ جي ڪفن دفن جو بندوبست ڪيو ويو. اوهانﷺ کي غسل ڏنو ويو. غسل بعد ٽن ڪپڙن ۾ ڪفن ڏنو ويو. ان کانپوءِ سيني مسلمانن کي پنهنجي محبوب جو آخري ديدار ڪرڻ جو موقعو ڏنو ويو. ۽ دعا ۽ نماز پڙهي موقعو ڏنو ويو.**

**جسم مُبارڪ جي چوڌاري عقيدتمندن جو ميڙ هو ان وقت عشق ۽ عقيدت ۾ غرق هي آواز ڪنن تائين پهتي:**

**"يا رسول الله!**

السَّلاَمُ عَلَيْكُمْ وَرَحْمَةُ اللهِ وَبَرَكَاتُهُ. **اسين گواهہ آهيون ته اوهانﷺ الله تعالىٰ جو پيغام پهچائي ڇڏيو ۽ دين جي لاءِ جدوجهد ڪندا رهيا ايستائين جو الله تعالىٰ هن غالب ڪري ڇڏيو."**

**هي آوزا پاڻﷺ جي يارِ غار حضرت ابوبڪرؓ جي هئي.**

**جڏهن مردن نماز ختم ڪئي ته عورتن جو وارو آيو ۽ پوءِ ٻارن کي به موقعو ڏنو ويو. تمام گهڻا ماڻهون ايندا رهيا ۽ ڳوڙهن سان واپس ٿيندا رهيا.**

**وفات جي ٻن ڏينهن کانپوءِ پاڻﷺ کي قبر مبارڪ ۾ دفن ڪيو ويو. ۽ پاڻﷺ قيامت تائين نظرن کان اوجهل ٿي ويا.**